# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

نمبر ٣ جلد ٥
جولاءِ، آگسٽ، سيپٽمبر سال ١٩٥٦ع



"وَڳَرُ ڏيرون ڏيهه، پير وِهاڻو ويسرا،
ڪَنين رِهائي وَسُ ڪيو، وَڳَرُ وَڏيءَ ويهه،
ڪَنين گُهمندي سيهه، وَڳَرُ وِڳاسي ويو!"

— شاهه



سنڌي ادبي بورڊ
ڪراچي، حيدرآباد
سنڌ

ع.ق. شيخ



# سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ۵ ] [ نمبر ۳

## فهرست



[ڪَور جي ڊزائين ۽ ترتيب لاءِ، ادارو محترم ع. ق. شيخ جو ٿورائتو آهي ]

ايڊيٽر: محمد ابراهيم ايم. جويو        اسسٽنٽ ايڊيٽر: م. ع. ڏيپلائي

(سنڌ جي عظيم شاعر ۽ مفڪر شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحہ
جي مقدس ياد ۾، سندس ٢٠٢ ورسيءَ ـ آڪٽوبر ١٩٥٦ع ـ
جي موقعي تي اسلامي جمهوريه پاڪستان جي صدر، محترم
عاليجناب اسڪندر مرزا، جي پيش ڪيل خراج عقيدت)

”اج آءٌ سنڌ جي عظيم درويش ۽ صوفي شاعر شاهه عبداللطيف جي معزز ياد ۾ خراج عقيدت پيش ڪريان ٿو. سادي سودي رهڻي، نوڙت ۽ نهٺائي، فراخدلي ۽ عالمگير محبت، شاهه عبداللطيف جي زندگي ۽ فلسفي جون مکيه خاصيتون آهن.

”عام ماڻهن سان هن جي اٿاهه محبت، زماني جي هٽراڙ و پيد ياءَ کان مٿي، سندس سنڌي شاعريءَ جي انهن لافاني بيتن ۾ ظاهر ٿي، جيڪي اڄ به سنڌي زبان جا اسلهه ماڻڪ ليکجن ٿا.

”اسان جي تهذيبي ۽ صوفيانه روايتن ۾ شاهه جو پيغام بلند ترين جڳهه والاري ٿو، ۽ اسان هميشه سندس عظيم شخصيت ۽ شاعراڻي ذات تي فخر محسوس ڪندا رهنداسين.

”شال، شاهه جي شعر جو ڪيف ۽ سرور، اسان جي قوم ۾ مروت، بردباري ۽ انسان ذات سان محبت جو اهو روح ڦوڪي، جنهن سندس پاڪ زندگيءَ کي ايڏو بيمثال ۽ لافاني بڻائي ڇڏيو!“

ڀڳاڏو سو سڏ، وَرُ وائيءَ جو لهين،
هٿا اکيون گڏ، ٻڌڻ ٻ ۾ ٿيا.

ڪوڙين ڪاياڻون تنهنجون، لکن لک هزار،
جيءَ سِڪنهن جيءَ سين، درسن ڏارون ڏار،
پريم تنهنجا پار، ڪهڙا چئي ڪيئن چوان!

ڪيڏاهه ڪاهيان ڪرهو، ڇوڏس ڇڏائو،
منجهين ڪاڪ ڪڪوري، منجهين لُڏائو،
راڻو ۽ راڻو، رڃ راڻي ٻئو ناهه ڪو.

سِڪنهن ڏانهن ساهون، ڪو هنڌُ خالي ناهه،
جي احداً آرڪ ٿيا، سي ڪاشر ڪبا ڪاهه،
محب منجهين مَنَ مانهه، مون آڄاڻيءَ آجهيو.

عالم "آءٌ" ساڻ، پريو ٿو پير ڪري،
پاڻ نه آهي جاڻ، مانڊيءَ منڊ پکيڙيو.

اڪر پڙهي آيا ڳيا، قاضي ٿئين ڪياءُ،
پيرين ۽ پائنين، ايڏان اي نه آءُ،
ان سرڪيءَ ساءُ، ٻيچ عزازيل ڪي.

ڪنز قدوري ڇڏ، سٽون پڙهه ساڃاءَ جون،
ونءُ تني جي سڏ، جني سانگو ناهي ساهه جو!

وڪر وهائين لوڻ، رنگ ڪٿوريءَ گهرين،
پنگو تنهنجو پر تي، جم ڳالهائين ڪوڙ!
جم وڃائين موڙ، ڪٿيو تنهنجو گهوريو!

چگا ڪن چگايون، سدايون مٺن،
جوڙ جڙي جن سين، سو وڙ سيئي ڪن.

# گذارش

”منجهانئن ڪيئي مون وٽ آيا، ۽ چيائون، ’اسان کي ڪا صلاح ڏي‘!
مون جواب ڏنو:
’اهڙي ته خاص صلاح مون وٽ ڪانهي، جيڪا اوهان کي ڏيئي سگهان.
ٻاهرينءَ دنيا ڏانهن اوهان جا پنهنجا جيڪي رد عمل آهن، اوهان جي
عملن جو انهن تي ئي دارومدار آهي.
۽ آءٌ پاڻ به اوهان جي اِن ٻاهرينءَ دنيا جوئي هڪ جزو آهيان.
منهنجي ڳالهين مان، ۽ ٻين جي ڳالهين مان، اوهان اهوئي ڪجهه جذب
ڪندا، جنهن کي اوهان پاڻ لاءِ موزون ۽ مناسب سمجهندا.
پر جيڪڏهن اهو چاهيو ٿا گهرو ته جنهن ماحول ۾ اوهين رهو ٿا، تنهن ۾
اوهان کي ڇا ڪرڻ گهرجي-
ته پوءِ هڪوار چپ ڪري، پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسو.‘“
_ فرئنڪ ٽائون شينڊ

## انسانيت

هزارها سالن جي تهذيبي ارتقا کان پوءِ، فضيلت ۽ ڀلمانسائيءَ جي جنهن بلنديءَ
تي اڄ انسان بيٺل آهي، اتان هن جي سامهون انسان ۽ انسان جي وچ ۾ فرق
صرف حق، انصاف ۽ نيڪيءَ جي بنياد تي ئي جائز ٿي سگهي ٿو. رنگ، نسل،
مذهب، قوم ۽ اهڙيون ٻيون سڀائپ جون صفتون، قدرت طرفان حسن، سگهه
۽ صحت جون عنايتون، زندگيءَ ۾ پنهنجي مُنهن حاصل ڪيل علم، دولت ۽ عزت
واقبال جون نعمتون - انهن مان ڪابه چيز، بذات خود، هڪڙي ماڻهوءَ کي ٻئي
ماڻهوءَ تي حقيقي فوقيت ڪانه ٿي بخشي. پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي، اهي سڀ
چيزون چڱيون ئي آهن، پر انهن مان ڪنهن هڪ جي بنياد تي به پاڻ کي ٻين
کان برتر ۽ اعليٰ سمجهڻ، ۽ ان ابليسي عادت جي اثر هيٺ ٻين کي نفرت ۽ ڌڪاريءَ

جي نگاھ سان ڏسڻ - فقط ان ڪري، جو ھو ڪنھن ٻئي نسل، ڪنھن ٻئي مذھب يا ڪنھن ٻيءَ قوم سان واسطو ٿا رکن، يا ھو شڪل جا ڪوجھا، بيمار ۽ ڪمزور آھن، يا ھو جاھل، غريب ۽ گمنام آھن - اِھو آھي ماڻھپي واري انھيءَ ليکي کي ڄاڻي ٻجھي لتاڙڻ، جنھن کي انسانيت پنھنجي سڃاڻپ ۽ امتياز لاءِ جڳن جي اڻ ٿڪين ڪشٽن ڪڍڻ کان پوءِ مس مس وڃي ھاڻي قائم ڪيو آھي. نظرياتي طور، اڄ ڪو بہ اھڙو مھذب انسان ڪونھي، جيڪو انسانيت جي انھيءَ ڪسوٽيءَ کان انڪاري ھجي. ساڳي وقت، حق، انصاف ۽ نيڪيءَ جو مفھوم پڻ ذاتي، خانداني، قبائلي، فرقيوار يا قومي مفاد جي دائري کان نڪري، اڄ ساري بني نوع انسان جي مفاد سان اچي ھمڪنار ٿيو آھي. خالص فلسفو جنھن جو بنياد عقل تي آھي، ۽ خالص مذھب جنھن جو بنياد ايمان تي آھي، سي ٻئي، ھڪ ٻئي سان انيڪ ڳالھين ۾ قطبين جي اختلاف ھوندي بہ، انسانيت ۽ نيڪيءَ جي مٿين ٻن اصولن تي اڄ ھرطرح متفق آھن. ”ذات انسان جي پيدائش ھڪ نفس واحد مان آھي“، ”الله وٽ ڀلارو اھو آھي، جيڪو نيڪيءَ جو صاحب آھي“، ”نيڪ انسان اھو آھي، جيڪو بني نوع انسان جي ڀلائي ٿو ڪري“ - اِھي انھيءَ عظيم مذھب جا فرمودا آھن، جيڪو آخرين مذھب آھي، ۽ جنھن تي مذھبي فڪر جي ارتقا جو اختتام ٿيل آھي. جيڪڏھن انساني اخوت، مساوات ۽ حريت جي ھن عالمي مذھب جا ڪي عالم سڳورا اڃا بہ ان مان ڪي ابتڙ معنائون ۽ مطلب ٿا اخذ ڪن، تہ آھي سندن خاص پنھنجي ذھن جا ڪرشما آھن، جي کين ئي مبارڪ ھجن - مذھبي ڄاڻ ۽ ڏاھپ جي اِھا ڇوٽري شال مٿن ئي ڊرندي رھي، تہ بھتر. پنھنجو تہ واقعي سڌو سنئون ايمان ھيءَ آھي تہ ”عشق سارو اسلام، مذھب محبت عين مبارڪ“ - پوءِ جيڪڏھن ڪي عقل جا اڪابر، ڪمن جا سچا ۽ ھرطرح معتبر فتوا باز اسان تي ڪفر، الحاد يا ڪميونزم جا نالا رکن، تہ انھن کي ائين ئي چونداسون تہ

بدم گفتي و خرسندم عفاک الله نکو گفتي! - ”حافظ“

سندن علمي تبحر اڳيان - جنھن جو واقعي کو اٿو مٿو کين بہ ڪونہ ٿو معلوم ٿئي - اسان کي پنھنجي اڻ ڄاڻائيءَ جو احساس آھي، پر کين جو ان ۾ گھوٽا ڪائيندي سالن کان پيا ٿا ڏسون، سو چئون ٿا تہ ٿورڙوئي علم، پر صحيح علم ۽ ذھن ۾ رچاتو رکيل علم جيڪڏھن آھي، تہ اھو انسان جي صحتمند ۽ سالم نگاھ لاءِ ڪافي آھي. دل جو اطمينان ۽ قلب جو سڪون اھوئي بس آھي تہ پنھنجي آس پاس سان بي لوث ۽ مخلصانہ تعلقات ھجن. پورھيت ماڻھوءَ جون پنھنجي پورھئي ۾ ئي اکيون سونھن. ٻين کي لقبن لائڻ بدران، جيڪڏھن پنھنجي پاڻ تي ئي اک رکجي، تہ ھوند دلين جي ڪيني ۽ نفرت جا اوڙاھ از خود ٿڌا ٿي وڃن -

”ڪونہ آھہ اھڙو، جھڙي محبت من“ - شاہ

## "مهراڻ" ۽ سنڌس ادب

"مهراڻ" جي ٻئي سال جو ٽيون. پرچو پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. هن ٿورڙي عرصي ۾، "مهراڻ" سنڌ جي تقريباً سيني ڪهنہ مشق توڙي نوآموز شاعرن، افسانہ نويسن، مضمون نگارن ۽ ٻين اهل قلم ۽ صاحب فڪر اديبن ۽ عالمن جو تعارف پڙهندڙن سان ڪرائي چڪو آهي. سنڌ جي نامور اديبن مان ڪوبہ اهڙو اسان جي خيال ۾ ڪونہ رهيو آهي، جنهن "مهراڻ" کي سينگارڻ ۾ حصو نہ ورتو هجي. سنڌي شعر و ادب جي ڪابہ اهڙي صنف اسان کي ڪانہ سُجهي، جيڪا اسان "مهراڻ" ۾ پيش نہ ڪئي هجي. مواد جي لحاظ کان مداحون، قصيدا صوفيانہ ڪلام، عشقيہ شاعري ۽ لوڪ گيت وغيره ۾ مختلف سماجي، تعليمي، نفسياتي، ۽ ٻين اهڙن اهم مسئلن تي ٽوٽڪا، افسانا ۽ ناٽڪ، سوانح، تاريخ، سائنس ۽ علم و ادب جي اڪثر موضوعن تي تحقيقي توڙي تنقيدي مقالا ۽ مضمون- مطلب تہ ڪابہ اهڙي خاص ڳالهہ اسان جي سامهون نہ آئي آهي، جنهن کي اسان "مهراڻ" ۾ جاءِ نہ ڏني هجي. تنهن هوندي بہ اسان جا ڪي لکندڙ ۽ پڙهندڙ "مهراڻ" کي 'هڪئي مڪتب خيال جو ترجمان'، ۽ "هڪئي وڙ جو دڪان' ٿا سمجهن ۽ سڏين! ممڪن آهي تہ هي حضرت پاڻ جنهن 'وڙ' جا وڻجارا آهن، تنهن جي خريد فروخت "مهراڻ" ۾ ٿيندي نہ ڏسي ئي ان لاءِ اهو خيال قائم ڪيو هجين: ذاتيات، تعصب، نفرت، ڪم علمي ۽ ڪثيف جذبات ڪڏهن بہ سٺو ۽ صالح ادب نہ پيدا ڪري ٿا سگهن، ۽ نہ ان کي ڪڏهن ڪٿي سچائي ئي سگهن ٿا.

جهڙيءَ ريت اڄ انسان ۽ انسان جي وچ ۾ فرق صرف حق، انصاف ۽ نيڪيءَ جي بنياد تي ئي جائز آهي- باقي ٻيا سمورا رنگ، نسل، مذهب، قوم وغيره جا نالا فقط سچائيءَ جا نشان ئي وڃي رهيا آهن ۽ انهن مان ڪو هڪڙو نالو بہ بذات خود فضيلت ۽ فوقيت لاءِ سند جو ڪم نٿو ڏيئي سگهي، بلڪل تهڙيءَ طرح ادب ۽ فن ٻئي- جا ڪاڻ تہ اهي انسان جي خالص انسانيت جا مظهر آهن- رنگ، نسل، وطن، مذهب ۽ قوم وغيره جي ويڇن کان پاڪ آهن: ادب ۽ فن جي پرک صرف "انسانيت" آهي. ڏسڻو آهي تہ ادب معرفت انسانيت جا عالمگير قدر ۽ اصول زياده اوجرجي اڳيان ٿا اچن، يا نتيجو مرڳوئي ان جي ابتڙ ٿو نڪري. ٻهرينءَ حالت ۾ جو ادب پيش ٿيندو، سو صالح، صحيح ۽ سچو ادب آهي، ۽ ان کان سواءِ ٻيو هرڪو ادب بيمار، ڪوڙو ۽ ڪوٽو ادب آهي. انهيءَ هڪ بنيادي فرق کان سواءِ ادب ۾ ٻيو ڪوبہ تفرقو نہ آهي. "ادب براي ادب" جنهن جو زور جماليات تي آهي، ۽ "ادب براي زندگي" جنهن جو زور زندگيءَ جي تنقيدي عڪاسيءَ تي آهي- ٻئي صحيح ۽ سچي ادب جي محض ٻن صفتن جا نالا آهن.

"ادب براءِ ادب" ۽ "فن براءِ فن" کي مڃڻ وارو اديب يا فنڪار خالص حسن جو گهوريو آهي- ۽ اها حسن لاءِ سندس تلاش ئي حسن جي تخليق ۽ تبليغ لاءِ کيس مجبور ڪري؛ پنهنجي شخصي توڙي آسپاس جي زندگيءَ ۾ حسن کي دلپسند انداز ۾ موجود نه ڏسندي، هو پوءِ زندگيءَ جي تنقيد ۽ حسنڪاريءَ کي پنهنجي هٿ ۾ کڻي ٿو، ۽ اهو سندس عمل "ادب براءِ زندگيءَ" ۽ "فن براءِ زندگيءَ" کي مڃڻ واري اديب يا فنڪار جي عمل ڪان ڪنهن به صورت ۾ مختلف نه آهي. ادب متعلق هنن ٻن نظرين جو هيءَ "ضد" پهريائين يورپ ۾ ئي پيدا ٿيو هو- پر اتان جي اديبن ۽ فنڪارن مٿين استدلال جي بنياد تي اڄ انهيءَ مسئلي کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو آهي. عالمي ادب جي سامهون ادب جا اهي ۽ ٻيا اهڙا موهوم تفرقا اڄ آهن ئي ڪونه. اسين به انهيءَ ئي عقيدي کي پنهنجي سامهون رکي، پنهنجي پڙهندڙن جي خدمت ۾ ادب جو نذرانو پيش ڪندا آهيون. اسان وٽ ادب ۾ اڄ ڪي به 'اختلافي' نظريا نه آهن. اسان وٽ ادب جو صرف هڪڙوئي نظريو آهي- ۽ اهو هيءَ ته پنهنجي عزيز وطن لاءِ، پنهنجي پاڪ ٻوليءَ ۾ صحيح ۽ صالح ادب پيدا ڪريون ۽ پيش ڪريون. انهيءَ کي جيڪڏهن اسان جا ڪي ڪرم فرما "مهراڻ" جو "هڪ نئي مڪتب خيال" سڏي اسان کي ننڊين ٿا، ته هنن لاءِ تحقيق اسان وٽ وڏيڪ ڀيو ڪوبه جواب ڪونهي-

"اڪر چنّي هيڪڙي، ٻنهون جي نه ٻجهن،
ڪوهه ڪبو ڪي تن، سڄي سٽائي ڳالهڙي؟" - شاهه

## سنڌي ادبي بورڊ

ڪراچيءَ جي هڪ اخبار سنڌي ادبي بورڊ جي ڪم تي تبصرو ڪندي لکيو آهي ته "سنڌي ادبي بورڊ جو قيام سنڌ جي باشندن جي اهم ضرورت هئي ... ليڪن ڇا (هن) سنڌي ٻوليءَ ۾ سنڌي ماڻهن جي انهن ضرورتن کي ڪنهن حد تائين پورو ڪيو آهي، يا انهيءَ ڏس ۾ ڪو قدم به وڌايو آهي؟ اسان وٽ انهيءَ جو جواب نفيءَ ۾ آهي. جيڪڏهن ٻئي ڪنهن وٽ انهيءَ جو اثباتي جواب آهي، ته انهيءَ جو کيس ثبوت ڏيڻ گهرجي...". اسان پنهنجي هن معزز معاصر جا شڪرگذار آهيون، جو هن اسان جو ايڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي. جيتوڻيڪ سندس مدير محترم پاڻ بورڊ جو ميمبر آهي، ۽ کيس بورڊ جي ڪارگذارين جي مفصل خبر آهي، تنهن هوندي به پانجي ٿو ته جڏهن پاڻ مٿيون رايو بورڊ متعلق قلمبند ٿي ڪيائين، تڏهن سندس سامهون اهي چيزون موجود ڪين هيون. هي موقعو غنيمت ڄاڻي، هتي "مهراڻ" ۾ ٻئي ڪنهن هنڌ، بورڊ جي ڪم جي مختصر ڪيفيت پيش ڪئي

ويٺي آهي. اميد تہ ان جي پڙهڻ سان بورڊ متعلق پيدا ٿيل غلط فهميون گهٽ قدر دور ٿي وينديون. ايترو سو پنهنجي هن عزيز معاصر کي ضرور گوش گذار ڪنداسون تہ ”صفائي ايمان جي نشاني آهي“، ۽ جهڙيءَ طرح جسماني صفائي انسان جي بدن ۽ پوشاڪ مان ظاهر هوندي آهي، اهڙيءَ طرح ذهني پاڪيزگي وري سندس منهن مبارڪ مان جيڪا گوهر افشاني ٿيندي آهي، انهيءَ مان معلوم ٿيندي آهي؛ تنهنڪري آئنده جنهن کي بہ جيڪي ڪجهہ چوڻو هجيس، سو ڪجهہ مهذب لفظن ۾ ٿي ادا ڪري - ائين ڪرڻ سان هو پنهنجي مخاطب کي آسانيءَ سان پنهنجو هم خيال بنائي سگهندو.

## انعام

اسان اڳئين پرچي جي گذارش ۾ اديبن کي انعامن ڏيڻ جو اعلان ڪيو هو. پارڪن جي ڪاميٽيءَ ”مهراڻ“ جي اڳئين پرچي جي شعرن، افسانن، مضمونن وغيره جو جائزو ورتندي، يڪراءِ فيصلو ڏنو تہ پنجاهہ روپين جو پهريون انعام پير حسام الدين راشدي صاحب جي مضمون ”مير علي شير ’قانع‘“ کي ڏنو وڃي؛ پر پير صاحب جن اهو انعام وٺڻ پسند نہ ڪيو، ۽ ڪاميٽيءَ کي صلاح ڏنائون تہ بورڊ جي ڪنهن بہ ميمبر يا ملازم کي، هن پيري توڙي آئنده، ڪوبہ انعام نہ ڏنو وڃي. ڪاميٽيءَ پير صاحب جي انهيءَ صلاح کي خوشيءَ سان قبوليو، ۽ فيصلو ڪيو تہ پهرئين نمبر انعام جا اهي پنجاهہ روپيا هن پيري رهيل افسانن تي ڏنا وڃن. انعامن جي آخرين صورت هيءَ آهي:

| | | | |
|---|---|---|---|
| شعر: | محمود شاهہ ”سائل“ | - ڪافي (ص ١۴) | ١٠-٠-٠ |
| | عبدالڪريم ”گدائي“ | - نظم (ص ۴٥) | ١٠-٠-٠ |
| | شيخ ”اياز“ | - چيچ (ص ٣١) | ١٠-٠-٠ |
| ادب لطيف: | جهامنداس ڀاٽيا | | ١٠-٠-٠ |
| افسانا: | ٻردو سنڌي | - ”اندرنگري“ | ٢٥-٠-٠ |
| | گووردن محبوباڻي | - ”ڪاري“ | ١٥-٠-٠ |
| | مس شمس صديقي | - ”هڪ ڪردار سوافسانا“ | ١٠-٠-٠ |
| | شيخ حفيظ | - ”۽ مکڙي مرجهائجي ويئي“ | ١٠-٠-٠ |
| | ابن حيات پنوهر | - ”زن طلاق“ | ١٠-٠-٠ |
| | بلرام وکل | - ”حسرت“ | ١٠-٠-٠ |
| | محمد يعقوب ”نياز“ | - ”لڙڪ ۽ مرڪ“ | ١٠-٠-٠ |
| ادبي خط: | مس شمس صديقي | | ٢٥-٠-٠ |

## گذارش

"مهراڻ" کي جنهن ڪوشش ۽ محنت سان ترتيب ڏني وئي آهي، ان ڪان پڙهندڙ ۽ اسان جا محترم اديب خود به واقف آهن. انهيءَ ترتيب ۾ هڪ مشڪلات اها به رهي ٿي ته اديب پنهنجون چيزون وقت اندر نٿا موڪلين، جنهنڪري هڪ ته رسالي جي اشاعت ۾ دير پئجي ٿي وڃي، ۽ پيو ته ادبن جي افسانن ۽ شعرن وغيره کي دنيا جي مشهور ۽ بلند پايه رسالن وانگر تصويرن ۽ خاڪن سان نه ٿو سينگاري سگهجي. انهيءَ ڪري، اسان جي ادبن کي گذارش آهي ته اسان کي مهرباني ڪري پنهنجا شاهڪار ڪافي اڳواٽ ڏين ته جيئن رسالي جي ترتيب ۽ آرائش ۾ اسان کي به آساني ٿئي، ۽ سندن چيزن کي پڻ زياده اثرائتي انداز ۾ پيش ڪري سگهون. اميد ته اسان جا محترم اديب هميشه وانگر هن ڳالهه ۾ به اسان سان سهڪار ڪندا، ۽ آئنده، وقت اندر، اسان ڏانهن پنهنجن ادبي نوازشن موڪلڻ جي عنايت ڪندا.

—م. ا. ج

"سانگي"

# يادگيريون

جي سهڻو پاڻ سڏائي ويا
چپ چاشني دار چکائي ويا
البيلون اکيون اٽڪائي ويا
ستي سورن کي ته جڳائي ويا.

اچا هاڻ هتي ها يار پرين
غمخوار سڄا سنسار پرين
دلبند سڄڻ دلدار پرين
جي هيڄ پيارل پائي ويا.

هتي دردن جا ته دکان هئا
وڏا شوخن جا هت شان هئا
هت سورن جا ته سامان هئا
سي هاٿي ماڳ مٽائي ويا.

ها معشوقن جا ماڳ هتي
ها برهه وارن جا پاڳ هتي
ها رنگ ۽ روپ ۽ راڳ هتي
سي ٺيري ڏيئي ڦٽائي ويا.

هت عاشق ها اوڀنگ ادا
هت عشق جا ها آونگ ادا
هت سهڻا ها گلرنگ ادا
پر سر تي ورهه وسائي ويا.

هت عشق جا ها طوفان وڏا
هنيا نينهن هتي ته نشان وڏا
ها سورن جا سامان وڏا
سي وارو وير وڃائي ويا.

رهيا دنيا ۾ خوش جي دم پل
ڏنا تن کي جلد زماني جل
هلي هر سو جن جي ٿي پل پل
سي دونهان درد دکائي ويا.

استاد اهي جن پاڙهيو ٿي
جن سورن ساڻ سيکاريو ٿي
جن درس محبت ڪاريو ٿي
سٽون سورن جون سمجهائي ويا.

جن هر ڪنهن ساڻ رهائي ڪئي
جن سهڻن ڪاڻ سچائي ڪئي
تن پنهنجي پاڻ رهائي ڪئي
سي ڪنهن سان ڪين وڃائي ويا.

تن شاهن جا ويا شان ڪٿي
سي دهليون ۽ دربان ڪٿي
ويا نوبت ۽ نيشان ڪٿي
جي ماڙيون محل اڏائي ويا.

ٿو نينهن منجهان نروار چوان
سي پيارا پنهنجا يار چوان
سي عاشق آءُ سردار چوان
سي "سانگي" پاڻ سڏائي ويا.

نيٺ نہ لهي نيهن جو، لڄ جا لهي ونا،
مارُن ڏارا ماڙيين، ڏُهلا ڏيهہ ٿيا،
ڏيهي ڏور وٺا، ڏيان ڏوراپا ڪن کي؟

متي ٿر رهي، وٺا گذاري ڏيهڙا،
ڪڏهن ڪونہ آئيو، تن پنهوارن پهي،
وٺڙا سي وهي، جنب گذارئم جن سين!

وٺا گهٽن ساڻ، مارُئڙا ٿر آڪري،
تن ٻچاڻا هاڻ، آئون جاڙجيان ٿي، جيڏيون!

جن نہ ڇڄي آهيان، ڪچن ۾ ڪوٽن،
ايندہ پيم آبتا، پيڪڙا پيرن،
هٿڙيون هٿن، جنگهون ٻاهون ڪاٽ ۾!

مارُئي ناهہ سليرَ ۾، نڪا وٽ همير،
پنهو ڪونہ ڪيچ ۾، نڪي سنڌ امير،
مومل ڪانہ ماڙيين، گنجي ناهہ فقير،
قبن ڪيئنهين پير، مرشد مساڻن ۾!

— شاهہ.

# ا

## بيت

شيخ "اياز"؛ لطف الله بدوي؛ عبدالجبار "شام"؛ "برده" سنڌي. **دوھا:** شيخ "اياز"
"بشير" موريائي.

## ڪافيون

حافظ "احسن"؛ "برده" سنڌي؛ محمد خان "غني"؛ لطف الله بدوي؛ حسيني محمد حافظ؛
مخدوم غلام احمد "غلام"؛ احمد خان "آصف"؛ "راز" بلڙائي؛ آخوند فضل صديق. **وايون:**
شيخ "اياز".

## گيت

هري "دلگير"؛ شيخ "اياز"؛ "برده" سنڌي؛ "تنوير" عباسي؛ گوبند پالي؛
شمشير الحيدري؛ ڪمل "پياسي"؛ ڀڳوان سيوائي.

## لوڪ گيت

رشيد احمد "رشيد" لاشاري؛ م. ع. ڏيپلائي؛ رائچند؛ منگهارام اوجها.

## نظم

هري "دلگير"؛ شيخ "اياز"؛ تنوير عباسي؛ "نياز" همايوني؛ گوورڌن محبوباڻي؛
"بشير" موريائي؛ ڪمل "پياسي"؛ لطف الله بدوي؛ صالح محمد سمو.

## آزاد نظم

شيخ "اياز"؛ شيخ "راز"؛ سراج.

## ٻيون طرزون

سانيٽ: بشير موريائي؛ "ٽرولي": رشيد احمد "رشيد".

## غزل

شيخ "اياز"؛ غلام محمد "گرامي"؛ هري "دلگير"؛ عبدالڪريم "گدائي"،
"بشير" موريائي؛ "تنوير" عباسي؛ عبدالحليم "جوش"؛ شمشير الحيدري.

## قطعا

هري "دلگير"؛ "بشير" موريائي.

## ادب لطيف

جهامنداس پالي.

—سالن جا سال تخليقي ڪوشش ڪرڻ بعد، سون ڪي اهو دائمي يقين حاصل ٿي چڪو آهي تہ شاعر لاءِ فقط اهو ڪافي ناهي تہ سندس سوضوع ڏي بلند هجڻ گهرجن، بلڪ هن ڪي انهن سوضوعن سان اهڙو تعلق هجي جڻ هن انهن ڪي پنهنجي اندر ۾ براه راست محسوس ڪيو هجي. هن ڪي پنهنجي تجربي جي بنا تي ئي لکڻ گهرجي، نہ تہ هو زندگيءَ جي تصوير پيش ڪرڻ بدران رڳو اُن جو پاڇوئي پيش ڪري سگهندو. فقط حقيقت جي اونهي مطالعي ۽ انهيءَ جي تيز پرواز سان ئي خيال ۽ احساس جي حقيقي شاعري تخليق ڪري ٿي سگهجي؛ فقط انهن سرچشمن سان ئي زندگيءَ جو حقيقي روح پيش ڪري ٿو سگهجي.

—مرزا ترسون زاده.

# بيت

## شيخ "اياز"

اسان ڪيڏن ڪانيون، رُسي ريجهڻ جون گهڙيون؟
ڳوڙها، ڳرانيون، هيانءَ ڏسڪيا هيج سان.

پري منهنجو پنڌ، رڻ ۾ منهنجون راتڙيون،
ساٿي تو سوڳنڌ، موٽي وڃ وڃ-وات تان.

تنهائيءَ جا تير، ڪُتا منهنجي ڪيپ ۾،
چُڪي پهتي چپ تي، نيڻين آيا نير،
تڙڦي وئي تقدير، گهڻوري منهنجي گهاو ڪي.

جهوري پئي جهانجهه، جيڏ يون منهنجي جيءَ ڪي،
سهڙي آهي سانجهه، جهجهندي جڏهن جي جهانءِ ۾.

واريءَ منجهه وٿاڻ، سانجهيءَ آندا سانت ۾،
لهندي سج جي سون سان، ورسيا پينگا پاڻ،
چرڪي منهنجي جاڻ، آڻ جاتي جي آڳ ۾.

## لطف الله بدوي

ساري رات وسي، مينهن ماندائا ڪيا،
جهوپا جهانگيڙن جا، ٻُسي سڀ پيا،
ويچارا ويا، ٻَڪي ڪٺي پڪڙا.

ساري رات وسي، مينهن ڪيا ماندا ڻ،
ٽيون تار ترائيون، ڇلڪي پيا نياڻ،
ڪپن ڪُنَ ڪپر ڪي، موج ڪئي مهراڻ،
ويچارن وٿاڻ، پاڻيءَ سان ٻُسي پيا.

پکين پکيڙي پر، ڪئي وسڻ آهه وڻن تي،
تڙڪي جي تڙَ تي، ليٽيا پاسي پر،
ڪونهڙي سان ڪنين ڪي، ويٺا ڏين وَر،
وڃن ڪيو وَڳر، چوٽي خاطر پيٽ جي.

وري بادل آئيا، ڪئي ٻيهي لات،
صبح.ڪان شروع ٿيو، وسيو ساري رات،
منداٽيءَ برسات، وسڻ سان وَسَ ڪيا.

وري ڪڪر آئيا، گوڙ ڪري.گينور،
رعد جي راڙين ڪان، متا هُل حشرَ،
ڪنوڻين جي ڪيچ ڪان، ٿي ڪنبيا ڪاريهرَ،
وسي پيو وڏ ڦڙو، ٽيا تار ترايون تَر،
ويچاريءَ جا وَرَ، ڪجي ڪول ڪرينم ڏون.

## عبدالجبار 'شام'

ڍولا او ڍت ڏٽي، ڪُٺيس تنهنجي ڪاڻ،
هيتي مڙه مومل جو، ساه تہ تونئي ساڻ،
پاڻ سڄائي پاڻ، اچج اوري مينڌرا.

ڍولا او ڍت ڏٽي، ڍولا تون ڍڪينم،
ايڏو ڏم نہ ڏينم، راٺا رُسڻ ڳهوريو.

ڍولا او ڍت ڏٽي، ڍولا ڍڪينم تون،
ٻديون بخشج سُون، راٺا رُسڻ ڳهوريو.

## "برده" سنڌي

رنگ ڏئم وه ڊنگ ڏئم، دلبر دا رخسار ڏئم؛
حُسن ڏئم وه احسن دلبر، صورت دا سردار ڏئم؛
حسن حقيقي، مام مجازي 'آدم سِر اسرار' ڏئم؛
مور دي سهڻي نور ڏئم، وهه ڪبڪ والي رفتار ڏئم؛
خال ڏئم گل لال سلوڻي، موتي ڏند قطار ڏئم؛
چولي لب خوش ٻولي مٺڙا، بلبل دي گفتار ڏئم؛
جسم گلابي چشم غزالي، ابرو تير هزار ڏئم؛
زلف ڏئم او ڪاڪل ڪالي، پيچ اندر سنسار ڏئم؛
يار ڏئم اغيار ڏئم، تي عاشق لک بيمار ڏئم؛
راهه مزيندي شاهه ڏٺم، آ مَلَڪ" ٿي ميهار ڏئم؛
ديدان ديد خريد ڏئم، لک، "بردي" حُسن هزار ڏئم.

## دوها

### شيخ اياز

آهي تنهنجي ياد جي، اٿن لذري ۾ گونج،
آڪيري سان جئن وڃي، آڏري ڪائي ڪونج.

نيڻن مان جو نڪتن ڇُلڪي، ڪک پن ٿي ويا رنج،
نڪتيون تنهنجون ڳالهڙيون، جئن پاڻيءَ تي هنج.

تون ئي منهنجو راز آن، تون ئي منهنجو ساز،
آهي تنهنجي تار جو، منهنجو من آواز.

هن ڪي تنهنجي پريت جي پڇري جي آ هير،
من جي مٺا ٿي اچي، سوڙي سانجهه سوير.

نيڻن ڪي ڏي ننڊڙي، پڌري ٿي پرڀات،
ڪيسين ڪوڪي ڪونليون، ڪاٽين ڪاري رات.

ٻک تي نڪتي باک ۽ ڏک ۾ گذريو ڏينهن،
ڇڏ هيءَ سک جون ڳالهڙيون، پنهنجو ڪهڙو نينهن!

جڳ جي پوئين پهر ۾، مان جڳنوءَ جي جاڳ،
جرڪيا منهنجي راڳ ۾، ماڻهوڙن جا ماڳ.

ڀتو من ۾ پار ڪان، جئن ڇوليءَ جو ڇوهه،
ويجهي آئي جو ڪنڌي، ماڻو ٿي ويو موهه.

تارن جا تڙڪا پيا، جن سان جرڪيا جرَ،
مانڪ موتي ٿي ويا، ڇڦ منجهه جي ڇرَ.

### بشير موريائي

چانڊوڪيءَ جي ساز تي وڻي رات گيت ٿي ڳائي،
انگ انگ ۾ پري اسڪون، جادو ٿي ڦهلائي.

نيڻن جي ڪڙڪيءَ مان پيهي آيو ڪو چت چور،
پاڳل من آ وس ڪان ٻاهر، ڪير لڳائي زور.

ڪوهه تان گهاگهر پري ٿي موڙ، هڪ البيلي نار،
گهاگهر مان جئن پاڻي ڇلڪي، تئن جوڀن جو آپار!

پريم جو ساگر ڇولين ماري، تنهنجي ياد ڏياري،
پوءِ پلاڪو ڪئن هن جڳ ۾ سک جون گهڙيون گهاري!

# ڪافيون

## حافظ محمد احسن

ڇني ڪين ڇڏڻ توکي يار ڪبي؛ — ناتو نينهن ڳنڍڻ توکي يار ڪبي.

۱- منهنجو وس ته سڄڻ آهي عرض ڪرڻ، — ٻانهون ٻڌي ته ٻڌڻ پيرين سرڙو ڌرڻ؛

پوءِ ته عرض سڄڻ، ڇڏي ريت رسڻ، — اچي مرڪي ملڻ توکي يار ڪبي.

۲- راتيان ڏينهان روئڻ، تنهنجون واٽون ڏسڻ، — پانڌي روز پڇڻ، تو لئي بار سڪڻ؛

پري پير اچڻ، ڪا سنيار لهڻ، — اهڙو قرب ڪرڻ توکي يار ڪبي.

۳- توکان دور ٿيڻ، ٿيو وهه ته وهڻ، — ڪونهي سک ٿي سمهڻ، نڪو ڪانڌ پيڻ،

ٿيو جنجال جيئڻ، تنهن ڪان وڌ آمرڻ، — هاڻي ڳالهه جي رهڻ توکي يار ڪبي.

۴- "احسن" داڙي ڏيڻ، سختيون سو رسهڻ، — ڪنهن ڪي ڪين چوڻ، اها ريت رکڻ؛

دل دوست لئڻ، پوءِ وري منهڙو مٽڻ، — ائين ڪين هڻڻ توکي يار ڪبي.

## "برده" سنڌي

ڪيوين ڪران هڻ چين نتهين يتر، — سوهڻي دل محبوب دي ناز!

۱- خوني چشمان تير چلايا، — ڪس دل سهٽي ول نه وجهايا،

پئي ڳل ڦاهي زلف دراز!

۲- رو پيٽ هٿين ڪجهه نه آيم، — سوز زياده درد وڌايم

هين بي ترس دي خوب غماز!

۳- وسر ڳيم سڀ زهد عبادت، — صوم صلواة تي طلب تلاوت،

هردم يار دي ياد نماز!

۴- ڪڏان ٻهي ڳل منڙا ٻولي، — ڪڏان ول هجر فراق ڏي رولي،

ريجهه رسڻ تي شوخي نياز!

۵- جنهن ڏينهن ٻولڻ، دريد پليسي، — اي دل "برده" عيد ڪريسي،

بس، ڪل ٻوسن ڳجهڙي راز!

محمد خان "غني"

واٽون وٺيو روز واجهايان – تارا تارا ڇو نه تڪيندا !
آس اٿم، سي آخر ايندا !

١- منهنجي اکين ۾ آب ڏٺائون، پاڻ رنائون قبول ڪيائون؛
چيئون 'اچون ٿا گهڙي گذاري'، ويا ته ويئا وڃي وساري؛
هر هر تن جا پار پچايان – ڏوڪ ڏسر سي ڪڏهين ڇڏيندا !

٢- ساوڻ سان ٿيو ڦيري سيارو، سخت ٿي سردي وسيو پارو؛
وڻ ٽڻ سڀئي سڙي ٿيا ڪارا، سڙيا سڙيا محبت وارا؛
ائين چيسو ٿيي من پرڀايان – 'منجهه بهاريءَ پيڙا ٿيندا' !

٣- آئي آهي رات انڌاري، ڪاري ڪاري هيبت واري؛
هر هر پاسي ڪي بدلائي، نت نت نيٹين نير وهائي؛
سڏ ڪين ڪي ٿي هيئن سمجهايان – ايندا ايندا وره ونڊيندا !

٤- سکيون ويٺيون موج مچائي، هڪڙي پيءَ جي دل وندرائي؛
من "غني" پٺي پار وسي ٿو، اکين آڏو يار پسي ٿو؛
ڌارين سان ڪيئن دل اٽڪايان – منهنجا مون کان مُنهن نه مٽيندا !

لطف الله بدوي

لڳي ساهه ۾ آهه سانگين جي لوري،
وساريان نه وسرن ساروڻون مقالون!

١- اٿم روز اڄ تن آباڻن جي اندر، جلايو جگر جان، سورن سراسر،
وٺي آ وچڙ جي، چڱيرن کان چوري – وڄهان ٿي ورن من ويٺي روز فالون.

٢- ڪڙهان هت ٿي ڪوٺن ۾ آءٌ آڪيلي، نه ڪو حال محرم نه سرتي سهيلي،
هجن گڏ لڳي جن جي آجيءَ ۾ جهوري – ڏيان ٻاهه پٽ کي، سڙن شال شالون.

٣- ڪنون ۽ ڪڙولن ۾ هت ٿيو جيابو، ٿيس ڏور ڪنهن کي ڏيان مان ڏورابو،
جدائي جو جاڙ بڻي گالهه گهوري – پري ٿيم پنهوارن جا پڪڙا ۽ پالون.

٤- موٽي ملڪ مينهن ڪٺي آ بهاري، ٿڌي ٿي ٻڌان ٿي ويڙهيچن جي واري،
مون کي هت ڏکن جي ڏکهي آهه ڏوري – هتي ڏور تڙ تي ٿيون ڇيچون ڏمالون.

٥- ڪري ياد ڏيهي، آکئين نير هاريان، ٽرن جون سنڀارون سدا "لطف" ساريان،
پاڻ جي گهڙيءَ تان سڙي جان گهوري – سهيلين جي سُهمن وڃايو آ حالون.

## حسيني محمد حافظ ٽکڙائي

پنهل پڻ ڪان آهي ڏور- ساعت سهڻل ري نه سري!

١- ساجن سرتيون ساڻ نيائون، ڏير سندم ۾ قهر ڪيائون،
ڀر ڀنڀون جا پل پل ڀور، گهٽتين ۾ جي سنهنجو گهري.

٢- ٻاهه ڀنڀور کي ڏيندس ٻيئر، ڪيچ ڏي ڪاهي ويندس ٻيئر،
ورنديس ورري ڪين مان مور، ٿينديس ڀپ ڪان پل نه ٻري.

٣- روڄ روئڻ ۾ حال وڃايم، عشق سڀئي آرام ڦٽايم،
نينهن اندر ۾ ڪيا ناسور، ٻاهه ٻره جي دل ۾ ٻري.

٤- رڙهنديس، روئنديس، هلنديس آءُ، پنڌ پنهل جو پڇنديس آءُ،
هاڙي هلڻو آهي ضرور، ڏينهن تپي يا رات ڳري.

٥- هوت حمايت "حافظ" تن جو، قرب ٿيو ڪامل يارسان جن جو،
وڃ نه وڇوڙي ۾ وهلور، ڪيچي ايندا قرب ڪري.

## مخدوم غلام احمد "غلام"

او مُحبّتَ ڪئي مجبور، اديون دل محبن ڪئي مجبور-
نيت ڀوَنِ پنهل جا ڀُور!
او سڄڻ بنان هيت سُهُڄ سمورا، سرتيون پانيان سور!
او محبن ڪئي مجبور.........

١- انگ اڳي هو لوحَ لکيو، نه تہ ٻاروچو ڪيئن ڀانئين،
آلا، ڀيرتِ ڀيرايم ڀيگهي ۾، هائي سورَ ڀيا تن سانئين،
او، ڏاجُ ڏکن جو ڏنو ڏاڏائن، پنهلَ پيڙي ۾ پُور!
او محبن ڪئي مجبور.........

٢- هوتُ ڪئي ويئم هنجَ مان، ڪري ڏوهڻ سان ڏاڙو،
آلا، هاڙهي هلنديس هيڪلي، ڇڏي پيڪن جو پاڙو،
او، عقل شرم ۽ مت ميڙيئي، قُربَ ڪيم ڪافور!
او محبن ڪئي مجبور.........

٣- چامَ! "غلام" جو عرض اگهائي، آري آ هڪواري،
دردن دلڙي ڪئي ديواني، دلبر ڏي دلداري،
گهورَ ڪيا جي گهاو جيگر ۾، نيسري ٿيا ناسور!
او محبن ڪئي مجبور.........

## احمد خان "آصف"

ڪيئن پليان سان پاڻ، جانب سان جيءَ جڙيو جڙيو!

١- آدم کان اڳ اڳ وڃي اديون      سهڻي ساجن سان
منهنجو انگ هو اڙيو اڙيو!

٢- لالچ خاطر لوڪ سڄي جي      آيم ڪيڏي ڪان
لڪيو آخر هڙيو هڙيو!

٣- ڳئون چاريندي ڳوٺ سڄي جون      پنهنجي پيارل ڪان
من جنوبين سان موهيو موهيو!

٤- حجت هلندي هوت سان ڪيڏي      آهه مجي مون آڻ
قرب انهيءَ جي ڪڙيو ڪڙيو!

٥- "آصف" جي جنهن دلڙي ڏناري      پاڪ آله سو آڻ
ساه سورن ۾ سڙيو سڙيو!

## "راز" بلڙائي

دلڙي لٽي وئين دلبر نيڻن سان ناز وارا،
شب روز يار تولئي نيڻين وهايان نارا.

١- قاصد ادا ڪا آندي      خاصي خبر تو پاندي،
مشتاق دل ٿي ساندي      ايندا ڪڏهن پيارا.

٢- سهڻيون اکيون هي سنج تون      منهنجو عرض هي سچ تون،
پيرو پلا نه ڀچ تون      ڪر پال ڪي پلارا.

٣- تنهنجي فراق ساري      ڇڏيو جان تن ڪي ڳاري،
ويٺين تون چو وساري      جيءَ جان جا جيارا.

٤- نازن سان پل پيا ماريو      پر قياس ڪجهه ڪو ڏاريو،
نرمل پرين نهاريو،      هرچي سلو پيارا.

٥- مج "راز" جي تون آزي،      پرچي پرين ٿي راضي،
کهڙا پچين ٿو قاضي،      قربن ۾ قرب وارا.

آخوند فضل صديق صديقي

برہ بنايو بي حيا ٿي، نينهن پرين ۾ جي ناچ نچايا؛
ٻول ٻہ تي ٻڌ جيجل ماءِ، سوز سڄڻ جي ساز سُرايا.

انگ اگهاڙي پيٽ بکئي سان، گرمي سردي ڏيل ڏکئي سان،
عشق چيو ٿي ارڏو آءِ، ٻير جڏهن مون ٻڙ ۾ پايا.

حاڪم هُنجي ساڀي پاڙو، ڀاءُ برادر سيڻن ساڙو،
ويري پانڻج سڀ وڃاءِ، سنگتي ساٿي پار پرايا.

ڏک ۾ سک جو چاڻ نہ جامن، ڪين ڏسين ٿا آہ ڪا عاشن،
حمد هُننَ جو آهہ آپاءِ، ارها سڙهنا سمجهہ سوايا.

جان تسي جٿيان مرُ مٿي ۾، ڪنڌري ڪيشيتو اوڏ ڪٽي ۾،
لالن ڏاران ناهي لاءِ، محب جي محفل رڄ رهايا.

آڏي ۾ مانجهيءَ جوڳي جاڳن، باهيون ٻرَ ۾ ساڻ نہ سامن،
موٽن ۾ سُنهن، تن ۾ تاءِ، هوُ هوُ جا تن هلَ هلايا.

ٻن ٻيائي جسوڙ نہ جوڙن، تند طلب جي وجدت ووڙن،
وصل جو والي واري واءِ، رندن روڻي روهہ رجايا.

هوڏ نہ هلندي پاڻ نہ پنهنجي، ترڪ طمع ڪي ڪاوڙ ڪنهنجي،
سهڻو ڪنهن جو ناهہ سياءِ، هستي مستي آر آجايا.

والي واحد وحده وائي، ورد وراڳين ڪاڻ نہ ڪائي،
«فضل» فقيرن پيو ٻولاءِ، انگڻ اسان جي اظهر آيا.

# وايون

شيخ اياز

( ١ )

رات ڪائي تانگهه تات، منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!

زندگانيءَ جي چمن مان آئي خوشبوءِ نجات.

رات ڪائي تانگهه تات، منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!

ڪنهن ازل جي راز ڳاتو، سِرّ وڻايو ڪائنات.

رات ڪائي تانگهه تات، منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!

اوچتو هر شي لڳي جڻ بي ثبوت و بي ثبات.

رات ڪائي تانگهه تات، منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!

هي ستارا، هي نظارا، نيڪ ڪنهنجي آ صفات!

رات ڪائي تانگهه تات، منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!

چنڊ جو چارو وٺي ڳولي لڳس مان حسنِ ذات.

رات ڪائي تانگهه تات، منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!

( ٢ )

آءٌ زندان جي جهروڪي مان نهار.   ڪهڙي پياري وات آهه!

آسمانن مان ڪري ٿو چانڊوڻيءَ جو آبشار.   ڪهڙي پياري رات آهه!

پن جهان تي ڪٿي ٿي وار ڪويل جي پڪار.   ڪهڙي پياري رات آهه!

هي هوا، هي هيج، هي سامهون ڪجورين جي قطار.   ڪهڙي پياري رات آهه!

چنڊ تنهنجي لاءِ سيخن مان نهاريو بار بار.   ڪهڙي پياري رات آهه!

تون ڪٿين ۾ بي ڪَڏي سگهندين گهڙيءَ جي لاءِ يار.   ڪهڙي پياري رات آهه!

ڳاءِ پيارا! هي دز و ديوار ناهي پائيدار.   ڪهڙي پياري رات آهه!

آءٌ، زندان جي جهروڪي مان نهار.   ڪهڙي پياري رات آهه!

# گيت

هري؛ درياني "دلگير"

## سنهنجو سائين ڄاڻ تہ آيو!

نيلي آڀ تي ننڍڙا تارا، اڄ ڇو خاص وڻن ٿا پيارا؛
اڄ ڪيڏو مَن ڪي موهن ٿا، اڄ ڪن ٿا ڪي خاص اشارا؛
بيٺا آهن جهرمر لايو—
منهنجو سائين ڄاڻ تہ آيو!

اڄ دنيا ڇاڪاڻ وڻي ٿي، اڄ ڪيڏي چانڊاڻ وڻي ٿي؛
اڄ ٻَن ٻَن مان موج ملي ٿي، گل گل جي سرهاڻ وڻي ٿي؛
دل تي ڪهڙو جادو ڇايو—
منهنجو سائين ڄاڻ تہ آيو!

اي بلبل! تون ڳائين ڇو ٿي؟ هيرا! تون ساز وڄائين ڇو ٿي؟
ناچ نچي ۽ ڳائي جهومي، سينڌوُ! موج مچائين ڇو ٿي؟
ڇا ڪنهن ڪي ڪنهن آهہ ٻڌايو—
منهنجو سائين ڄاڻ تہ آيو!

جاڳان ٿيي، پر جاڳ نہ آهي، هي اڄ مون ڪي ٿيي و يو ڇا هي!
وٺي ويٺي، ٻيٺي ٻيٺي، آءٌ چنڊيان سو سپنا ڏاهي!
هر هڪ ۾ هُن پاڻ پسايو—
منهنجو سائين ڄاڻ تہ آيو!

ساهيڙ بن ۾ هيانءُ هڄي ٿو، دنيا ڪان سن دوُر ڀڄي ٿو؛
درتي ڪڙ ڪو، دل ۾ ڌڙڪو، ٽڪڙو ٽڪڙو ساهہ ڪڄي ٿو؛
لال ٿي مُڪڙو شرمايو—
منهنجو سائين ڄاڻ تہ آيو!

هو ايندو، ڇا حالت ٿيندي! بي سُرتيءَ ۾ دلڙي ايندي؛
هوءُ ڪجهه، ڀڄندو سُرڪي مرڪي، پر نه لڄاري ورندي ڏيندي؛
اي لڄ، شرمَ! آءٌ تو ڇا رايو؟—
منهنجو سائين ڇاڻ ته آيو!

ديرَ گهٽي ڇو راڄا لاتي؟ مَتهل ڪُمَتهلَ به ڪانه سڃاتي؟
جوت جلائي، جوت ٻجهايان، ويٺيس پائي در ۾ جهاتي؛
دل کي ڪهڙي وهم ورايو!—
منهنجو سائين ڇاڻ ته آيو!

شيخ "اياز"

## برساتي گيت

گهنن گهن گهن گهن گون گهن،
ڏنــن ڏن ڏن ڏن ڏن!
ڳجو ڳجو اي ڪارا بادل، وسو وسو ورسايو جل ٿل!

پيو پيو متي جا متوارا، جيو جيو ڌرتيءَ جا پيارا!
ڇنن ڇنن ڇن پيالا ڇلڪن—
گهنن گهنن گهن گهن گهن گهن!
ڳجو ڳجو اي ڪارا بادل، وسو وسو ورسايو جل ٿل!

جُڳ جُڳ کان آ ڌرتي پياسي، مسين مسين آئي چؤماسي!
سوين صديون ليلايو لڙڪن—
گهنن گهنن گهن گهن گهن گهن!
ڳجو ڳجو اي ڪارا بادل، وسو وسو ورسايو جل ٿل!

ڪيلو ڪيلو اي ڪنوٽيون ڪيريون، رلو ميلو اي ڪڪريون نيريون!
ٽيلو ٽيلو اڄ گلشن—
گهنن گهن گهن گهن گهن گهن!
ڏنــن ڏن ڏن ڏن ڏن!
ڳجو ڳجو اي ڪارا بادل، وسو وسو ورسايو جل ٿل!

## سانوڻ آيو

سانوڻ آيو، مينهن آئيا، ونئي مونجهه بهاري آئي!
اک ڇنڀ ۾ ڪنهن، آترون آئي، ڇڏيا ٿڌا شاسيانا تنهنجي،
پينگهه پپر ۾ جهوٽن جيڏيون، ڪري ٽٽول نهارن تيڏيون،
ڪاٿي ڪي پٽ راٿي سونهين، هن جي اک سرمائي آ!
جهڙ ڏسي ڪنهن ساجن ساريو، واٽ تکي جنهن ورهه گذاريو،
گيت ميلاپ جا ڳائي ويٺي، پنهنجي منهن ورجائي ويٺي،
سانوڻ ساري، هن وڇڙيل ڀي وطنين واڳ ورائي آ!
ڪڪرن ڀهاڙن جهڙا ڪارا، ڏسجن تن تي ڏنگڙا ڇارا،
جن ڪنهن ديس ڪان ديو آڏاسي، "سنڌ" جي آيا ڪرڻ سلامي،
انهين تہ ناهي آپ ۽ ساگر، ڀاڻ ۾ جوڻ مٿائي آ!
ڏنگ لڳي ديوانو آيو، پنهنجو ڪين سڃيس پرايو،
ڪارا ڪيس کلهن لڙڪائي، پورب پاند پنل ڳل ڀائي،
ڌرتيءَ تي هن آسرت اوتي، موت جي آڳ اجهائي آ!
جوڳي بادل، جوڳين وانگي، آيا سڀ بنسار اورانگهي،
ڪنوڻ ڪليءَ جو اک جهمڪائي، گهوري جوڳين جان گهمائي،
پوءِ نڪيڙجي ڳتيءَ ۾، اک روئي رعد پسائي آ!
هرجا آ سرهاڻ ۽ ساول، هر شيءِ ڏوتل هرڪو ڏاول،
هر شيءِ تي اڄ مستي مستي، مفت ملي ستي هستي،
مينگهه ملهار ڏسي من منهنجي "برده" عيد ملهائي آ!

"تنوير" عباسي

## سياري جي رات

تنهنجا پور پڄايان سهڻا، توکي پل پل ساريان!

ساهه ڪي منهنجي سيءُ لڳي ٿو تنهنجي جدائي ماري،
ڏک جي ڏکيءَ کي روڪيان ٿي محبت جو مچ ٻاري—
سياري جون هي لنبيون راتيون ڪيئن اکيلي گهاريان!

سک جو نازک سلڙو اُپريو منهنجي من ۾،
موت مسافر ڇاڻ سڙيو هي ڀورن جي ڀارن ۾ -
نظرن کي وانن ۾ ڇمائي تنهنجي لاءِ نهاريان!

هک پاسي ٿا واءَ اتر جا جيءَ ۾ سيءَ اُٺارن،
منهنجون آهون ٻئي پاسي ٿيون باهه برهه جي ٻارن -
آڳ اندر جي ڀاري ٺاريان، ٺاري هر هر ٻاريان!

جوت جهڪيءَ سان سانت ستارا اڻين ٿا من کي پاسن،
ڄڻ اڀ جي دامن تي ڳوڙها سيءَ کان ڄمي پيا آهن -
تارا مون ڏي نهارن ٿا ۽ مان تارن ڏي نهاريان!
تنهنجا ڀور پڄايان سهڻا، توکي پل پل ساريان!

گوبند پاليه

# گيت پراڻو ڳائي ڳائي

سائي......!

گيت پُراڻو ڳائي ڳائي،
تارُن کي کو محب ملائي،

وائي ساڳي، وائي ساڳي،
ظاهر آه يڪجائي ساڳي،

گيت نه جو سنگيت رکي ٿو،
ناز نه جيڪو نياز رکي ٿو،

هٿراڌو هي ساز نه گهرجن،
سياست وارا راز نه گهرجن،

دل ورچي ٿيي واجهائي؛
طرح نئين کا طرز ٻُڌائي - سائي...!

ٻول پيو، پر پيائي ساڳي؛
ٻاهر ميل، جدائي ساڳي؛
اصلي کوئي پيد ٻتائي - سائي...!

ساز نه جو رس راز رکي ٿو؛
آواز نه جو پرواز رکي ٿو؛
هيءَ متي ٿي جنهن ۾ لٽي ناهي - سائي ...!

ڀهروُ ٻي آواز نه گهرجن؛
بازاري انداز نه گهرجن؛
هردي جيي کو تار هلائي - سائي ...!




”تنهنجي تند تنوار، مون من موهيو!“ ـ شاهه

ـ چترڪار: ظفر ڪاظمي

شمشير الحيدري

## "سڏ"

اڄ اڄ گڏجي ڌوم مچايون،
پنهنجو پاڻ سلهايون!

عمريون گذريون روئندي، رڙندي،
گيت خوشيءَ جا ڳايون!

هرهنڌ زر جو زور ٽٽي پيو،
انسان ڪشٽن سان نکري پيو-
اڄ همت سان پاڻ بہ ساڻي،
. پنهنجو ڀاڳ ورايون!

ڌن پاپيءَ ڪي سرڳ ڏياري،
ڌن ئي ساري، ڌن ئي جياري،
ڌن ئي آهي جڳ جو داتا-
ڌن جي ڌوڙ اڏايون!

ڌرم ڪرم جا جهڳڙا رڳڙا،
مايا راڄ جا راکو رکڙا:
پيار جو مذهب سڀ کان سهڻو،
پيار جي جوت جڳايون!

اڄ اڄ گڏجي ڌوم مچايون،
پنهنجو پاڻ سلهايون!

ڪمل "پياسي"

## ڪو وڇڙيل ساڻ ملائي

اوسيڙي ۾ ڪنهن جون اکڙيون ويٺيون آس لڳائي-
ڪو وڇڙيل ساڻ ملائي!

ڏڪندي ڏڪندي جهجندي جهرندي، اڄي پريان ڪا ڳوڙها اگهندي؛
هوا هٿن سان ٻري هنائي، آس-سندر ۾ ديپ جلائي؛
ليڪن نراشا جي آنڌيءَ ديپ چنڊيا اجهائي-
ڪو وڇڙيل ساڻ ملائي!

ٻادل ڪارا رات انڌاري، ور ڪان وڇوڙيل هڪ ويچاري؛
ڪڪرن وانگر نيڻ ٽمن ٿا، نيڻ ٽمن ٿا پلؤ پسن ٿا؛
ڪنوڻ انهيءَ تي ڪري ٽٽولي پئي ڦيرا پائي–
ڪو وڇڙيل ساڻ ملائي!

جذبن دل جو در کڙڪايو، ساجن آيو، ساجن آيو؛
چنڊ بنا هت چنچل گوري، تڙپي ٿي سا مثل چڪوري؛
سندس صدا جي هرڪا آشا لنوءَ لنوءَ پئي ڪنبائي–
ڪو وڇڙيل ساڻ ملائي!

## ڀڳوان سي. ميواڻي

منهنجا ساجن، منهنجا سُپرين،
وڃ ڪين ڇڏي، غربر تون گڏي:
تو بن رئندين، ڏکڙا سهندين:
هٿ ٿي جوڙيانءِ، پيرين ٿي پوانءِ–
منهنجا ساجن، منهنجا سپرين!

جڏ گلشن ۾ سررات ڪندي هر گل کي هوا لولي ڏيندي،
بلبل ٻہ سڄي ڏينهن جي ٿڪ ڪان ٿي چوُر وڃي آرام ڪندي؛
ڪم هاج ڪري، واندي ٿي سان، پنهنجي هنڌ ۾ پئي لڇندين،
سيني ۾ هوندو درد مٺو، پر ڪين زبان سان ڪي ڪڇندين–
ڏيري ڏيري، ننڊ جي ديوي، سپنن جو ڄار وڇائيندي،
مشڪي مشڪي، رنگين نظارن سان دل کي ٻهلائيندي:
ڪو، رولوُ مست هوا جو جهونڪو، در منهنجو کڙڪائيندو،
سان ڇرڪ ڀري جاڳي پوندين، سپنو پاسو بدلائيندو–
تو کي نہ ڏسي، منهنجون اکڙيون ساوڻ جان مينهن وسائينديون!
سيني ۾ سوين ارمان کٺي، پيون چانٺ ڏي واجهائينديون!
رئندي رئندي، منهنجي پوتي ڳوڙهن سان ڀُسي پٽ تي پوندي–
ڏس ڏاهو ٿي، سچ منڻ اها،
ڪر داسيءَ کي دل ڪان نہ جدا:
گهڄ ڳارينديس، پئي نهارينديس،
هوندين نظرن ڪان دور سڄڻ،
سکڻو ٿي پوندو منهنجو اڱڻ!
هٿ ٿي جوڙيانءِ، پيرين ٿي پوانءِ–
منهنجا ساجن، منهنجا سپرين!

# لوڪ گيت

رشيد احمد لاشاري

## محرم لولي

سرائڪي ٻولي سنڌي زبان جي ئي هڪ شاخ آهي. سنڌ جي اتر واري ڀاڱي يعني سري ۾، سرائڪي ٻولي تمام گهڻي قدر ڳالهائي ويندي آهي؛ ۽ سنڌي ٻوليءَ تي به ان جو ڪافي اثر آهي. جيئن ته سرائڪي ٻولي ديري غازي خان، بهاولپور ۽ بلوچستان جي سبي ضلعي، يعني ڀاڱناڙي واري علائقي، ۽ سنڌ جي سکر، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ عام جام ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي، تنهنڪري ان جا لوڪ گيت به انهن سڀني هنڌن تي، ساڳيءَ طرز ۽ ساڳئي جذبي موجب، عام جام ڳايا وڃن ٿا. خيرپور ميرس کان جيئن هيٺ اچبو، تيئن سنڌ جي ٻين ضلعن ۾ نه فقط هنن لوڪ گيتن جي ڪمي معلوم ٿيندي، بلڪ خود سرائڪي ٻولي به پنهنجو اصلي روپ بدلائي، وينديسنڌي ٻوليءَ ۾ جذب ٿيندي. سري جي انهن ڀاڱن ۾ ڪيترائي لوڪ گيت آهن، جي آتان جا ڳڀرو، ريدار ۽ ڀڪرا، هاري ناري، ڇوڪرا ۽ نوجوان ڪن تي هٿ ڏيئي، وڏي آلاپ سان، جهنگ جهر ۾ جهونگاريندا وتندا آهن، جن مان هڪ لوڪ گيت "محرم لولي" جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو.

عام طرح "لوليءَ" جي صنف فقط مائرن ۽ ٻارن جي محبت لاءِ مخصوص هئي؛ پوءِ ان ۾ وسعت پيدا ڪري، ان جو مضمون هڪ عام مضمون بڻايو ويو، ۽ مرد، عورت، جوان ۽ ٻار هرهڪ جي جذبات لاءِ هڪ راز محرم دوست وانگر ڪم ڏيڻ ڪري، هن صنف جو نالو ئي "محرم لولي" پئجي ويو آهي.

محرم لوليءَ جو هرهڪ بند هڪ الڳ مضمون تي مدار رکي ٿو: ڪنهن ۾ مرد پنهنجي محبوبه لاءِ بيوفائي يا محبت جو ذڪر ڪري ٿو، ته ڪنهن ۾ وري ڪا عورت پنهنجي محبوب جي آمد جو انتظار ۽ سندس محبت جو اظهار ڪري ٿي؛ ڪنهن ۾ هاري ناري پنهنجو ماحول پيش ڪن ٿا، ته ڪنهن ۾ وري اُٺن وارا جَت پنهنجي ڪا ڳالهه پيش ڪن ٿا - مطلب ته هرهڪ بند ۾ جدا مضمون ٿئي ٿو ۽ ان جو ٻئي بند سان ڪو به تعلق نٿو رهي.

محرم لوليءَ جي هرهڪ بند ۾ ڪل ٽي سٽون ٿين ٿيون، جن مان ٻي سٽ جي پڇاڙيءَ ۾ "محرم لولي، هي لو" جو ورائو لازمي طرح اچي ٿو؛ باقي ٽين سٽ عام ورائي جي ٿئي ٿي، ۽ ڳائڻ واري جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي، ته هيٺين مشهور ورائن مان ڪو به ورائو چئي، محرم لوليءَ جي بند جون ٽيئي سٽون پوريون ڪري:

١- هي لو ڙي لَو لوليِ، ٻَلو ڙي، ٻورل لولي،
هي لو.......
(دلبر لوليِ، هي لو؛ سانول لوليِ، هي لو؛
سهڻل لوليِ، هي لو — وغيره)
٢- هي لو ڙي لَو لوليِ، گيڙ دوليِ، تاليڙ لوليِ،
هي لو.......
٣- هي لو ڙي لَو لوليِ، ڀتوليِ، محرم لوليِ،
هي لو.......

اهڙيون لوليون هزارن جي تعداد ۾ ڳايون وڃن ٿيون، جن مان مون کي جيڪي ياد هيون، سي مثال طور پيش ڪريان ٿو:

عاشق

وو....... لوليِ تان لوليِ، لوليِ لَيان ڏي اوٺي،
ٻوتا اِٺاهين، دل ڏيجي ڏي ڪوٺي — محرم لوليِ هي لو،
هي لو ڙي لَو لوليِ، ٻَلو ڙي سانول لوليِ — هي لو.......

هاري ۽ ڏاند

وو....... ٻڳڙا تہ جوڙا ٻڌي آندئي ٽپوليِ،
وَس نهين ٻُجدا، ڪران لَونگان دي هوليِ — محرم لوليِ هي لو،
هي لو ڙي لَو لوليِ، ٻَلو ڙي ٻورل لوليِ — هي لو.......

عورت

وو....... وَهندي نيِ واهي لَڙهہ پوندي نيِ گانگهي،
دلڙا پَريسان دَم دلبر دي سانگهي — محرم لوليِ هي لو،
هي لو ڙي لَو لوليِ، ٻَلو ڙي سهڻل لوليِ — هي لو.......

"جيوي جٽي"

وو....... آڏريان نيِ ڪُونجان وَج ٻيليان نيِ سَرَ تهي،
چوڳان چڱيسان جيوي جٽيي دي دَرتهي — محرم لوليِ هي لو،
هي لو ڙي لَو لوليِ، ٻَلو ڙي تاليڙ لوليِ — هي لو.......

---

اوٺي = اوٺ يا اُٺ ۾ آهي. ٻڳڙا جوڙا = آڇيا ڏڳا. ٽپولي ٻڌڻ = زور سان ڊوڙڻ. گانگهي = ٽيڪر. گيڙدولي = لاڏلي يا دادلي. تاليڙ = مکر ۽ ٺال ڪندڙ.

انتظار

وو...... لولي تان لولي، لولي ڏي نا مين چاڻان،
يارڻ پرديسي وتي پيري سڄاڻان- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لڏو لولي، گيڙدولي، تالڻ لولي- هي لو......

تهمت

وو...... ليان تان ليان، ليان پتر پيان،
کوڙ نہ مارو، مين تان ٻاهر نہ ڳئي آن- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لڏو لولي، پنلو ڙي محرم لولي- هي لو......

اوسيڙو

وو...... واهي دي ٻارون، ڪائي ٻوني ڪماٽي،
آيا نہ جاني، سڙي دلڙي نماڻي- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لڏو لولي، گيڙدولي، تالڻ لولي- هي لو......

وعدو

وو...... وهندي ني واهي، لڙه پوندي ني پوني،
وعدا ميلڻ دا، ڪاوي تندران دي جهوني- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لڏو لولي، پنولي، دلبر لولي هي لو......

رسڻ

وو...... واهي دي ٻارون، ڪائي گيدريان دي واڙي،
ڪيتس رساما، ڳيا گهر تڙ آجاڙي- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لڏو لولي، پنلو ڙي پورل لولي- هي لو......

بيقراري

وو...... ڳلي جو والي، ڳلا ونڊي قطاري،
ولسن ڪڏاهين، نيسي دل ڪون بهاري- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لڏو لولي، گيڙدولي، تالڻ لولي- هي لو......

وڇوڙو

وو...... آڏ رئي ني طوطي، وڃ ٻيٺي ني وڻ تي،
مدت دي وڇڙي، آئي جيندڙي سرڻ تي- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لڏو لولي، پنلو ڙي سانول لولي- هي لو......

محبوب جون ڳالهيون

وو...... آڏ رئي ني گيري، وڃ ٻيٺي ني چان تي،
ڳالهين تساڏيان، ليکي وسان مين هان تي- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لڏو لولي، پنلو ڙي پورل لولي- هي لو......

ڪنوار

وو...... پار درياهون، مهڏي پيڪي جو رهندي،
لوڙهيا جدائي، ميڏيان ساران نہ لهندي- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لٽوو لولي، پٽولي، دلبر لولي- هي لو......

پيءُ

وو...... پيٺين پيراوان، شالا ٿيوي نہ گهاري،
پيڪي نہ چوڙان، ڪڏان ٽيوان نہ ڏاري- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لٽوو لولي، پٽلو ڙي محرم لولي- هي لو......

سانوڻ

وو...... سانوڻ مهينا، آتون وسنديان نيي ٻوندان،
آميل وي سهڻا، آنديان آڏريان نيي ڪونجان- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لٽوو لولي، گڙدولي، ٻورل لولي- هي لو......

فراق

وو...... لولي تان لولي، لولي ڪنهن ڪون سڻيسان،
جو دم حياتي، پيٺي رو رو نيسان- محرم لولي هي لو،
هي لو ڙي لٽوو لولي، پٽلو ڙي محرم لولي- هي لو......

م. ع. ڏيپلائي

# اُڪير

چوڏس پونم چانڊٽي-
چهنا!

مهانجي رسڻ جهڙي رات- گمانا!
آءٌ اڏر پکيڙوُن، ميان پيهري ميل!
آيل مٿو گونٿيو، چهنا،
مهانجي ڪاڪل ڪانجهيو هار، گمانا!...
هجار هٿان رو گهاگهرو، چهنا،
مهانجو سورهان سريان رو هار، گمانا!...
اڪ تان چڙهتي سان جوبڙو، چهنا،
مهانجي سوڀي جهڙو ليتا ليت، گمانا!...

چوڏهين پنڌرهينءَ جي چانڊوڪي،
ناز پريا!

منهنجي ڪيڏڻ جهڙي رات!
اڄ، اڏام پکيڙوا - مون کي مائٽن سان ميل!
اڄ منهنجا وار ويڙهيا،
چاچيءَ هار پوئي وڌو...
هزار هٿن جو گهاگهرو،
منهنجو هار سورهن سرين جو!
(واريءَ جي) لڪ تان چڙهي ڏنم،
(پري کان سمجهيم) ڄڻ تہ سوڊ ٻوڊ منهنجي
وڏي پاءُ جهڙو ڪواڇي پيو! (مون کي وٺي وڃڻ لاءِ)

ماستر رائچند

# جهونپڪيو

[«جهونپڪيو» لفظ نڪتو آهي «جهونپڪ» مان. جهونپڪ معنيٰ «ڇڳو»، «جهڳٽو» وغيره. ڀر جي ڪن هندو ذاتين ۽ ڪن اڇوت قومن ۾ رواج آهي ته شاديءَ وقت نانيءَ کي سڱ تي ٻڏڻ لاءِ لونگي يا پٽڪو ڏيندا آهن؛ ان جي مٿين چيڙي ۾ ٻڏڻ لاءِ لونگ ڦونا، ريشمي ڦندڙ ۽ ننڍن رنگين شيشي جي مٿين سان ٺهيل ڇڳو به ڏيندا آهن، جو پٽڪي ٻڌڻ بعد مٿان چوڌاري ورائي چڙهيندا آهن، جو گولائيءَ تي ٿي بيهندو آهي.]

جهونپڪيو مان رو جهولڻ لاگو،\
جهولسي، سگڻ سياري ري رات –\
ملوڪ جهونپڪيو!

«نڪي پڻسي را پيٽيئي لونگ مُلايا،\
آڏيلي ري ڏاڙم ڊاک» –\
ملوڪ جهونپڪيو!

«اوڏ پڙان سين پيٽيئي لونگ ورهايان،\
ڇجڙان سين ڏاڙم ڊاک» –\
ملوڪ جهونپڪيو!

«ڪوري گگر مٿ پريوڙي،\
ميلهان پيٽيئي جيي ري پاس» –\
ملوڪ جهونپڪيو!

سائي لوھ رو جهونپڪيو،\
پيلي لوھ رو هار –\
ملوڪ جهونپڪيو!

«ڪيهي پيٽيئي ناڻ ڏيسان؟»\
«جانهين را ڪاسان لونگ» –\
ملوڪ جهونپڪيو!

اونچي ميڙهي اوجري،\
مُنهين لونباري ڪات –\
ملوڪ جهونپڪيو!

ڇڳو منهنجو لُڏڻ لڳو،\
لُڏندو، سڄي سياري جي رات\
ملوڪ ڇڳو!

«پيٽوئي، نڪي پڻسي جا لونگ گهرايا آهن،\
۽ آڏيلي جا ڏاڙهون ۽ ڊاک» –\
ملوڪ ڇڳو!

«وڏن ڪارن سان لونگ ورهايائين،\
ڇڄن سان ڏاڙهون ۽ ڊاک» –\
ملوڪ ڇڳو!

«ڪوري گهاگهر ماڪيءَ سان ڀريل،\
پيٽوئي کي موڪليون» –\
ملوڪ ڇڳو!

سائي ريشمي ڌاڳي جو ڇڳو،\
پيلي ريشمي ڌاڳي جو هار –\
ملوڪ ڇڳو!

«ڪهڙي پيٽوئي کي ڏينديونسين؟»\
«جنهن جا لونگ ڪاڻا» –\
ملوڪ ڇڳو!

آڇي ماڙي صاف ۽ سهڻي،\
ان ۾ سُئي سيجبند ڪٽ –\
ملوڪ ڇڳو!

"اِت پيئيءَ جي رو پيسٽو؛
ڏيئا ٻائي وائرو ڏور"—
ملوڪ جهونڪيو!

وائرو ڏورتي ڏيئا ٻائي اِئان ڪهيو،
"هيلوڪي سِئان ڏاڏاڻي ميل!"—
ملوڪ جهونڪيو!

"سيلهسان وهان وڏائي،
سيلهسان سراوڻ ٽيج!"—
ملوڪ جهونڪيو!

"هيءَ هند پيئوني جي وهڻ لاءِ آهي؛
ادي ڙي، وڃڻو جهلاءِ"—
ملوڪ چڳو!

وڃڻي هٽندي ڇوڪريءَ ائين چيو،
"هاڻي موڪل ڏي ته مائٽن وڃان!"—
ملوڪ چڳو!

"ڪنهن شاديءَ مراديءَ يا ساونڻ مهيني جي ٽيج
تي موڪليندو سانءِ!"—
ملوڪ چڳو!

منگهارام "اوجها"

## ساونڻ ٽيج

[ٿر جو هي مقبول عام لوڪ گيت وسڪاري جي مند ۾ هڪ جيڏيون سرتيون گڏجي ڳائينديون آهن. تين و ني پنهنجا اباڻا آسرا ڇڏي ساهرن ۾ وڃي ٿي، تڏهن ان ڪنوار کي ساهرن ۾ انيڪ تڪليفون ۽ ڏک درپيش اچن ٿا- ان اڻانگي ۽ ڏکئي وقت ۾ پنهنجن مائٽن جي وڇوڙي ۾ هي گيت ڳائي ٿي.]

آئي، آئي، ما! سراوڻ ري ٽيج:
سراوڻ! سراوڻ! ڏيئا ساسري!

ڀيجي، ڀيجي، ما! رمڻ جايہ-
ڏيئا نان ڏنو ساسو سوٽو:

سوبو، سوبو، ما! ڇڄ ۾ چار-
اڏ مڻ سوبو ٻاجهرو!

ڀيجي سهيليان، ما! جهيٽيان ٿين جايہ-
ٻائي نان ڏنو ساسو پيسٽو:

پيسيو، پيسيو، ما! ڍال رو ڍال-
اڏ مڻ پيسيو ٻاجهرو!

تُوڙون، تُوڙون، ما! چڪليئي رو پاٽ،
بگڙ وکيرون سپ پيسٽو!

اي امان، ساونڻ مهني جي ٽيج آئي آهي:
آه ساونڻ! ساونڻ! پر ڏيڌڙي ساهرن ۾ آهي!

پيون سپ ساهيڙيون راند تي وڃن ٽيون، جيجل-
پرتنهنجي ڌيڌڙيءَ کي سس ٻاجهري ڇنڊڻ لاءِ ڏني آهي:

اي امان، اڄ ته ڇنڊيندي ڇنڊيندي، ۾ چار ڇڄ-
اڏ مڻ ٻاجهري ڇنڊي اٿم!

پيون سپ سهيليون ته وهنجڻ وڃن ٽيون، امان-
پر ڌيءَ کي سس پيهڻو ڏنو آهي:

پيٺم، پيٺم، ماءُ! وڏو سارو ٿانءُ-
اڏ مڻ ٻاجهريءَ جو پيٺم!

اي امان، چڪيءَ جي هڙ کي پُرزا پُرزا ڪري ڇڏيان،
۽ سمورو ان وکيري ڇڏيان!

سهيليان، سهيليان ما! سگريئي نان جاءِ ـ
ٻائي نان ڏنو ساهو، پوهو:
پويا، پويا ما! روئيان سوچار ـ
ٻاڪا ٻائي را پيرونئا!

ڀڄان نان ڀڄان، نان ما! گيهون را روٽ ـ
ٻائي نان ٻاجهري رو ٻائيو!
ڀڄان نان، ڀڄان نان جهاجهيرو ڪير ـ
ٻائي نان ڏنو ساسو راٻڙو!

ڀڄان نان، ڀڄان نان ما! ڏوٻي، ڏوٻي ڪنڌ ـ
ٻائي نان ڏني ڇپٽي لوڻ ري!
ڀڄان نان، ڀڄان نان ما! ٽپري گهيءَ ـ
ٻائي نان ڏنو ميريو تيل رو!

ورسي، ورسي ما! جهاجهو مينهن ـ
ڀيڄي ڀايان ري پيڙي!
ميلي، ميلي ما! نانيرو ويڙ ـ
راتان ري نرٽي ڀايان ري پيڙي!

امڙ! سهيليون گڏجي ڏٽ چوندڻ وڃن ٽيون ـ
پر ڌيءَ کي سس جون مانيون پچائيون آهن:
پچايم، پچايم سامي! چار سو مانيون!
ڌيءَ جا هٿ ڦلجي پيا!

اي ماءُ! ڀين ڀاتين کي ڪڪ جون مانيون ـ
پر تنهنجي هن ڌيءَ کي ٻاجهريءَ جو سڪل ڍوڍو!
۽ امڙ! ڀين سيڻي کي جهجهو کير ڏنو ويو ـ
۽ ڌيئڙيءَ کي سس رب جو وٽو پري ڪٿي ڏنو!

اي ماءُ! گهر ۾ سيڻي کي ڀُڪ کنڊ جا مليا ـ
پر ڌيءَ کي لوڻ جي چپٽي (رب سان گڏ) ڏني ويئي!
ماءُ! ڀين سيڻي کي ٽپري ٽپري گيهه جي ڏني ويئي،
پر ڌيءَ کي رڳو تيل جو ميريو پري ڏنائون!

جيجل! جهجهو مينهن وسي رهيو آهي ـ
۽ ڀائن جي هڪ ٽي ڀيڻ ٻاهر ڀُسي رهي آهي!
اي امان! نٺڙي ڀايري کي ڪوڻ لاءِ جلدي اماڻج ـ
جو ڀائن جي سڪندل ڀيڻ، راتين کان نيراتي ويٺي آهي!

# نظم

هري درياڻي "دلگير"

## مهراڻ جي سوچ

سنڌو ندي ڪاٿان ٿي وهي؟

ٺهه ٺهه ڪندي، ڦهه ڦهه ڪندي،
ڀهه ڀهه ڪندي، ڇهه ڇهه ڪندي،
گهڙ گهڙ ڪندي، ٻڙ ٻڙ ڪندي،
نت ٿڙ ڪندي، نت ڀڙ ڪندي،
هڻن رعد وانگر رڙ ڪندي،
هڻن برق وانگر ڪڙ ڪندي،
گهوگهاٽ سان، سوساٽ سان،
سرڙاٽ سان، فرڙاٽ سان-

وڻ ٽڻ اکيڙيندي اچي،
پٿرن کي ٽيڙيندي اچي،
جڻ ڏند ٽيڙيندي اچي،
وحشت ڀڪوڙيندي اچي،
ٺڪرن کي ٽوڙيندي اچي،
ٽي جاءِ جوڙيندي اچي،
ڳوٺن کي ٻوڙيندي اچي،
بستين کي لوڙهيندي اچي،
گنج کي نچوڙيندي اچي،
ڏڏ کي ولوڙيندي اچي،
مستي اجهل ڪڍندي اچي،

هٻوشيون هڻندي اچي،
طوفان سان لڙندي اچي،
راڪاس جان رڙندي اچي،
چيڙاڪ جان چڙندي اچي،
ميخوار جان ٿڙندي اچي:

ڌرتيءَ تي شورو غُل ڪندي،
هيهات وارو هُلُ ڪندي،
ڪٽ قرب مان قلقُل ڪندي،
مستي مزو بلڪُل ڪندي-

ڪشمير سان ڪهندي اچي،
جنت منجهان لهندي اچي،
پنجاب سان وهندي اچي،
جڻ خواب ۾ رهندي اچي،
سنڌڙي سنواريندي اچي،
گڏجي گذاريندي اچي،
ٿرٿون نهاريندي اچي،
جُڳ جُڳ جياريندي اچي،
رڱ رڱ کي ٺاريندي اچي،
جذبا اڀاريندي اچي،

جيئون آڻاريندي اچي،
هڪ جوت ٻاريندي اچي،
غوراب تاريندي اچي،
ماڻهو آڪاريندي اچي،
ڏڏ ڪير هاريندي اچي،
سڀ ڪجهه ڏياريندي اچي؛
گجندي اچي، ٻجندي اچي،
نچندي اچي، ٽپندي اچي،
ڪاوڙ مان ڪاهيندي اچي،
سيني کي ساهيندي اچي،
تٽ ڪُنَ ڏاهيندي اچي؛
ديسڪا ئي ڍاهيندي اچي،
ڪٺ چُپ ڪي چاهيندي اچي،
ٿي پيٽ ڏاهيندي اچي،
ٻريج مان وهندي اچي،
سو سور ٿي سهندي اچي،
سبزي رچائيندي اچي،
رنگت لڳائيندي اچي،
گل ڦل کلائيندي اچي،
جنت بڻائيندي اچي؛
ٿي گيت ڳائيندي اچي،
سُرندا وڄائيندي اچي،
نچندي نچائيندي اچي،
کلندي کلائيندي اچي،
دامن آڏائيندي اچي،
دامن ڇڏائيندي اچي،

ڦينگون ٺائيندي اچي،
موتي وسائيندي اچي،
گج ڦيڻ لائيندي اچي،
بادل بڻائيندي اچي،
موجون مچائيندي اچي،
رانديون رچائيندي اچي،
ڳالهيون ٻڌائيندي اچي،
گانا سڻائيندي اچي:

ڪن ۾ ٿي جوڙي ڦوڪنا،
ڪن ۾ ٿي ٽوڙي ڦوڏنا.

تن کي نچائيندي اچي،
تن کي آڏائيندي اچي،
تن کي بڻائيندي اچي،
تن کي مٽائيندي اچي:

هي زندگيءَ جو راز آ،
ڪيڏو عجب انداز آ!
هي زندگيءَ جو ساز آ،
ڪيڏو مٺو آواز آ!

مطلب ته پنهنجي موج سان،
عظمت عجائب اوج سان،
ڪشمير ۽ پنجاب مان،
گرداب مان ۽ خواب مان،
پڻ سنڌ جي واديءَ منجهان،
خوشنود آباديءَ منجهان.

سنڌو ائين ڪهندي اچي،
لهندي اچي، وهندي اچي.

شيخ "اياز"

# تو تان واريان جند،
# منهنجي سنڌڙي سنڌ!

تون آن منهنجو چنڊ تہ آهيان تنهنجو آءُ چڪور،
تون بادل جڏهن برسين مون تي، مان ٿان تنهنجو مور!
تو تان واريان جند،
منهنجي سنڌڙي سنڌ!

تنهنجي ڌرتي مون کي ڀرتي، منهنجو تو ۾ ساهہ،
تنهنجي کيتيءَ، تنهنجي ريتيءَ، سان آ منهنجو چاهہ!
تو تان واريان جند،
منهنجي سنڌڙي سنڌ!

تنهنجو پاڻي منهنجو ساٿي، جنهن سان منهنجو جيءُ،
تون سنڌوءَ جي ساهيڙي آن، او ڌرتيءَ جي ڌيءَ!
تو تان واريان جند،
منهنجي سنڌڙي سنڌ!

منهنجي من ۾ آهن تنهنجون چانڊوڪيون ۽ چيٽ،
منهنجون لاتيون منهنجون باتيون آهن تنهنجي ڀيٽ!
تو تان واريان جند،
منهنجي سنڌڙي سنڌ!

تنهنجي ٻوليءَ جو مان ڀلي واريان تنهن تان پاڻ،
ڳالهيون تنهنجون ڳاٻاڻ منهنجو سرُ آهي تو ساڻ!
تو تان واريان جند،
منهنجي سنڌڙي سنڌ!

سنڌڙو آهي هر ماڻهوءَ لئيءَ پنهنجو پنهنجو ديس،
پيارو آهي ساري جڳ کي پنهنجو وڻ ۽ ويس!
تو تان واريان جند،
منهنجي سنڌڙي سنڌ!

منهنجي سهڻي منهنجي سسئي منهنجي مومل آءُ،
روئي روئي آءُ سڀان اڄ تنهنجو گهرو گهاءُ!
تو تان واريان جند،
منهنجي سنڌڙي سنڌ!

تنهنجا ويري ٿيندا ڪيري تن جي منهن ۾ ڌوڙ،
ساٿي آ سچ، تون ٻيلي نچ، ڪيسين ڪُڏندو ڪوڙ!
تو تان واريان جند،
منهنجي سنڌڙي سنڌ!

# روح رهاڻ

زندگانيءَ جو جام پيئون ٿا—
ءِ جڏهن جام ٿو اڇي چپ تي،
ٿو تبسم شراب ۾ گڏجي—
سُرڪ کي سُرڪ سان محبت آ،
سُرڪ کي سُرڪ سان محبت آ!
مست آهيون، مدام پيئون ٿا!

رقص و پرواز ۾ گذاريون ٿا—
زندگي چنڊ آ، چڪور اسين،
زندگي بادل آهه، مور اسين؛
(سونهن کي ساهه سان محبت آ،
ساهه کي سونهن سان عقيدت آ)
سونهن تي ساهه پنهنجو واريون ٿا!

سير سنسار جو ڪريان ٿو مان—
آسمان دور ناهه، بس هڪ گام
مون نيوائي ڏني ڪتيءَ جي لام:
مون ستارا چُني، ڀري جهولي،
اڄ سجائي ملي ملي ٻولي—
زندگي تو اڳيان ڏريان ٿو مان!

زندگيءَ جي خمار خاني ۾—
تشنگيءَ جي ڪمي نه آ ڪائي،
پيو ساڳي اتي لڳي آئي؛
آ اجان صبح و شام گردش ۾!
جام و مينا مدام گردش ۾!
رند آيا ويا زماني ۾!

شام جي وقت، روح جي ڇپر ۾ —
آرزوءَ جو نهنگ آ خاموش،
ٿي ويو هر آهنگ آ خاموش؛
نہ جنون آهہ ڪو، نہ ڪوئي جوش،
جهاتي پائي رهيو آ صبر و هوش —
زلزلي بعد روح جي گهر ۾!

هي نماشام، هي اُفق تي سج —
يا سُڪونان ڪو ڇپائي ٿي —
جهول گيڙوءَ - رتي بڪاريءَ جي؛
زندگاني ڪلر مثال آهي،
نوجواني ٻلر مثال آهي —
ڪو ڇني ڪاش، آرزوءَ جو ٻج!

روشني! روشني ڪٿي آهين؟ —
موت آ حسن تي بہ ڀاتي جيت،
چاندني رات ۾ سمهي پيا گيت؛
ڪنهن نہ ڇاتو تہ تون مري ويندينءَ —
چنڊ سان سير ۾ تري ويندينءَ!
نور جي جل - پري! ڪٿي آهين؟

هاءِ مان ٿو نظر ڪريان جيڏانهن —
حسنِ عالم جي انتها آ خاڪ،
ابنِ آدم جي انتها آ خاڪ؛
ٿو ڪري روح رات جو ريهون،
ساغر زندگي تہ ٿيو ڇيهون —
بوي مٽي جو وجود ويو ڪيڏانهن؟

منهنجي جهوليءَ ۾ آ تہ ڳايان مان —
چنڊ، اڄ تون اُداس آهين ڪجهہ،
نور مان ٿيو نراس آهين ڪجهہ؛
ڳالهڙيون ڪجهہ ڪري محبت سان،
ڳهاو تنهنجا سيان نفاست سان؛
تنهنجي منهن تان گهڻا هٽايان مان!

ڪرچ پڙ انتشار آ هستيءِ -
زندگي زندگيءَ کي ڏي گهائي،
آدمي آدميءَ کي ڏو کائي؛
منزلِ زيست جو پري آ پنڌ،
پو بہ هن چنڊ-رات جو سوڳنڌ -
حسن جو آبشار آ هستيءِ!

تنوير عباسي

## آس

ڏيهہ جي ڏائڻ سان اسيدن جا سر ويا ڪانجي،
ڏاڍ جي ڏاندن جي پيرن هيٺ ويا چيپانجي؛
تہ بہ اڃا تائين جئڻ جي آس آهہ،
زندگيءَ جي گاهہ ۾ -
اڃ گهون!

ماڳ ڏي وڌندا رهياسين جهڙپ جهولن جي سهي،
پنهنجي عظمت اڪ آس سان ڏي ملائيندي رهي؛
ها، اڃا تائين هلڻ جي آس آهہ،
زندگيءَ جي راهہ ۾ -
اڃ هلون!

تيز طوفانن جي پيڻ ۾ ڏسي پلندا ڏا رهون،
هنس جان سينو ڪڍي لهرن تي لوهندا ڏا هلون؛
ها، اڃا تائين وهڻ جي آس آهہ،
وقت جي هن واهہ ۾ -
اڃ وهون!

جيئن ٻچڙ جو ٻهه ڪيوسين، ڪئي ٻيڙ ٻوڪي پيا،
نيت سهڻيءَ جي گهوڙي وانگر ٻچي ڏياسين پڪا؛
ها، اڃا تائين ٻچڙ جي آس آهه،
زندگيءَ جي ٻاهه ٻر-
اڃ ٻچون!

زندگي ڇڪتاڻ ڪان مايوس ڪڏهين ٿي نه آهه،
هير جان هلندي آهر دم، ٻر ڪڏهن ٿڪبي نه آهه؛
ها، اڃا تائين رهڻ جي آس آهه،
وقت جي وڙاهه ٻر-
اڃ رهون!

"نياز" همايوني

## زندگي! سان ڪيئن تنهنجي رام ڪي ريجهائيان!

صبح ڪان توکي ڏسو اريلي پيو پنپلائيان،
هانو تي پاهڻ رکي ڏسو تنهنجو سر سرچائيان،
اردلي تنهنجي ته ناهي، بزگري پنهنجي به آهه:
پنهنجي دل وندرائيان، يا تنهنجو من وندرائيان-
ڪج، ته پوءِ سان هڪ ڪرو ٿي هڪڙي پر ورسائيان!
زندگي، سان ڪيئن تنهنجي رام ڪي ريجهائيان!

ٻال اوستا لاءِ ٿي ٻيارن جئان روئندي رهين،
چنڊ ۽ تارن جي آڻ لاءِ ٿي ڏوندي رهين؛
هي انگل تنهنجا ته منهنجي وس نه آهن دادلي،
اڻ مٽي، جوٿي ڏڏڙ ٻر ٻيرڙا هڻندي رهين-
ڏس ته، توکي ڪيئن ڏسو گهل ميچ سان پرچائيان!
زندگي، سان ڪيئن تنهنجي رام ڪي ريجهائيان!

آس رانديڪي جئان تنهنجي اڳيان حاضر ڪيم،
حوصلا چاهي ڏئي چالنو سنڌءِ خاطر ڪيم؛
ناتگ وانگي وروڪو ڪاڏار تنهنجي حڪم تي،
پاڻ ڪيڙي توکي چاڙهيم، چا نه توکاتر ڪيم-
تو مڙڻ جي ڪانه ڪئي، ڏک ڏسو اهو ورجائيان!
زندگي، سان ڪيئن تنهنجي رام ڪي ريجهائيان!

جڳ ته ماڙي ناهه موسل جي جو توکي ٻڌئي،
تنهنجي جهٽ جهٽ جي ڪروڌن ڪي رهان مان جهڙ ڌئي؛
جڳ عمر جو ڪوٽ آهي جنهن ۾ هيجان ٽيون هڄن،
ڌيان ڪر چوٽي وڃائين پاڻ، دل ڪي غم ڌئي-
وس ڪري ٽڪجي پيس ڪيئن وس ۾ توکي آئيان!
زندگي، سان ڪيئن تنهنجي رام ڪي ريجهائيان!

پاڳ تنهنجو تنهنجي مت ۾ دم منجهائي ٿو پيو،
جڻ ته ڪو ڦاسيءَ جو قيدي وٽ ڪائي ٿو پيو،
چڏ پڇر هن جي ته ويچارو وجي ڪنهن ڪم لڳي،
ڏک ۾ واڙيل ڍور جان لوڙها پٽائي ٿو پيو-
هل سدي ٿي تون، ته هن ڪي مان ٿو سنئين دڳ لائيان!
زندگي، مان ڪيئن تنهنجي رام ڪي ريجهائيان!

جنجل ۽ جنجهٽ ۾ تنهنجي شام آئي زندگي!
چڏ هي تيرهن تال، سک ڪا سيتائي زندگي!
ڪيستائين پاڻ کي ڪاري ڪپائيندينءَ پلا؟
ڪجهه ته سڌرڻ جي ڪري، ٿي پئو سجائي زندگي!
مان وجي ٿو موت کي منٿون ڪري ترسائيان!
زندگي! مان ڪيئن تنهنجي رام ڪي ريجهائيان!

گووردڻ محبوباڻي "پارتي"

## زندگيءَ جي راهه تي

غم الم سارو پلائي زندگيءَ جي راهه تي-
هل خوشيءَ جا گيت ڳائي زندگيءَ جي راهه تي.

دل اندر اتساهه، اکڙين ۾ ڏري آشا گهڻي،
ڪشٽ جو بوجو ڪلهن تي هيج مان تون هل ڪئي،
آس جو آذار ناهي زندگيءَ جي راهه تي-
هل خوشيءَ جا گيت ڳائي زندگيءَ جي راهه تي.

درد جون چاڙهيون چڙهي، ۽ موج جون لاهيون لهي،
مهر جا ميدان، توڙي ڪوهه ڦهرڻ جا ڪهي،
تيز تڪڙي وک وڌائي زندگيءَ جي راهه تي-
هل خوشيءَ جا گيت ڳائي زندگيءَ جي راهه تي.

هيبتن جو هل هلاچو، ٻي ڏٻا! چپ چاپ سڻ!
شادمانن ۾ به تون ڏبرج ڏري آلاپ سڻ!
خوف خطرن کي هٽائي زندگيءَ جي راهه تي-
هل خوشيءَ جا گيت ڳائي زندگيءَ جي راهه تي.

رڪ نه راهي! تون ڪڏهن آڏو مصيبت کي ڏسي،
مست ٿي هل جهومندو، هن راهه تي او ساهسي!
موت کي منزل بنائي زندگيءَ جي راهه تي-
هل خوشيءَ جا گيت ڳائي زندگيءَ جي راهه تي.

"بشير" موريائي

## صبح جو انتظار

داستان دل جو مان بيان ڪريان،
آس پنهنجي کي پڻ عيان ڪريان،
ذري ذري کي همزبان ڪريان،
پنهنجي همت جو امتحان ڪريان:

ليڪن اونده جو هاڻي آهي شباب،
روشني تي غبار طاري آهه،
۽ ستارن جو خون جاري آهه،
صبح ڪٿ دور آهي محو خواب:

روشنيءَ جي مان آرزو ڪريان،
زخم دل کي لهو لهو ڪريان،
صبح جي دل سان جستجو ڪريان:

پر اجا رات، رات آ ساٿي،
نطق تي ۽ لبن تي پهرو آهه؛
صبح جو انتظار گهرو آهه،
ليڪن اونده حيات آ ساٿي!

پر خزان کي بهار ڪرڻو آهه،
آس کي آشڪار ڪرڻو آهه،
صبح جو انتظار ڪرڻو آهه.

کمل "پياسي"

# ترس پکيئڙا...

اسين هتي ٿا سون-پنن سان نيلو ڏولي ٺاهيون،
سرڳ هاڻ لاءِ سهڻي سهڻي اڏنڊ ڪنولي ٺاهيون،
هتان هلون ڪو دور اڏامي پنهنجو سرڳ بنائڻ،
سرڳ ۾ پنهنجيءَ راحت جا ڪي پنهنجا محل بنائڻ :

هل تہ هلون آڪاس ۾ هائي پنهنجو اوج منائڻ —
ترس پکيئڙا، اسين آچون ٿا توسان گڏجي اڏامڻ !

مون نہ ڪڏهن ساگر جي ڪپ تي ڪُو ڪُو گيت ڳنجايو،
مون نہ ڪڏهن آ للڏي وڻن تي خوشيءَ منجهان مشڪايو،
مون نہ ڪڏهن آ مئنا، بلبل، ڪوئل سان ڳالهايو،
ڪانوَ ڪبوتر جهرڪين سان مون من نہ ڪڏهن وندرايو:

هاڻ آچون ٿا پنهنجي آشائن جو ساز ڳنجائڻ —
ترس پکيئڙا، اسين آچون ٿا توسان گڏجي اڏامڻ !

نئڊڙيون نئڊڙيون ڪنڀڙيون پنهنجيءَ ڇاتيءَ کي چنبڙائي،
ايندا سين سپ تيز هوا ۾ پنهنجو جسم اڏائي،
آتي وري آڪاس فخر سان کولي پنهنجون جهوليون،
ڪندو اسان سان آتي خوشيءَ ۾ تڙڦي آنکمچوليون :

ڪٿي اچون ٿا مرليون باجا وڄ سان تان ملائڻ —
ترس پکيئڙا، اسين آچون ٿا توسان گڏجي اڏامڻ !

ڪکن پرين آکيري ۾ ڏس راحت ڪيڏي آهي،
ڊپ نہ چور جو ۽ نہ لڇايون، فرحت ڪيڏي آهي،
تنهنجي قسمت جي هيءَ آهي اصل انوکي ليلا،
سين جيان هت اسين بہ تنهنجي ڪوشش تي خود شيدا :

ترسو سرڻيون، باز ۽ ڪهريون اچون ٿا دل بهلائڻ —
ترس پکيئڙا، اسين آچون ٿا توسان گڏجي اڏامڻ !

ياد اٿم هڪ پنهنجي جيوت جو جهونو افسانو،
جڏهن ڏنو هو دادا مون کي پيٽ ۾ هڪ نذرانو،
اهو هو طوطو سائو سهڻو چپال ۾ خود مستانو،
افسوس! ڪيو مون آوڙي ان کي مٽيءَ ۾ ويرانو:
مون کي ان کان اڄئو آهي پنهنجو ڏوھ بخشائڻ -
ترس! پکيڙا اسين اچون ٿا توسان گڏجي اڏامڻ!

لطف الله بدوي

## ٻہ التجائون

(۱)

تابشِ نورِ جمال،
يا تہ چڏ مون کي جلائي، يا چمڪ ڏي لازوال؛
طور منهنجي دل بڻائي، ڏي ڪليمي حال و قال:
تابشِ نورِ جمال،
منهنجي دامن کي ڀري، ڪر موتين سان بي مثال؛
تابشِ نورِ جمال،
چنڊ کان بي ڏي زياده، منهنجي نيڻن کي ڪمال؛
تابشِ نورِ جمال،
ڀرت ۾ تنهنجي پيو هجران اِهو گهرجي وصال؛
تابشِ نورِ جمال،
يا تہ چڏ مون کي جلائي، يا چمڪ ڏي لازوال!

(۲)

موتين جو گهر آ دريا، آپ ستارن جو جهان،
پر نمائو دل جو هي گهر، آ محبت جو مڪان -
جنهن کي تو سمجهيو نہ آ، پرده نشين!

آپ ۽ دريا بيڪران، پر دل منهنجي تن کان وسيع،
عشق منهنجو نور، دريا آسمان کان بيڪران!
جنهن کي تو سمجهيو نہ آ، پرده نشين!

دل ڪشادي آهہ، ان ۾ رک قدم اي دلنواز،
عشق جو آ گهر اهو، هر آرزو آن جي جوان -
جنهن کي تو سمجهيو نہ آ، پرده نشين!

صالح محمد يار محمد سمو

## مارئيءَ جي ٻيٽ

هِتي مون کي عمر آئي کيو قابو تو کوٽن ۾،
هُتي سارو سيئي منهنجا هوندا گرتاڻ (۱) کيٽن ۾.
هِتي ماڙين ۽ محلن ۾ ٿئي ماندو ٿو من منهنجو،
هُتي هوندا ڏکيي ڏوٽي ڪڙهي (۲) تن لئي ٿو ڪن منهنجو.
هِتي آءٌ ٿيي ڪوٽن ۾ ڪريان جن لاءِ ڪاڙهيانا (۳)،
هُتي مارو منهنجا هوندا ڪندا مالن جا ميڙيانا (۴).
هِتي آيو نہ اوليي ڪو ڏسيي تنهنجا عمر ٿاٽا،
هُتي هوندا سيئي سانگيي ادا ويٺا سي ويڳاٽا.
هِتي تنهنجا نٺا مون کي وٽن تازي طبيلن ۾،
هُتي آهن آيون (۵) منهنجون ٻڪهُون (۶) پاڏيون (۷) ٻنهوارن ۾.
هِتي ڪوٽن ۽ ڪنگرين سان جٺين آهن تنهنجون ماڙيون،
هُتي ٿوڻرن کي ٽوراٽيون (۸)، ڀيون آهن وڏيون واڙيون (۹).
هِتي جيٺن ٿا ڦرن چوڪيءَ تي چوڪيدار چوڪاري،
هُتي اوڙا (۱۰) آباڻن جا ۽ ٻَونڪن ٻور (۱۱) ٿا ٻاري.
هِتي فانوس جيٺن تنهنجا سَٺي چوڪن جي چمڪن ٿا،
هُتي چوُنرن اڳيان چلهہ تي سدائين ٽانڊا ٽمڪن ٿا.
هِتي جيٺن گهنڊ گهاڻن جا تنهنجا واڄي وڄائن ٿا،
هُتي سنہار (۱۲) ساٻن (۱۳) جا تئن ٻيلن کي ٻرائن ٿا.
هِتي راڻيون رهن تنهنجون ٽيون ماڙين ۽ محلن ۾،
هُتي ٽيون تيٺن چوڙيليون سدائين رهن چونرن ۾.
هِتي تنهنجي حويليءَ ۾ جٺن راڻيون روح ريجهائين ٽيون،
هُتي سرتيون تہ سارو ڏينهن ليڙن (۱۴) جا ولر وارن ٽيون.
هِتي جيٺن سومريون آهن سهيلين سان سدا سرهيون،
هُتي ٻڻ ائين عمر آهن ٻنهواريون پاڻ ۾ پرهيون (۱۵).
هِتي دايون آهن مايون، پيا در تي رهن گولا،
هُتي آهن سهيليون سپ وڃن ڪم تي ڪيو سيلا (۱۶).

---

(۱) غلطان ـ رڙل. (۲) ڪنڪو ـ اوسيڙو، الڪو. (۳) ڳڻتيون ـ فڪر، پاڻ ڳارڻ، ڪڙهڻ، جهوريءَ ۾ جهڄڻ. (۴) مال ڌڻڻ ۽ ڦر ڏارائڻ. (۵) ٻڪريون. (٦) رڍون. (۷) ريڍو مال. (۸) گهر جي اندرئين پاسي چوڌاري سينهن جي پاڻي کي روڪڻ لاءِ ڏنل ٻنون. (۹) مال لاءِ ڍنگر جا لوڙها. (۱۰) مال يا ٻنيءَ جي ٻوڙهي اندر مرن جي بچاءَ لاءِ ماڻهوءَ جو ٻهاريل مصنوعي ٻوتو. (۱۱) ڪتي جو هڪ قسم. (۱۲) چڻڙا. (۱۳) سائي رنگ واريون ٻڪريون. (۱٤) ننڍڙا چيلا ۽ چيليون. (۱۵) ويس وڳن سان ٻهريل، ڏهيون ڏڪيون، سينگاريل. (۱٦) قطارون.

هتي بنگلن اڳيان باغن ۾ گولا ٿا لڳائين گل،
هتي ڪين ۾ ڪاهڙ جي اٿئا ڦوڳن جا آهن ٿل.

هتي هائين ۽ گهوڙن ڪي ڏين دربان ٿا داڻو،
هتي چيلا چرن ٿا چيڪ(۱)؛ ڪنهي ڪيرول (۲) ۽ لاڻو.

هتي ٿا پان ۽ پڪوان پيا طرحين رجهن جي طعام،
هتي آلو (۳) آباڻن وٽ پين سنبار (۴) سرتيون جام.

هتي تنهنجا ٽيجوڙين ۾ عمر آهن پيا ناڻا،
هتي آهن پٽن جي پر پٽارين سان پريا پاڻا.

هتي تنهنجا جيئن آهن وهاڻا هند ۽ بوڇڻ،
هتي مارن جا منجڻ (۵) تي آهن اوڍيا عمر اوڇڻ.

هتي ٽامي ۽ چانديءَ جا تنهنجا آهن ڏڪيا ڏومڻ (۶)،
هتي آهن عمر اوڍڻ (۷) ڪليڙن (۸) ابزڪ (۹) ٻڌريون (۱۰) باسڻ.

هتي جيڪي ٿو مون ڪي تون عمر آڇين، سومارن جي
هتي وارن جوالن (۱۱) ۽ نکيي مٽ مور ڪارن جي.

هتي سينگار حاڪم هار تنهنجا ريشم نہ پائيندس،
هتي جي آهي لوئي جا لڳن تان سا نہ لاهيندس.

هتي سرها نہ لائي تيل وارن کي ڪنديس وبنيو (۱۲)،
هتي جي مان ميٽي لاهي نہ موراهين ڪنديس مينيو (۱۳).

هتي ٿي اڄ نگهرڻ (۱۴) کي مان ٻرو بيحد عمر سمجهان،
هتي تڙ ڳڙ (۱۵) ترايون (۱۶) ۾ ترڻ مان ٿي سڪر سمجهان.

هتي منهنجي اچڻ ڪان پوءِ وڻو آ ملڪ مارن جو،
هتي سائيهہ ٿيو هوندو سڃو سرچو (۱۷) سنگهارن جو.

هتي آزي ڪري توڪي عمر آءٌ ٿي پاڙايان،
هتي جي ڏي مون ڪي موڪل وڃي سرتين ڪي سا گايان (۱۸).

هتي آئي ٿيا آهن عمر ڪي ڏينهن آباڻن کان،
هتي جي هيت نہ ڪنهن آندي "سما" سڌ ڪا سنگهارن کان.

---

(۱) چڙواڳ - کليا گهمن، ڦٿا، ٻنا جهل پل جي. (۲) وک جو نالو. (۳) تازو ڏڌل کير. (۴) کٽي ڏڌ ۾ تازو کير (آلو) وجهبو تہ سندس سلاوت جو نالو سنبار ٿيندو. (۵) چار نڊيون ٽوڙيون آهيون ڪوڙي تن جي مٿان ڏگهيون ڪاٺيون رکي ٺاهيندس. هند بسترا وهاڻا اوڍي رکندا آهن، ان کي منجڻ چون. (۶) ٻرتن - باسڻ، ٿانءَ. (۷) پاڻيءَ جون سانداريون - ننڍيون مشڪون. (۸) ننڍيون سانداريون جن ۾ ڏڌ يا کير وجهي کنجي. (۹) ڏڌ ولوڙڻ جي سانداري. (۱۰) آٽي وجهڻ جي سانداري - سنجهس سنهون سامان ستو و ٻ رکن. (۱۱) ڏاس مان ٺهيل ڳوڻ وانگر بورو، جنهن ۾ اٽو ۽ ٻيو سامان رکن. (۱۲) وارن جو وانگوڙو. (۱۳) ڳنڀل وار، لوڻ کان ٽن سٽرن سان ويڙهيل وار. (۱۴) وهنجڻ - تڙو ڪرڻ. (۱۵) ننڍي پاڻيءَ ۾ راند ڪرڻ ۽ تڙ ڪرڻ - جيئن ٻار ڪندا آهن. (۱۶) ننڍا ٻنا يا کيٽ، جي مهنو اڏ سيهاڻو پاڻي جهلين. (۱۷) آباد - ساڻو، سڻائو، ستو نو. (۱۸) سچاڻان.

# آزاد نظم

## شيخ "اياز"

هر قدم تي زندگيءَ جو جامِ زهر
ڪنهن نئين سقراط جو آ منتظر!

هر گهڙيءَ سوري سڏي
ڪنهن نئين منصور کي:
ٿي ٻري شمعِ حيات،
آ جلڻ جنهن تي پتنگن جي نجات!

ڪوئي عيسيٰ،ڪوئي گوتم،ڪوئي گانڌيءَ جي صفات!
زندگيءَ جي سينڌ جو جهومر ٿيو-

جنهن سان جرڪيو حسن ذات!

## سراج

### "ڪراچي"

- اي ڪراچي، سنڌ جا سينگار، اي روحِ وطن،
تنهنجي 'ماضيءَ' کي سلام!
تنهنجي ماضيءَ - منهنجي ماضيءَ - کي سلام!
ها، اهو ماضي جو بيحد روشن و تابان هيو-
جنهن ۾ روشن ها اميدن جا چراغ؛
آرزوئن جا هزارين چنڊ اڀريا ۽ اميدن جا ستارا جاڳيا؛
امن و آزاديءَ سنڌي آڪاش تي!

ڪلپنائن ۽ امنگن جي ٿڌيءَ چانڊاڻ ۾،
هلڪي هلڪيءَ جوت جي مانڊاڻ ۾،
مڌرا مڌرا گيت ٿي مرڪيا هتي-
ڄڻڪ هي ڪو ديس ٿي گيتن جو هو،
گيتن ۽ نغمن جو ديس!
گيت اهڙا جن ۾ هو
ڪنهن سهاڳڻ سندريءَ جي نرگسي نيڻن جو ڪيف-
ڇلڪندڙ آبِ حيات!

- اي ڪراچي، جانِ سنڌ، روحِ وطن،
اي ستارن جي زمين، اي اپسرائن جا وطن،
تنهنجي مٽيءَ جي مٿان
اڄ به آهن چمڪندڙ ماضيءَ جا نقش:
تنهنجي مٽيءَ مان اڃا ٿي جا سڳنڌ،
سا ٻڌائي ٿي هزارين داستان:
اڄ به تنهنجون "بلڊنگون" ٿيون ساک ڏين،
اڄ به تنهنجا "گاڪدا" ٿا ڏسڪندي ڏڪندي چون:
(جن جي بنيادن تي بيٺل هي "تجارت گاهه" ٿا
ڪوڪلي تهذيب جي چغلي هڻن!)
سنڌ جي ماضيءَ جي عظمت تون هئينءَ،
تون هئينءَ سنڌ جي تهذيب جو سورج مکي:
ڄڻ هئينءَ تون "شاهه" جي هڪ سورمي!

مذهبي وبچن کان دور،
تو ۾ هو چڻ امن عالم جو مثال-
زندگيءَ جي عزم جي تابندگي،
آدميت جو سهاڳ!

-اي ڪراچي، جانِ سنڌ، روحِ وطن،
اڳ به تون سوداگرن جو شهر هئين،
اڄ به تون سوداگرن جو آن وطن-
پر ٻنهي "سوداگرن" ۾ فرق آهه!
اڳ جا سوداگر ڪندا ها صرف هڪ سوداگري-
مسرُ ڏئي پنهنجي وطن کي 'غير' کان گهندا هئا:
اڄ جا سوداگر ته پيا نيلام ڪن پنهنجو وطن،
'ڪلڪ جي مٽ' تي وڪامي ٿو 'بهشت'!

-اي ڪراچي، جانِ سنڌ، روحِ وطن،
تنهنجو هي ماحول ڏس ڪيڏو نه آهي اجنبي!
تنهنجو ساگر ڪيترو مايوس آهه!
هر گهڙيءَ ۾ لڄي پيو ٿو آدميت جو سهاڳ-
موڻ چانديءَ جي سڄايل جاندهن ۾،
اقدران ٿي اندران ڏس زندگي ٻسجي پئي؛
آبرو لڄي پئي،
امن و آزاديءَ سندي ظاهر ظهور!

'غير' ڏس ڪيڏو نه آهي سربلند،
ڪيترو مضبوط آ هٿ سامراج!

-اي ڪراچي، جانِ سنڌ، روحِ وطن،
تنهنجي رنگينيءَ جي پردي ۾ لڪل
ڏسجي ٿو ڪو انقلاب!
وقت جون واڳون ورڻ لاءِ بيقرار!
تنهنجي رستن مان اچي ٿي سرمدي رت جي پڪار-
گلشنن جا گل ٿا ڏسجن خونچڪان،
تنهنجي خاموشين ۾ شايد ٿو هُري سڏڪن جو ساز!
ڪيستائين رهندو آخر هي فريب:
سدٽن کان آ زمانو منتظر،
ڪر ٿو موڙي هٿ.ٿون ڪو دور ڏس-
ڏس ته ڏورانهين افق تي پرهه آ جاڳڻ لڳي،
چاڪ ٿيندو ظلمتن جو پردهءِ تاريڪتر،
هر طرف روشن 'حقيقت' ٻهڪندي،
سربلند ٿيندو وري هٿ لوڪراج،
سر نوائي نيٺ پڇندو سامراج!
هڪ ٿي وېندينءَ سنڌڙيءَ سان اي ڪراچي نيٺ تون،
روح پنهنجي جسم سان ملندو وري!
اي ڪراچي، سنڌ جا سينگار اي روحِ وطن،
اي ڪراچي، جانِ سنڌ، روحِ وطن!

شيخ عبدالرزاق "راز"

## زمان و مڪان

-چڏي ڏي منهنجي جان، زمان و مڪان جا هي قصا پراڻا چڏي ڏي-
اسان هن زمان و مڪان جا ته پابند ناهيون، ٻڌين ٿي؟
جواني اسان جي مشقت ۽ محنت ۾ گذري وئي آهه،
گوارا خدا کي نه محنت اسان جي رهي آ،
نه محنت اسان جي، محبت اسان جي،

ٿئي ٿي شب و روز ذلت اسان جي!
هي انسان جيڪو امانت خدا جي-
تو سوچي ڪنهين جي غريبيءَ تي سوچي!
سچو هي زمانو فريبِ گلستان،
فريبِ گلستان فريبِ نظر آه-
هلون دور پيئي،
زمان و مڪان جا هي قصا پراڻا ڇڏي ڏي!

- مگر اي منهنجي جان، خدا جي زمين هيءَ سموري زمين آه،
اتي ٻي خدا آه، هتي ٻي خدا آه-
غريبن جي دنيا هيءَ بيمار دنيا،
هيءَ بيمار، مدقوق، لاچار دنيا،
غريبن جي دنيا، جتي موت جي سيج تي ٻي خدا کي پڪاري رهي آه؛
غريبن جي بيوس ۽ بيمار دنيا پڪاري رهي آه!
ڏسين ٿي منهنجي جان! هي زنده جنازا؛
مگر اي منهنجي جان! خدا دور آهي-
غريبن جون آهون وڃي عرش تان پوءِ موٽي اچن ٿيون،
خدا وٽ به شايد علاجِ مصيبت نه آهي- ٻڌين ٿي؟
ڏسين ٿي، هو توکي ۽ مون کي ڏسن ٿا،
شرافت جا صاحب، فضيلت جا مالڪ-
محبت اسان جي گوارا نه تن کي، خدا جو قسم!
اسان گويا ڪنهن جي خدائي ڪسي آه،
زماني جي غيرت، ڏسين ٿي ته جاڳي پئي آه:
پراڻي روايات جا هي جواري، فقط ٻيڪسن ڏي نهاري رهيا ٿي-
غريبن کي عشق و محبت جي مهلت، ڪٿي ٿي ملي هن جهان ٻيڪران ۾-
غريبن جي قسمت ۾ روزِ ازل کان،
مشقت ۽ محنت، سونهري حروفن ۾ لکجي وئي آه؟

هلي آ هلون دور پيئي،
زمان و مڪان جا هي قصا پراڻا ڇڏي ڏي-
زماني جي خوف و خطر کان پري، ۽ زماني جي هوش و نظر کان پري هل؟
خدا وٽ به شايد نظامِ محبت نه آهي- ٻڌين ٿي؟
اسان هن زمان و مڪان جا ته پابند ناهيون- ٻڌين ٿي؟

# نيون طرزون

سانيٽ

”بشير“ موريائي

## تون جو آئينءُ......

تون جو آئينءُ تہ بهارن سون کي آواز ڏنو،
تون جو آئينءُ تہ ستارن جي صراحي ڇلڪي؛
روح ۾ رچجي وئي چانڊني هلڪي هلڪي-
رات جي مست هوا هٿ ۾ مون کي ساز ڏنو!

تون جو آئينءُ تہ نئين رت کي بہ ورتيون آئينءُ،
تون جو آئينءُ تہ نوان رنگ ڄميا، رنج ويا؛
دل ٿي ڀرپور خوشيءُ سان ۽ سڀئي ڏنج ويا-
منهنجي جيون ۾ نئون رنگ بہ پرتيون آئينءُ!

تون جو آئينءُ تہ ارادن کي نئون زور مليو،
تون جو آئينءُ تہ امنگن ۾ نئين جان پئي؛
تون جو آئينءُ تہ سندم دل جو ڪل ڦول کليو-
تون جو آئينءُ تہ تمنا نئين پوشاڪ ڪئي!

تون جو آئينءُ تہ نئين صبح جي اميد بہ ٿي،
رات آ سخت انهيءُ ڳالهہ جي تائيد بہ ٿي؛

«رشيد» لاشاري

# «ٻولي»

[«لولي» يا «لوريءَ» جي صنف، سڀڪنهن ٻڌي هوندي، جا مائرون پنهنجي ٻارن لاءِ ڪم آڻينديون آهن؛ پر اتر سنڌ جي سرائڪي ٻوليءَ ۾ ٻاهراڙيءَ جي نوجوانن ۽ ريڍاڙن ۽ ٻڪرارن انهيءَ صنف مان هڪ نئين صنف ايجاد ڪري، اُن کي «محرم لوليءَ» جو نالو ڏنو آهي.

لولي، جدا جدا مضمون جي ٿئي ٿي ۽ وراڻي جو اصل مضمون سان ڪوبہ واسطو نہ رهي. جئن تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ اها صنف اڄ ڏينهن تائين نہ ڇپي ويئي آهي، تنهنڪري، مان انهيءَ ڏس ۾ پنهنجي ڀرپور ڪوشش وٺي، وراڻيءَ ۾ ڦيرڦار آڻڻ سان، هڪ نئين شي پيش ڪريان ٿو، ۽ اُن جو نالو رکان ٿو «ٻولي».

«ٻوليءَ» جو لفظ هڪ جامع ۽ وسيع لفظ آهي، جو نہ فقط زبان لاءِ پر هر هڪ اُنهيءَ ڪلام لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو، جو ٻوليو يا ڳالهايو وڃي. ٻوليون جدا جدا حالتن ۽ جذبات مطابق ٻوليون وينديون آهن- جيئن تہ درد جي ٻولي، غم جي ٻولي، خير جي ٻولي، وغيره.]

(۱)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي ٻئي جي نہ ڄاڻان،
ڏاريا ڏڪاري، وڃي پنهنجا سڃاڻان،
ٻولي ٻئي جي نہ ڄاڻان......
ٻولي ڙي ٻولي! توتي هيرن جي هولي.

(۲)

ٻولي تہ ٻولي، منهنجي ميڙن جي ٻولي،
ميڙن جي ڌرتي هجي هيرن جي هولي،
منهنجي ملڙن جي ٻولي......
ٻولي ڙي ٻولي! توتي هيرن جي هولي.

(۳)

ٻولي تہ ٻولي! ٻولي ٻولي «ڀٽائي»،
«سامي»، «سچل» سان هئي جنهن جي سچائي،
ٻولي ٻولي ڀٽائي......
ٻولي ڙي ٻولي! توتي هيرن جي هولي.

(۴)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي «سنڌڙي» سڏائي،
ڏارين جي ستَ ۾، وتي پنهنجا ڀڄائي،
ٻولي سنڌڙي سڏائي......
ٻولي ڙي ٻولي! توتي هيرن جي هولي.

(۵)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي ڳنگن ٻڪاڙي،
ڳيدرن جي واڙي، آڇي ڳڌهن آجاڙي،
ٻولي ڳنگن ٻڪاڙي......
ٻولي ڙي ٻولي! توتي هيرن جي هولي.

(۶)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي ٻئي جي نہ گولي،
گولي انهيءَ جي، ڏني جنهن کي ڙي لولي،
ٻولي ٻئي جي نہ گولي......
ٻولي ڙي ٻولي! توتي هيرن جي هولي.

(۷)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي آهنجي ٻرولي،
سچ ٽي ٻڌايان، ٻولي لڄ پت جي چولي،
ٻولي آهنجي ٻرولي......
ٻولي ڙي ٻولي! توتي هيرن جي هولي.

(۸)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي جن ٽي ٻڌائي،
پنهنجا وساري، ٿيا ڏارين جا ٻائي،
ٻولي جن ٽي ٻڌائي......
ٻولي ڙي ٻولي! توتي هيرن جي هولي.

(٩)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي ٻمبئي گهمئي ٿي،
پنهنجا ڏسي ٿي، آڇي ڇوڙا ڇمي ٿي،
ٻولي ٻمبئي گهمي ٿي ......
ٻولي ڙي ٻولي: توتي هيرن جي هولي.

(١٠)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي اجمير ويندي،
دردن جون دانهون، وڃي خواجا کي ڏيندي،
ٻولي اجمير ويندي ......
ٻولي ڙي ٻولي: توتي هيرن جي هولي.

(١١)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي ٻولهي وٺن تي،
وڇڙيل جا والي، وري اپندا وطن تي،
ٻولي، ٻولهي وٺن تي ......
ٻولي ڙي ٻولي: توتي هيرن جي هولي.

(١٢)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي ڪانگل ٿو ٻولي،
سيڙا جي ماڻهو، ٻولي تن کي ٿي ڳولي،
ٻولي ڪانگل ٿو ٻولي ......
ٻولي ڙي ٻولي: توتي هيرن جي هولي.

(١٣)

ٻولي تہ ٻولي، ٻولي ٻولهي ٻڌايون،
ڪنگا ڏسي، ڇو ٻولي پنهنجي لڪايون،
ٻولي ٻولهي ٻڌايون ......
ٻولي ڙي ٻولي: توتي هيرن جي هولي.

(١٤)

ساريون لٽن ٿا، سيڻا ماڻهو نچن ٿا،
ڏاڻا ڏيکاري، دل سنهنجي وڍن ٿا،
مٺا ماڻهو نچن ٿا ......
ٻولي ڙي ٻولي: توتي هيرن جي هولي.

(١٥)

هارن کي هٿ جي، لڳي هارين کي هر جي،
ڪٺن جي ناڙي، سند جاني سٿر جي،
لڳي هارن کي هٿ جي......
ٻولي ڙي ٻولي: توتي هيرن جي هولي.

(١٦)

سارين جو ديرو، ڪٺو سارين جو ديرو،
ٻچندو نہ ڪاسو، ڪٽي ويندو وڏيرو،
ڪٺو سارين جو ديرو ......
ٻولي ڙي ٻولي: توتي هيرن جي هولي.

# غزل

شيخ اياز

O

زندگيءَ جي رُڃ ۾ زخمي هرڻ
ٿا پڪارن، ”ڪو وجي پاڻي پرڻ!“

تو وڃان ترهو تصوّر جو ڪٺي،
اي ازل! مان تار تنهنجي ۾ ترڻ!

چنڊ هڪڙي ڳالهہ ڪئي مون کي ڳجهي،
مان تڏهن توتي ڪلان ٿو اي مرڻ!

تنهن منهنجي چنڊ سان لائون لهي
جهوسندي نچندي لڳي واپس ورڻ!

راڳ ڪاني آڳ پاري آ ”اياز“
ڳائڻو جنهن ۾ لڳو پهہ پهہ پرڻ!

O

چنڊ! تنهنجي ننڊ توکان ڪنهن کسي؟
چنڊ! توکي ڳهاو ڪنهن جا ڳهائي ويا!

اڄ وري هو آرزو اوتي ڪري،
زندگيءَ جي جام کي جرڪائي ويا!

رات آڌري روح منهنجي سان چڪور،
ڳائي ڳائي چنڊ کي ريجهائي ويا!

او ڪلهي وارا! ۽ ٿي مسڪڙيون تہ ڏينم!
پاند سڀ جا تو وٽان ڳل پائي ويا.

هڪ گهڙيءَ ۾ اي پرين تنهنجا ڪنول
آڳ ڪائي جڻ لڳن ۾ لائي ويا!

راز جيڪو ڪنهن پيمبر حل نہ ڪيو،
اي پرهہ! تنهنجا پکي سمجهائي ويا!

ٿي ازل کان زندگي ساغر پري،
رند ڇا ڇا ميڪدہ ڇلڪائي ويا!

ياد ڪنهنجي آئي توکي اي ”اياز“!
ڪير توکي اوچتو سرڪائي ويا؟

غلام محمد ”گرامي“

O

جو نہ وسري آ سگهيو، ان کي وساري تہ سهي!
جو نہ ياد آهي رهيو ان کي ڪو ساري تہ سهي!

اڄ ڀہ فياض ازل فيض رسان آ ليڪن،
شمع والگر ڪو پري رات گذاري تہ سهي!

قصہ طور پراڻو ٿي ويو آ، ليڪن،
”لن تراني“ چئي، ڪو يار نهاري تہ سهي!

عقل ۽ علم حجابات جي دنيا آهي،
جذب و عرفان سان ڪوئي دل ڪي ڏاري تہ سهي!
’قم باذني‘ چئي مردن کي جيارڻ سولو،
ڪو هجي، ”قم“ چئي دلين ڪي جياري تہ سهي!
آهہ اڄ تشنهٔ مضراب رهيو ساز حيات،
ڪو هجي، تند طلب سان تنواري تہ سهي!
ميڪده، ساغر و ساقيءَ ڪي خدا شاد رکي،
ڪو هتي آهہ؟ اچي جام پياري تہ سهي!
هي سنڌ رنگِ تصوف، ۽ سنڌ نطقِ جميل،
ڪو پڌائي تہ سهي، ۽ ڪو ڏيکاري تہ سهي!
سان پنهنجي وعدي تي قائم آهيان، او رندِ الست،
قول ’قالوا‘ جو ’بليٰ‘ سان ڪو پاري تہ سهي!
ذري ذري ۾ آهي عالم امڪان جو شهود،
فڪرِ وحدت سان ڪوئي جڳ ڏي نهاري تہ سهي!
تون پنهنجو پاڻ حجاب آهين، تڏهين ”ارني“ چوين!
ڪو هجي ”پاڻ“ جي ڏونگر ڪي ٻہ ڏاري تہ سهي!

هري درياني ”دلگير“

O

زندگي! پيا ٻہ ٻہ ئي ڏينهن جيئڻ چاهيان ٿو-
هڪ نئون رنگ زماني ڪي ڏيڻ چاهيان ٿو.

ايترو پيتو اٿم، ڪونہ حساب آهہ، تہ ٻيءَ،
جامِ راحت جا ٻہ ئي پيا ٻہ پيڻ چاهيان ٿو.

تنهنجي ميخاني ۾ مخمور ڪئين مست مدام،
سان ٻہ مستن منجهان هڪ مست ٿيڻ چاهيان ٿو.

آءٌ هت رنگ ٻسيي، واس وئي، گد گد ٿيان،
باغِ دنيا سان ٻيو ڪجهہ نہ نيڻ چاهيان ٿو.

خونِ دل، آب اکين جو، هتي ڏيئي، مالهي!
تنهنجي گل گل ڪي نئون رنگ ڏيڻ چاهيان ٿو.

جنهن کي ٻڌندي ئي ڪري وجد مان هرڪو وَهُ وَهُ،
تنهن جي هٿ ۾ مان آهو ساز ٿيڻ چاهيان ٿو.

O

گُل اميدن جا ڇٽي خاڪ ۾ پڪڙيا، منڙا!
دل جا ٽڪرا ٻه پَٽَن خشڪ جان ونڊيا، منڙا!

دل جي گلشن مان اميدن جا پکي ڀوليندڙ،
موڪلائڻ سوا، سن مانت سان وڇڙيا منڙا.

رات پوري ٿي وئي، پر نہ پرين آئين تون،
چنڊ غائب ٿي ويو، تارا ٻہ نڪڙيا منڙا.

تو ئي پنهنجو نہ ڪيو، ڏوهہ ڏيان ڪنهن کي مان؟
تون ويو آنهہ تہ ڇڻ ڀاڳ ٻہ بگڙيا منڙا.

جنهن گهڙيءَ منهنجي ٻُنبي کي تون لتاڙي ٿي وئين،
ڪيڏا دل ۾ ٺهي محلات ٿي اجڙيا منڙا.

واءِ قسمت! تو پڇيو مون کان، ڪُجهي مان نہ سگهيس؛
وات ۾ لفظ اسنگن کان ٿي وڇڙيا، منڙا.

عبدالڪريم ”گدائي“

O

گذري ويا ڏينهن، سال، انهيءَ انتظار ۾،
فصلِ بهار ۾ ٻہ چمن آ خزان نصيب،
بربادي‌ءِ چمن سندي روداد ڪي ڏسي،
بلبل جا گيت اهڙي چمن ۾ ڪٿان اچن؟
تون ٿو چوين تہ رات کي ٻہ روشني چوان!
دورِ خزان ۾ اڳ هتا بيچين گل رڳو،
مون کان نہ پڇ سوال خدارا تون ئي ٻڌاءِ،
دهقانِ بدنصيب کي ماني نہ آ نصيب،
معمارِ ملڪ خاڪ بسر، دربدر، بکيو،
هن ارضِ پاڪ جو اڄا آئين پاڪ ناهہ،
ايوانِ عيش ۾ ٽا اچن هاڻ زلزلا،
ڪنهن خاڪسار کي تون حقارت سان ڪين ڏس،

ايندي ڪڏهن بهار سندم ڪشتِ زار ۾!
مکڙي ٽڙي، نہ گل کليو ڪنهن شاخسار ۾.
لختِ جگر لڙهي هليا ڳوڙهن جي تار ۾.
صيادِ دام جنهن جي اڏي ٿار ٿار ۾.
ڪا ڳالهہ ڪانہ ٿي اچي ڀر اعتبار ۾.
اڄ اضطراب آهہ مگر خار خار ۾.
بلبل جي زبان بند ڇو فصلِ بهار ۾؟
سمجهيو وڃي ٿو اجنبي پنهنجي ديار ۾.
بيڪار عيش ٿو ڪري، هر وقت ’ڪار‘ ۾.
ملت جي ڏيءَ ٿي ٿي وکرو بزار ۾.
قدرت جي ديڳ آهہ ٿي شايد ابار ۾.
شايد هجي سوار مستان ان غبار ۾.

## ”بشير“ موريائي

هر شاخ هتي جلي رهي آ، توکي ته بهار جي لڳي آ!
پنهنجي به عجيب زندگي آ، غم آهي سدا ۽ بيوسي آ!
هر جاءِ هتي ته مردگي آ، ڪٿ زيست ڀلا ڪيلي ڪَٽي آ؟
آ دوست هي ۽ صبح جي حقيقت، اوندهه ۾ اسير روشني آ!
او صبح جي درد جا اسيرو! اوندهه ڪي ڏسو وڃي رهي آ!
ڪوڙو آ هتي نظام گلشن- مرجهائجي هر ڪلي وئي آ!
انسان جي واسطي رفيقو، هتڙي ته جڻ به خودڪشي آ!
حيرت آ جو پنهنجي ئي وطن ۾، هر شخص ٿئي لڳو اجنبي آ!
محبوب جي سونهن جي نگر ۾، غم آهي غم ۽ خوشي خوشي آ!
تو وٽ هي ”بشير“ ڪير آيو، هر سمت عجيب روشني آ!

## ”تنوير“ عباسي

دنيا سان نئي هلبو ته پريئن، هن دنيا ۾ جي رهڻو آهه،
پي چڙبا پيالا جي تنهنجي نيڻن جا نشانا ياد آيا.
ڏس آيون گهٽائون گوڙ ڪري، ڏس مينهن پيو گجگوڙ ڪري،
هن وقت ۾ منهنجو ڇا ٿيندو، جي توکي بهانا ياد آيا.
جڻ وسري گيت ڪوچپ تي اچي، جيئن اوچتو سورج سِتَّ ايري،
ائين تنهنجون ڳالهيون ياد آيون، ائين تنهنجا فسانا ياد آيا.
ٻر تون هئين، تنهنجو پيار هيو، ۽ منهنجو جنون هو دنيا ۾،
جن ۾ نه زمانو ياد هيو، مون کي سي زمانا ياد آيا.
ان سانت ۾ هو سنگيت سڄڻ، ان ماٺ ۾ هو ميناج ٻرين،
جي روح ڇيا، جي روح ٻڌا، مون کي سي ترانا ياد آيا.
جڏهين به ويس مان بيوس ٿي، هن جڳ جي سورن کي سهندي،
تون ياد آئين، مون کي هر هر ۽ تنهنجا فسانا ياد آيا.

## شيخ عبدالحليم ”جوش“

درد کي لادوا ڪري تہ ڏسان، عشق جي انتها ڪري تہ ڏسان.
ڇو ھلان رهنما جي مرضيءَ تي، پاڻ کي رهنما ڪري تہ ڏسان.
تنھنجي بخشش جي مون ٻڌي تعريف، مان بہ ڪائي خطا ڪري تہ ڏسان.
ڪو تہ ھوندو ضرور منھنجو بہ دوست، ڪنھن کي درد آشنا ڪري تہ ڏسان.
دل ۾ حسرت تہ اضطراب ۾ دل، دل کي بي مدعا ڪري تہ ڏسان.
منھنجا ساٿي سموسي پيا شايد، ڪا نوا، ڪا صدا ڪري تہ ڏسان.
منھنجي تعريف تي ٿئي ٿو ھو رنج، پاڻ پنھنجي گلا ڪري تہ ڏسان.

سيڪڙي ۾ ٻيا ڏير ۾ ھوندو،
”جوش“ جي ڪا پڇا ڪري تہ ڏسان.

## شمشيرالحيدري

پيڙ جا بھانا، پيارڻ جون ڳالھيون؛ جئين شال! ڪر کي جيارڻ جون ڳالھيون.
ھليا، تيستائين دليون آزمايون؛ آکين کي ڪرڻ ڏي نھارڻ جون ڳالھيون.
ارادن کي ملندو عمل جو سھارو؛ ڇگيون ٿيند يون گڏجي گذارڻ جون ڳالھيون.
متان ياد ۾ ني نہ گم ٿي وڃين تون — اھي ٿي تہ آھن وسارڻ جون ڳالھيون.
ھڪل سان تہ پھتا ھٿا يار پنھنجا؛ وري ويا ڪري آڳ ٺارڻ جون ڳالھيون.
گلستان ٿي شايد جلائي ڇڏيندا — وڏي ويون ٻوٽن کي ٻارڻ جون ڳالھيون.
ڪٿي آھي ”شمشير“ جو چنگ چوري؛ زمانو تہ پلجي ويو ’چارڻ‘ جون ڳالھيون.

# قطعا

## هري دريااني "دلگير"

ڏيسن ٿيي شراب، پر نہ انين ڪُرڪندي پيار،
هيءَ چيز آ خوشيءَ جيي، خوشيءَ سان پيار جي:
ٿورو پيلي پيار، مگر مرڪندي پيار،
ناهي شراب، تہ بہ ذرا مُرڪيي نهارجي.

ٿيوَ بلَ پکوَ يل آ منهنجي زندگي سنڌيءَ جي ذرّن ۾،
چيڪي وٽ پاڻ ڏي، تارن جي ضو ۾، شب جي دامن ۾:
ذرا سڻ سانت سان تون ماڪَ جيي آلاڻ چڪائي،
سون کي تون قول ڪر، مشڪان جنين دنيا جي گلشن ۾!

ڪري قيد و قفس امداد سون ڪي،
هسيءَ جيي ٿو ڪري ارشاد سون ڪي؛
اگر زنجير ۾ ٽنڪڻ گهران ٿو،
سدّي ٻي شُڪر ٿو صيّاد سون ڪي.

سادگي تنهنجي انيسن، جيئن ڏيل جيي نيلاڻ آ،
جنهن سنجهان ظاهر حقيقت جي عجب گهيراڻ آ:
ڪاش، مان تنهن ۾ ٽُٻيون اونهيون هڻي اوجل ٿيان،
پاڪ خود گنگا جي پاڻيءَ جان اِهو مهراڻ آ

منهنجي اکين منجهان ٿا ڳوڙهن ماڪ جا ڦڙا،
تنهنجي ڳلن تي چنڊ جي چانڊاڻ ٿي نچي؛
غم منهنجو دائمي، نه خوشي تنهنجي پائدار،
دل کي انهيءَ خيال سان آٿت پيو اچي.

جن به اکڙين جو جام ڀيتو آهه،
تن سرور دوام پاتو آهه؛
تنهنجي هر مرڪ چنڊ جو ڪيرٽو،
جن ڏٺو توکي، تن ٿي چاتو آهه.

ٿا ڏمن لڙڪ انڌيري شب ۾،
ياد تنهنجيءَ جا ڏيئا پاريان ٿو؛
اي پرين گردش حالات ۾ پي،
توکي ساگهي ٿي طرح ساريان ٿو.

اسان جي وات اها واڻي آ ايامن کان-
حياتي بخشون جهان کيءَ خود به زنده رهون:
مگر اجا ته ميسر نه آهي ڪوئي سک،
اجا ته ساڳي طرح، دوستو، ٿا سور سهون!

ڀاڻ ٿي ڀاڻ کان پري آهيان،
منهنجي نظرن ۾ تون ئي تون آهين؛
ڀئي طرف ڪين ڇڪجي منهنجو ڌيان،
تون جو هر وقت سامهون آهين.

# ادب لطيف

جهامنداس ڀاٽيا

## آهستي، آهستي!

( ١ )

ٻوسيءَ جي زندگيءَ ۾، جڏهين هو هرڪنهن هاج جي پورائيءَ لاءِ ماءُ ۽ مائٽن جو محتاج آهي، تڏهين ٻه هن ڪي هڪڙيءَ دنيا آهي. هن جو جيڪڏهين بدن ننڍڙو آهي، ته هن جي ويڪر ٻه اُن موافق آهي. هن جون گهرجون جيڪڏهين ٿورڙيون آهن، ته سندس گهرجن پوري ڪرڻ وارا ٻه اِيترا ئي گهٽا آهن. هٿ ۾ جيڪي اچي سگهيس، اکيون جيترو ٻه کولي سگهنس، پاهون جيڪي جهلي سگهنس، وات جيڪي پولي سگهيس- مطلب ته سندس اک جي لک، وات جي چڪَ، زبانَ جو ٻول، دل جو هول، سندس وتَ ۽ وسيلي پٽاندر ٿيندو ٿو رهي.

سندس سلطنت ته آهي اول ماءُ جي ڇاتي. ور ور ڪري جهاتي پائي، اُن ڪي ساري سنڀاري، اُن مان پنهنجي ڪاڌِ خوراڪ وٺندي، طاقت حاصل ڪندي، اُن جي ارد گرد پنهنجا هٿ هلائي، پنهنجي دنيا بنائي ٿو. ڏسي پسي ٻه گهٽوئي ڪي ٿو، مگر ڪُجهه وئي ٿو ته وري گهٽوڪي ٿوڪاري ٿو ڇڏي. ڪن ڪي گهري ٿو ته ڪن ڪان سري پاسو ٿو ڪري. مطلب ته سندس دنيا جي ويڪر ۽ لنبائي، چوڙائي ۽ اونهائي پنهنجو قد ۽ ڪيلُ وڌائي ۽ گهٽائي ئي آهستي ٿي.

جيئن وجي سندس نظر ڏکهي ٿوندي، تئن وجن سندس اِشارا گوناگون ٿيندا. انهن اشارن جي معنيٰ ۽ مطلب، عقل هوندي ٻه، وَڏ وڏيرا سمجهڻ جي سگهه ساري نٿا سگهن- طاقت هوندي ٻه محسوس ائين پيا ڪن ته ڄڻڪ بي طاقت آهن، لياقت هوندي ٻه احساس اِهو ٿئين ته بي لياقت آهن: ڪيڏو نه ڦير اچيو ٿو وجي سمجهه جي ڪَڄَ ۾! جا ڪنهن وقت اعليٰ ۽ بالا هئي، سا هڪڙيءَ ٻار جي اڳيان بي ماپه ۽ بي معنيٰ ٿيو پوي. اِها ئي ڪرامت آهي ننڍڙي ٻار جي للڪار ۽ لڪار جي. سندس قدم ڪچڙو، سندس هٿ ننڍڙو، سندس ٻول نفيس ۽ نازڪ، ته ٻه سندس آواز ڪيڏو نه راز ڀريو، سازوارو، مٺو ۽ معنيٰ دار. سندس ڪاڏو سليس ۽ سادو، سندس قوت ٿورو، سندس رغبت ٿوري، سندس پسندي پوري سوري

مگر ٻڪي، سندس ٻول پختو ۽ پڪو- تہ بہ اسان ويٺا چئون "ٻالڪ جي دنيا ننڍي، ٻالڪ جو ٻول ڪچو، ٻالڪ جي پسندي ڦرندڙ گهرندڙ آهي!"

بيشڪ سندس دنيا ٻهرين ماءُ تائين محدود آهي، مگر جئن وک سندس پيرَ آهستي آهستي وڌائيندا ٿا رهن، تہ اڪيون بہ سندس نيون چيزون، نوان نظارا لهنديون جهونيون پٽيون پڄنديون، نيون اڏينديون، دنيا جو دائرو وسيع ڪنديون ٿيون رهن؛ مگر پيرن جي وِڪَ سان اک سُرُ تارَ ملائيندي، "آهستي آهستي" جو مٺڙو راڳ ڳائيندي، ٺئين دنيا بنائيندي ٿي رهي.

بيوس هوندي بہ هو وَسَ پنهنجي قَدَ ۽ کيل ڪان ڪئين ڪاسا وَڌ ٿو ڪري. جيڪڏهين نہ ماءُ جو نڪر ڪيس هٿ ۾ هوندو، تہ ڪانوَ ڏسي ان تي وارَ ڪرڻ جي ڪندا: پوءِ طاقت نہ هوندي، هو سِڌَ ماڻٽ عزيز خويش جي مدد جي گهُرَ ڪندو ۽ پنهنجي لولي جي بجاءِ لاءِ هو واتَ جي هڪل ۽ هٿ جا اشارا ڪندو! مگر دنيا سندس جو ڦيرو ۽ گهيرو اهڙو تہ آهستي آهستي ٿو ڦري، جو چئيءَ طرح چئي سگهجي ٿي ڪين ٿو تہ "اڳين حد هيتِ پوري ٿي، ۽ نئين هتان شروع ٿي"!

( ٢ )

ٻالڪ روزمره ماءُ پنهنجيءَ جي گود ۾ ليٽندي، سندس ڇاتيءَ سان ڪير ولندي، ائين محسوس نٿو ڪري تہ هوءَ بہ ڪا هستي آهي: هُن سان اهڙي تہ گهاٽي رغبت اٿس، جو ڪانئس جن جو هئڻ ۽ جدا هستي رکڻ پلجيو ٿو وڃي.

اوچتوئي اوچتو، ڇاڪ هڪڙيءَ سهائيءَ گهڙيءَ، سندس نظر هڪ تصوير تي ٿي پئي. هو اُن ۾ هڪ صورت ٿو ڏسي. صورتون هونءَ تہ هو سدائين پيو ڏسي، مگر ڪڏهين بہ ڪنهن کي "ماٺهو" ڪري ڪين پڪاريو آٿائين. حيرت صرف اها آهي، جو جڏهين اسان وڏن کي بہ ماٺهوءَ جي وصفن جي پوري پڇاڻ نٿي جُڙي سگهي، تڏهين ٻالڪ انهيءَ تصوير واريءَ صورت کي "اڙي ماٺهو، اڙي ماٺهو" ڪري ڪئن ٿو پڪاري؟ انهيءَ سان ائين وسهي سگهجي ٿو ڇا تہ هو جيڪي ڏسي وائسي ٿو تنهن کي ٻاسي رکي، باقي تصوير واريءَ شڪل کي ماٺهو ڪري ٿو قبول ڪري. شايد ائين نہ بہ هجي- "ماٺهو" لفظ هُن پڌو هجي، مگر سندس سمجهہ ۾ ان جا انگ نہ بہ آيا هجن. ماٺهو هو ڏسندو بہ رهيو آهي، مگر هنَ کي هين وقت تائين ماٺهو ڪري ڪنهن ڪوٺيو ڪونهي. جي ڪٿي ڪنهن ان کي وانگي واهيءَ ڪوٺيو بہ آهي، تہ اُن اکر سندس چِتَ تي ڪو چِٽُ پيدا نہ ڪيو آهي؛ ۾ جي اتفاق سان اِنَ جو چِٽُ چڙهيو بہ اٿس، تہ شايد سندس ٻول ۾ ٻَلُ ايترو ڪونہ آيو آهي، جو هانءَ ڪولي اکر ٻولي سگهي. اوچتوئي اوچتو سندس زبان ڪولمبس وانگيان صورت ڏسي چوڻ ٿي لڳي: "ماٺهو! اڙي ماٺهو!" هيءَ زبان جي حرڪت آهستي آهستي برڪت واري ٿيندي، ان سان ڏاهپ وارا ٻولَ لهي لڪي نڪرندا يا ڏڪوئيندڙ ۽ ڏنگيندڙ اَکرَ اَڪرندي، جو

حيرت ۽ عبرت، مسرت ۽ نفرت اک ۾ پٽي ٿهندي ۽ ڍهندي ـ آهستي آهستي.

ٻالڪ جي دنيا ننڍڙي، ته سندس پسنديءَ واريون چيزون به اهڙيون ئي ٿيون ٿين. سندس ماڻيءَ جا گرهه ننڍڙا، ڪيڏاڻا ننڍڙا، ٻول سندس ننڍڙا، ٽول ننڍڙا، سندس هٿڙ ننڍڙو، ڪٽ ننڍڙي ـ مطلب ته هرچيز ٿئي ٿي ننڍڙي. ٻوءِ سندس دنيا ۾ ويڪر ڪٿان اچي؟ ننڍڙي ڪان ننڍڙو آهي سندس خيال، ته وري سندس مال به اهڙو ئي ننڍڙو ٿئي. سندس پيڙي ڪاغذ جي، اَن جو ساگر ڪَسي؛ سندس ڪيڏاٿو هڪ گڏو، ان جا وستر ننڍڙا؛ ان جي جيوت هڪ راند، ان جو موت هڪ چرچو؛ ان جي رِيجهَه سَوَلي، ان جو رسامو سولو؛ ان جي سوس ۽ ماڇ، ان جو رَس ۽ ڪَس، ان جو هيجُ ۽ ڪيجُ هڪ مرڪز تان ڦري ٻٽي تي ميڙي رهيا آهن. نقطو، جو سندس آهي تنهن جي چاڌ سچاڻ به ننڍي آهي؛ دماغ سندس ننڍڙو، دل سندس ننڍڙي ـ ٻوءِ ڪئن سندس دائرو ننڍڙو هوندي به وڏڻ ڪي واڌو ڪري ٿو وجهي!

دنيا ۾ جيڪي به ننڍڙي ڪان ننڍڙيون چيزون آهن، تن جي قيمت ڳري ٿي ٿئي. سندن حفاظت وري خيال واري، سندن قدر بي پايان، سندن سونهن حيرت آپاريندڙ، سندن چر ٻر عبرت ۾ وجهندڙ. تڏهين ٻالڪ جي نفيس دل، جنهن جي چرٻر واچ جي چرٻر جيان جهٽيءَ هوندي به گهڙيءَ جي هٽن کي چوريندي اڳتي ٿي هلي، ڪجهه هستي ضرور ٿي رکي. ڪيڏي نه سندس دل جي دليري! ڪيڏي نه سندس دل جي ڦيري! ڪڏهين ڏس ته درياهه اُڪري پار هلي وڃي، وري ٻيءَ ساعت آڏ تي ٻهجي وڃي. ننڍڙيءَ دل کي ايڏي همت ۽ حوصلو؟ ننڍڙي دماغ کي ايڏي آڏاري؟ امي سب عطائون ۽ بخششون ڪيس ڪٿان ٿيون پڙ پون؟ انهن مڙني مسئلن جو حَلُ به آهستي آهستي.

ٻالڪ ننڍڙو هوندي پاڻُ وڏو پيو ڀانئين؛ محتاج هوندي به وقتن تي پاڻ کي شهنشاهه پيو سمجهي؛ بي سمجهه هوندي پاڻ کي سمجهه وارو پيو سمجهي؛ بي گهر هوندي به پاڻ کي گهر وارو پيو محسوس ڪري؛ بي مال هوندي پاڻ کي مالدار پيو معلوم ڪري: اهو ڪهڙو اسرار آهي؟ اقرار ۽ انڪار، آغاز ۽ انجام، نفي ۽ اثبات، هئڻ ۽ نه هئڻ، زندگي ۽ موت جا مڙيئي امچاڻ آتِ ني ٿا ٻکن. انهيءَ حَدَ تي ئي ٻي حد جي ٻاريءَ جو ديدار ۽ حد واري جي تاڙيءَ جو برابر اقرار آهي: تڏهين خيال ۽ خوض، ويچار ۽ آچار جو قدر، اُنهن جي لاڙن ۽ ڪنارن جي ڄاڻَ جو ماڻ ٻالڪ آهي ڪئن؟ جواب نه صرف انڪار تي ٿو سگهي، مگر اُن جي اُبتڙ به تي ٿو سگهي. اقرار ۽ انڪار گڏو گڏ هلندا ٿا هلن. هستي ۽ پستي ٻئي هٿ هٿ ۾ ڏيندا، مٿي چڙهندا ٿا رهن. ڏس ۽ ٻيومي پاڻ ۾ ٻاڪر ٻاٻو پيا هلن! تڏهين ايڏي ساري محبت ۽ نفرت، ايڏي ساري محنت ۽ ڪاهلي جو ۽ چالاڪ ٿي پنهنجو وارو ڄمائي!

ٻالڪ جي دنيا بيشڪ ننڍي آهي، بيومي سندس بيحد آهي؛ ته به بي حرمتي هو ٻنهه نه سهندو. غصو سندس اعلي، اک سندس ڪَرڙي. ڪير ٿو سندس ناز سان مذاق آڏائي

سگهي: مگر جي ڪو دل جهلي نه ڪئي، ته نه روح ۽ راڙو جو مٽس وسي پوندو، تنهن جو ڪاٿو ڪرڻ به مشڪل آهي! عقل بي طاقت آهي، دل بي لياقت آهي، جا برداشت ڪري سگهي! پار جي پڪار چيريندڙ، ڏاريندڙ، دل ڦاڙيندڙ ٿي ٿئي، تنهن ڪي برداشت ڪرڻ لاءِ همت ۽ حوصلو بي ڪار ٿا ثابت ٿين. ننڍڙيءَ دنيا جو مالڪ هوندي، ٻالڪ هڪڙي اعليٰ ۽ اوچي خودداريءَ جو پالڪ آهي.

مهراڻ جي موج ۽ مستي، جي الستي آهي، ته ٻالڪ جي اپرندڙ آسرندڙ ڪل ۽ خوشيءَ جي لهر وري ڪا ٻيءَ هستيءَ واري آهي ڪٿي؟ سندس دل جو درياهه ٽٻليو پوي، ته ڪلي ڪلي ڪيرو ٿيو پوي. جڏهين نه وري ڪنهن سانگي کو پوپٽ يا پنيوري ڏاڳي ۾ ٻڌي ڪٿي اڳيان رکجي، يا طوطي کي پڃري ۾ بند ڪري اوڏو آڻجي، پوءِ ته ڏس ويهي سندس ڪلول، ٻڌ ويهي سندس پول انمول. حسن جي حيرت انگيز هٻڪار جي چڻڪار ڪندو ويندو. للڪار به وري اهڙي للڪاريندو، جو سنار گفتار هُن جي مان مَن ڍاپجي نه پيو ڍاپيو. جنهن وچ هي اننت حسن جو چمتڪار ڏسندو، تيئن اکيون ٽڪجو نه ٽڪجن!

ننڍڙي ٻالڪ ۾ جوانيءَ جي نه مستي ۽ نه ڦوهه جي هستي ٿي ٿئي؛ نه لوڏ جي آچل، نه ڪوڏ جو ڪنڌ- پوءِ به ايترو حسن! حسن بيوس ته ڪين ڪي ٿئي. حسن بي نياز آهي. پارُ ته بيوس هوندي به حسين آهي؛ بي نياز هوندي به راز آهي سندس ننڍي وڏي سان، آباز آهي هو عام ۽ خاص جو!

بيوسيءَ جي ڪري ڪو مٽس قياس آئي، ته هوند هو پيارو ٿي ئي نه سگهي. بيڪسيءَ ڪري، ڪو مٽس چانورو نٿو تائي؛ مگر مٺڙ رمٺڙ پول سندس، هرهڪ جو هردي- ڪنول هڳايو ڦولايو چڏي، ۽ آڏ اڏي ٿو ان لاءِ هر ڪنهن جي اکين ۾، دلين ۾ ۽ دم ۾.

رنگ ڪيس ريجهايو، قدم قدم اڳتي ڪڻڻ لاءِ همٿايو چڏ ين. اهڙ ڪيس رنگ وارو راند يڪو ڏيکاري، وک اڳتي تيڻ لاءِ ويساهه ڏياري، همٿ ۽ حوصلو وڌائيندي ٿي رهي؛ مگر جڏهين نه ڏسندي ته هو بنزل کي اچي پهتو، ته پاڻ ٿورڙو اڳتي وڌندي رهندي، جئن آهستي آهستي قدم قدم ۾ وجهندو وڌندو ۽ ويجهندو رهي. پر جي ڪنهن سبب ڪري هو رڏي ماري ويهندو، ته ڪيس رنگن وارو راند يڪو ڏيڻ جو انجام به ڪندي، جئن ان جي حاصليت جي حرص تي هرکي به قدم اڳتي وک وڌائي. ائين وک اچ، به وکون سيان، . ٽي ٻئي ڏينهن ڪندي ڪندي، نيٺ هو ڪو وڏو پنڌ هٽي ويندو. آهستي آهستي سندس دنيا جي ويڪر ويندي وڌندي، تان جو سندس ننڍڙي دنيا ڪنهن به وڏڙي جي دنيا کان وڏي نه، ته گهٽ ته اصل نه ٿي پوندي- جت هو پاڻ کي بيڪس ۽ بيوس نه پيو پائيندو، مگر دنيا کي ڏونڪو ڏئي، پيو ٻڌائيندو: ”مان آهيان، سڀڪي منهنجو آهي؛ منهنجي آڱر جي اشاري سان سموريءَ سرشٽيءَ جي چرپر پئي ٿئي!“

کاڌ خوراڪ بہ سندس سادي سودي. سلوڻيءَ ۽ الوڻيءَ ۾ اول تہ ڪيس ڪو خاص تفاوت نظر ڪين ايندو، جو هن جو آڌارُ ۽ آسرو آهي ئي اَنَّ جي آڳهہ تي. چاتي پيو ڍائيندو ۽ اُن تي هڙئا پيو گهمائيندو. ڪيس نڪي خوض هوندو ڪو خاص هوس پيدا ڪرڻ جو، ۽ نڪو ڪيس مطلب هوندو ڪنهن فرض ادا ڪرڻ جو. اهو آهي پيارُ پارَ جو، اهوئي آهي آڌار ماءُ جو. جئن جئن ويندو چڱڙ وڻندو، تئن تئن ويندا اُنَ جا آنڊا وڪوڙبا. ڪيس سوکهو جهلي هٿي سندس منهن چمندي، مٺي ڪي هڙئا گهمائيندي. بار بہ پيار ۾ ويندو ڪيس وڻجهو پوندو. هوءَ بہ پاڻ پلٽي ڪٽي ڪيس ڏيئندي، بهار بهار ٿيندي. هن تہ ڪيس پنهنجي پيٽ جي ننڍڙيءَ دنيا ۾ سنڀاليو، رت ست ڏئي ڪيس اُڀرايو ۽ آسرايو: هاڻ هوءَ ڪيس پنهنجي ڪير تي ڪين نہ نپائي ۽ نچائي، تاتي ۽ توائي!

اِها ننڍڙي سمجهہ سجاڳ ٿيس، تہ پنهنجي قدَ ۽ مَدَ جي دنيا جوڙڻ جا جتن پيو ڪندو. ڪڏاٽا ناهي پيو ڍاهيندو. هڪڙا ٻجي، ٻيا پيو جوڙيندو. هڪڙا ٿوڪاري، ٻيا پيو اوساريندو. انهيءَ عرصي ۾ سندس گهر ۾ گهاٽ بہ ٻيا گهڙبا، تہ لات بہ ٻيا ٽڙبا. مطلب تہ سندس دنيا ننڍڙيءَ ۾، سمجهہ ننڍيءَ سان ايڏيون ئي ڦيرگهيريون ٿيون ڦرن گهرن، جو وسهڻ ۾ ائين پيو اچي تہ جڻ ڪو ڪاريگر انهيءَ ۾ حڪمَ ڏيندو، پردا لاهيندو چاڙهيندو ٿو رهي. انهيءَ "ڪاريگر" جي پهچاڻ يا چاڻ ڪيس رهي يا ڪو اُن ڪي ڏونڊڻ جي ڪري ۽ لهي— تنهن جي آنڌ ڪيس اصل نٿي رهي. هو وڃي وکون آهستي آهستي اڳتي وجهندو. روزبروز سندس ويڪر وڃي حدون ٽپندي. مگر عقل نہ جڏهين ڪيس اچي سوکهو جهلي، تہ هو ڦهجيو وڃي. آهي پچ ڏاهپَ واريون ڳالهيون سندس يادگيريءَ ۾ ڏاڏي جي ڳالهين وانگر ڏند ڪٿيون پيون مشڪن؛ ۽ هو موڙني ڪي بيوقوفيءَ جي سمي جي سانجهڻ سمجهي، ٿوڪاري، پاڻ وري بہ سمجهہ جو ٺيڪيدار، ڌرم جو رکوارو، سڌارڪ، عاقل، آڪابر ٿي حڪم هلائيندو ٿو رهي! انهيءَ لائيءَ سان لهي وري بہ رَڪَ ٿو. لنڪَ جي الڪ جي آڌي ۽ اجهي رهي لڏائين، سي سڀئي ويا وهڪ ۾ وهي؛ مگر جهڪ ڪيس چش جيي ايتري تہ جهڻپي ٿيي وڃي، جو هو پاڻ پلجيو پوي.

هو پلجيو بازار ۾ بيهو وڃي. جا لهڻ نڪتو، جا ليي پيس؛ جا ٽيڻ نڪتو، جا ٿي پيو! تڏهين وري هو سنگ ۽ رنگ جي ريبَ فريب ڪي ڪسوٽيءَ تي لڳائي، سَچَ ۽ ڪچَ جي پرک ڪندو ٿو رهي. ڏيکهہ جا ڪيس حاصل ٿي آهي، ويڪر جا ڪيس هٿ آئي آهي، اها ڪيس گهايل ڪيو ٿي ڇڏي. جوابداريون ڪيس جهوري ٿيون وجهن. بوجا ڪيس بار هيٺ جهوريندا، چيپائيندا ٿا رهن؛ ۽ پوءِ هو انهن جي پوساتَ ڪان ٻاهر نڪرڻ لاءِ آسمان ڏانهن اکيون ڪٽي ٿو نهاري— آنهيءَ دنيا لاءِ جا هو پوئتي ڇڏي آهستي آهستي اڳتي قدم وڌائيندو هليو آيو. آها دنيا، جنهن ۾ هو بيوس هو؛ مگر جت کيرَ ۽ آکيرَ تي پلجندو ٿي رهيو— اُن لاءِ هو وري واجهہ وجهڻ ٿو لڳي. آها هاڻ تہ گهڻو هن ڪان دور آهي ۽ هو اُن ڪان گهڻو پري نڪري آيو آهي؛ پر آهستي آهستي هو وري آنهيءَ دنيا جا سپنا لهندو ٿو رهي. هينَ ۽ هُنَ جو تفاوت ڪيس تڪو ٿو ڀاسي!

انهيءَ دنيا ۾ سڀ جو لاڏلو هو، مگر هن خود غرض، پنهنجيءَ ۾ پوريءَ ۽ بيمار دنيا ۾ هو سڀ جو نشان بڻجيو ٿو پوي. هو ٻول ٻولڻ کان بيزار آهي، وک وڌائڻ کان لاچار آهي، حال ٻڌائڻ کان بيحال آهي، بيخيال آهي. وڏي ٿيڻ ۽ وڏيءَ دنيا ۾ وکون وجهڻ لاءِ هن واجهہ ٿي وڌا! هن وک وک ۾ وجهي آهستي آهستي ويکر حاصل ڪئي، مگر ڪيس هيئر معلوم ٿيڻ لڳو، ته ننڍڙيءَ ۾ جو مزو هو سو وڏيءَ ۾ ڪٿي؟ ننڍڙيءَ ۾ جو وٿُ هو، تنهن جو ڪٿُ ڪرڻ ئي مشڪل. شروعاتي ڪيرَ تي هيرَ هوندي، ڦير گهير ايندي ئي هو سوال ڪرڻ ٿو لڳي. سوال جي جواب ملندي، هو وري ٻه سوال ڪندو ٿو رهي - جنڪ ٻڌندي هُنَ ٻڌو ڪين، جنڪ ڪيس يقين سوال جي جواب تي آهي ئي ڪينَ. سندس ٻڪار جيڪڏهين اڻ جي ڪيرَ لاءِ آهي، ته آهستي آهستي جڏهين ڪيس ٻن شين جو سوادُ ٿو پيٽ پئي، ته بدل سدل ۽ آهستي آهستي اڳيو ٿي وڃي.

«آهستي آهستي» آهي سندس اصول. موںَ سندس زندگيءَ جو آهي - «ٽڪڙو ٽڪڙو ٿيءُ طالب ادا، متان تيرَ اَتون ترڪي پوين!» انهيءَ اپوجهہ ڪي اهڙي پوجهہ آهي؟ انهيءَ ڪي ڪا اهڙي سوجهہ آهي؟ سوال بعد ان جي حلُ ملندي سندس اندر ۾ اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته حلُ واقعي سچُ آهي يا ڪچُ؟

اول ته هن ڪي وِکَ وڌائڻ تي واڌايون ملنديون هيون. وک وڌي، ته هو پاڻ سمجهندو هو ته رنگ پري ڪوڏي لڌي. پوءِ ته سندس فخر جي ڦوڪ جيئي نه حد نه حساب، لاجواب هوندي سندس ڦونڊ؛ مگر اهي مڙيئي وقت جا ٻُڌ ٻڌا جي ٻه وري آهستي آهستي لَٿي ٿيندا ويندا. بحر مان لهر آيي ٿيندي، سا نيٺ موٽي مهراڻ سان هڪ ٿي ويندي. پهرين ته مرڪز آهي سندس ٻڪار جو، اهڙ؛ مگر جنهن مرڪز ڦرندا گهرندا ٿا رهن، پردا چڙهندا لهندا ٿا رهن، تن ٻار جي رنگين دنيا ۾ ٻه پيو ٿئي ۽ ٿيندو رهندو. ٻار جي ٻڪار ۾ للڪار آهي، تارَ آهي، جنهن جو جواب آبَرُ ٿي ڏئي؛ مگر جڏهين نه مرڪز مانءُ کان ڦري دنيا ۽ انهن جي لاڳاپي رکندڙ چيزن ڏانهن وريو، ته ٻار جو سياءُ لاڙو ڦريو ۽ ڦريو. مگر ڏسڻو اهو آهي ته سندس ڦيري گهيري تي وک وڏي ٿي يا گهٽجي ٿي، سندس رغبت آيري ٿي يا موٽَ ڪري مري ٿي وڃي. ننڍڙو قد، ننڍڙي دل، ننڍڙي دنيا، ننڍڙا نارا، ننڍڙيون نديون، ننڍڙا ڪنارا، ننڍڙا پارا، ننڍڙيون پنيون؛ اهي مڙيئي آهن ٻار جا مرڪز، مگر بيحد جي بحر جي چوهہ ڪي جهاڻ جا گز ۽ هٿَن وٽ آهن ننڍڙا، جن سان هو آهستي آهستي پرکهل بند ڪري، پوکون پچائي، بک مٽائي ٿو بکايل دلين جي، جن ڪي آسات آهي عشق جي. هيءُ سمورو افسانو ٿئي ٿو اهڙيءَ ريت، جو آهستي دنيا بدلجيو ٿي پوي ۽ رنگ ئي نرالو پلٽجيو ٿو پوي!

—شعر ۽ ادب جو مقصد رڳو جمالياتي لطف ۽ مزو ناهي، بلڪ سندس حقيقي مقصد انساني حيات جي تعمير ۽ تشڪيل آهي. موجوده دور ۾ اها ڳالهہ تقريباً سڀ سمجهدار مڃين ٿا تہ شعر ۽ ادب نهايت سنجيدو فن آهي: اهو فن جيڪڏهين ڪنهن زندگيءَ جي وسيع نظريي جي ماتحت پنهنجو عمل ڏيکاري، تہ سوسائٽيءَ جي بناوٽ ۾ اهم حصو وٺي سگهي ٿو. اها ڳالهہ ادب جي فن لاءِ ڪنهن طرح مناسب ناهي، تہ ان کي رڳو محفل جي خوشيءَ ۽ مزي وٺڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي.

— افتخار اعظمي



## افسانا

| | |
|---|---|
| ۰۱ بدمعاش | از جمال ابڙو |
| ۰۲ ڦيرو | ـ موهن ڪلپنا |
| ۰۳ لڙڪن جي لڙي | ـ جڳديش ايس. لڇاڻي |
| ۰۴ ٺڪري | ـ "بشير" موريائي |
| ۰۵ غفور | ـ هري ڪانت |
| ۰۶ اوور ڪوٽ | ـ گوگول |
| | سنڌي ڪار: پربوالله رکيو |

## ناٽڪ

| | |
|---|---|
| ۰۱ اڪبر جو هڪ ڏينهن | اصل انگريزيءَ ۾ نورا رچرڊس جو |
| | سنڌي ڪار: سراج |

## لوڪ ڪهاڻي (سنڌ جي)

"سرڪار" ـ پيرانور شاهه جيلاني

## هڪ ڏينهن جي ڳالهه......

| | |
|---|---|
| انسان | ـ علي بخش سيمح |
| "اخبار" | ـ الف.ب.ت |

-”جيڪي مشينون حق ۽ انصاف نٿيون ڇپين، اهي مشينون ناهن، بلڪ لوهه جا ٽڪرا آهن“-هيءُ هڪ وڏي مدبر جو گفتو آهي: ۽ جيڪڏهن اسين انهيءَ گفتي کي ٿورو وسيع ڪنداسون، ته ائين به چئي سگهون ٿا ته ”جيڪو ادب انسانيت جي بهتريءَ ۽ بهبوديءَ طرف ڪجهه به رهبري نٿو ڪري: پڙهندڙن جي دلين ۾ انسان ذات جي مشڪلات دفع ڪرڻ، سندن زنجيرون ٽوڙڻ، ۽ ڪليءَ فضا ۾ وک وڌائڻ لاءِ اُمنگ پيدا نٿو ڪري، اهو به ’ادب‘ ناهي، بلڪ ٺلهي لفاظي آهي.“

جمال ابڙو

# بدمعاش

هو وڏو بدمعاش هو. ٻهرئين نمبر جو. ڪوڙ، دغا، فريب، چوري، ڌاڙو، هن جي ڏائي هٿ جو کيل هئا. چئنين ۾ ڏوهه ڪري وٺندو. حرام، جو قياس ٻوٻس. خار ۾، چپ ڪيو، ٻيلو ڏسندو. هڪ پرون هيٺ، اک چنجهيل، ٻيو پرون مٿي، ڏند ڏندن سان مليل، ناسون ڦوناريو، چيتي وانگر شڪار ڪي تاڙيو ٻيٺو هوندو. بس بس ڪري، وٺي حملو ڪندو. آندا ٻاهر.

ڏاڙهي جهڙي ڪهاڙي ڪلهي تي کنيو، شينهن وانگر جهنگ ۾ ڦرندو وتندو هو. شل نه ڪير کيس للڪاري. ماٺ ڪري، ڳاٽ اوچو جهلي، کيس ڏسندو. ڀرون ڪانءُ مٿي تائين. ٻه، ٽي دفعا. ولي گجگوڙ ڪندو. واگهه وانگر چال ڏيئي، اچي شڪارتي ٽٽندو. ڪهاڙين جو شڪو. سيڪنڊ ٽي وڃندا.

چيلهه سنهي، ڇاتي ويڪري، ڪلها اڀا، مڇن کي تاءُ ڏيو اکيون ڪروڙيون ڪيو، پير پير ۾، مست ٿيو وتندو. ڪنهن تي فاڪ نه آڻيندو.

نڍي ڪان ئي نڊر هو. پٺس ڪٽي، هڏ گڏ پڇي رکندو هوس. حرام، جو سڏو ٿئي، پرڙات پيا پوندس. لتون، مڪون، چنبا، ڳيهل ڳيهلان. هجيس ماءُ، ته ڇڏائيس! نيٺ رڙيون ڪرڻ بند ڪيائين. ٻيو مار کائيندو، ڪڇندو نه. پائيندو ته پيءُ جي ڏاڙهي هٿ ۾ رکي، ۾ ڏاڍو هوس. اوڙو پاڙو تپائي ڏنائين. پاڻ جيڏن کي سٽيو ڪنيو، ڀڳو هليو ويندو. ٻارن جا ماءُ پيءُ، رڙيون ڪندا ايندا. هٿ ايندن، ته ڪني رکندس- پنهنجو ڦورو ٿي هٿن! نه ته ٻه پٺس کي دانهن ڏيندا. پٺس پاڻ مان ئي ڪڪر: سڀ سورساڙ هن مان ڪڍندو هو. ڏوهه ٻين جو، مار هڻ تي. "ڪو آنهين ٿي ته ڪونه آيو هو"- اهڙو ساڙ ٿيندو هوس، اهڙو ساڙ ٿيندو هوس، ... ڏاڍو ساڙ ٿيندو هوس. چوندو هو، "بيهه، وڏو ٿيان!"

ڪين نه واٺي جي چلڪٽي ڪهڙي کي هٿ لاتو هئائين! واٺي چماٽ وهائي ڪڍيس. پٺس به ڪٽي چنبو هنيس. پيءُ تي ڏاڍي ڪاوڙ آيس. "پيشان، سوئرا!" نڊو هو، سور ٻي ويو.

ڇورو چنو، ميرو چولو، ڦاٽل پٽڪو. آن لپ کاڌ، جو شي وٺي. پيا ٻار جهول پريو، چٻوس چٻوس ڪيو، ڳڪهيڙا وٺيو، پيا ڀورائيندا هئا. هي اڪيلو، مٿي تي ٻانهن رکيو، اکيون ڦاڙيو، ٻيٺو ڏسندو. ٺڪر جو جنڊ، ٺڪر جي گاڏي، ٺڪر جو اٺ، ناڪيليءَ سان.

دل چوندي هيس ته هٿ لائي ڏسان. پر ڪير نه ڪنهن کي هٿ لائڻ ڏئي. نڪ جي چوٽي ڳاڙهي ٿي ويندي هئس. وٽي هڪ پاسي ڀڄندو. ڪنڌ ۾ منهن ڪري، پٽ تي ليڪا پائيندي، پيو چَپَ ڪڍندو ۽ سنگهه آگهندو.

سِڪي سِڪي، رانديڪو چورايائين. سانڍيو پيو سانڍيندو هوس. لِڪي لِڪي راند ڪندو هوس، وري لڪائيندو هوس. ننڍڙو ڪاٺور جو گڏڙو، وڏين اکين سان. ڇڻ ته پاڻ هوس. ڪيئن ته پٽ ڪسي ورتس! سڏڪا ڀريندي ڀريندي، مار کائيندي کائيندي، نيا ڏيئي ڏيئي، رانديڪو ڇڏائڻ جي ڪيائين. ويچارو گڏڙو پٽ جي پيرن هيٺان چيپاڄجي ويو. هن ڏاڍيون رڙيون ڪيون. ٻيءَ کي "حرامي" به چيائين. پٽ لتون به هنيس. ان ڏينهن ڏاڍو رنو. ڀڳل گڏڙو ڪٺي، پنهنجي منهن وري به رنو. ٽڪرڙا ميڙي، اگهڙيءَ ۾ ويڙهي، ٻاري ۾ وجهي ڇڏيائين. ڏينهن اهو ٿيو وري نه رنو.

ٻيءَ ته ڏٺي نه وڻندو هوس. ٻلا لڳن جو ڪهڙو نڪر هوس، جنهن تي پٽ جا پادر نه وسيا هئا. وڏو ٿيو، تـه لٽ ڪٽي ڪنيائين. چي، "متان آيو آهين!" پٽ سمجهي ويو، وري نه ڪڇيو. پين ساٿهن سان ته ازلي وير هوس. ٻلا ڪير سائس چڱيان هليو هوا!

اندر ۾ ڏڪار جون ڀريون; ساهه ساهه سان نفرت ڦوڪون ڏئي نڪرندي هيس. ساٿهن کي ماريندي، ڦريندي، چيچلائيندي، ڪجهه خيال نه ٿيو هوس. "سائس ڪو گهٽايو هئائون!" نفرت سان ٽمٽار; ڪيتري به ڪڍي، ته به اوتري جي اوتري; نه گهٽجي، نه وڌي.

ڪيس هڪ ڪتو هو. ڳَلر ڪري پاليو هئائين. اهو مئو، ته روئي ويٺو.

هڪ وار جهلجي پيو. گهلي آيس ٿاڻي تي. اڃان ڪچو هو. ڊڄي ويو. چي، "الله سائين، هي پيرو ڇڏاءِ، ته توبهه ڪيم!" پر جڏهن ڪيس مرچ وڌائون ۽ سَٽ پياريائون، تڏهن ڊپ لهي ويس. اهوئي هڪ ڀيرون هيٺ، اک چنجهي، پيو پرون مٿي.

پوءِ ته ڪيئن ڀيرا جهليو. لوڏوئي نه اچيس. اک ڪٽيو نهاري، ته ساهه سڪيو وڃي. جهڙي تهڙي پوليس آفيسر جي ڇاتي نه ٿئي، جو ڪجهه چويس.

چڱي مڙس جي چوريءَ ۾ جهليو. پوليس تي بار پيا. چيائونس، "مال موٽاءِ". وٺي آيس گهر، پيٽس کي اگهاڙو ڪيائون. چي، "وار پٽينس".

ڪيس مان چٺي نڪتو. پڻ جي منهن نـ چڙهيو. چڱي مڙس کي ماريائين; اهي پوليس جا آفيسر ماريائين; روپوش ٿي ويـو. ڪهڙو روپوش؟ اتيئي هو، پر پوليس کان ڏاڍو هو.

ڏهڪاءَ وجهي ڇڏيائين. ماڻهو مئو، ڇڻ ڪتو مئو. جڏهن ماڻهن جي ڳچين مان رت ليڙيون ڪري وهندو هو، جڏهن ڪپيل نڙگهٽ مان گرڙاٽ جا آواز نڪرندا هئا، جڏهن وڍيل رڳن مان رت ڇانون ڪري نڪرندو هو ۽ رت جي ڪپ ۾ ڇڙهيون هڻندا، ٻل کائيندا هئا، تڏهين هو ڀيهي ڏسندو هو; هڪ ڀرون هيٺ، پيو مٿي، ۽ اک چنجهي.

ڇڄون ڦريائين؛ گهوٽ ڪنوار ماريائين؛ نوڙن جون ڏگهيون ڪري ساڙيائين. ڇپيءَ
ڪي ٻيهي ڏنائين. هڪڙو ٻيرون هيٺ، ٻيو مٿي، اک ڇنجهي.

هڪ دوست تي ڪاوڙيو. هٿي آندا ڪڍي رکيائينس. ٽڪر ٽڪر ڪري وڍيائينس.
ٻوءِ وٺي ڪوڪون ڪيائين، اٺ پهر ماني نه ڪاڌائين. مولي اچي فاتحا پڙهيائينس. سڄون
هيٺ لڙڪي آيس. رت لڳل ڪهاڙي ڪٽي خون واريءَ جاءِ تي ٻوري ڇڏيائين. جڻ ته
پنهنجي ڏاڏي ۽ مستيءَ کي دفن ڪيائين ... ۽ ٻوءِ ...

جهلجي پيو، هڪ ڪيس نه بيٺس. سوڌهين ۾ ڏنائونس. اڙجي ويو. مٺيءَ جي ماني.
سوبل ۾ رڌل دال. چرس ڀنگ جو واپار. ٻجي بازيءَ تي جهيڙا. سپ ڀيٽ، قيدي توڙي
ڪامورا. گارجي رٺي. ڪٽي واري ڪار. هو گڏهه وانگر وهندو رهيو. گهنڊ هنيو، چپ
چاپ، ڪنڌ هيٺ ڪيو پيو گهندو هو. ڏينهن ٿي ٻه چار گذريا. جيل ڪان ٻاهر، پٿر پڃندي،
هروڀرو، جمعدار صاحب ڏنڊيون وهائي ڪڍيس. هن ڪنڌ ڦيري، ٻيرون ڇڪي، ڏانهنس
ڏٺو. جمعدار صاحب تي زهر چڙهي ويو. گارين جو ڏوڙيو لائي ڏنائين. چي، "ڏسين ڇا
ٿو؟" هن جون ٻئي اکيون ڇنجهيون ٿي ويون. ڏند ڪرنجي ويس. وٺي گجگوڙ ڪيائين.
ٽپو ڏئي ڪڙڪي پيو. جمعدار جي ٻانهن ڪڍي وڌائين. هنگامو مچي ويو. قيدين جي ٻيکهي
مٿي. سپاهين جون بندوقون ڇڏائجي ويون. هو ڀڄي ويو.

هن وڃي پنهنجي ڪهاڙي کولي ڪڍي. ڇتائي ان کي ڏنائين. جڻ ته انساني مٿن
جا گيها ٿي ڳٺيائين. سندس واڇ ڇپي ٿي، نڪ گهنجيو، ۽ اک ڇنجهي ٿي. ڏڪار مان
مشڪيو. ڪهاڙيءَ کي مٿي ڪري چمي ڏنائين. سندس ڦرجي تک کي آڱوٺي سان جاچيائين.

نئين سر ڪوس شروع ٿي ويا. ستلن کي ماريائين. ٻي ڏوهن کي ڪٺائين. گهر ساڙيائين.
زالنن جا ڀار، ٻارن جو روڏن، ٻاهه جون لاٽون، ڏسندو ڏسندو هليو ويندو. وري وري
سڙي ڏسندو. نه خوشي نه خار. اهائي اک ڇنجهي، واچ لڙيل، ٻيرون هيٺ مٿي. ٻچڪ
ڪري ڪٽي ٽنگ اڇليندو.

هڪ لڳا ڏينهن ڏلي جو ڌاڙو هنيائين. سڄي ڳوٺ کي ڪٽي مٿ ۾ ڪيائين. جو
جيئي سو تتي؛ هيسيل ۽ چپ. هي ڳالهه اوچو ڪيو، ٻيرون تائيو ٻئي آيو ۽ ويو.

اڳ ۾ هلندي، ٻير هيٺان ڪو راند پکڙو اچي ويس. اڌائين سالين جي ٻار، ماءُ جي
ڪچ تان دانهن ڪئي: "ڪينو حلامي!" هن سڙي ڏٺو. ماءُ جهٽڪو ڏيئي، ٻار جي وات
تي هٿ ڏنو. ڪٽي ڇاتيءَ سان چنبڙايائينس. ويچاريءَ جي اکين ۾ ٻاٽي ٻرجي آيو. ٻار کي اجا
ٻه ڇاتيءَ سان سوگهو ڪيائين. اکيون ڪٽي هن ڏانهن نهاريائين. ڇا ته هو ماءُ جي اکين ۾!
هو بند ٻاهڻ ٿي ويو. ٻار کي ڏنائين، ٻگل راند پکي کي ڏنائين، ماءُ جي ٻاکر کي ڏنائين.
ڪيئن ته ٻارڙو، ماءُ جي گچيءَ ۾ ٻانهون ورايو، ليٽيو هنيو پيو هو. هو ڏسندو رهيو.

هن جا ڇڪيل پيرون، هوريان هوريان، سيڙ ۾ اچي ويا. هن جهٽڪي ڀڳل رانديڪو ڪنيو. ٽڪر ميڙي اڳتي وڌيو. وچي مائيءَ جي هٿن ۾ ڏنائين.

انهيءَ ٿي ڏاڙي ۾ هو جهليو. سندس ڪي ساٿي ماريا، ڪي مٿس ٻاڪوڙيا. مائيءَ شاهدي ڏني. ڀڳل رانديڪو پيش ٿيو. ڪيس جنر ٺيپ آئي.

هو ماٺ هو. صفا ماٺ. سندس پيرون سيڙ ۾ هئا. اکيون هڪ ڪُريون هيس. ڇڻ ته ڀري ڀري پئي ڏنائين. مائيءَ کي، ٻارڙي کي، سندن ٻاڪر کي... ۽ ٻاري ۾ ٻيل ڳنڍڙي کي. سندس ڪنن ۾ آواز اچي رهيا هئا- "ڪينو... حلامي..."

ڪيس سنٽر جيل تي موڪليو ويو. لٺولو جمعدار جيلر ٻنجي چڪو هو. هن ڪيس چوڪنبو ٻڌايو. ڪيس آڳهاڙو ڪرايو ۽ ڪيس ڏنڊي لڳائي. هن کي اونڌو ڪري سنٽر جي وڻ ۾ لڙڪايو ويو. صبح جو هو مري ويو. ڪيس لاٿو ويو. سندس ڏنڊي ڪڍي وئي. رت وهي هليو. چپائون ته سڙي هيس.

لٺولي جيلر ڪيس ٺڏو هنيو. چيائين، "بدمعاش!"



موهن ڪلپنا

# ڦيرو

موهنا مل جي اسپننگ ڊپارٽمينٽ جي بدنامي ٻڌي، مون کي انهيءَ ڊپارٽمينٽ ۾ نوڪريءَ ملڻ جي ڪائي خوشي ڪانه ٿي. ”وسڪوز“، اُنسٻ مان لڳهي، اُنسٻ سان ملي، نقلي سلڪ جو ڌاڳو ٺهيو وڃي. هلڪي انسٻ جو ڦڙو، جي هڪ اک ۾ پئجي وڃي، ته اک جلي ٻن چئن ڏينهن کان پوءِ ٻيءَ اک سميت ڇڻ ٻي ٿُور ٿيو وڃي. وسڪوز ته لڳڻ سان ماس ۾ سوراخ ڪيو ڇڏي؛ پر وقت جيڪڏهن ان کي انسٻ سان ڌوتو نه وڃي، ته ان جو داغ زندگي ڀر مٽجي نه سگهي.

ان ڊپارٽمينٽ ۾ ڪل اٺيهه شاهي مشينون هيون. هر مشين جا ٻه پاسا: الف ۽ بي. هر پاسي جا اٺ حصا. هر حصي ۾ هڪ موٽر. هڪ آدمي اٺ موٽرون سنڀالي. هر ڏهين منٽين ڪنهن نه ڪنهن مشين مان ڌاڳن جا ڊاف (Doffs) ڪڍيا ويندا آهن. ڪل اٺ ڪلاڪ ڪم. هر ڏهين منٽين ڊاف. هر هڪ کي ڪل ٽيهه ڊاف ڪڍڻا پوندا آهن. وچ وچ ۾، پنجن پنجن ڊافن ڪڍڻ کان پوءِ، ويهن منٽن جي ساهي. وچ ۾ ڪلاڪ روٽيءَ جي ڇوٽي. آرام جون ايتريون ڇوٽيون صرف ان ئي ڊپارٽمينٽ ۾ آهن. بليچنگ، ڪوننگ ۽ ريلنگ ڊپارٽمينٽن وارا اسپننگ ڊپارٽمينٽ جي انهن نٺڍين موڪلن تي رشڪ ڪائيندا آهن. اسپننگ ۾ هر هڪ کي پاءُ گرم ڦڪو کير به ڏنو ويندو آهي. جاٺن جو چوڻ آهي ته اُنسٻ هوا ۾ ملي، ماڻهوءَ جي جسم کي ڪمزور بنائيندي آهي، ۽ اهو آهي به سچ. ڪم ڪرڻ سان کيسي ۾ پيل پئسا، قميص جي ٻريءَ ۾ پيل پيڙا يا پينون، ڪنڌ پاسيرو نجوڙين جي خانن ۾ لڳايل ڪلف ڪنجي ڪارا ٿيو وڃن، ۽ پوءِ جنهن ڳالهه سان لوهه، نڪل وغيره ڪنجي سگهي ٿو، ان سان انساني جسم به ڪوجي سگهندو آهي- ان ۾ تعجب لڳڻ نه گهرجي. ڀرئين ڏينهن ڪم ڪرڻ بعد منهن مان پئي گئس نڪرندي. اکين مان پاڻي وهڻ بند نه ڪندو. اکيون ڪليل هونديون به، اکين اڳيان اچا ڪارا بادل اچي ويندا، ۽ پوءِ دل ان ڀرم جي چڪر ۾ گرفتار ٿي ويندي ته نظر ڇاڻ ويئي، ڇاڻ ويئي، ڇاڻ ويئي! ۽ ان ’ڇاڻ ويئي‘ کي ڀڪوڙي ڪيترائي نوان آدمي سوهنا مل کي ٻنا سلام ڪرڻ جي هليا ويندا آهن. ڀڳهار ڀرپان

ٿي مهنا ٿوي، ۽ پوءِ سو ڏهه. پالين جو ڪم آهي. هڪ پالي صبح جو ستن ڪان ٽي. ٻي، ٽين ڪان ٻارهان. ٽين، رات جو ٻارهين ڪان صبح جا ست.

مون کي ٻهرين ٽين رات پالي ملي. ٻهرين ڏينهن ٽين دماغ چڪر کائڻ تي لڳو. شروعات ۾ مشين مان فلمن جا گيت پڌڻ ۾ آيا، ۽ مان نوڪريءَ ملڻ جي خوشيءَ ۽ گيتن جي ڌن ۽ مستيءَ ۾، آهستي هلندڙ موٽر کي، هٿ سان غلط نموني ٻيهارڻ جي ڪوشش سبب، هٿ جي آڱوٺي کي وڍي ويهي رهيس. مشين جي موٽر ۾ ڊاف ٺهندو آهي. موٽر مٿان فوني جي رڪارڊ وانگر گول ڍڪ، ۽ ان جي مٿان رٻڙ جو چلو هوندو آهي. مون ان چلي جي مٿان هٿ رکيو، آڱوٺو چيرجي ويو! هٿ ۾ پيل نئون دستانو ڦاٽي پيو. مون کان هلڪي چيخ نڪري وئي.

”ڇا ٿيو؟“ پاسي ۾ بيٺل، اُستاد مزور پڇيو.

”آڱوٺو چيرجي ويو“، مون بيحد پيڙا وچان چيو.

هن منهنجي هٿ مان رٻڙ جو دستانو لاهي، چپ ڏسندي، همدرديءَ جو اظهار ڪندي، چيو، ”ڇا ڏاڍو سور ٿو ٿيئي؟ گهبراءِ نه، زخم هلڪو آهي. ۾ پاڻي ڪم سنڀالي ڪرڻ هتي آڱريون ٻنهه ڪنجي به وينديون آهن!“ پوءِ هن مون کي موٽر ٻيهارڻ جو صحيح نمونو ڏيکاريو، ۽ پوءِ زخم کي دوا لڳائڻ ۽ نئين دستاني آڻڻ لاءِ ٻاهر وڃڻ جي اجازت ڏنائين.

مشين مان فلمن جا گيت، مون وري نه ٻڌا. دل سست ۽ اداس ٿي وئي. نوڪري ملڻ جي خوشي، نه معلوم، ڪيڏانهن غائب ٿي وئي. ڇهن سالن جي منحوس بيڪاريءَ بعد به جي نوڪري ملي هئي، ته اها. پدما چيو هو: ’مزورن وانگر ڪم ڪجي ۽ فيلسوفن وانگر سوچجي: ۽ مون چيو: ’ٺيڪ آهي. هالي مزور ٿي ڪم ڪبو ۽ فيلسوف ٿي سوچبو.‘ ۽ رات مون سوچيو: ’ڪنهن ڏينهن انهن گول گول موٽرن جي چڪر ۾ اچي، مري وڃان ته؟- منهنجي اکين ۾ آنسو يا وسڪوز پئجي وڃي ته؟‘

۽ اِن ’ته‘ کي خيال ۾ رکي، سامهين محل، وڃي ڊاف گائيڊ، نظام الدين صاحب، جي سامهون بيٺس. هر پاليءَ لاءِ صرف ٻه ڊاف گائيڊس (سونهان) هوندا آهن.

”هڪ ڳالهه ٻڌندا؟“

”چئو“.

”هن مل ۾ ڪم ڪندي، مان جيڪڏهن مري وڃان ته؟“

”ته، ڇا؟“

”هڪ ڏينهن لاءِ هيءَ مل بند ڪانه ٿيندي؟“

هن زور سان هڪ ٽهڪ ڏنو ۽ کلندي چيو، ”تون ڇا، جيڪڏهن مان مري وڃان، تڏهن به هيءَ مل بند ڪانه ٿيندي.“

ھائو، مون بہ زوردار ٽهڪ ڏنو.

”چو، تون ڪلين چو ٿو؟“

”ان ڪري جو مالڪ جي نظر ۾ ننڍو مزور يا وڏو مزور، ٿئون مزور يا جهونو مزور ڳالھہ ساڳي آهي: ۽ پيو تہ ڪم ڪندي، جي ڪو مزور مري ٻہ وڃي، تڏهن بہ مالڪ جي اڳيان اُن جي ڪا معنيٰ ڪانهي“

”هن مل جو مالڪ هڪ نہ، اَنيڪ مالڪ آهن ڀائي!“

”۽ ڪنهن ڏينهن، جيڪڏهن بنا ڪم ڪرڻ جي بہ، انهن مان ڪو هڪ مري وڃي، تہ پوءِ بہ ڇا هيءَ مل بند ڪانہ ٿيندي؟“

هو ناراض ٿي ويو. چيائين، ”وڃ وڃ! وڃي پنهنجو ڪم ڪر، مٿو نہ کاءُ!“

اُن بعد هو مون ڏانهن تيز نگاهن سان نهاريندو هو. ڪئي ڪو سنڌين جي هلڪي موٽي ننڍا ڪندو هو، نظام صاحب مُرڪي ڏيندو هو. اِها مرڪ منهنجي دل دماغ ۽ ذهن تي زهر جو اَثر ڪندي هئي. ساهيءَ مهل، جي موٽڻ ۾ صرف هڪ منٽ ٿي دير ڪندو هوس تہ پيشانيءَ ۾ ريڪائون ٿاهي، چپن ۾ آڪين ۾ آچاتري شوخي پيدا ڪري، چوندو هو: ”چو ڀائي، پنهنجو راڄ ٿي ويو آهي ڇا؟ ڪوئي چوڻ وارو ڪونهي، ڪين؟ اڄ توکي ۾ ناليون صفا ڪرڻيون آهن ــ سمجهيئي؟“

مان اِئين ئي سمجهندو هوس تہ هو سنڌين کي مل ۾ ڏسي جلي ٿو. مان سنڌي آهيان، اُن ڪري مشين جون ناليون صفا ڪرڻ لاءِ چوي ٿو، جنهن ۾ وسڪوز، انسڌ سان ملي ڄمي ٻئر ٿيو وڃي. اهڙيون ناليون مشين جي پنهي پاسن کان ٿينديون آهن. ناليون پوريءَ طرح صفا نہ ڪرڻ جي حالت ۾ چوندو هو، ”سوڪل مهل خوب گهمين ٿو ــ ۽ ڪم مهل؟ مان تنهنجو ساهيءَ تي وڃڻ بند ڪري ڇڏيندس. پنهنجون ناليون تون نہ صفا ڪندين، تڏهن ڇا مان ڪندس؟ منهنجو پيءُ ڪندو؟“ مون جاچ ڪري ڏٺو تہ ٻين سنڌين کي، صفا ڪرڻ لاءِ ايتريون خراب ناليون نہ ملنديون هيون، جيتريون مون کي. مان دل ئي دل ۾ چوندو هوس: ٻين سنڌين کي گهٽ خراب ناليون ڏيئي، اِهو ظاهر ڪرڻ جو ناٽڪ نہ ڪر تہ تون سنڌين کي تعداد ۾ ٿوراڻيءَ وارا ڏسي، آنهن مٿان رعب رکڻ جي ڪوشش ڪندڙ ۽ پيڙيندڙ نہ آهين. مون توکي تنهنجي اصلوڪي روپ ۾ ڄاتو آهي. تون مون کي بلڪل ئي تنگ ڪرين ٿو ــ ان ڪري، جو مان تنهنجي ڪلڻ تي، تنهنجي همدردي ۽ دلچسپي هٿ ڪرڻ لاءِ، ٻين انيڪ مزورن جيان بنا سبب ڏندڙيون ۽ چاپلوسي نٿو ڪريان. تون جهونو آهين؛ ڄاڻان ٿو. ڪم ڄاڻين ٿو، اِهو بہ ڄاڻان ٿو. ڪم ڪندڙن جي مٿان آهين، اِهو بہ. پر ان جي معنيٰ اِها ڪانهي تہ تون جي چاهين، تہ ڪنهن جو ساهہ منجهائي سگهين ٿو!

ان ڏينهن شام جو هو بہ ڪل يوڳ جي مزاج ۾ هو. ڪنٽين ۾ ڏينهن جي ماني کائي ختم ڪئي هيسين. ڪل ڏهہ ٻارهن مزور هئاسين. اُن وقت چانهہ ۽ سگريٽ جو دور هلي

رهيو هو. پيو سنڌي صرف هڪ هو، جو منهنجي پاسي ۾ ويٺو هو. نظام صاحب مون ڏانهن منهن ڪري مرڪندي چيو، "ڪيڏن پائي نرمل، مل ۾ ڪيترا ڏينهن رهندين؟"

سپني جواب ڏيڻ لاءِ چپ چاپ منهنجي منهن ۾ اکيون کپايون. مون جواب ڳوليو، پر نه مليو. مون جواب ڏيڻ لاءِ، ويساهيءَ جو احساس خيال ۾ رکي، سوال ڪيو: "ڇا؟"

هن پنهنجو سوال دهرايو، ايتري ۾ مون جواب سوچي، مشڪي هن جي منهن تي ڦهڪائي ڏنو:
"تون هن دنيا ۾ گهٽا ڏينهن رهندين؟"

"اِهو مان چئي نٿو سگهان."

"اِهو مان به چئي نٿو سگهان."

"ڇا؟"

"تون هن دنيا ۾ گهٽا ڏينهن رهندين، اِهو تون چئي نٿو سگهين؛ مان هن مل ۾ گهٽا ڏينهن رهندس، اهو مان چئي نٿو سگهان."

سپني ۾ ٺهڪڙو مچي ويو. پنهنجي جيت تي خوش ٿي، پر ۾ ويٺل سنڌيءَ کي چيم، "هري، اڄ گولڊ فليڪ ڇڪڻ تي دل آهي!"

هري مشڪي ڪائونٽر ڏانهن وڌي ويو.

مرجهائجي ويل نظام صاحب، ڪجهه سوچي، وري ٽڙندي چيو، "مان هن دنيا ۾ ڪيترو وقت رهان، اهو خدا تي ڇڏيل آهي؛ تون هن مل ۾ ڪيترو وقت رهين، اهو آهي تو تي ڇڏيل."

"نه، اهو تو تي ڇڏيل آهي!" ائين چئي، مون هڪ زوردار ٽهڪ ڏنو.

سپني خوب کليو ۽ مون اِن ڪل ۾، پاڻ کي جهومندو محسوس ڪيو.

"تون منهنجو مطلب نٿو سمجهين،" هن چيو، "ڪيترائي سنڌي، ڪم اڌ ۾ ڇڏي هليا ويندا آهن، تڏهن پڇيم."

هري گولڊ فليڪ اتان ٿي ڏکائي، سوٽا هڻندو اچي پاسي ۾ ويٺو. مون ڪانئس سگريٽ وٺي، ڪش پريندي، ايمان وچان مسڪرائيندي چيو، "سنڌي صرف ان ڪري ڪم اڌ ۾ ڇڏي هليا ويندا آهن، جو انهن کي بهتر ڪم ملي ويندو آهي- ڪم نه ڪري سگهڻ جو ته سوال ئي ڪونه ٿو اٿي. تون ئي ٻڌاءِ، توکي جي ڪو بهتر ڪم ملي وڃي، ته تون ڇا هيءَ ڪم ڇڏي نه ڏين؟ ائين آهي ته اسپننگ جو ڪم تنگ ڪندڙ آهي، ان هوندي به ڪڏهن ڪنهن سنڌيءَ هن مزوريءَ کي 'نيچ ڪم' چيو هوندو، ائين تون به چئي نه سگهندين. جيڪي هن ڪم مان تنگ ٿيندي به ان کي ٽا ڇڏين، اهو ثابت ٿو ڪري ته انهن کي بهتر ڪم ته ڇا، پر هن ڪم جي ڪڏهن جهڙو ڪم به ڪٿي نٿو ملي. حقيقت ۾ هن مل ۾ ايندائي آهي هوندا، جن کي بهتر ڪم نه ملندو هوندو. توهان ڇا ائين ٿا سمجهو ته بهتر ڪم ملڻ سان مان هيءَ مل ڇڏي نه ويندس؟ توهين سنڌين کي بدنام ڪريو ٿا، ليڪن سنڌين جي اصليت نٿا ڄاڻو."

هو چپ ٿي ويو، ۽ مون ائين سمجهيو، نظار صاحب هاڻ محسوس ڪرڻ لڳو هوندو، ته سنڌي به ڪا چيز ٿيندا آهن، ۽ اهي ڪنهن جو دم به منجهائي سگهندا آهن.

ان واقعي بعد، اسان ٻنهين جي وچ ۾ هفتو ڏيڍ ڪوئي وارتالاپ نه ٿيو. ڪڏهن ڪڏهن هو مون ڏانهن، اهڙيءَ نظر سان نهاريندو هو، ڄڻ مان هن تي ڪو وڏو ظلم ڪري رهيو هوس. هو بنا ٻڙڪ ٻولڻ جي اندرئي اندر ۾ پڙجي رهيو هو- شايد ڪو پنهنجائپ جو رشتو ناتو هو ۽ هن بغاوت ڪرڻ ٿي چاهي. مون سمجهيو ته هو منهنجي همدردي ۽ دلچسپي هٿ ڪرڻ لاءِ، اکين ۾ شڪايت جو رنگ ڀري، ڪنهن اڻ چاتل مظلوميت جو ڍونگ ڪري ٿو. ٻر هڪ سوال جو جواب ڳوليندي به پائي نه سگهيس، ته هن کي ڀلا ڪنهن جي همدرديءَ ۽ دلچسپيءَ جي ضرورت به ڪهڙي هئي. مان ڪو مل جو مالڪ يا مئنيجر، يا ڊپارٽمينٽ جو ڪوئي انچارج ڪونه هوس، جو ان لاءِ هو ڪنهن سوارٿ جو ناٽڪ رچي. مان ته هڪ رواجي ڪمي هوس.

ڏهين تاريخ، ويهن ڏينهن جو سٺ رپيا پگهار مليو. مان زندگيءَ جو پهريون پگهار پائي، ٿڪ پيو ڏيان. انهن رپين ۾ منهنجو خون پسينو ۽ نه معلوم ڪيترن اڌورن خوابن ۽ ڪلپنائن جي پورنتا ۽ رنگينين جون حسرتون هيون. مٺي ۾ سور جو بهانو ڪري، اڌ ڏينهن ڪٽ پگهار سان موڪل ورتي هيم. هڪ ٻئي سنڌيءَ به موڪل ورتي هئي. هن جون اکيون خراب ٿي ويون هيون. نظر ڪمزور ٿي ويئي هيس. ٻئي ڏينهن موڪل هيس، ۽ هي ٻيو ڏينهن وري پاڻ موڪل ورتي هئائين. هٿ ۾ چاليهه رپيا ۽ ڪجهه آنا هئس. مون ويٺي نوٽ ڳڻيا. نظار صاحب، اسان ٻنهي جي نزديڪ آيو. مان سُنهن ڦيري، نوٽ ٻٽوئين ۾، ۽ ٻٽوئون سوٽ جي پوئين کيسي ۾ وجهي، ٻنڇ پائي، سيٽي وڄائڻ لڳس.

نظار صاحب هن سنڌيءَ کي چوڻ لڳو، "پائي تون به آهين نئون، پگهار وٺي ٻاهر وڃين ٿو، مگر هڪ ڳالهه جو خيال رکج: اڄ ٻاهر خوب کيل هوندا- ڪهڙا کيل هوندا، سمجهين ٿو؟- 'چارسو بيسيءَ' جا. مان جڏهن نئون آيو هوس، تڏهن مان به ڦٻلجي ويو هوس."

مون پويان مڙي، نظار صاحب ڏانهن نهاريو.

"ڪهڙي چار سو بيسي؟" سنڌيءَ رومال سان اکيون اگهندي چيو.

"چڱو ٻڌ! پهرين مان توکي اها ڳالهه ٻڌائيندس، جا مون سان ٿي گذري هئي. اڄ کان پنج سال اڳي، مان جڏهن پهريون پگهار وٺي، مل کان ٻاهر نڪتس، تڏهن پنهنجي پاسي کان ٽن ڄڻن کي بحث ڪندو ڏٺم.

"هڪ ڄڻي زور سان چيو، 'مان چوان ٿو، عورت وڏي'.
"ٻئي ڄڻي چيو، 'مان چوان ٿو، جوا وڏي'.
"ٽئين ڄڻي چيو، 'مان چوان ٿو، شراب وڏو'.

”ڀورئين چيو، ’بس، خبر پئجي ويندي. بابوجي ٻڍهيل ڳڙهيل آدمي ٿو ڏسجي. پر بابوجي ٻي ٻڌائي!‘

”پوءِ هو منهنجي نزديڪ آيا. ڀورئين آدميءَ پڇيو، ’بابوجي، ٻڌايو، دنيا ۾ عورت وڏي چيز آهي، ڪين جوا يا شراب!‘

”مون چيو، ’ٻائي شراب ته مان پيان ڪونه. جوا کان به پري رهندو آهيان. شادي شده شريف آدمي آهيان. شريف آدميءَ لاءِ عورت ئي هڪ وڏي چيز آهي.‘

”جوا واري چيو، ’بابوجي! زندگي خود جوا جو کيل آهي. جو زندگيءَ ۾ جوا نٿو ڪري، سمجهو ته زندگيءَ سان چرچا ٿو ڪري.‘

”شراب واري چيو، ’وچ وچ! زندگي جوا جو کيل نه، ليڪن هڪ نشو آهي. ڪين بابوجي، ٺيڪ آهي نه! زندگي نشو آهي نه؟ آلبت نشي ۾ جوا جي ضرورت محسوس ٿيندي آهي. تنهنڪري دنيا ۾ ڀرين نشو وڏو ۽ پوءِ جوا!‘

”عورت پرست چيو، ’بلڪل سچي ڳالهه آهي: ڀرين نشو پوءِ جوا. ليڪن دنيا ۾ سچو نشو آهي؟ عورت! ڪينءَ بابوجي، مون کي ٻڌايو، مان ٺيڪ ٿو چوان نه؟ عورت هڪ نشو آهي نه! آها! آغوش ۾ عورت هجي، عورت جي. ڪاٻي ٻانهن منهنجي ڳلي ۾ هجي، ساڄي هٿ ۾ جام محبت هجيس، پوءِ ڀل ڪوئي اچي مون سان سڄي رات جوا ڪري‘.

”پوءِ ٽيڪ ڏيئي دوستن کي چيائين، ’بابوجيءَ ته آڄا صرف پنهنجي زال سان پيار ڪيو آهي. پنهنجي زال ڪڏهن به ڪولي پيار نه ڪندي آهي: چو ته ان کي باقي زندگيءَ جو به خيال رهندو آهي. سڀ هڪ وقت ڏيڻ سان هن وٽ مٺي رهندوئي ڇا؟ هڪ ٻي به ڳالهه آهي. پنهنجي زال، پنهنجي هٿ ڪري جلدي شرمائجي به ويندي آهي، ليڪن بازاري عورت...... جنهنجي هٿ ۾ جام محبت هجي، جنت جو تصور به پوءِ ڪو معلوم ٿئي!‘

”۽ پوءِ مون ڇا ڪيو، اهو نه ٻڌائڻ ٻي ضروري آهي. آڌي رات جو جڏهن گهر موٽيس، تڏهن خوب نشي ۾ هوس. سڀ کيسا خالي هئا. دل دماغ ۾ پتا، بوتلون ۽ هوءَ ’جم جم ٻاني‘ ڦري رهي هئي!“

ٿورو روڪجي چيائين، ”سڀ ماڻهوءَ کي ڇا ڇا نه ڪرڻ کپي، اهو ته سڀ ٻي ڄاڻن ٿا، ليڪن اُن تي هلي ڪير ٿو؟ اسين مزور آهيون. اسان کي ڪو سڻو سمجهي يا نه، پر اسان کي انهن چيزن کان دور رهڻو آهي - نه ان ڪري ته جيئن اسين سٺا بڻجون، پر ان ڪري جو انهن جي استعمال ڪرڻ سان، زماني جي بار کان ڇپو تي ويل پٽيءَ جو ڪنڊو مرڳوئي پڇاڻو پوندو سون. دنيا ۾ ڪجهه ڪرڻو آهي. شراب، جوا ۽ بازاري عورت، اسان جي ڪشمڪش جي آڏو ايندڙ پٿر آهن.“

مان ٻڌترو ۾ پئجي ويس ته مان ان کي هن جو ڍونگ سمجهان يا هن جي مهانتا. ڪو فيصلو ڪري نه سگهيس، ۽ پوءِ پدما جي ياد ايندي مشڪي ڏنم. مان سوچڻ لڳس،

"هڪ مزور جي ناتي، دنيا ۾ مون کي ڇا ڪرڻو آهي، اهو مان نٿو ڄاڻان. ليڪن شراب، جوا ۽ بازاري عورت، انهن جو منهنجي ڪنهن به جذبي سان ڪو واسطو ڪونهي، ۽ اهي 'چارسو بيس' مون کي ڇا بنائي سگهندا. مان انهن چارن ۾ ڦاسڻ وارو ڪونه آهيان. پدما جو پريم‌سنبند مون کي انهن ۾ ڦاسڻ نه ڏيندو. منهنجي هن پڳهار مان، پاپيءَ معرفت، وشنو ڀڳوان جي مورتيءَ تي پنجين آني جون ريوڙيون چڙهيون آهن. ٽن ننڍين پيرن کي لال ربينون، لال شيشي جون چوڙيون ۽ لال نيل-پالش جي شيشي ملڻي آهي. ننڍي ٻاڻ کي ته صرف هڪ ست-ڪلو بال کپي. ۽ پنهنجي بيڪار دوست سوهن کي...... پنجين پئسي وارو ليڊي لئر چروٽ، ٻه چانهه جا گلاس ۽ پنجين آني ۾ ريجينٽ ٽاڪيز ۾ هلندڙ بلمراءِ جي طنز ڀري فلم 'نوڪري'. ۽ پدما کي...؟ پدما چيو هو: "مان ڇا مٺائي کائي ڪنديس؟ اسڪولي ڏينهن ۾ هڪ دفعي مٺو پان آڇيو هيئي. بس، پڳهار تي هڪ پان کڻي کارائج!" مون چيو: 'نه نه، ائين ڪيئن، توکي ڪلياڻ مان گلن جو ويڻيون آڻي ڏيندس. ۽ هڪ عاج جو نيڪليس' ... هوءَ شرمائجي ويئي، ۽ مان سيٽيون وڄائيندو مل ڏانهن هليو آيو هوس. جتان آيو آهيان، اوڏانهن ئي ويندس؛ ان ڪري جوارين، شرابين، چارسو بيسين ڏانهن نه وڃي، سڌو گهر ئي ويندس.

مان ٻاهر ويس، مون کي ته ڪنهن به ڪونه ورايو. البت هڪ آدميءَ جو ٻئي آدميءَ کي ائين چوندو ٻڌم، "اڄ ڪلهه سونهن بلڪل سستي آهي، ڪٿي ته......" مگر مون اک کڻي اوڏانهن نهاريو به ڪونه. اِن ڳالهه کي خيال ۾ رکي، نظام صاحب جي ڳالهين تي سوچيم، 'ائين به نه'. منهنجي دل دماغ جي ذهن ۾ ريوڙيون، لال ربينون، لال چوڙيون، لال نيل پالش، ست ڪلو بال، ليڊي لئر چروٽ، چانهه، مٺائي، پان، ويڻيون نيڪليس، بلمراءِ جي 'نوڪري' ۽ نه معلوم ڇا ڇا ڦري رهيو هو. ڇٽي چڪو آهيان، اڄ، جو ڪجهه مون کي مليو هو، ان ۾ منهنجو خون پسينو، انيڪ اڌورن خوابن جي پورنتا ۽ ڪلپنائن جي رنگينين جون حسرتون هيون.

هفتو ڏيڍ گذريو.

وري هڪ ڏينهن ڪئنٽين ۾ سنڌين جي ڳالهه نڪتي. هڪڙو مهاشيه غصي ۾ اچي، ائين به چوڻ لڳو ته سنڌي مزور ٿيڻ جي لائق به نه آهن. انهن کي کپي ته نوڪريون ڪن، چپڙاسيون ڪن، گاڏيءَ ۾ ٽڪيٽون وڪڻن، مگر مل ۾ مزوري نه ڪن. ڇو؟ ڇو ته هو عيش پسند آهن. هڪ هڪ راجڪپور ۽ دليپ‌ڪمار آهي. ڪپڙا ڏسون، وارن جي بناوٽ ڏسون، خرچ ڏسون، لچڪئو بدن ڏسون، پاڻ کي ڪنهن راجڪمار کان گهٽ سمجهن به ڪونه؛ ڦرين ته ملن ۾ اچن ڪونه، اچن ته رهن ڪونه، وڃن ته موڪلائين ڪونه!"

مان چپ هوس. ڇا چوان! اجان به ڪيترا سنڌي اهڙا مل ۾ هئا، جي ان پلي ماڻس کان به جهونا هئا، ۽ جا سيني کي خبر هئي. نظام صاحب سون ڏانهن نهاري مشڪي ڏنو.

۽ مون، سوٽ ۾، ڪيسي مان ڦوٽو ڪڍي، وارن ۾ ڳل ڦل ٽاهي، سوٽ جا پانچا مٿي ڪري چڙهيا، ۽ پوءِ سيٽي وڄائيندو، "آواره هون - آواره هون" ڳائيندو ڪئنٽين کان ٻاهر نڪري ويس.

ٻاهر هڪ آدمي، چاڪ جو هڪڙو ٽڪرو هٿ ۾ نچائيندو، هڪ ٻئي مزور کي چوندو آيو، "سنڌي ته هڙ جڳهه آهن؛ ڪٿي نه آهن؟ ليڪن بري عادت آهي انهن ۾. هو ٻاڻ کان وڏيڪ ڪنهن کي سمجهن ئي ڪونه، اها وڏائي الائي ڇو اٿن! هتي ئي ڏس، ٻاڻ ۾ ئي پيا ڳڙجندا مسجندا، ڪلندا ٽهڪ ڏيندا، پر اسان طرف اک کڻي نهاريندا به ڪونه!" اوچتو هٿ مان چاڪ ڇڏائي ويس. هن چاڪ کنيو ڪونه، ويندو رهيو. مون ڀڳل چاڪ جو ٽڪرو کنيو، خيال آيم، ته ڀت تي لکي ڇڏيان: "سنڌي زنده باد!" پر پوءِ خيال آيم، هتي آفيس جي ڀت تي لکڻ ٺيڪ نه ٿيندو. ڪئنٽين ٺيڪ ٿيندي. پر ڪئنٽين ۾ لکي ڪير سگهبو؟ هيترا ماڻهو جو هوندا. باٿ روم ٺيڪ ٿيندي. ها، ها، باٿ روم ٺيڪ ٿيندي. مان سڌو شاهي باٿ روم ۾ هليو ويس. ڪوئي هو ڪونه، مون تڪڙ ۾ وڏن اکرن ۾ لکيو. "سنڌي زنده باد!" پر دل کي تسڪين نه ملي. مون اِن کي ڊاهي ۽ لکيو، "سنڌي مزور زنده باد!" پر اِن مان به تسڪين نه ملي. صرف سنڌي ڇو زنده باد؟ مون ان کي به ڊاهي ۽ پوءِ وري آن لال ڀت تي لکيم، "سنڌي مرهٽا مزور زنده باد!" اچانڪ ڪنهن جي اچڻ جي آهٽ آئي. نه معلوم ڇو مان گهٻرائجي ويس. مون يڪدم آن کي ڊاهي ڇڏيو، ۽ پوءِ ٻاٿ‌روم جي نلڪي ڏانهن وڌيس، قدم ڪنيم مس، جو نظام صاحب تي نظر پئي. مان هڪو ٻڪو ٿي ويس. منهنجي هٿ ۾ چاڪ هو. پڇيائين، "ڇا لکي رهيو هئين؟"

مون ڪو به جواب نه ڏنو.

"ڪنهن جي تصوير ڪڍي رهيو هئين؟"

"مان چترڪار ڪونه آهيان."

"تڏهن ڇا پنهنجو نالو لکي رهيو هئين؟"

"مون کي پنهنجي نالي لکڻ جو شوق ڪونهي."

"تڏهن ڇا لکي رهيو هئين؟"

مون ٿوري غصي ۾ چيو، "نظام صاحب، هيءَ اسپنگ ڊپارٽمينٽ ڪانهي، جو مان ٻاڻ کي هر سوال جو جواب ڏيڻ لاءِ ٻڌل رکان. توهان ڪٿي ائين سمجهو ته مان توهان جي نالي سان، توهان جي ئي تصوير ڪڍي رهيو هوس!"

"تون ڇا مون کي برو آدمي ٿو سمجهين!" هن اهي لفظ بيحد ڏک ڀرئي جذبي سان چيا.

مون چيو، "جنهن سان منهنجو ڪوئي واسطو نه هوندو آهي، ان لاءِ برو ڀلو سوچڻ سمجهڻ منهنجي فطرت نه آهي."

"تنهنجو ڇا مون سان ڪوئي واسطو ڪونهي؟"

"تون منهنجو ٿين ڪير- توسان منهنجو واسطو هجي به ڇو؟"

"تہ ڪڏهن ڪڏهن مان تولاءِ 'توهان' نہ 'تون' آهيان- خوب خوب!"

مان عجب ۾ پئجي ويس.

"هڪ ڀيري- هڪ ديوار تي تو ٽوڙي ڇڏي دوست."

مون خفي ٿي چيو، "تون ڪير ٿو ڪائين؟ توکي اهو ڄاڻو هو تہ مون ڀت تي ڇا ٿي لکيو؟ اڄ وٽ، ڪن ڪولي ڀڏا! مون هن ڀت تي لکڻ ٿي چاهيو تہ 'سنڌي مرهٽا مزور زنده باد'- چاهيو ڇا ٿي، لکيم بہ!"

"پوءِ ڊائي ڇو؟"

مان ڪوبہ جواب ڏيئي نہ سگهيس.

"اهو تہ هڪ سٺو نعرو آهي. سنڌين ۽ مرهٽن جي ڀڏيءَ جو نعرو آهي. مزور ڀڏيءَ ۾ هجن، دنيا ۾ ان کان وڌيڪ دلچسپ ڳالهہ ٻي ٿي بہ ڪهڙي سگهي ٿي! پر، دوست، ڇا صرف سنڌي مرهٽا مزور زنده باد؟ ڀيا نہ؟ ڇا صرف سنڌي ۽ مرهٽائي مزور ٿيندا آهن؟ مان هڪ ڳالهہ چوان دوست، آسين خود ڪي ڪٿي ڇا بہ سمجهون، پر جتي مزورن جو سوال آهي، آسين سڀ هڪ آهيون. آتي اسان جو ڪوئي ڌرم، ڪوئي مذهب، ڪائي ذات نہ هوندي. مشين ۾ هٿ پئجي وڃڻ سان، مشين اهو ڪانہ پڇندي، "سنڌي آهين يا مرهٽو آهين- هندو آهين يا مسلمان آهين؟" مزور جيڪو بہ هوندو، مشين هٿ ڪٽي ٿي ڪنديس، ۽ هي سرمائيدار آهڙين مشينن جا اِنساني روپ آهن. مشين ۽ سرمائيدارن لاءِ اسين صرف مزور آهيون، ۽ مزور رهي ٿي اِنهن کي منهن ڏيڻو آهي. ڪنهن رواجي ڳالهہ تي، جي توکي مل مان ڪڍي ڇڏين، آسين اِئين چپ رهڻ وارا ڪونہ آهيون: "جاني دو- سنڌي آهي."

آسين تو لاءِ لڙنداسين. ڇو تہ اسين سڀ هڪ آهيون. اسين پاڻ لاءِ لڙنداسين ۽ لوڻ ٽي گهرجي. اسين جي نہ لڙنداسين، تہ هي اسان جو خون بہ پي ويندا- جيئن پيئندا رهيا آهن. تہ دوست، اسان کي پنهنجي خون لاءِ، اِنهن ويڄن، پيدن، تفاوتن، ونجوڳن، ڏڦيڙن سڀني کي پنهنجي دل دماغ ۽ زندگيءَ جي هر هنڌ سنڌ مان ڪڍڻو پوندو!"

مان چپ چاپ هن جو منهن تڪيندو رهيس.

هو هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ گينديءَ ڏانهن وڌيو.

۽ مون ساڳ ساڻ ۾ لال ڀت تي لکي ڇڏيو-

"اسين مزور زنده باد! اسين سڀ پورهيت زنده باد!"



جگديش ايس. لڄاڻي

# لڙڪن جي لڙي

موهن اچي ڪري، ڄڻ گويا شيلوءَ جي ڪنبندڙ روح ۾ ڏيئي جي جهڪي ٽمندڙ روشنيءَ کي هڪ دفعو وري روشن ڪيو. ڪيترا سبب هئا جنهن ڪري شيلوءَ اڃان ماءُ بڻجڻ نه ٿي چاهيو...... ان ڪري نه ته هن کي شاديءَ کان فقط ٻه سال ٿيا هئا، ۽ نه ان ڪري ته ماءُ بڻجڻ وقت گهٽ ۾ گهٽ ڪجهه وقت لاءِ هن کي ماستري ڇڏڻي ٿي پئي- پر........ ڪهڙو فائدو هاڻي اِنهيءَ سڀ سوچڻ مان؟ هاڻي اچي ڪري، موهن ڄڻ گويا هن جي جيون جي ڌارا کي ٿي اُلٽي ڇڏيو.........

جڏهن موهن ڄائو، تڏهن شيلوءَ ٽڪ ٽڪي لڳائي ان ڏانهن نهاريو... ڄڻ گويا هوءَ ائين سوچي رهي هئي ته ڪيس پيار ڏئي يا نفرت! پر نه معلوم سندس هردي جي ڪهڙيءَ ڪنڊ ۾ لڪل ماءُ جي پيار اچي ڪري ان جي آشنڪا جي پل ٽوڙي ان ۾ اهڙو ته جوش پيدا ڪيو، جو هن هرهر موهن کي چمي ڪري پنهنجي ڇاتيءَ سان ٿي لڳايو. هن جي اکين مان لڙڪن جو لڙيون وهڻ لڳيون. پر هن جي انهيءَ ڀاونا گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪيو. اڪثر جڏهن هوءَ آن جي ۽ پنهنجي مستقبل جي باري ۾ سوچڻ شروع ڪندي هئي، ته هن کي موهن تي ڏاڍو غصو ايندو هو. پر جڏهن موهن کلندو، ڪڏندو هن جي سامهون ايندو هو، ته هڪ ئي نظر سان سندس سڄي نفرت ۽ غصو ڪافور ٿي ويندو هو.

جيئن جيئن موهن وڏو ٿيڻ لڳو، تيئن تيئن هن شيلوءَ لاءِ نه، پر سڄي پاڙي لاءِ مصيبت کڙي ڪري ڇڏي؛ پاڙي جا ٻار ته ڪانئس ڊڄندا هئا، پر انهن جا مائٽ به ڪيس ڪجهه چئي نه سگهندا هئا.........

هڪ دفعي هڪ پاڙي پنهنجي پلاند ۾ شيشي جا ٽڪر کڻي آئي، ۽ اهي شيلوءَ کي ڏيکاريندي چيائين، "ڏس ڀيڻ! هي گلاس مون اڃان ڪلهه ئي ته بزار مان گهرايو هو، ۽ تنهنجي لاڏلي هينئر ئي هن کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو!" پاڙيءَ جي ڳالهه پوري به ڪانه ٿي ته موهن وراڻيو، "ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه، امان! پاڻ ئي ته چيائين ته هيءُ 'نه ڀڄڻ وارو ڪانچ' آهي! ٻوءِ مون آزمايو، ته ڀڄي پيو! هاڻي توهان ئي ٻڌايو امان، ته هوءَ ڪوڙو ڪانچ وٺي ڇو آئي؟" شيلوءَ دل ئي دل ۾ مشڪيو، ۽ پاڙي واريءَ کي ٻئي گلاس آڻي ڏيڻ جو آٿت ڏيئي، روانو ڪيو.

ٻڍيءَ کي وٺي اچان ٻنج منٽ ٻہ نہ ٿيا هئا، تہ آئن ڪپڙن سميت اندر اچي هڪ نوجوان دوشيزه چيو، "ڏس مائي! تنهنجي سپوت منهنجو دلو ڀڃي وڌو. چئي رهيو هو تہ 'جڏهن سڀني جڳهن تي پائيءَ جا پائيپ پيا وهن، تہ پوءِ هيءَ بيوقوفي ڇا لاءِ؟'"
شيلوءَ آيل دوشيزه کان معافي ورتي، ۽ دلي جا پئسا ڏيئي، هن کي جلدي گهر ڀڄي، ڪپڙن بدلائڻ لاءِ وينتي ڪئي.

هن جي وڃڻ کان پوءِ، شيلو سوهن جي اوسيڙي ۾ دروازي ڏانهن نهاري رهي هئي، تہ ايتري ۾ هڪ اڌوڙوٽ عورت پاڻ سان گڏ ڇهن پنجن سالن جي ٻار کي وٺي اندر داخل ٿي. ٻار جا سڀ ڪپڙا آلا هئا. اندر اچي هن پنهنجا ڳوڙها اگهندي چيو، "ڏس پيڻ! پنهنجي پٽ جا لڇڻ! هن ويچاري کي تلاءَ ۾ ڌڪو ڏنائين. اها تہ ايشور جي ڪرپا هئي، جو هڪ لانگهائوءَ جلدي اچي هن کي بچايو. جي هن کي ڪجهہ ٿي پوي ها، تہ ........؟"
شيلو ان جو جواب ڏيئي ٿي ڏيئي، تنهن وچ ۾ سوهن اچي ڪري چيو، "ڀلا تون ٿي سوچ امان، جيڪڏهن ڪوئي ترڻ نٿو ڄاڻي تہ ملڪ ۾ ٻوڏ اچڻ وقت يا ٻيڙيءَ جي ٻڏي وڃڻ وقت پنهنجو بچاءَ ڪيئن ڪندو! مان چاهيان ٿو تہ ملڪ جو هڪ هڪ ٻار ترڻ سکي. هن بيوقوف کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ ئي نہ پئي آئي. ان ڪري مون هن کي سبق سيکارڻ لاءِ پنهنجو هٿ هلايو!"
"۽ هن جي جان هلي وڃي ها تہ"؟ شيلوءَ گرجندي سوال ڪيو.
"تہ ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ؟ نہ ترڻ ڄاڻڻ وارو هميشه ٻڏندو ئي آهي. ان کي ٻڏڻ ئي کپي!" اهو چئي، هو لاپرواهيءَ سان ٻاهر نڪري ويو.
شيلوءَ، ڇوڪر کي ڪنمٽڙا ۽ بسڪوٽ ڏيئي، ۽ ان آيل اڌوڙوٽ عورت کان معافي وٺي، پنهنجي جند آجي ڪئي.
اهڙيءَ طرح روز شيلوءَ کي اهڙن ڪيترن مسئلن سان ٻار لنگهڻو پوندو هو. هوءَ سوچي ئي نہ سگهندي هئي تہ هن کي آخر ڇا ڪرڻ گهرجي! هن جا سوچيل سڀئي رستا بيڪار ثابت ٿيا. ڊيڄارڻ، ڌمڪائڻ ۽ مارڻ جو سوهن تي ڪوبہ اثر نہ ٿيو. ڪيترا دفعا شيلوءَ هن کي ماني نہ ڏني، تہ هو بنا کائڻ جي ئي سمهي پيو، ۽ صبح جو اٿي بنا ڪجهہ کاڌي پيتي پنهنجي شرارتن جي ڊيوٽيءَ تي هليو ويندو هو. ان سان شيلوءَ جي پريشان جيون ۾ پريشاني اڃان بہ وڌي ويندي هئي.
ماءُ ۽ پيءُ وٽان سوهن کي ڪنهن جو بہ پيار حاصل نہ ٿيو هو... ملي هيس نفرت سان پربل ترسڪار ۽ ترسڪار سان ڀريل نفرت... شايد ان ڪري ئي هو ايترو نڊر ٿي پيو هو...

( ٢ )

سنان ڪرائي، شيلوءَ سوهن کي پائوڊر لڳايو ۽ چيائين، "وڃ، جلدي وڃي ڪپڙا پاءِ."
سوهن بنا ڪجهہ چوڻ جي اٿيو، ۽ نڪر، هافشرٽ، جوراب ۽ بوٽ کڻي شيلوءَ جي پرسان ڪڻي رکيائين، ۽ هن ڏانهن منتظر نگاهن سان نهارڻ لڳو.

ٿوري وقت نفرت جي نوع ۾ شيلوءَ ان ڏانهن نهاريو، ۽ پوءِ خارن ۾ چيائين، "اگهاڙو ڇو بيٺو آهين؟ ڪپڙا نه پائيندين؟"

"تون ڪٿي پاءِ." پيار ڀرئي نوع ۾ سوهن ورائيو.

"هيڏو سارو ڳڌهه ٿي ويو آهين، ۽ اڃا ڪپڙن پائڻ جو عقل به نه سکيو آهين!" شيلوءَ شوخ ٿيندي چيو.

"تو ڳڌهه ڇو چئيو، امان؟" سوهن سهج ڀاءَ ۾ سوال ڪيو.

اهو ٻڌي شيلوءَ ڪان ڪل نڪري ويئي، ۽ سوهن کي ٻانهن کان ڇڪي ڪرسيءَ تي ويهاريندي، چيائين، "چڱو بابا، توئي ڪٺيو ۽ مون ئي هاريو. چڱو هاڻي پاءِ ڪپڙا."

ماءُ جي ڇاتيءَ سان لڳي، پنهنجيون ننهيون ۽ معصوم ٻانهون ماءُ جي ڳلي ۾ وجهي، سوهن ڏيمي آواز ۾ چيو، "سنهنجي سٺي امان، تون ڪيتري نه سٺي آهين! ها، امان، تون اڃان به وڌيڪ سٺي هجين ها!"

شيلوءَ سوهن ڏانهن نهاريو، هو شرارت سان مشڪي رهيو هو. جڏهن ئي شيلوءَ هن کي ساڄي پير جو جوراب پائڻ ٿي چاهيو، ته هن ساڄي پير جي بدران کاٻو پير ڪٿي اڳيان وڌايس. شيلوءَ خفي ٿي، اهو جوراب ڪٺي ساڄي پير ۾ پاتس، ۽ سوهن بناوتي غصو ڏيکاريندي چيو، "او امان! تون ڪيتري نه جهنگلي آهين. ڇا ڀلا کاٻي پير جو جوراب به ساڄي پير ۾ پائبو آهي؟"

شيلو خفي ٿي اٿڻ لڳي، ته سوهن ماءُ جي ساڙهيءَ جو پلاند پڪڙي هن کي ويهاريندي چيو، "چڱو، معاف ڪر امان، اڄ کان وٺي وري شرارت نه ڪندس. سهنجي سٺي امان!"

شيلو ويهي رهي، ۽ هن کي ڪپڙا پاتائين. سوهن پنهنجيون معصوم ٻانهون ماءُ جي ڳلي ۾ وجهندي، پريل آواز ۾ چيو، "تون مون کي پسند نه ٿي ڪرين نه، امان؟ تون مون کي پيار ڇو نه ٿي ڪرين، امان؟"

شيلوءَ وري خفي ٿي، سوهن طرف نهاريو، پر هن جي منهن تي شرارت نه هئي. هن جي اکين مان ڳوڙهن جي ڌارا وهي رهي هئي... هوءَ ڪجهه چوندي چوندي رڪجي ويئي. ڳوڙهن سان ڀريل اکيون ڪٺي سوهن هن ڏانهن نهاريو، ۽ وري پنهنجون سنهڙيون ۽ معصوم ٻانهون ماءُ جي ڳلي ۾ وجهي ۽ هن جي ڇاتيءَ سان چنبڙي روئڻ لڳو. ڪجهه وقت لاءِ شيلو ٻڻ خفي ٿي، پر وري هن کي زور سان ڇاتيءَ سان لڳائي پاڻ به روئڻ لڳي.

ٿوري وقت کان پوءِ، شيلوءَ سوهن جا ڳوڙها اگهيا ۽ پڇيائين "ڇوڙي، اڄ وري توکي هي پيار ۽ سمجهه ڪٿان اچي ويئي؟ تو ڪيئن سمجهيو ته مان توکي نٿي چاهيان؟ پيار نٿي ڪريان؟"

سوهن شيلوءَ جي اکين ۾ اکيون ملائيندي ورائيو، "ڪالهه رات جڏهن تنهنجو بابا سان جهڳڙو ٿيو، ته مان اکيون ٻوٽي سڀ ڪجهه ٻڌي رهيو هوس. تو ڪين چيو هو ته جي هي ڇوڪر نه ڄمي ها، ته ڪڏهوڪو مان هتان هلي وڃان ها. آئنجي ڪيئن هيءَ

بدنصيب اڄي منهنجي ٻڌ پيو آهي!‘ جي منهنجي هلي وڃڻ ۾ تنهنجي مصيبت دور ٿئي، ته امان، مان هينئر هليو ويندس، پري، تمام پري ......... ايترو پري، جو تنهنجي سڏ ڪرڻ تي به ڪڏهن نه موٽندس!“

هن دفعي شيلوءَ جو سڄو شرير چورچور ٿيڻ لڳو. گويا ائين معلوم ٿي رهيو هو ته سندس رت جسم اندرئي ڄمي برف ٿي ويندو.

سوهن وري پيو تير ڇوڙيو: ”سچ ٻڌاءِ امان، آخر هوءَ ڪهڙي عورت آهي جنهن باهوءَ کي پنهنجي جار ۾ ڦاسايو آهي، ۽ توکان ڪسي ورتو اٿس؟“

اهو ٻڌي، شيلوءَ جو وات ڦاٽي ويو. پر هوءَ هن کي ڇا ٻڌائي. چيائين، ”چڱو وڃي راند ڪر. جڏهن ڪاڏو تيار ٿي ويندو، ته ڪوٺيندين ساڻءِ. وري جهيڙو جهٽو نه ڪج!“

”چڱو“ چئي، سوهن ڊڪو ساهه پري، ٻاهر نڪري ويو.

در وٽ وڃي، سوهن بيهي رهيو. ڇو ته هن اندر ڪنهن جي وڙهڻ جو آواز ٻڌو. هن کي سمجهڻ ۾ دير نه لڳي ته اندر ڪير وڙهي رهيا آهن. پٽس غصي ۾ چئي رهيو هو: ”هن کي چڱيءَ طرح سمجهائي ڇڏ. جيڪڏهن هو هرروز اهڙيون شرارتون ڪندو رهندو، ته مان ڪيس گهر مان ڪڍي ڇڏيندس.“

ماڻس غصي ۾ ورائيو: ”پر هن جي برن لڇڻن لاءِ جوابدار ڪير آهي؟ مان هن کي ماري ٽڪجي پيئي آهيان. آخر هن جي جان ته نٿي وٺي سگهان.“

”چڱو، هاڻي مان ڏسندس ته هو ڪيئن اهي شرارتون بند نه ٿو ڪري!“ اهو چئي، سوهن جو پيءُ ٻاهر نڪري ويو.

سوهن چپ چاپ در جي پوئتان لڪي بيهي رهيو. جڏهن سندس پيءُ هليو ويو، ته هن ڊيري ڊيري ڪمري ۾ پرويش ڪيو. هن ڏٺو ته سندس ماءُ جي اکين مان لوڪن جون لڙيون وهي رهيون هيون. هن ماءُ جي اڳيان ويندي چيو، ”مون کي معاف ڪر امان! مان اڳتي ائين ڪڏهن نه ڪندس.“ پر شيلوءَ ان جو ڪوبه جواب نه ڏنو. ۽ هوءَ ٻئي ڪمري ۾ هلي وئي.

سوهن پيو ٻهالو ٿوليو. هن ماءُ جي پرسان وڃي ڪري چيو، ”امان، مون کي ڏاڍي بک لڳي آهي. ڪجهه کائڻ لاءِ ته ڏي!“ پر هن دفعي به شيلوءَ ڪوبه جواب نه ڏنو. رڳو هڪ دفعو نفرت سان هن ڏانهن نهاري ٻاهر نڪري وئي. سوهن ٿورو وقت بيهي رهيو...... ڪجهه سوچڻ لڳو، ۽ پوءِ نه معلوم ڇا سوچي، ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو.

( ٣ )

ان رات شيلوءَ به روٽي نه کاڌي. هن کي ننڊ به نه آئي. سوهن جو پيءُ ته ڪيتري وقت کان گهر ۾ سمهڻ ئي ڇڏي ڏنو هو. ان ڪري هوءَ سڄي رات بستري تي پاسا بدلائيندي رهي. سوچيندي رهي پنهنجي باري ۾ ...... سوهن جي باري ۾ .........

........ ۽ رات گذرندي رهي.

........ هوءَ لڙڪ وهائيندي رهي.

........ هن جي اکين مان آنسون نڪرندا رهيا.

اهڙيءَ طرح سوچيندي سوچيندي رات به گذري وئي. جڏهن هن پنهنجي سامهون مڙس کي ڏٺو، ته هن جو چرڪ نڪري ويو. گويا ائين معلوم ٿي رهيو هو ته ڪو خوفناڪ سپنو ڏٺو هجيس. جڏهن سندس پتيءَ هن جي منهن ۾ ڪو به تفاوت نه ڏٺو، ته هن خفي ٿي چيو، "ايتري روشني ٿي وئي آهي ۽ اڃان تون بجلي ٻاري پلنگ تي ويٺي آهين."

"هان!" هن چرڪ ڀري پنهنجي چوطرف نهاريو.

هوءَ ڪجهه جواب ڏئي ئي ڏئي، تنهن کان اڳ سندس مڙس ٻوٿي نهاري، ڪنهن اجنبي شخص کي اشارو ڪيو.

اشارو ڏسي، هڪ اجنبي شخص ڪپڙي ۾ ويڙهيل ڪنهن شي کي ٻنهي ٻانهن ۾ کڻي اندر داخل ٿيو، ۽ ان کي شيلوءَ جي پرسان رکي ڇڏيائين.

شيلوءَ عجب ۾ پنجي چيو، "هي ڇا آهي؟"

هن جي مڙس پنهنجو ڪنڌ کڻي هيٺ ڪيو. هن جي اکين ۾ آنسون نه هئا ته به سندس منهن تي غمگينيءَ جا آثار چٽا نظر اچي رهيا هئا.

شيلوءَ وري ڪاوڙجي پڇيو، "هي ڇا آهي؟ ٻڌائين ڇو نه ٿو؟"

هن دفعي مڙس سون‌ورت ٽوڙيو ۽ ڏڪندي چيائين، "موهن جو لاش! اڄ صبح هن کي پوليس تلاءَ مان لڌهندو ڪڍيو."

شيلوءَ جي منهن مان هڪ زوردار رڙ نڪري وئي - "هاءِ! منهنجا ٻچڙا توهي ڇا ڪري ڇڏيو!" چوندي هوءَ اُن جي مٿان ڪري پيئي ........



"بشير" موريائي

# ٽِڪري

ڏتي ڪٻڙي جو سينهو لاهي سٽي تي رکيو، ۽ ان تي ڇپو رکي، تاجوءَ جي جوٽا واريءَ ٽِڪريءَ ڏانهن هلڻ لڳو.

ٽِڪريءَ جو اڌ حصو کليل ميدان هو. ڪٿي ڪٿي ٻڪين سرن جا ڪُنڊا ٿهيل هئا، جن ۾ نم جون ڇڪيون لڳايون ويٺون هيون. هڪ ڪَنڌيءَ جو وڻ هو ۽ ٻيو ڳداموڙيءَ جو، جن هيٺان ڪتون ٻيٺون ٿي رهنديون هيون.

ٻئي اڌ حصي ۾ هِڪَ ته وڏي در واري ڪوٺي هئي، جتي سياري جي راتين ۾ جوٽا ٻڌندي هئي. انهيءَ ڪوٺيءَ سان لڳ ٻي ننڍڙي ڪوٺي به هئي، جتي ٻاٺيءَ جو نل لڳل هو. هڪ ننڍڙو باغ به هو. هڪ ٻه ڪجيءَ جا ننڍا وڻ، هڪڙي ٿئين ٻير، ڪجهه وليون ۽ ٿوري ڇپر- ڏينهن جو آتي جي چانوري ۾ جوٽا لڳندي هئي. چوڏاري ڪنب جو لوڙهو ڏنل هو، جنهن جي مٿان ڪنڊا ۽ ٻٽوڙا ڇماڻي رکيا ويا هئا. لوڙهي جي دڳ وارين ٻن ڪُنڊن تي سدائين ٻه ڀهريدار بيٺا هوندا هئا.

ڏتو ڇپو کڻي ٽڪريءَ ۾ پهتو. ان وقت سج لهڻ جا سانباها ڪري رهيو هو، ۽ زرد ٽيل اُس شهر جي اوڀر واري حصي جي گهرن تي پويان پساهه کڻي رهي هئي. ڏتي ڇپو موڙي تي رکيو ۽ پنهنجي ويهڻ لاءِ سراٽو ڳولڻ لڳو.

"بَسِ، هي سراٽا روز روز الائي ڪهڙو ...... ٿو کڻي وڃي. روز ٿو ٻاهرون کڻي اچان، ٻئي ڏينهن ڏس ته ٿهي ئي نه!"

هو ٻڻ ٻڻ ڪندو رهيو. نيٺ ٻاهران هڪ ٻڪي سر کڻي آيو ۽ اُن تي ويهي "آ ڳل چڪا" ۽ "تري" جا آواز ٻڌڻ لڳو. هو ڪن خيالن ۾ محو ويٺو رهيو. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن جوٽاريءَ وڏو داءُ ٻئي ڪنيو، ته واڪا ٻئي ڪيائين. ڏتي جو چرڪ نڪري ٿي ويو. هر داءُ ڪٽندڙ هن کي وڏي واڪي ٻئي سڏيو:

"چاچا ڏتا! آني جا چولا ته کڻي آءُ."

"چاچا ڏتا، ٻين آني کن جا چولا ۽ ٻه ڍٻلان. رس موڙي سرس آڻجانءِ!"

سج لهندي لهندي ڏتي جو مال کپي ويو. هن خالي ڇپو اندرئين ڪوٺيءَ ۾ رکيو، ۽ سانجهيءَ جي نماز پڙهڻ لاءِ پر واريءَ مسجد ڏانهن هليو ويو. ڏتو روزانو نيراني

بازار مان ڏيلون، ڇٽا ۽ ستند آهر پڌاٽا ۽ ڪچالو وٺي ايندو هو. اڌ ڏينهن تائين مال تيار ڪري، منجهند آيندي ئي هو ڇپو ڪٽي نڪرندو هو. پهرياڻين هو ڪن گهٽين ۾ ويندو هو، يا غريب پاڙن ڏانهن. ٻارن ۽ زالن کي ڇهريون ڇيزون گهٽو ڪري وٺنديون آهن، تنهنڪري هو گهر گهر اڳيان هوڪو ڏيندو ويندو هو:

"چولا ڏيل ...... گرم چولا ڏيل!"

ٻار "ٻائي! ٻائي!" پڪاريندا، پنسا هٿڙن ۾ جهلي، گهرن مان نڪرندا ايندا هئا. ڪن گهرن جي درن کي ڏنل ٽپڙيون لڏڻ لڳنديون هيون، ۽ انهن پٺيان ڇر ۾ پيدا ٿيندي هئي. ڪانچ جي ڪنگڻين سان جهنجهيل ڪرايون ۽ اڇا هٿڙ ٻاهر نڪرندا هئا ۽ چولا ڏيل وٺي جهٽ اندر ٿي ويندا هئا.

پوياڙيءَ مهل ڏتو تاجوءَ جي ٽڪريءَ ڏانهن رخ رکندو هو. رهيل کهيل مال اتي نيڪال ڪري، سانجهيءَ جي نماز پڙ واريءَ مسجد ۾ پڙهي گهر ورندو هو. اهو ڏتي جي روزانيءَ زندگيءَ جو معمول هو.

سرءُ جي مند هئي. شام اداس هئي. ڏتو مايوس پئي ڏٺو. ڇپو ٽورو پريان رکيو هوس، ۽ سندس ساڄي پاسي جوئاگرن جو ٽولو خاموش ويٺو هو. جوئا بند هئي. پڌڻ ۾ آيس ته اهو سٽي پوليس انسپيڪٽر جنهن کي ٽڪريءَ طرفان مهني سر پٽڌي رقم روڪڙ ملندي هئي، بدلي ٿي ويو هو، ۽ جيڪو نئون ماڻهو ان جي جاءِ تي آيو هو، سو سخت هو.

تاجو، ٽڪريءَ جو مالڪ، رکي رکي هٿ مهٽي رهيو هو. اڄ نال جو نه مليو هوس! هڪڙو جوئاري چوڻ لڳس، "چاچا تاجل! ڀلا چو نه انهيءَ نئين آفيسر سان ملي ڏسجي."

"سڀ آفيسر هڪجهڙا ٿوروئي هوندا آهن! ڏاڍو سخت ٿو ڀڌجي."

"جهڪي ويهه! پنسي اڳيان هرڪو ٻاٽي ٿيو پوي. اڄ رات ٿي دستي ڪٽي، الاهي توهار ڪر. ڏس ته منٽن ۾ ڪم ٿو راس ٿئي نه!"

ٻئي جوئاريءَ، ٻيانيءَ سان زمين ۾ سوراخ ڪندي، ڪنڌ لوڏ ڪري هن جي تائيد ڪئي.

"هتي ڪاروبار بند رهي ته ڪيستائين رهندو؟"

"اهائي ته ڳالهه آهي،" تاجوءَ چيو. "ڇگو رکو مولا تي، رات وٽس وڃبو."

ان بعد سڀني تيار ٿيل "ڦُلُ" سان سوٽا هڻڻ شروع ڪيا.

ڏتو ته ڪنهن دنيا ئي ٻيءَ ۾ هو. سوچي رهيو هو، 'ورندي سرءُ اچي سهڙي، ۾ پاڻ جو ناسور نه لٿو!'

هن جو نوجوان پاءُ رمضو آسڪيري جو ڪم ڪندو هو. گذريل سال هڪ ماڙي ٺاهيندي گوءِ اچي هيٺ پيئي. هڪ مزور آڌٽ سري ويو. ڪن استن کي ڏڪ لڳا. رمضو به انهن مان هڪڙو هو. هن کي ساڄي پير ۾ پڪيءَ سر جي هڪ ڇٽري ڇپي وئي. زخم ٿيو جنهن پوءِ ناسور جي صورت ورتي. علاج ٿيا؛ شاديءَ لاءِ جيڪي پنسا ڪٺا ڪيا هئائين،

خرچ ٿي ويا. ڏتي جي گهر واريءَ جا زيور ۽ نقدي ڊاڪٽرن، حڪيمن ۽ جراحن جي کيسن ۾ هلي ويا، پر رمضو ڪٿ داخل نه ٿي رهيو. ڏتو پنهنجي مٽي تي ڇپيءَ سان ڳنڍ ٻاءَ جي بيماريءَ جو غم به ڪٽي، گهٽيءَ گهٽيءَ گهمندو رهيو.

ڏتو انهن ويچارن جي وهڪري ۾ وهي رهيو، ته هن کي ڪجهه بيزاريءَ جو احساس ٿيو. آخر هو لاچار، ٻاءَ لاءِ ڪري به ته ڪري ڇا! دوائون دعائون سڀ بيڪار ثابت ٿيون هيون. هو هر نمازڪان پوءِ ٻاءَ جي صحت لاءِ ٻاڏائي دعائون پڙهندو هو، پر انهن ڪو اثر نه ڏيکاريو. ٻاءَ کي پڻ تلقين ڪندو هو ته ڏتيءَ در ٻاڏائي. پاڻ ڀرين ته هن جو چوڻ ورتو هو، پر جڏهن سچيءَ دل سان گهريل دعائن جو ڪو نتيجو نه نڪتو، ته هو مايوس ٿي پيو ۽ انهن ڪرڻ ڇڏي ڏنائين. هي ان تي ٽوڪيندو هوس، ته تنگ ٿي چوندو هو: "انهن دعائن مان نه ڪجهه وريو آهي، نه وريندو. بس هن ايذائن ۽ عذابن پريءَ حياتي کان هاڻي جند ڇٽي ته چڱو!"

"ائين ته نه چئه ......" ڏتو هن جي ڪارائجي ويل ڇپن تي هٿ رکندو هو. اکين ۾ بي اختيار ڳوڙها اچي ويندا هئس. ڏتو رڳو انهيءَ ڪري غمگين ٿيو نه ويٺو هو، جو ٻاءَ جي درد جو احساس ٿي رهيو هوس، بلڪ ان ڪان به وڌيڪ هڪ اهم ڳالهه هن کي جهوري رهي هئي.

صبح پاڙي مان ڏس مليو هوس ته هڪڙو نئون ڊاڪٽر شهر ۾ آيو هو. ٻڌڻ ۾ آيس ته ٽٽن ڦرڙن جي علاج ۾ ماهر هو. سندس هٿ ۾ شفا جو هنر به هو. ويچارو نيراني ٿي ولس ويو هو ۽ ٻگي پاڙي ڪرائي، ڊاڪٽر کي گهر وٺي آيو. ڊاڪٽر کي تپاسيندو ڏسي، ڏتي جي گهر واريءَ مڙس جي ڪن ۾ پڪو ڪيو:

"ڏاهو ٿو ڏسجي، منهنجي ته دل ٿي چوي ته ٻاڻهين کي اهو ڇٽائيندو!"

ڏتي هوريان ڪنڌ لوڏ ڪئي. ڊاڪٽر، رمضوءَ جو ٽٽ ڇڪاسيو ۽ آن تان لاٿل شيهي جو ٽڪر پري ٽٽو ڪيائين، ۽ پنهنجي بئگ مان ڪجهه ۽ پٽيون ڪڍي ٽٽ تي ٻڌي ڇڏيائين، ۽ هدايت ڪيائين:

"ٽٽ سان هٿ چراند نه ڪئي وڃي."

ڊاڪٽر اٿيو، ته ڏتو ٻکيءَ تائين ساڻ ويس،

"سائين منهنجا......"

"بابا، ڳالهه ٻڌ،" ڊاڪٽر وچ ۾ ڪپي ڇيس، "ٽٽ ٺيڪ ٿي سگهي ٿو."

"شل ٻچا جيئنيو!"

"ڏوڪڙ خرچ ڪري سگهندين؟"

"سائين غريب آهيانو. پئسو پنجڙ گهر ۾ رکيل ناهي. ڇپو ڪٽندو آهيان، مشڪل سان گذر پيو ٿئي."

"چڱو توڪان ايترا پئسا ڪونہ وٺبا: پر گهٽ ۾ گهٽ هڪ سؤ رپين جو بندوبست ڪندين، تڏهن ئي اطمينان سان علاج ٿي سگهندو. ڦٽ ڏاڍو خراب ٿي چڪو آهي. جنگهہ جي مٿين حصي تائين ٻُوڻءِ آهي. پئسن جو انتظام ڪري، ڏينهن ٻن اندر اچي جواب ڏجانءِ."

ٻڪي هلي وئي، ۽ ڏتو جتي جو تتي بيٺو رهيو ۽ غم ۾ غوطا کائيندو رهيو- هڪ سؤ رپيا ته هن ڪي ٻارهين مهيني به نہ بچتا هئا، سي ڏينهن ٻن ۾ ڪٿان ٿي آڻي سگهيو! هوڏانهن نوجوان پاٽ هئس، جيڪو ڏينهون پوءِ ويو ٿي ڪاڇندو. ذري گهٽ قبر ڪنڌيءَ تي هو. ٻيءَ جي سُئي پڃاڻا هن ڪيس پنڙو ڪري پاليو هو. اولاد بہ ڪونہ هئس، تنهنڪري هيڪاري سڄو پيار پاٽ تي پلٽجي پيو هوس. هن جي جوانيءَ جي موت جي خيال ڪيس ڪنبائي ٿي ڇڏيو. هو پاٽ لاءِ سڀڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار هو.

هو انهن ئي ويچارن ۾ تاجوءَ واري ٽڪريءَ ۾ ويٺو هو، تہ سانجهيءَ جي نماز جي ٻانگ جو آواز ڪن پيس. اڄ پهريون ڀيرو هن محسوس ڪيو تہ ڄڻ اهو آواز هن ڪي سڏي ٿي نہ رهيو هو: پر عادت کان مجبور، زبردستيءَ اٿي مسجد ڏانهن ويو. نماز ۾ بہ هو بيمار پاٽ بابت سوچيندو رهيو. زندگيءَ ۾ پهريون دفعو هن نماز پڙهڻ کان پوءِ دعا نہ گهري. ٽڪريءَ مان ڇپو ڪٽي گهر جو رخ ڪيائين. در ۾ پير پائيندو ويو، تہ رمضوءَ جي ڇيڇلاٽ جو آواز ڪَن پيس. جوٺس ڏير ڪي ويٺي پکو لوڏيو.

"ڇو...؟" سوال هن جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو. ڇپو هڪ ڪنڊ ۾ رکيائين ۽ زال ڏانهن وڌيو.

"ڇو...؟"

انهيءَ مختصر سوال ۾ هن جي دل جو سمورو درد ۽ اضطراب سميٽجي آيو هو. جوٺس ھوتيءَ جي پلوَ سان اکيون اگهيون، تہ ڏتي پنهنجي سيني مان دل ٻاهر نڪرندي محسوس ڪئي. ڪجهہ ڪڇڻ پڇڻ بنا هو رمضوءَ ڏانهن وڌيو. هن جون اکيون بند هيون، پر سڄي بدن ۾ ڏڪڻي هيس. لڳ لڳ ٿڙڪي رهيو هوس.

هن سندس پيشانيءَ تي هٿ رکيو، تہ رمضو پنهنجي ڏڪندڙ هٿ سان ان ڪي سوگهو جهلڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو.

"ائين وهلور ڇو ٿو وڃين؟"

ڪو جواب نہ آيو.

"اڳيئي تڪليف اٿس، تون گهٻرائيس تہ نہ!"

زال جي اها صلاح هن ڪي آئڙي. پوءِ چوڻ لڳو: "سڀاڻي کان ڊاڪٽر تنهنجو علاج شروع ڪندو، ادا!"

جوٺس، ڏتي جي اکين ۾ ارادي جي چمڪ ڏٺي.

سڄي رات هو سوچيندو رهيو.

اهو صبح هن جي زندگيءَ جو نئون موڙ هو. هو هڪ اهڙو فيصلو ڪري بستري تان اٿيو، جنهن جو ڪڏهن خواب به نه لڌو هئائين.

"زندگيءَ جي ٻيڪريءَ ۾ منهنجو پاءُ جان جي بازي لڳائي چڪو آهي: مان به وڃي جوئا جي ٽڪريءَ ۾ ٿو بخت آزمائي ڪريان!"

هن منهن صاف ڪيو، هڙ ۾ گذربل ڏينهن جي ڪمائي ٻڌي، ۽ هلڻ لڳو.

"اڄ بازار ٿو وڃين ڇا؟" جوٺس پڇيس.

هن تيز نظرن سان ڪيس ڏٺو. هوءَ اڳئي حيران هئي. جو صبح نماز پڙهڻ لاءِ ٻئي اٿاربائينس ته پاسو ورائي سمهي رهيو هو. هن جي روزاني زندگيءَ جي معمول ۾ ايڏو فرق ڏسي، مائيءَ ڪئي ڏندين آڱريون ڏنيون، ماٺ ڪئي ڪيائين.

ڏتي ٻهرياڻين ته هائيدر جي هڪ سستيءَ هوٽل تان چانهه جو ڪوپ پيتو، ۽ پوءِ ٽيڪريءَ طرف هليو - جوئارين هن کي ڇپي ڪان سواءِ ۽ ڪمهلو ڏسي، جهٽ لاءِ ته حيراني ظاهر ڪئي، پر پوءِ پنهنجي ڪرت ڪي لڳي ويا.

تاجو ڪٽ تي ويٺو هڪڙي سنگتيءَ کي ٻڌائي رهيو هو ته ڪئن اڳينءَ رات نئين صاحب کي خوش ڪري آيو هو. اهو به ٻئي ٻڌايائينس ته انهيءَ ڏينهن ڪان "نال" رهئي تي آني بدران ڇهه پئسا ڪيو ويو هو، جو ته نئين صاحب کي ڳچ پئسا ڏيڻا پيا هئس.

ڏتو هٻڪندي هٻڪندي وڃي جوئاگرن سان ويٺو ۽ راند ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺڻ لڳو. هن ڏڪندي ڏڪندي راند ۾ شريڪ ٿيڻ جي اجازت گهري. تازوءَ ڪلي هڪڙي حريف کي چيو:

"اڙي ڇڏينس ته پل هڪ اڌ داءُ لڳائي ڏسي. اڄ يا ته هو ڪوسي اٿس يا ڪنيءَ ڪنيو اٿس، تڏهن چولن ڍيلن وڪڻڻ بدران جوئا ڪرڻ آيو آهي!"

ٻئي چيو: "اسان جو ڇا ٿو وڃي - پل داءُ رکي."

ڏتي ٻهريان ڪجهه داوَ هارايا، پر پوءِ ته سانڌهه ڪٽندو رهيو. چوندا ڪين آهن ته "شل نه ڪنهن اناڙيءَ کي ڀاڳ لڳي!" ڏتي جو بخت به اڄي کليو. تاجوءَ وڏي نال ملڻ جي اميد تي هن جي پٺي اچي ٺپري. ڏتو جيتي رهيو هو. پنهنجي آسپاس جي سڌ به نه هئس. هو پنهنجي نوجوان پاءُ کي موت جي منهن مان بچائڻ لاءِ جيتي رهيو هو... ۽ هڪڙو ٻاڙي وارو هن لاءِ اها خبر ڪئي ٽڪريءَ ڏانهن وڌي رهيو هو ته رمضو زندگيءَ جي بازي هارائي چڪو هو!



"هريڪانت"

# غفور

سانجهيءَ ٽائي، سورج ديوتا جڏهين ڳوٺ جي ڍنڍ تي، پنهنجي جلوي جا آخرين ڪرشما ڏيکاري، آن جي ڪناري نيلي ٻاٽيءَ اندر ٻڏي ويو، تڏهين ڳوٺ جا ڪڙمي ڪاسبي ۽ ڌڳا ڍور ڪاهيو، پنهنجن آجهن ڏانهن ورڻ لڳا. ڳوٺ ڏانهن ويندڙ ڪچي سڙڪ جيي آپار ڌوڙ غريب هارين جا ننگا پير چمي، مست ٿي هڪوار آسمان ڏانهن آڏامڻ لڳي.

پريان ڳوٺ منجهان لوڙهن سان گهيريل جهوپڙين جي ڏيڍيءَ مان ڪنهن ڪومل-هردي ناريءَ جا نماڻا نيڻ جڏهين انتظار ۽ الجهن منجهان ڍنڍ سان ڊيگهل سڙڪ ڏانهن نهاري رهيا هئا، ۽ ڪو محنت ڪش هاري ڪلهي تي هَرُ رکيو خوشحاليءَ ۽ مڌر-ملن سندا گيت ڳائيندو، پنهنجي ماڳ موٽي رهيو هو، تڏهين ڍنڍ جي مست لهرن سان جنگ جوٽيندو، پيڙو غفور ۽ پنهنجي پيڙيءَ جو ونجهه سنڀالي ڪناري ڏانهن وڌيو.

ڪناري تي بنهه سناٽو ڇانيل هو: صرف ٻڙ جي ڳهاٽي درخت جا ساوا ساوا پن، هوا جي تيز جهوٽن وس، تاڙيون وڄائي، پنهنجي ڳونگيءَ ڀاشا ۾ غفور جي آجيان ڪري رهيا هئا. هر روز شام جو، ڪناري جي ويراني ۽ سناٽو پَسي، غفور جي نماڻيءَ دل کي هڪ قسم جو ڪَهرو گهاءُ رسندو هو. گذريل چند ورهين جون مٺڙيون ڳالهيون ياد ڪري، غفور جي جهور ڪومائيل اکڙين منجهان گرم گرم لڙڪن جي هڪ ڌار وهي نڪرندي هئي. ڪيس ياد هو اڄ ۽ اهو زمانو، جڏهين سنجها ويلي ڪوهيڙي ۽ ڌنڌ سان ڍڪيل شاهي ڍنڍ ڪناري، مسجد جون اوچيون ديواريون پار ڪري، ڪنهن خدا ترس انسان جي گلي مان نڪتل نماڻيءَ ٻانگ جو آواز، پريان دور دور تائين ڦهليل پهاڙن تائين ڳونجي اُٿندو هو؛ ۽ ڍنڍ جي ٻني ڪناري، ٻڙ جي ڳهاٽي وڻ هيٺان، ڀڳوان ٻُڌ جي پراچين مندر ۾ وڄندڙ سنجها جي مڌر گهنڊن جو پڙلاءُ، ٻواڏي جي روپ ۾ دور دور تائين ڦهلجي، ٻانگ جي آواز سان هڪ ٿي ويندو هو: تڏهين خوشيءَ وچان مست ٿي غفور ڍنڍ جي سونهري سطح تي پنهنجي ننڍڙي پيڙي ڪاهيندو ڪناري طرف موٽندو هو. انهيءَ ٿي ٻڙ جي وڻ هيٺان سڪل ڳاهه جي جڙيل سندر جهوپڙيءَ لڳ ۽ معصوم مسڪراهٽون سندس سواگت ڪنديون هيون. ساٿڻ گلي ملي، ۽ سندن مٺڙيون توتليون ٻاتيون ٻڌي، غفور پنهنجي سڄي ڏينهن جي ٿڪاوٽ ڀلجي ويندو هو. ليڪن...... ليڪن ڪيس چٽيءَ ريت ياد هو ته قدرت جي ملڻيءَ ۽ شانت گود

۽ وسيل هن ننڍڙي ڳوٺ ۾ هڪ دفعي طوفان آيو هو- هڪ اهو طوفان، جنهن جي دهشتناڪ رفتار ۾ مذهبي تعصب جي آگ سمايل هئي ... ۽ ... ۽ اها آگ، جنهن ڪيترن ئي آباد ڪٽنبن جي خوشحاليءَ کي جلائي ڀسم ڪري ڇڏيو. غفور به ان ئي طوفان جي ڪٺورتا جو شڪار ٿيو، ۽ ان بعد سندس زندگي ويران ۽ پريشان ٿي ويئي هئي!

ملڙي ماضيءَ جي دک ڀري ياد تازي ڪندڙ اهي ئي ڳالهيون سوچيندي، غفور ونجهه وڏايو. اڄ الائي ڇو سندس روزانو سفرئي وڏي ٿيو هو. ڍنڍ جي اوجل اوجل جل ۾ پنهنجي عکس پسندڙ مسجد جي اونچي گنبذ مان ٻانگ جو مٺڙو آواز ٻڌي، غفور ويچارن جي ننڊ مان سجاڳ ٿيو- ڪيس به ته نماز پڙهڻي هئي! هن تکڙو تکڙو پنهنجن بازوئن جو زور لڳايو.

نماز پوري ڪري، مسجد جي شاهي ديوار تي ويهي، هو ڍنڍ جي ڇنڇل ڇولين جو ناچ ڏسڻ لڳو. يڪايڪ سندس نگاهه سامهون مندر تي پيئي. ڍنڍ جي صاف پاڻيءَ ۾ سندس ڏکو ڏکو پاڇو ڏسي، غفور جي دل ۾ ويچارن جو هڪ طوفان مچلجي اٿيو. سندس ڪومل دل قدرت جي هن انوکي نظاري ۾ هڪ گهري راز جو آنڀؤ ڪيو. هو سوچڻ لڳو، "مٽيءَ ۽ پٿر مان جوڙيل هنن بيجان آستانن ۾ ڪيتري نه سمجهه آهي! ڪيڏي نه حُب ۽ همدردي آهي! پاڻ ۾ گلي ملڻ لاءِ سندن دليون ٻاچولا ٿيو پيون هيون. ننڍڙيون لهرون پاڇولا ٿيون پئجي، نازڪ ڪچڙين لهرن تي سوار ٿي، ڍنڍ جي اجهاڳ وچوٽي پار ڪرڻ لاءِ آتر رهن ٿيون! ليڪن هي انسان ...! ڳوٺ وارن جي روش جو ويچار ايندي ئي غفور جي جان ۾ سيانو پئجي ويندو هو. هندو- مسلم فساد جو تصور ڪندي، سندس اکين اڳيان پنهنجي معصوم جان جگر پٽڙي ۽ ملڙي ڏيءَ جا مرجهايل چهرا تري ايندا هئا. قميص جي ميري پلاند سان اکيون اگهي غفور پنهنجي جهوپڙيءَ ڏانهن وڌيو.

چوطرف اونده ڦهلجندي ٿي ويئي. گهر پهچي غفور ڏيئو جلايو. سندس ننڍڙي جهوپڙي روشنيءَ سان ڀرجي ويئي. ليڪن اڄ، الائي ڇو غفور پنهنجي دل ۾ هڪ قسم جو انڌڪار محسوس ڪري رهيو هو. زمين ۾ پٿاريل ڦاٽل رليءَ تي ويهي، هو ويچارن جي گهري ساگر ۾ غوطا کائيندو رهيو. گذريل جيون جي ڪٺور آزمودن تي لڙڪ وهائيندي، سندس اک لڳي ويئي.

آڌي رات جي ڀيانڪ سناٽي ۾، پر واري جهوپڙيءَ منجهان ڪنهن دکي انسان جي روئڻ جو آواز ٻڌي، غفور ڇرڪ ڀري اٿي کڙو ٿيو. اکيون مهٽيندي اٻهرائيءَ مان جيئن ئي جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪتو، وڄ جي هڪ تيز چمڪي سندس اکيون کولي ڇڏيون. سڄي آسمان ۾ ڪارا ڪارا بادل ڇانئجي ويا هئا. غفور جي جهور ڪمائيل اکڙين انهن ڪارن ڪڪرن ۾ زبردست طوفان ۽ وڏ ڦڙي برسات جا آثار ڏٺا. اڳ به ڪيترائي دفعا ڳوٺ مٿان طوفان آيا هئا، مصيبت جون آنڌيون آيون هيون، ۽ بربادي جا بادل گرجيا هئا: خطرناڪ برساتيون پيئون هيون، ۽ ڦهري ٻوڏون آيون هيون: فصل لڙهي ويا هئا،

جهوپڙيون ٻڏي ويون هيون، ۽ ... ۽ غفور وڌيڪ ڪجهه سوچي ڪين سگهيو. هيئائيءَ تي هٺ سبب ڳوٺ کي هميشه ٻوڏ جو خطرو رهندو هو.

چانورن جا لهلهائيندڙ کيت لاباري لاءِ تيار بيٺا هئا. مٿان آسمان ۾ هيءَ شور ڏسي، قدرت جي اِيندڙ ڪوپ جي هولناڪ نتيجي جو تصور ڪندي ئي ويچارن هارين جي ڏرن تي ڏڪي.

غفور جي پرسان رهندڙ جوتئو ڪسان ٿن ڏينهن کان بستري داخل هٺ سبب، پنهنجو لاباري لاءِ تيار بيٺل فصل به ڪٽي ڪين سگهيو هو. اوچتو آسمان ۾ مصيبت جي سنديش ڏيندڙ بادلن جي دهشتناڪ گجگوڙ ٿيڻ ڏي، هو پنهنجي مجبوريءَ تي هنجون هاري رهيو هو.

دپ ڀريل نگاهن سان اونداهي آڪاس ڏانهن ڏسندي، غفور هڪوار ڳوٺ جي سڪل گاهه جي ڪچين ٻونگين ڏانهن ڏٺو. بجليءَ جي تيز چمڪي ۾، گهنگهور گهٽائن جي دل دهڪائيندڙ گجگوڙ ۾، سڄو ڳوٺ ڪنبي رهيو هو. هلڪا قدم کڻندو غفور جوتوءَ جي جهوپڙيءَ ڏانهن وڌيو. سڪل گاهه جي سوراخن مان جهاتي پائي ڏٺائين؛ ۽ ديڪ جي ڏنڌلي روشنيءَ ۾ جوتوءَ جي اکين مان آنسن جو درياهه وهندو ڏٺائين. پرسان ئي ڪنڌ هيٺ ڪري سندس هيسيل ٻار ويٺا هئا. ڇهن سالن جو ننڍڙو رامو ڪيتري نه اپوجهائيءَ مان پنهنجي مجبور پيءُ ڏانهن نهاري رهيو هو. سندس ننڍڙين ننڍڙين گول اکڙين ۾ لڙڪ ٽمڪندا ڏسي، غفور جي دل ڀرجي آئي. راموءَ جي معصوم چهري ۾، غفور کي پنهنجي جان جگر شيخوءَ جي جهلڪ نظر آئي. هو وڌيڪ پاڻ جهلي ڪين سگهيو، ۽ هڪدم پويان پير ڪري پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ پهتو.

جوتوءَ جي روئڻ جو آواز اڃا تائين سندس ڪنن ۾ گونجي رهيو هو. بارش ۽ ٻوڏ اچڻ کان اڳ ۾ ئي جوتوءَ جو فصل لٽي، ڪنهن سلامتيءَ واري هنڌ تي پهچائي، غفور کيس تباهه ٿيڻ کان بچائي سگهيو ٿي- هو اهي ئي ويچار ڪري رهيو هو- پر اوچتو پنهنجي معصوم ٻچڙي کي ياد ڪندي، کيس جوتوءَ جا گذريل ڪرتوت اکين اڳيان اچي بيٺا.

ٽي سال اڳ، جڏهن ڳوٺ ۾ مذهبي طوفان آيو هو، قدرت جي مٺڙيءَ گود ۾ وسيل هن ننڍڙي ڳوٺ ۾ فساد جي آگ ڀڙڪي آئي هئي، تڏهن ... تڏهن ڏڪندڙ جسم سان پنهنجي جان جگر شيخوءَ کي هنج ۾ اکائي، غفور، جوتوءَ جي در وٽ پهتو هو. هن کيس پنهنجي شيخوءَ جي بچاءَ لاءِ ڪيترو نه ليلايو، ٻاڏايو ۽ پڪاريو هو، ليڪن سنگدل جوتوءَ ورهين جي وسيريل ۽ معمولي دشمنيءَ جو ذڪر ڪندي، کيس پنهنجي دروازي تان ڌڪرائي ڇڏيو هوا... ۽ ... ان بعد درپيش آيل واقعي جو تصور ڪندي ئي غفور جو هنيو ئي ڇڄي. هڪ ٿڌو ساهه کڻي، هو ڪنڌ کي هٿ ڏيئي ويهي رهيو. ٽي

سال اڳي مذهبي طوفان سمي، جوتوءَ، غفور کي پنهنجي پٽ جي وڇوڙي جي آگ ۾ جلايو هو؛ ۽ اڄ جوتوءَ کان بدلي وٺڻ کان قدرت ڪارڻ ڪڪرن جو روپ ڌاري آسمان ۾ گرجي رهي هئي.

"بدلو... بدلو......" غفور جي ڀيڪوڙيل ڏندن مان هڪوار زور سان نڪري ويو "بدلو...!" ۽ هڪ ٺهڪ ڏيئي هو لٽ ڪوڙي سمهي پيو. ٻاهر زور زور سان بادل گرجي اٿيا. بجلي چمڪي اٿي ۽ طوفان شروع ٿي ويو.

جوتوءَ جو دردبلو آواز هوا جي سرد سوسانٽ ۾ سوار ٿي اچا تائين سندس جهوپڙيءَ ۾ پهچي رهيو هو. آهستي آهستي آهو آواز وڌندو ٿي ويو. غفور ائين محسوس ڪرڻ لڳو، گويا سندس جهوپڙيءَ جي ٻاهران ٿي زور زور سان روئي، جوتو ڪيس مدد لاءِ ٻاڏائي رهيو هو. غفور جي دل ۾ آشانتيءَ جو هڪ طوفان برپا ٿي ويو. هڪ طرف هئي پراڻي دشمنيءَ جي بدلي جي ڀاونا، ۽ ٻئي طرف هئي انسانيت؛ هڪ طرف هئي شيطاني منورتي، ۽ ٻئي طرف هئي آتما جي پڪار! غفور بدلي جي ڀاونا جي اونداهي راهه اختيار ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو، پر "گهڙ گهڙ گهڙ" ڪندو، هوا جو هڪ تيز جهوٽو، جهوپڙيءَ جي سوراخن مان ٻار اچي، غفور جي ڪنن ۾ نه ڄاڻ ڪهڙو ڀاپو پڪي ويو. هو چرڪ ڏيئي اٿي ڪوڙو ٿيو. جاري ۾ رکيل ڏيئو اجهامڻ کان اڳ هڪوار زور زور سان ٻڙڪي اٿيو. سڄي جهوپڙيءَ ۾ تيز پرڪاش ڦهلجي ويو. غفور جي دل ۾ به هڪوار ٽمٽمائيندڙ ديپڪ جي روشني چمڪي اٿي. هو اٿي ڪوڙو ٿيو. شايد پنهنجي جيون-جوت جي وسامڻ کان اڳ هن به هڪوار چوطرف پرڪاش ڦهلائڻ ٿي چاهيو. ڪنڌ ۾ پيل ڏاٽو کڻي، هو آبهرائيءَ سنجهان جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪري ويو.

ڍنڍ جو ساڄو ڪنارو وٺي، هو تمام تيزيءَ سان اڳتي وڌي رهيو هو- اڳتي ۽ اڳتي. ڀيا به ڪيترائي هاري، پنهنجي محنت جي ڦل سان هن ايندڙ مصيبت جو مقابلو ڪرڻ لاءِ، مشعلون جلائي، پنهنجي ڪيتن ۾ فصل لڻڻ کي جنبي ويا هئا. آسمان ۾ گهٽائن دل دهڪائيندڙ گجگوڙ ڪري، وابو منڊل ۾ آشانتي ۽ ڀؤ جو ناد ٿي وڄايو. رکي رکي بجليءَ جي ڪنهن تيز چمڪ غفور جي راهه روشن ٿي ڪئي.

هو ڪاٺ جي پل لڳ پهتو. طوفان جي رفتار ۾ تيزي آئي. ڪاٺ جي ڪچڙيءَ پل تي قدم ڏريندي ٿي غفور کي خطري جو احساس ٿيو؛ ليڪن ڍنڍ جي ٻئي ڪناري جوتوءَ جي کيت ۾ بيٺل فصل جا اوچي ڳاٽ بيٺل سلا ۽ سنگ، طوفان جي جهٽڪن ۾ جهومي، کيس پنهنجي فرض جي ياد ڏياري رهيا هئا. غفور سستيءَ مان قدم اڳتي وڌايو.

"ڌڙام" جي هڪ ئي دهشتناڪ گجڪار سان سڄي ماٿري گونجي اٿي. ڪاٺ جي ڪمزور پل طوفان جي هڪ ئي جهٽڪي سان ٽٽي پيئي، ۽ غفور هڪ وڏي ڇلانگ هڻي ڪناري تي پهچڻ لاءِ جيئن ئي ٽپو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، ته سندس پير ٿاٻڙجي ويو ۽ سندس

پڌو جسم ڪناري تي پيل نوڪدار پٿر سان وڃي ٽڪريو. مغز تي ڪيس گهري چوٽ آئي. رت ريلا ڪري وهڻ لڳس، ۽ مٿي ۾ سخت سور محسوس ڪيائين؛ پر هڪوار زخم کي زور سان دٻائيندي، هو پنهنجي فرض ادا ڪرڻ ۾ جنبي ويو.

سنهي سنهي برسات شروع ٿي ويئي. بارش ۾ زخم پچائيندي، ۽ سڄي رات پنهنجي جان جي بازي لڳائيندي هو فصل ڪٽيندو رهيو. سندس انگ انگ ۾ درد هو؛ پر غفور کي ان جي ڪا چنتائي ڪين هئي. هو ته پنهنجي مستيءَ ۾ مست هو. سندس ڪمزور بازوئن ۾ الائي ڪٿان اچي شڪتي ڀلٽي هئي- بنا هٻڪ ويو ٿي فصل ڪاٽيندو، ٻنڌ لڳائيندو!

پرهه کان گهڻو اڳ، لڻيل فصل جون ڀريون ڪٽي، کيت جي وچ ۾ مٿاهينءَ تي ٿهيل چيري هيٺ رکڻ شروع ڪيائين. هاڻي هن کي پنهنجي بدن ۾ ڪجهه پيڙا محسوس ٿيڻ لڳي هئي، ليڪن اڃا سندس فرض اڌورو هو. سهڪندي، ساهون هڻندي، هو پنهنجو فرض پاڙي رهيو هو.

وڄ جي هڪ تيز چمڪي ۾ خالي کيت ڏانهن ڏسندي، غفور سامت جو ساهه کنيو. ڳورا ڀريل قدم کڻندو، هو ڇپري وٽ پهتو. سندس لڱ لڱ درد کان ٽٽي رهيو هو. دروازي وٽ پهچندي ئي غفور جو مغز ڦرڻ لڳو ۽ ساڻو ٿي اتي ئي ڪري پيو. سندس ڦاٽل پراڻا ڪپڙا محنت جي پسيني ۽ مينهن ۾ پسجي آلا ٿي ويا هئا، ۽ سندس اڇي سونهاري مغز جي زخم مان وهندڙ رت ۾ رڱجي لال ٻڻجي ويئي هئي. آهستي آهستي سندس جسم ٿڌو ٿيندو ٿي ويو.

آسمان ۾ هڪوار زور زور سان بادل گجي اٿيا، وڏ-ڦڙي برسات شروع ٿي ويئي.

صبح سمي، مسجد جون اوچيون ديوارون پار ڪري، ڪنهن خدا ترس شخص جي گلي سان نڪتل نمازيءَ بانگ جو آواز، دور دور ڪوهيڙي ۽ ڌند سان ڍڪيل پهاڙ تائين گونجي اٿيو، ۽ مندر ۾ وڄندڙ آشا ڪالين گهنڊ جو مڌر آواز به پڙاڏي جي روپ ۾ پري پري تائين ڦهلجي، بانگ جي آواز سان هڪ ٿي ويو... پوءِ، غفور جو آتما-پنڇي سندس ويران جسم جي پڃري مان آڏامي، ايڪتا جو سنديش ڏيندڙ ان پڙاڏي سان ملڻ لاءِ، دور دور آڏامي، زمين جي ويڪرائي ۽ آسمان جي اوچائي ۾ گم ٿي ويو.



مصنف: گوگول

سنڌيڪار: الهه رکيو، پريو بي. اي

# اوور ڪوٽ

هتي، حڪومت جي ڪنهن کاتي جي باري ۾ بيان ڪيو وڃي ٿو، جنهن هميشه عوام سان ويل وهايا ۽ پنهنجي اختياريءَ جو ناجائز فائدو ورتو. کاتي جو نالو نه ڪنيو ويندو، ڇاڪاڻ ته وزارت يا کاتو يا سرڪاري آفيس مطلب ته ڪهڙي به سرڪاري جماعت هجي - رواجيءَ ۾ رواجي ڳالهه تي به غضب ۽ غصي ۾ ڀبي باهه ٿي ويندي آهي. مون کي ٻڌايو ويو آهي ته ڪنهن شهر جي پوليس جي ڪپتان ظاهر ظهور هڪ عريضي پيش ڪئي، ته سرڪار جا سڀئي کاتا، سڀئي آفيسون ۽ سڀئي عملدار هميشه خطري ۾ آهن، ۽ انهن کي ڪن بي‌بنياد ڳالهين سبب، خواه‌مخواه جيڏانهن ڪيڏانهن ننديو ۽ نفرت جي نگاهن سان ڏٺو ٿو وڃي؛ ۽ پنهنجي سچائيءَ جي ثابتيءَ ۾ هن خود ثنائيءَ جو هڪ وڏو دفتر پيش ڪيو، جنهن جي هر ڏهين صفحي تي سندس فرض ادائيءَ، جانفشانيءَ ۽ ايمانداريءَ جو ذڪر هو، ۽ ان جي ثابتيءَ ۾ آتي سندس نشي جي حالت ۾ هاريل شراب جي ڦينگن جا نشان پڻ موجود ڏيکاريا ويا هئا! تنهنڪري، اجائي ڇڪتاڻ ۽ اڻبٽت کي ٽارڻ لاءِ، کاتي جو نالو مبهم رکيو ويندو.

ڪنهن سرڪاري کاتي ۾ هڪڙو ڪلارڪ ڪم ڪندو هو. ڪلارڪ ته ڀيا به گهڻا هئا، مگر هيءَ عادتن ۾ الڳ ۽ شڪل شبيهه ۾ نيارو هو، جنهنڪري آفيس وارن ۽ آئي وئي جو توجهه هن ڏانهن ٿي ڇڪبو هو. اهوئي سبب آهي، جو هتي فقط هن ئي ڪلارڪ جو بيان ڪيو ٿو وڃي. هو قد بت ۾ هلڪو ۽ بندرو هو. سندس منهن تي ماتا جا داغ هئا. اکيون ننڍيون ڇُنيون ۽ وارڪڪا هئس. ”پيٽربرگ“ جي آبهوا جي اثر ڪري سندس منهن ڳاڙهو، ٽماٽي جهڙو هو. وارن کسي وڃڻ ڪري مٿي ۾ گنج جو ٽڪو به هوس. ٻنهي ڳلن ۾ گهنج ۽ ڪڏون پنجي ويون هيس. نوڪريءَ ۾ سندس درجو اهڙو ته رواجي هو، جو هو هرڪنهن جي ٽوڪبازيءَ ۽ ٺٺوليءَ جو نشان هو.

هو ذات جو ”باشمچڪن“ هو، جنهن جو اشتقاق ”باشمڪ“ يعني ”گيتلي“ لفظ مان نڪتل آهي. مگر هي اشتقاق ڪڏهين ۽ ڪيئن ڪيو ويو، تنهن لاءِ ڪجهه چئي نٿو سگهجي. بهرحال ابتري معلوميت آهي ته هن جو پيءُ، ڏاڏو، پيڙهو ۽ ٻيا سڀ ذات وارا گيتلا پائيندا هئا، ۽ سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه يا ٽي دفعا گيتلن کي وري وري ترا وجهرائيندا هئا.

سندس نالو "اڪاڪي اڪاڪيوچ" هو. پڙهندڙن کي شايد اهو گمان وٺي ته هن جو نالو ڪو چونڊ ۽ لاجواب رکيو ويو هو؛ مگر ائين نه هو. هن جي ڄمڻ وقت حالتون اهڙيون اچي بڻيون، جو هن تي ڪو ٻيو نالو رکجي ئي نه پئي سگهيو. جيتري قدر مون کي ياد آهي، ته "اڪاڪي اڪاڪيوچ" مارچ جي ٢٣ تاريخ سج لٿي ڌاري ڄائو هو. سندس ماءُ، هڪڙي "سرڪاري ڪاموري" جي زال جي حيثيت ۾، ٻار جي نالي رکڻ جي رسمن جا مڪمل بندوبست ڪيا هئا. پاڻ اڃا وڇڙ جي بستري تي ئي پئي هئي، ته هن جي سڄي پاسي، ٻار جو "گاڊ فادر" (God Father) "اون اوئنو وچ يرشڪن"، قانون ساز جماعت جو هيڊ ڪلارڪ، ۽ "گاڊ مدر" (God Mother) هڪ پوليس آفيسر جي بيگم، سنئين سيبتي، گڻائتي عورت "ارينا سيميونوونا بانلو يربوشڪو"، بيٺا هئا. نصيبن واريءَ ماءُ کي ٽي نالا – ماڪي، ساسي ۽ هاردازت (سڀ مشهور مقامي اوليائن جا نالا) – پيش ڪيا ويا، مگر ڪيس آهي پسند نه آيا. ماءُ کي اطمينان ڏيڻ لاءِ جنتري کولي وئي، ۽ ٽين چاول ٻار لاءِ پيا ٽي نالا – ترفلي، دولا ۽ وراهاسي – ڪڍيا ويا، مگر اهي به سڪيلڌي پٽ جي لائق ثابت نه ٿيا. جنتريءَ جو ٻيو صفحو کوليو ويو ۽ پاوسيڪاهي ۽ واهستي نالا نڪتا، مگر ماءُ کي اهي به نه آڻيا. آخر ماءُ فيصلو ڪيو ته ڇوڪر کي پنهنجي پيءُ مرحوم جي نالي پٺيان سڏيو وڃي – پنس جو نالو اِڪاڪي هو ۽ سندس پٽ به اڪاڪي سڏجي – اهڙيءَ طرح حالتن پٽاندر هن تي نالو اڪاڪي اڪاڪيوچ رکيو ويو. معصوم ٻارُ نالي رکڻ جي رسمن جي دوران ۾ گهڻوئي ٿڪيو، منهن بڇڙو ڪيو ۽ ٻوڪات ڪري رنو، ڄڻڪ پنهنجي قسمت تي روئي رهيو هو ته انهيءَ نالي سان ته هو هڪ نقل نويس ڪلارڪ ٿي ٿيندو، پر هن جي انهن ٻارائن احتجاجن تي ڪنهن به پورو ڌيان ڪونه ڏنو.

ڪنهن کي به خبر نه آهي ته اڪاڪي اڪاڪيوچ ڪڏهين نوڪريءَ ۾ گهڙيو، ۽ ڪيس ڪنهن نوڪريءَ ۾ رکيو. بهرحال، هن جي نوڪريءَ جي وقت ۾ ڪيترا ڊائريڪٽر ۽ بالا آفيسر آيا ۽ ويا، مگر هيءُ ساڳيءَ جاءِ تي ۽ ساڳيءَ حالت ۾، ساڳيءَ ئي ڊيوٽيءَ تي، نقل نويس يعني منشي ٿي رهيو: ماڻهو چوندا هئا ته 'هيءُ ماءُ جي پيٽ مان ئي نقل نويس ۽ ۽ مٿي تي گنج جي ٽڪريءَ سان ڄائو آهي'. هن کي ڪو به عزت جي نظر سان نه ڏسندو هو. آفيس جا پٽيوالا به هن جي اچڻ تي اٿي بيهي استقبال ڪرڻ ته الڳ رهيو، هن جو خيال به نه ڪندا هئا – ڄڻ ڪا مک دروازي مان لنگهي وئي. بالا آفيسر پڻ هن سان بيرخي ۽ بيخياليءَ سان پيش ايندا هئا. اسسٽنٽ هيڊڪلارڪ ته وري اهڙو بي مروت هو، جو ڪو به ڪاغذ پٽ نقل ڪرڻ لاءِ هنڊ هٿ ڏيڻ ۽ ان تي صلاح مصلحت ڪرڻ بدران، ان کي وٺي ڪٽي هن جي منهن ۾ اڇليندو هو، ۽ ائين به نه چوندو هوس ته "هي نقل ڪر، يا ڪهڙو نه هيءُ دلچسپ ڪر آهي جيڪو هاڻي نقل ڪرڻو اٿيئي!" اهڙيءَ اڻنگيءَ هلت هوندي به، هو چپ چاپ ڪاغذ وٺندو هو ۽ پنهنجي ڪم کي لڳي ويندو

هو- بغير ڪنهن چاڻ جي ته ڪاغذ ڪنهن اڇليو، ۽ بغير ڪنهن اعتراض جي ته هن سان اهڙي نامناسب هلت ڇو هلي ويئي! آفيس جا سڀ ڪلارڪ پنهنجي لياقت ۽ حوصلي آهر خوب هن تي طعني‌زني ۽ ٺوڪبازي ڪندا هئا، ۽ هن جي متعلق پنهنجا هٿ جا گهڙيل بهتان ۽ ڳالهيون بنا ڪنهن رڪ رڪاءَ جي ٺوڪي هن جي منهن تي اڇلي ڇا هڻندا هئا. ڪو چوندو هو ته "هن جي سينڌي سترورهين جي پوڙهي آهي ۽ ڪيس موچڙا هڻندي آهي." ڀيو پڇندو هوس، "تنهنجي شادي ڪڏهين ٿيندي؟" ڪو وري هن مٿان ڪاغذن جون ٽڪريون ڇٽيندو هو ۽ چوندو هو ته "گلن جي ورکا ٿو ڪيانس." هنن سڀني هلتن هوندي به اڪاڪي اڪاڪيوچ جي ڪم ۾ ڪو فرق نه ايندو هو، ۽ هيڏي ساري مسخريءَ هوندي به هو ڪنهن کي جواب ئي نه ڏيندو هو- ڄڻ ته ڪو آهي ئي ڪونه. هيڏي ساري گوڙ گهمسان هوندي به ڪيس ڪا چُڪ نه ٿيندي هئي! البت جڏهين ڪيس ڪو ٻانهن کان وٺي ڏونڌاڙيندو هو يا ڪم کان جاڻي ٻجهي روڪيندو هو، ته رحم جوڳي آواز ۾ چوندو هو ته "مهرباني ڪري مون سان مستي نه ڪريو. مون کي هيڪلو ڇڏيو. منهنجي ڪم ۾ رنڊڪ نه وجهو. منهنجي بيعزتي ڪرڻ سان توهان کي ڇا هٿ ايندو؟" اڪاڪي اڪاڪيوچ جي هنن لفظن اچارڻ جي لهجي ۾ اهڙي ته ڪا خاص ڪشش هئي، جو پٿردل به پگهرجي وڃي! هڪڙو نئون ڪلارڪ آفيس ۾ مقرر ڪيو ويو، ۽ هو به ٻين ڪلارڪن سان گڏ اڪاڪيءَ کي چيڙائڻ ۽ ستائڻ ۾ حصو وٺڻ لڳو؛ مگر اڪاڪي اڪاڪيوچ جي دل ونڌڙ لفظن ته "مون کي هيڪلو ڇڏيو، منهنجي بيعزتي ڪرڻ سان توهان کي ڇا هٿ ايندو؟"- هن جي دل ڦيهي پرزا پرزا ڪري ڇڏي. هن کي ايڏو ته جهٽڪو آئي، جو اڪاڪي اڪاڪيوچ کي چيڙائڻ بدران هن تي رحم کائڻ لڳو، ۽ پنهنجي ساٿين کان، جن کي هو تهذيب وارا ۽ فهميدا ماڻهو سمجهندو هو، هميشه لاءِ ڪناري ڪشي ۽ نفرت ڪرڻ لڳو. هن تي آفيس جي ٻين ڪلارڪن جي حيوانيت ۽ اڪاڪي اڪاڪيوچ جي بيچارگيءَ جو ايڏو ته اثر ٿيو، جو ڪيتري زماني کان پوءِ به، هر ڪنهن وڏي ۽ خوشيءَ جي موقعي تي، هن مسڪين ڪلارڪ اڪاڪي اڪاڪيوچ جي قياس جوڳي حالت ۽ ان جو گنج وارو ميرانجهڙو مٿو سندس خيال ۾ تصوير ٿي اچي ائين سامهون بيهندو هو، ڄڻ چوندو هجي: "منهنجي جند ڇڏيو. منهنجي بيعزتي ڪرڻ سان اوهان کي ڇا هٿ ايندو؟" پوءِ ته هي رحم دل ڪلارڪ ڏڪي ويندو هو، ۽ عجب کائيندو هو ته ماڻهو ڪيئن نه ٻاهرينءَ طرح شريف ۽ تهذيب وارا پيا لڳن، مگر اصل ۾ هو بنهه انسانيت کان ٻاهر ۽ حيوان خصلت انسان آهن!

اڪاڪي اڪاڪيوچ پنهنجي ڪم ڪرڻ ۾ اٽڪ ۽ اورچ هو. فقط ائين چوڻ ته "هو محنتي هو"، ڪافي نه آهي؛ حقيقت هيءَ هئي ته هو پنهنجي ڪم جو عاشق هو. هن جو ڌنڌو يعني نقل نويسي هن واسطي هڪ ننڍڙي دنيا هئي، جنهن ۾ خوشي هئي ۽ غم به هو. ڪي ڪي خط هن جي خاص پسنديءَ وارا هوندا هئا، جن کي نقل ڪرڻ وقت هن جي منهن ۾ خوشيءَ

جي لهر ڊوڙي ويندي هئي. هو مشڪندو هو، اک ڀڃندو هو ۽ چپ ڦڙڪائيندو هو. "منهن دل جي آرسي آهي"- ۽ معلوم ٿيندو هو ته اهو نقل هن جي دل وٽان آهي. جيڪڏهن ڪم ۽ محنت جي لحاظ کان ڪو انعام يا اضافو ڏنو وڃي ها، ته اڪاڪي گهٽ ۾ گهٽ سيول ڪائونسلر هجي ها. مگر هن کي محنت جي عيوض جو ڪجهه مليو هو، سو هو ڪلارڪن جي طعني زني ۽ نوڪبازي. هرو ڀرو ائين به نه آهي ته هن کي هر ڪنهن بالا عملدار نظرانداز ڪيو. هڪڙي ڊائريڪٽر-جو مڙيوئي ڪو ڀلو ماڻس هو ۽ اڪاڪي اڪاڪيوچ جي ڊگهي سروس ڏسي هن کي اضافي ڏيڻ لاءِ منتظر هو-هن ڏانهن هڪڙي ڏينهن نقل ڪرڻ کان ٿورو وڌيڪ ڪم موڪليو. هي نئون ڪم اهو هو، ته هن کي هڪڙيءَ لکپڙهه مان ٻيءَ ڪنهن آفيس لاءِ رپورٽ تيار ڪرڻي هئي. هن ڪم ۾ ڪا خاص قابليت جي ضرورت ڪانه هئي، فقط لکپڙهه جا سرا بدلائڻا هئا، ۽ هاڪار جي جملن کي ناڪاري جملن ۾، ۽ واحد کي جمع ۽ جمع کي واحد ڪرڻو هو: پر هي رواجي ڪم به هن کي اهڙو ته ڏکيو لڳو، جو سڄو پگهرجي ويو ۽ منهن ۽ نرڙ اگهڻ لڳو، ۽ آخر ۾ چيائين ته "مون کي ڪجهه نقل ڪرڻ لاءِ ڏيو!"

ان کان پوءِ هو هميشه نقل نويس ئي رهيو؛ ۽ نقل نويسيءَ ۾ ايڏو ته محو ٿي ويو، جو ڄڻڪ دنيا ۾ هن واسطي پيو ڪي به ڪين هو. هو پنهنجن لٽن ڪپڙن تي خير ڪو توجهه ڏيندو هو. سندس پوشاڪ ميري مٽيءَ جهڙي هوندي هئي. هن جي ڳچي ايڏي ڊگهي نه هئي، مگر سندس ڪوٽ جي ننڍي ۽ سوڙهي ڪالر هڻڻ ڪري بلڪل ڊگهي ۽ بيڊولي پئي لڳندي هئي. سندس ڪوٽ ۽ پتلون کي ڪک پن ۽ ڌاڳن جا ذرڙا هميشه چهٽيا پيا هوندا هئا. انهيءَ کان سواءِ، هن کي گهٽين ۾ درين هيٺان لنگهڻ جي ڄڻڪ عادت هئي، ۽ سو به انهيءَ وقت، جنهن وقت درين مان ڪن ڪچرو اڇليو ويندو هو. سندس ٽوپيءَ تي گدرن ۽ ڇانهن جي کلن جا ذرڙا ۽ پيو گند اڪثر چنبڙيل نظر ايندو هو. اهڙو ته سادو ۽ انجاڻ هو، جو ڪيس پتوئي نه پوندو هو ته گهٽين ۾ ۽ رستن تي ڇا ٿو وهي واپري! هن جي مقابلي ۾ سندس پيا ڪلارڪ دوست ايترا ته چست ۽ چالاڪ هئا، جو رستي ويندي ڪا رواجي ۾ رواجي ڳالهه يا حادثو ٿيندو هو، ته سندن نظرن مان ضرور گذرندو هو-ويندي ايستائين، جو جيڪڏهن ڪنهن جي پتلون جو پڇوڙي هيٺ لڙڪندو هو، ته اهو ماڻهو هنن جي نظر کان هرگز نه بچندو هو، ۽ ضرور هنن جي مذاق جو شڪار ٿيو هو. مگر، اڪاڪي اڪاڪيوچ جو دماغي تخيل دنيا جي هر حرڪت کان دور پنهنجي خوشنوسيءَ تائين محدود هو-مطلب ته هو پنهنجي نقل نويسيءَ جي ڪم ۾ فنا ٿيل هو. جڏهن اوچتو ڪو گهوڙو پنهنجو منهن سندس ڪلهي تي اچي رکندو هو، ۽ ان جي نڪ مان تيز هوا سندس ڳلن کي گرم ڪندي هئي، تڏهين ڇرڪ نڪري ويندو هوس ۽ هوش ۾ ايندو هو ته هو آفيس ۾ نقل نويسي نه ڪري رهيو آهي، مگر رستي جي وچ ۾ آهي-۽ پوءِ هن جا خيالي قلعا ڊهي پوندا هئا.

گهر پهچڻ سان ئي ڪنڌ هيٺ ڪري هوڪاڏي تي ويهي ويندو هو. ڪاڏو هن جو وري ڪهڙو! شُروي جا ٽڪرا ٽڪرا ڏڪ سُرڪي، ٻصرن سان، وڏي گوشت ڪي ٻُڻ ويهي رهندو هو. ڪيس ذاتي جي پرواهه ڪانه هوندي هئي. جيڪي ڪجهه آڏو ايندو هوس، مڪين ۽ ٻين غلاظتن سميت ڪاٺي پيٽ ڀري، وڃي منجي چڙهندو هو. جڏهين سمجهندو هو ته سندس پيٽ ۾ ڪاڏي لاءِ وڌيڪ جڳهه نه آهي، ته اٿي ڪڙو ٿيندو هو، ۽ مس قلم کڻي گهر لاءِ آندل نقل نويسيءَ جي ڪم ڪي لڳي ويندو هو. جڏهين سرڪاري ڪم نه هوندو هوس، ته ڪا به ڪڙي دلچسپ اڪيڙهه کڻي، خالص پنهنجي دل وندرائڻ لاءِ ويهي نقل ڪندو هو. اهڙيءَ لکپڙهه ۾ سندس دلچسپيءَ جو مدار ان جي عبارت جي سونهن ۽ سٺائيءَ تي نه هو، مگر هن کي هر انهيءَ لکيت ۾ نقل ڪرڻ جو شوق وٺندو هو، جيڪا ڪنهن نئين ماڻهوءَ يا ڪنهن خاص وڏي ماڻهوءَ ڏانهن لکيل هوندي هئي.

جڏهين پيٽرس برگ جو آسمان ڪڪرن سان ڇانيل هوندو هو، جڏهين هرڪو ماڻهو موڪل جي موڊ ۾ هوندو هو، جڏهين سڀ ڪلارڪ پنهنجي پسنديءَ موجب ۽ پنهنجي پگهار آهر سٺي ۾ سٺو ڪاڌو کائيندا پيئندا هئا، جڏهين ڪلارڪ هر روز جي پورهئي کان فرصت پائي آفيس جي گوڙ گهمسان کان دور ۽ پنهنجن ۽ ٻين ماڻهن جي ڪمن ڪارين کان فارغ ٿي آرام ڪندا هئا، جڏهين ڪلارڪ پنهنجي فراغت جي وقت کي خوشيءَ ۾ گذاريندا هئا- ڪي ناٽڪ تي ويندا هئا، ڪي رستن تي رلندا هئا ۽ ڏارين عورتن ڏانهن گهوريندا هئا، ڪي وري پنهنجي ڪنهن واقفڪار حسين ڇوڪريءَ جي وڃي سلامي ڀريندا هئا، ۽ ڪي پنهنجن يارن دوستن وٽ ڪنهن ٻينءَ يا چوٿينءَ ماڙيءَ تي ٻن ادائن ڪوٺين واري ڪنهن ننڍي سامان سان سينگاريل گهر ۾ ويهي ٽٽ شٽ هڻندا هئا- جڏهين ڪلارڪ پنهنجن دوستن جي هنن ننڍڙن ۽ سادن گهرن ڏانهن ڇڙو وڃڻ تي هڪ ٻئي سان ٺاشا ماشا ڪري آخر بسڪوٽ راند ۾ مشغول ٿي ويندا هئا- جانهه بسڪوٽ جو چسڪو وٺندا هئا، ڪاٺ جي پائيپ سان خوب سوٽا ۽ دونهين جا ڪڪر ڪيندا هئا، يا پتن راند ڪيڏندي ڪيڏندي ڪنهن جي گلا غيبت جو مزو وٺندا هئا (جنهن جي لطف کان وس پڄندي ڪو به روسي پاڻ کي محروم نه رکندو آهي)، يا گفتگو لاءِ جيڪڏهن ٻيو ڪو موزون بيان نه هوندو هون ته هڪ ٻئي کي ڪمانڊنگ آفيسر جي باري ۾ هميشه وارو ٽوڪو ٻڌائيندا هئا، ته "فال ڪونيسٽ" مقبري تي سندس گهوڙي جو پڇ ڪيئن ڪپيو ويو هو: مطلب ته جڏهين هرڪو پاڻ کي وندرائڻ ۾ محو هوندو هو، تڏهن اڪاڪي اڪاڪيوچ آهوني پنهنجي نقل نويسيءَ جي ڪم ۾ مشغول ڏسبو هو. هن کي ڪنهن به دعوت يا پارٽيءَ ۾ ڪونه ڏٺو ويو. گهڻي ڪم ڪرڻ کان پوءِ ماٺ ڪري سمهي رهندو هو، ۽ سمهندي ئي سوچيندو هو ته "نه معلوم سڀاڻي خدا ڪهڙو نقل نويسيءَ جو ڪم موڪليندو؟"- ۽ اهو سوچيندي سوچيندي دل ئي دل ۾ خوش ٿيندي ننڊ پئجي ويندو هو. اهڙيءَ طرح هو سانتيڪي زندگي بسر ڪندو هو: ۽ خدا جي رضا، پنهنجي قسمت، ۽ چار سئو

رڳو پگهار تي راضي هو. هن جي زندگي پڄاڻيءَ تائين آرام سان گذري ها، جيڪڏهين دنيا جون مصيبتون، جيڪي هر غريب يا امير جي حياتي ڪوڙي ۽ بي مزي ڪنديون آهن، هن جي زندگي زهر ڪري، وقت کان اڳي ڪيس ولي وڃي موت جي منهن سامهون نه ڪن ها.

پيٽرس برگ جي ٿڌ، تندرستيءَ لاءِ بلڪل موزون، پر غريب ۽ گهٽ پگهار واري جي دشمن ٿي ويندي آهي. صبح جي اٺين نوين بجي پاري جي جهوپ کان شل خدا بچائي. ويچارن آفيس ويندڙ ڪلارڪن جي نڪ جون چوٽيون اڇي برف ٿي وينديون آهن. اهڙي وقت، جڏهين اميرن جو نرڙ به ٿڌ کان سُور ڪندو آهي ۽ پاري جي زور کان سندن اکين مان ڳوڙها نڪري ايندا آهن — ويچارن ٿوري پگهار وارن غريب ڪلارڪن جو ڪهڙو حال هوندو؟ سندن بچاءَ صرف اهو هوندو آهي، ته ڦاٽل ۽ سنهي اوورڪوٽ ۾ پنجن ڇهن گهٽين مان زور سان ڊوڙي، پاهرئين دربان جي ڪوٺيءَ ۾ وڃي هٿ پير چڱيءَ طرح گرم ڪن، جيستائين ڪ سندن دماغي لياقتن ۽ جسماني قوتن ۾ وري گرمي ۽ تازگي اچي، جو هو پنهنجي نوڪري چڱيءَ طرح سان ڏيئي سگهن.

اڪاڪي اڪاڪيوچ اڄ پنهنجي اوورڪوٽ هوندي ۽ هميشه وارو رستو وٺ ۾ وڏ تيزيءَ سان ڊڪندي به، پنهنجي پٺيءَ ۽ ڪلهن تي ٿڌ جي لهس محسوس ڪئي، ۽ سمجهيائين ته ضرور ڪوٽ ۾ ڪا خامي آهي. گهر جي اڪيلائيءَ ۾، ڪوٽ جي جائزي وٺڻ مان معلوم ٿيس ته پٺيءَ ۽ ڪلهن وٽان ڳري پروڻ ٿي ويو آهي، جو ڪپڙي جي آرپار نظر پئجي ٿي سگهي، ۽ ڪپڙي مان ڌاڳا نڪرندا ٿي آيا. پڙهندڙن کي معلوم هئڻ کپي ته اڪاڪي اڪاڪيوچ جو ڪوٽ اهڙو ته ردي ٿي ويو هو، جو اڳئين ڪلارڪن جي ٽولين ۽ چٿرن جو نشان هو. هو چوندا هئا ته اهو ڪوٽ نه آهي، 'ڪئنل پيٽو' آهي. اوورڪوٽ جي سلائي به عجيب نموني جي ٿيل هئي. ڪالر هر سال ننڍو ۽ سوڙهو ٿيندو ٿي ويو، ڇاڪاڻ ته ان مان ڪپڙو ڪڍائي ڪوٽ تي پٺي هنڌ چتيون لڳايون وينديون هيون — ۽ چتيون به ڪي سبتيون ڪي ابتيون ته ڪي وري خود ڦاٽل هيون، جنهنڪري ڪوٽ ويتر بڇڙو ۽ بدزيبو پئي لڳو.

اڪاڪي اڪاڪيوچ پنهنجي اوورڪوٽ جي معائني ڪرڻ کان پوءِ سوچيو ته ان کي "الٽائڻ" لاءِ پيٽرووچ درزيءَ وٽ کڻي وڃي، جو پٺئين پاسي چوٿينءَ ماڙ تي رهندو هو. پيٽرووچ کي منهن تي ماتا جا داغ هئا، ۽ هڪ اک کان ڪاڻو هوندي به ڪلارڪن جي پتلونن ۽ ڪوٽن جي الٽائڻ ۽ ٽوپي ٽنڪڻ ۾ پڪو هو — مگر تڏهين، جڏهين ڪنهن موچاري رخ ۾ هوندو هو ۽ پيو ڪو ڪم ڪار نه هوندو هوس. هن درزيءَ جي باري ۾ هتي ڪجهه چوڻ ضروري نه آهي، مگر اڄ ڪلهه جي قاعدي موجب هر نئين اداڪار جو ڪجهه نه ڪجهه بيان ڪرڻ لازمي آهي، ۽ پيٽرووچ سان مختصر نموني ۾ واقفيت ڪرائي وڃي ٿي. اوائل ۾ هو ڪنهن سگر مانهوءَ جو زرخريد پانهو هو ۽ "گرگري" سڏبو هئس. بعد ۾ هن کي آزادي ملي ۽ پيٽرووچ نالو پيس. هو هر ڪنهن وڏي خواه ننڍي ڏڻ تي شراب پيندو هو. بس، ڪئلينڊر ۾ جنهن ڏينهن تي به

منديڙي جو نشان ڏنائين، هن جي شراب جو دور چالو. مطلب ته ابن ڏاڏن جي رسم کي ڏاڍ ڏور سان نڀائيندو هو. جڏهين به زال سان چٽپ ٿيندو هو، ته گارين جا دس ٻڌائيندو هوس. جنهن صورت ۾ هن جي زال جو به ٽالو ڪٽي ويٺا آهيون، تڏهين اهو ضروري آهي ته ان جو به ٿورو احوال ڏيون - مگر افسوس جو اسان کي سندس زياده خبر نه آهي. هن سان فقط ايتري واقفيت آهي ته پيتروويچ جي زال هئي. هوءَ مٿي ۾ رومال نه، پر ٽوپي پائيندي هئي. شڪل جي ڪا خاص ڪانه هئي. بس ماڻهن جهڙو ماڻهو هئي. البت سولجر هن ڏانهن معني خيز نظرن سان نهاري، مڇن کي تاءُ ڏيندا هئا ۽ سيٽيون وڄائيندا هئا!

اڪاڪي اڪاڪيوچ، پيتروويچ جي گهر وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ تان چڙهندو پئي ويو. ڏاڪڻ تي ابترو ته پاڻي هاريل هو، جو ڳاڻي ٽوڙ ترڪڻ ٿي پئي هئي ۽ بوسل جي ڪري ايڏي ته بدبوءِ هئي، جو ساهه ٿي نڪتو. هيءَ ماجرا پيٽرس برگ جي هر ڪنهن گهر جي پٺين ڏاڪڻين سان لاڳو آهي. اڪاڪي اڪاڪيوچ اڳي ئي ڳڻتيون ڪائيندو پئي ويو ته "نه معلوم پيتروويچ هن رواجي ڪم جو ڪيترو اجورو گهرندو!" بهرحال هن دل ۾ پڪو ٺهراءُ ڪيو ته هن کي ٻن ربلن کان زياده نه ڏيندو. گهر جو دروازو کليل هو. پيتروويچ جي زال مڇي تري رهي هئي ۽ رڌڻو ايڏو ته دونهين سان ڀريل هو، جو پتين تي گهمندڙ ڦرندڙ ننڍڻ ۽ ماڪوڙيون به مشڪل سان نظر اچن. اڪاڪي اڪاڪيوچ، پيتروويچ جي زال جي نظر بچائي، رڌڻو پار ڪري، ڪوٺيءَ ۾ آيو، جتي پيتروويچ هڪڙي وڏيءَ ڪاٺ جي کهريءَ ميز تي چنگهون گوڏن هيٺان ورائي، آرام سان ويٺو هو - ڄڻڪ ترڪيءَ جو ڪو بيپرواهه بادشاهه ويٺو آهي! ٻين درزين وانگر هن جا به پير اگهاڙا هئا. ٻهرين شي جنهن ڏانهن اڪاڪي اڪاڪيوچ جو ڌيان ڇڪيو، اهو هو پيتروويچ جي پير جو وڏو ڀپ، جنهن جي آڱرين جا نُنهن بيڊولا ۽ اوڙا هئا، جهڙا ڪُميءَ جي هڏي جا ٽُڪر. سندس ڳچيءَ ۾ ريشمي ڌڳيءَ جو ڏاڳو لٽڪيو پيو هو، ۽ سندس گوڏن تي اڱرين جا ڍير لڳا پيا هئا. پاڻ ڪجهه وقت کان سُئيءَ ۾ ڌاڳي وجهڻ جي ناڪامياب ڪوشش ڪري رهيو هو. سُئيءَ جي ناڪي مان سڳو لنگهيو ئي نٿي. اونده، سُئي ۽ سڳو سندس غضب ۽ غصي جو شڪار هئا، ۽ چپن ئي چپن ۾ مٿن ڇوهه چنڊي رهيو هو: "ٿُو وڃين منحوس؟ تو منهنجي بيک ئي ڪڍي ڇڏي آهي ... بدمعاش! جهنگلي!" اڪاڪي اڪاڪيوچ سوچيو ته پيتروويچ هن وقت چڱي رخ ۾ نه آهي، ۽ هن کي اهڙي وقت اچڻ کپندو هو، جنهن وقت هو ڪنهن موچاري خيال ۾ هجي ها، يا جڏهين هن مٿان هيءَ ڪاوڙ جو ڀوت سوار نه هجي ها؛ ڇو ته اهڙين خوش مزاجيءَ جي حالتن ۾ پيتروويچ هميشه پيسن ۾ گهٽ وڌ ڪري، مڙيوئي گراهڪ کي واپس وڃڻ نه ڏيندو هو؛ پاڻ انهن کي ٿوري سلام ڪندو هو - جيتوڻيڪ بعد ۾ سندس زال رڙيون ڪندي ايندي هئي، ته هن جو مڙس پيتل هو ۽ نشي جي حالت ۾ پئسا ڇپا هڻائين. مگر ان جو علاج به سولو هو. ڏهن ڪاپيڪن جو سڪو سندس هٿ تي رکڻ سان آتي جو آتي خاموش ٿي ويندي هئي. پر

هن دفعي اڪاڪي اڪاڪيوچ جا ظاهر هو ته هوش حواس پختا ۽ باخبر هئا؛ پاڻ ڪجهه رکو ۽ چڙيل ٿي ڏٺو، جڻ سودي ڪرڻ لاءِ تيار نه هو. اڪاڪي گهبرائڻ لڳو ته معلوم نه آهي ڪيترا پئسا چوندو؟ ذري گهٽ واپس وڃڻ تي هو، مگر حالتون اهڙيءَ حد تائين پهچي چڪيون هيون، جو ڪيس موٽڻ مناسب نه لڳو؛ ڇاڪاڻ ته ترت ئي ڏانئين ته پيٽرووچ پنهنجي واحد اک ٽاڙي ڏانهس گهڻي غور سان نهاري رهيو هو. اڪاڪي اڪاڪيوچ مجبور ٿي چيو، "سلام ٿئي، پيٽرووچ!" پيٽرووچ جواب ۾ چيو، "سلام ٿئي!" ۽ ٽيڏيءَ اک سان اڪاڪي اڪاڪيوچ جي هٿن ڏانهن ڏسي رهيو هو، ته ڇا کڻي آيو آهي؟

اڪاڪي اڪاڪيوچ چيو، "پيٽرووچ! مان توهان ڏانهن آيو آهيان ......" پڙهندڙن کي ياد رکڻ گهرجي ته اڪاڪي اڪاڪيوچ ۾، پنهنجي مطلب تي اچڻ کان اڳ ۾ گهڻين منٿن ڪرڻ ۽ معافين وٺڻ جي عادت هئي. جملي شروع ٿيڻ کان پوءِ، "سچ پچ!" يا "اوهان کي خبر هوندي!" جهڙا بي معنيٰ لفظ بار بار ڪم آڻيندو هو، جنهنڪري پنهنجيءَ ڳالهه کي پاڻ منجهائي ڇڏيندو هو؛ ۽ ائين ڇيچ سچ ڪندي، ڳالهه جي معنيٰ مطلب جو منهن مٿو ئي بنهه وڃائي ڇڏيندو هو.

پيٽرووچ پڇيو، "ڪهڙو معاملو آهي؟" ۽ ساڳئي وقت هر درزيءَ جي عادت موافق، پنهنجيءَ هڪڙيءَ ئي تيز اک سان اڪاڪي اڪاڪيوچ جي ساري وردي ڪالر کان ٻانهن، ٻنيءَ ۽ ڪاجن تائين چڪاسيائين، جن کان هي اڳيئي واقف هو—ڇو ته آهي سندس ئي اڻايل هئا. اڪاڪي اڪاڪيوچ رکي رکي آخر شروع ڪيو: "هي منهنجو اوور ڪوٽ ......... ڪپڙو ...... ڏس ...... سارو مضبوط آهي! ٿورو ميرو آهي جنهنڪري ...... جهونو ٿو لڳي. هونئن بلڪل نئون آهي! فقط ٻنيءَ تي ...... هڪ هنڌ ...... ٿورو ...... ۽ ٿورڙو هن ڪلهي تي ...... ۽ ڪجهه ...... هن ڪلهي تي ...... ڳريل آهي. بس ...... ڏسو نا ...... ڪو زياده ڪم ڪونه آهي".

پيٽرووچ، "ڪئل نپڙ" پنهنجي هٿ ۾ ورتو، ۽ ميز تي وڇائي ساري کي گهڻي وقت تائين تپاسيائين. پنهنجو مٿو لوڏيائين ۽ پر واري کٽ مان گول ناس جي دٻلي ڪڍيائين، جنهن جي ڍڪ تي هئي ته ڪنهن جنرل جي مورت اڪريل، مگر پڪ سان چئي نه سگهبو ته ڪنهن جي! اهو انهيءَ ڪري، جو جنهن هنڌ مورت جو منهن هو، تنهن هنڌ پيٽرووچ جي هٿ جي آڱر اچي وئي هئي، ۽ ان هنڌ ننگ کي چورس ڪاغذ جو ٽڪرو چنبڙايل هو. پيٽرووچ ناس جي چپٽي کنئي، ۽ "ڪئل نپڙ" کي هٿن ۾ جهلي روشنيءَ ۾ چڪاسيائين ۽ پهر ڪنڌ لوڏيائين؛ ابتو ڪري وري جاچيائينس ۽ نيهر مٿو لوڏيائين. دٻليءَ جو ڍڪ وري کوليائين ۽ ناس جي چپٽي سنگهيائين، دٻلي بند ڪري کٽ ۾ رکيائين، ۽ چيائين، "نه ... ڪپڙو بنهه ٻُسي ٿي ويو آهي. هي اوورڪوٽ منهنجي اُڻائڻ کان زور آهي!" اڪاڪي اڪاڪيوچ جو اهي لفظ

ٻڌي ذري گهٽ ھنياءُ ڦاٽي ويو. ھن ٻار وانگر ايلاز ڪندي چيو، ”ڇو نه ٿي سگهندو؟ ٿورو ھيٺ ۽ ڪلھن وٽان تہ ڳريل آھي. توھان وٽ نئينءَ ڪپڙي جا ٽڪر تہ ھوندائي.“

”ھا، ھا! ڪپڙي جا ٽڪر ملي ويندا، مگر تنھنجي اوور ڪوٽ کي ڳنڍ ٿوپو نہ ٿي سگهندو. ڪپڙو سڙيل آھي. جيڪڏھين سئي لاءِ سئي ھلائبي، تہ رھندو ڦاٽي پوندو.“

”ڦاٽي تہ پيو ڦاٽي، زوراور؛ مگر چتيون ضرور لڳائينس.“

”ڪجھ ڪجي بہ تہ ڇتي ھڻان! ڪپڙو سڙيءَ ۽ ڌاڳي جو زور سھي ئي ڪونہ سگهندو. ڪپڙو ختم ٿي چڪو آھي. ان کي ڪپڙو چوڻ بہ گناہ آھي. صرف ڦوڪ تي اڏامي ويندو.“

”مھرباني ڪريو - ڪنھن بہ نموني ٿورو مضبوط ڪري ڏيو. سچ پچ ھي مون تي وڏي .........“

”نہ نہ. ڪجھ بہ نہ ٿي سگهندو. ڪپڙو بلڪل ڳريل آھي. منھنجي صلاح وٺين، تہ ھن سال پنھنجن چنگون جي ويڙھڻ لاءِ پٽيون ٺھراءِ، ڇاڪاڻ تہ تنھنجن انھن جرمنيءَ جي ٺھيل جوراين ۾ ڪا گرمي ڪانہ آھي؛ جرمن کي تہ رڳو پئسو ڪمائڻو آھي (پيٽرووچ کي جرمن جي گلا ڪرڻ ۾ مڙيوئي مزو ايندو ھو)، ۽ صاف ظاھر آھي تہ توکي اوور ڪوٽ نئون خريد ڪرڻو پوندو.“

لفظ ”نئون“ ٻڌڻ سان ئي اڪاڪي اڪاڪيوچ ڏڪرجي ويو. سندس اکين آڏو انڌارو اچي ويو. ڪوٺيءَ ۾ پيل شيون ڏڪنديون نظر اچڻ لڳيس. پيٽرووچ جي ناس جي دٻليءَ تي ڪاغذ جي ٽڪر سان منھن ڍڪيل جنرل ڪان سواءِ پيو ڪجھ بہ کين ڏسي ٿي سگهيو.

”نئون اوور ڪوٽ!“ اڪاڪي اڪاڪيوچ تعجب ۾ چيو، ڄڻ تہ ڪنھري ننڊ ۾ ھو. ”اڻين ڀلا ڇو؟ مون وٽ ڪوٽ خريد ڪرڻ لاءِ پئسا تہ آھن ئي ڪونہ!“

”ھائو، نئون ڪوٽ!“ پيٽرووچ بيرحميءَ سان چيو.

اڪاڪي اڪاڪيوچ چيو ”ڀلا جيڪڏھين سان نئون اوور ڪوٽ خريد ڪيان، تہ ڪيترو .........؟“

پيٽرووچ اڪاڪي اڪاڪيوچ جو جملو اڌ ۾ ڪاٽيندي، ورائيو، ”تنھنجو مطلب آھي تہ ڪيترا پئسا ڪاٽيندو نہ؟“

”جي.“

پيٽرووچ پنھنجا چپ چٻاڙيندي جواب ڏنو، ”اوور ڪوٽ خريد ڪرڻ لاءِ توکي گهٽ ۾ گهٽ پنجاہ ربلن جي ٽن نوٽن تان ھٿ ڪڍڻو پوندو.“ پيٽرووچ اھڙيءَ طرح اڪاڪي اڪاڪيوچ کي وڏي رقم ٻڌائي، منجھائي، ٺيڪ ٺيڪ سان ٻئي تاڙيو تہ ھن تي ڪھڙو اثر ٿو پوي؟

”ھڪ سو پنجاہ ربل اوور ڪوٽ واسطي!“ اڪاڪيءَ ڪان چيخ نڪري وئي. ھن جي زندگيءَ ۾ اھو پھريون دفعو ھو، جو بي اختيار رڙ نڪري ويس، ورنہ ھو جھيڻي ۽ ھلڪي آواز ۾ ڳالھائڻ جو عادي ھو.

پيترووچ لاغرضيءَ سان جواب ڏنو، ”هائو، جهڙو مال تهڙي مٺائي. جيڪڏهين ڪالر ۾ ”مارٽن“ وجهائيندين، ته ٻه سؤ روبل ڪائيندو.“

پيترووچ جون هي اهي سونهندڙ ڳالهيون ٻڌي، اڪاڪي اڪاڪيوچ جا حوصلا خطا ٿي ويا، ۽ نيزاريءَ سان چيائين، ”پيترووچ! مهرباني ڪري ڪيئن به ڪوٽ ڪي ٺاهي درست ڪريو، جيئن ڪجهه وڌيڪ وقت هلي.“

پيترووچ چڙ ڪري جواب ڏنس، ”ناممڪن. تنهنجي اوورڪوٽ تي ڪم ڪرڻ محنت، وقت ۽ پئسي جو زيان آهي.“ اڪاڪي اڪاڪيوچ نااميد ٿي ويو، ۽ سندس ٻاهر هليو وڃڻ کان پوءِ ۽ پنهنجي ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ پيترووچ گهڻي وقت فاتحانه نوع ۾ بيٺو رهيو ۽ دل ئي دل ۾ ڪجهه ڪهڙيون هٿي رهيو هو ته چڱو ٿيو جو هن پاڻ کي ايڏو ذليل ثابت نه ڪيو ۽ پنهنجي درزڪي ڪم جو وقار نه وڃايو.

اڪاڪي اڪاڪيوچ، پيترووچ جي گهر کان نڪري گهٽيءَ ۾ بدحواسيءَ جي حالت ۾ پهتو، جڻ ته نيم خوابيءَ ۾ هو ۽ پاڻ سان ڳالهائڻ لڳو، ”سو اهو ائين آهي. مون کي سچ پچ اهڙو گمان به نه هو.“ ۽ ٿوري ٿڪيءَ کان پوءِ وري ويچارڻ لڳو، ”ته اها ڳالهه ائين آهي. آخرڪار اهو قصو ائين ئي ٿيڻو هو. مون کي ته خيال ۾ به نه هو ته ائين ٿيندو......“ گهڻي خاموشي بعد وري وڏاڻ لڳو، ”آخر ائين ئي ٿيو. بنهه اڻ ٿيڻي ڳالهه......... ڪنهن ٿي ائين سوچيو؟ مگر حالتن جي مجبوري.........“ اڪاڪي اڪاڪيوچ خيالن ۾ ايڏو ته غلطان هو، جو پنهنجي گهر جو رستو ڇڏي ڪنهن ابتيءَ سڙڪ سان وڃي رهيو هو. رستي ۾ ڪارهن سان پريل واچوڙي هن جا ڪلها ڪارا ڪري ڇڏيا ۽ هڪڙي گهر جي ڪوٺي تان گپ گارو ڪريو، جو هن جي مٿان ڦڪجي ويو، مگر هي هوش ۾ نه آيو. آخر جڏهين هڪڙي سنتريءَ سان، جو پنهنجو ڀالو هڪ پاسي رکي پنهنجي چنڊيءَ سڱيءَ مان ناس ڪڍي تريءَ ۾ وجهي رهيو هو، وڃي ٽڪريو ۽ هن جي مٿان آڏيو ۽ جڏهين انهيءَ سنتريءَ ٽوڪي ڪيس: ”بيوقوف! انڌو آهين ڇا؟ ڏسين ۾ ڇو ٿو گهڙندو اچين. هيڏو سارو رستو پيو اٿئي“_ تڏهين ڪجهه اک کليس ۽ هوش آيس ۽ الٽو رستو ڇڏي گهر جو طرف ورتائين ۽ بيسود بڪ بند ڪيائين. البت واجبي سس پس اچا ٻه پنهنجو پاڻ سان پئي ڪيائين - جڻ ڪنهن گهري ۽ عقلمند دوست سان ڪنهن پيچيده ۽ مکيه مسئلي تي آهستي آهستي بحث مباحثو ڪيو آهي! ”نه نه، پيترووچ سان هاڻي ڳالهائڻ ٺيڪ نه آهي، هن وقت هو سچ پچ ...... ڏ، جوڙس شايد پنسو ڏوکڙو ڏنيس ٿي، جو هيڻن منهنجي پئسن کي ٺڪرايائين! مون کي هن ڏانهن آچر ڏينهن صبح جو وڃڻ گهرجي، جڏهين ڪيس شراب لاءِ پئسا گهرجن. هو نشي ۾ هوندو، ۽ مان ڏهه ڪاپيڪ ڪڍي هٿ تي رکندو مانس، ته هو ڪوٽ به ٺاهيندو ۽ راضي به ٿيندو.“

اهڙيءَ طرح پنهنجي دل ئي دل ۾ دليل بازي ڪندي خوش ٿي پيو. پوءِ ٿي آچر تي، پيٽرووچ جي زال کي ٻري ڪان ٿي گهر مان ٻاهر نڪرندو ڏسي، هڪدم وڃي پيٽرووچ جي سامهون پيش ٿيو. سچ پچ هو گهڻو پيتل هو ۽ اهڙا ته گهيرت ۽ جهوٽا پئي کاڌائين، جو پنهنجو ڪنڌ به نٿي جهلي سگهيو. مگر ڪاوڙ جو ڀوت اڃا سوار هوس. جڏهين اڪاڪي اڪاڪيوچ ڪوٽ جي ڳالهه ڪيائينس، تڏهين شوخ ٿي چيائين، "مون ڪان نه پڇي. توکي نئون اوورڪوٽ ٺهرائڻو پوندو." اڪاڪي اڪاڪيوچ هڪدم ڏهن ڪاپيڪن جو سڪو ڪڍي هن جي هٿ تي رکيو. پيٽرووچ ڪجهه نرميءَ سان چيو، "تنهنجي وڏي مهرباني. مان ڀي توکي دعائون ڪندس. مگر اوورڪوٽ لاءِ مون کي نه چئو. تون مون تي ڀروسو رک مان توکي نئون ڪوٽ بلڪل چڱيءَ طرح سبي ڏيندس." اڪاڪي اڪاڪيوچ پراڻي ڪوٽ درست ڪرائڻ لاءِ ڪجهه وڌيڪ چوڻ چاهيو ٿي، مگر پيٽرووچ ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري سمجهائڻ لڳس، "تون مون تي اعتبار ڪر. مان توکي اوورڪوٽ ضرور ٺاهي ڏيندس، ۽ ڪالر ڪان وٺي پيڙن تائين ان ۾ جديد فئشن رکندس، ۽ سلائي به پهريون نمبر ڪندس."

اڪاڪي اڪاڪيوچ ويچارو نا اميد ٿي ويو، ۽ سمجهيائين ته نئون اوورڪوٽ ٺهرائڻو ئي پوندو. مگر پئسو ته هن وٽ هوئي ڪونه. ڪٿان ڪٿان اچي ۽ ڪوٽ ڪيئن سبجي؟ ڪيس ڪجهه "بونس"، اٽڪل چاليهه روبل، ته ملڻو هو؛ مگر انهيءَ رقم جي خرچ جو تخمينو هن اڳي ئي لڳائي ڇڏيو هو- انهن پئسن مان هن کي پتلون وٺڻي هئي، ڪجهه موچيءَ جي جهوني رهيل اوڌر ادا ڪرڻي هئي، درزياڻيءَ کان ٽي قميصون سبائڻيون هيون، ۽ ٻيون ڪجهه چيزون پڻ، جن جو هتي بيان ڪرڻ مناسب نه آهي، خريد ڪرڻيون هيون. مطلب ته سندس تخميني مطابق رقم اڳي ئي خرچ ٿي پئي هئي. جيڪڏهين ڊائريڪٽر هن تي مهربان به ٿئي ٿي ها، تڏهين به هن جو "بونس" وڌ ۾ وڌ چاليهن روبلن مان وڌائي پنجيتاليهه يا پنجاهه روبل ڪري ها، ۽ هن کي فقط پنج يا ڏهه روبل ڪتيل خرچ کان وڌيڪ ٿين ها، جيڪا رقم واقعي دريا ۾ هڪ قطري مثل هئي. هن کي ته سڄو سارو اوورڪوٽ سبائڻو هو. هو پيٽرووچ کان واقف هو ته هو ڪڏهن ماڻهن کي اجايا وڌيڪ پئسا ٻڌائيندو هو، ۽ اهڙن موقعن تي جوٺس پڻ ڏنبيندي هيس- "ماريو چسو پوڪ! هاڻي ته چريو ٿي پيو آهي. ڪڏهين ته ماڻهن جا ڪم مفت پيو ڪري، ۽ اڄ وري پنهنجي پڄاڻيءَ تي چڙهيو آهي؛ ۽ ڪين جهڙي ڪم لاءِ هيڏي ساري رقم ٿو گهري- ڪو به ڪونه ٿو ڏئي!" اڪاڪي اڪاڪيوچ سمجهيو ٿي ته زور رکيس ته پيٽرووچ اوورڪوٽ جا لاچار اسي روبل به وٺندو؛ مگر هيڏا سارا اسي روبل به آخر اچن ڪٿان؟ هن رقم جو شايد اڌ يا ٿورو مٿي پٽ ست ڪري، هٿ ڪري وجهي ها؛ مگر باقي اڌ پئسا ڪٿان اچن؟ هتي پڙهندڙن کي ٻڌائڻ ضروري آهي ته اڪاڪي اڪاڪيوچ ڪيئن پٽ ست ڪري ها يا ڪٿان آڻي ها. اڪاڪي اڪاڪيوچ ۾ گهڻي وقت کان عادت هئي ته جڏهين به هڪ روبل خرچ ڪندو هو، ته به ڪاپيڪ هڪ ڪلف لڳل ننڍڙيءَ پيٽيءَ ۾،

جنهن ۾ پئسن وجهڻ لاءِ مٿان ننڍڙو چير هو، رکندو ويندو هو. ڇهين ڇهين مهني هو پيتيءَ کي کولي، ٽامي جي سڪن جي پٽ کي چانديءَ جي سڪن ۾ تبديل ڪندو هو. اهڙيءَ طرح بچت ڪندي هن کي گهڻو وقت ٿي ويو هو، ۽ پڻ ٽن سالن جي عرصي ۾ هن وٽ چاليهه روبل ته گڏ ٿي ويا هئا. مگر باقي چاليهه روبل ڪٿان اچن؟ اڪاڪي اڪاڪيوچ في الحال ته گهريءَ سوچ ۾ پئجي ويو، ۽ نيٺ فيصلو ڪيائين ته گهٽ ۾ گهٽ هڪ سال لاءِ روزاني خرچ گهٽ ڪرڻ ۾ تخفيف آڻڻي پوندي. شام جو موم بتي نه ٻارجي، ۽ جيڪڏهن ڪم ڪار ڪرڻو هجي، ته جاءِ جي مالڪياڻيءَ جي بتيءَ تي ڪيو وڃي؛ گهٽين مان ويندي خبرداريءَ سان ۽ بلڪل آهستي آهستي نرميءَ سان پير کڻي، پٿر ۽ سيرن جي رستن تان گهمڻ گهرجي، جيئن جوتو جلدي ڦاٽي نه پوي ۽ ڪجهه وقت زياده هلي؛ ڪپڙن کي ڌوٻيءَ ڏانهن دير دير سان موڪلڻ گهرجي، ۽ آفيس مان گهر موٽي اچڻ تي انهن کي لاهي، جهونو رواجي سنهو سوٽي چوغو پهريو وڃي، جيئن جلدي ڳري نه وڃن. اڪاڪي اڪاڪيوچ کي شروع ۾ پاڻ کي هنن نون نيمن تي هيرائڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿي، مگر ڪجهه وقت ڪان پوءِ انهن سختين تي هري ويو. نه رڳو ايترو بلڪ رات جو فاقن ۽ بکن ڪڍڻ جو به عادي ٿي ويو. انهن تڪليفن جي مقابلي ۾ نئين اوورڪوٽ جا خيال هن کي روحاني طراوت ۽ طاقت پهچائيندا رهيا، ڇو ته هن جي اڻپوريءَ زندگيءَ جي پوراڻي ٿي چڪي هئي، ڄڻڪ هن جي ڪا شادي ٿي هئي ۽ هاڻي هو اڪيلو نه هو بلڪ هڪ ڪان ٻه ڄڻا ٿي پيا هئا، ڇو ته هن جي ڪنهن دل گهرئي دوست زندگي ڀر هن سان هٿ هٿ ۾ ڏيئي دوش بدوش هلڻ جو قسم کنيو هو. هن جو اهو دل گهريو دوست ۽ ساٿي ڪير هو؟ اهو سندس نئون اوورڪوٽ هو. اوورڪوٽ جي خيالن ۾ اڪاڪي اڪاڪيوچ کي وڏيڪ مردانو، بردبار ۽ ارادي جو پڪو بڻايو ـ ڇو ته ڪنهن وڏي مقصد تي قابو پاتو هوس. ارادي جي ڪچائي، گهٻراهٽ ۽ پيون سڀ اجايون خراب عادتون هن جي طبيعت مان غائب ٿي ويون. ڪڏهين ڪڏهين هن جي اکين ۾ چمڪ ۽ دل ۾ اوچا ۽ بلند خيال ايندا هئا، ۽ سوچيندو هو ته "ڇو نه ڪالر ۾ 'مارٽن' وجهايو وڃي؟" اهڙن پهن پڇائڻ ۾ هو اهڙو ته غلطان ٿي ويندو هو، جو ڪڏهين ڪڏهين پاڻ کي به وساري ويهندو هو. هڪڙي دفعي ڪا لکپڙه نقل ڪري رهيو هو ۽ انهن ويچارن ڪندي اهڙو ته بي خيالو ٿي ويو، جو چُڪ پئجي ويس، ۽ رڙ نڪري ويس ـ "اوه!" مهيني وچ وٽ هر مهني اوورڪوٽ بابت ڳالهائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو دفعو ضرور ويندو هو، ۽ سوالن مٿان سوال پڇندو هو: "ڪپڙو ڪهڙي دڪان تان خريد ڪجي؟ ڪپڙي جو رنگ ڪهڙو هئڻ گهرجي؟ ڪپڙي جا اگهه ڪهڙا آهن؟" وغيره. موٽندي ته موٽندي ڳڻتيون پاڻ سان کڻي ايندو هو، پر اميد به وڏي چيز آهي ـ سو دل کي آٿت ۾ رکيو ايندو هو ته نيٺ ڪپڙو وٺبو ۽ نيٺ نئون اوورڪوٽ ٺهي تيار ٿيندو. هلندي هلندي، حالتن اڪاڪي اڪاڪيوچ جو ساٿ ڏنو، ۽ تعجب ته ڊائريڪٽر به هن کي سٺ روبلن جو "بونس" ڏياريو، معلوم ناهي ته

ڊائريڪٽر کي ڪٿڪ ھئي تہ اڪاڪي اڪاڪيوچ کي وڏي ڪوٽ جي گھرج آھي، يا اھو ڪو اتفاق ھو، جو قسمت ھن سان وڙ ڪيو ۽ سٺا ويھہ روبل، چاليھن روبلن جي ڪٿيل خرچ ڪان وڌيڪ مليس. ٻين ٻن ٽن مھنن جي فاقہ ڪشيءَ کان پوءِ اڪاڪيءَ وٽ سچ پچ اسي روبل جي رقم گڏ ٿي وئي ۽ ھن جي دل خوشيءَ ۾ زور سان دڪ دڪ ڪرڻ لڳي. ٻھرئين ئي ڏينھن ھو پيٽرووچ سان گڏجي بازار ويو، ۽ ڪپڙو خريد ڪيائون. انھيءَ ۾ ڪا تعجب جي ڳالھہ ئي ڪانہ آھي تہ اڪاڪي اڪاڪيوچ جي ڪنجوسائيءَ ھوندي بہ ڪپڙي جي خريداري ايڏو جلد ڪئي وئي، ڇاڪاڻ تہ ڪپڙي خريد ڪرڻ جو ڇھن مھينن کان ارادو ھون ۽ اڪثر ڪري ھر مھني بازار جي اگھن جي پڇا ڳاڇا پيا ڪندا ھئا. ڪپڙو واقعي لاثاني ھو، ۽ پيٽرووچ پاڻ ظاھر ڪيو تہ ھن کان زيادہ سٺو ڪپڙو سچي بازار ۾ نہ ملندو. استر واسطي ھنن ”ڪئليڪو“ سٺو سادو سوٽي ڪپڙو خريد ڪيو، جو ڏسڻ ۾ ڏاڍو مضبوط ۽ سٺو ھو، ۽ پيٽرووچ جي زبانيءَ موجب سلڪ کان بہ بھتر ھو. ڪالر لاءِ ”مارٽن“ ھنن نہ ورتو، جو تہ بلڪل مھانگو ھو، ۽ ان جي بدلي ”فرڪئٽ“ خريد ڪيائون جو پري کان ڏسڻ ۾ مارٽن جھڙوئي ھو. پيٽرووچ بہ ڏنعا ڪوٽ سبڻ ۾ مشغول رھيو. ڪوٽ جلد تيار ٿي وڃي ھا، مگر ان ۾ گھڻائي ڪاج رکيا ويا ھئا، جن ڪافي وقت ورتو. پيٽرووچ سلائي جا ٻارھن روبل ڇيا. ھن کان گھٽ ٿي بہ نہ سگھي ھا، ڇاڪاڻ تہ سڄي ڪوٽ کي ريشم جي ڌاڳي سان ٻٽي سلائي ڪئي وئي ھئي. يقين سان چئي ٿو سگھجي تہ اھو ڪھڙو ڏينھن ھو ــ مگر اڪاڪيءَ جي زندگيءَ ۾ ھڪڙو وڏو خوشيءَ جو ڏينھن ھو، جڏھن پيٽرووچ نئون اوورڪوٽ تيار ڪري، صبح جي وقت ڪلارڪن جي آفيس جي وقت کان ٿورو اڳ ۾ کڻي آيو. اوورڪوٽ ايڏو جلدي نہ سبيو وڃي ھا، مگر سيءَ ٿھر جا ھئا، ۽ اڃا بہ وڌيڪ شديد ٻارن پوڻ جو امڪان ھو. اڄ پيٽرووچ ۾ گھرائي ھئي ــ گھرائي بہ ڇو نہ ڪري؛ ھيڏو سارو ڪم چند ڏينھن ۾ جو پورو ڪري ورتو ھئائين. ھو ڪو رواجي درزي تہ ڪونہ ھو. اڄ ھن ثابت ڪري ڏيکاريو تہ ھو ڳنڍ توپي وارن درزين مان نہ ھو بلڪ نوان ڪپڙا بہ سبي ٿي سگھيو. ھن اوورڪوٽ رومال مان ڇوڙي ٻاھر ڪڍيو (اھو سندس رومال تازو ڌوٻيءَ وٽان ڌوٻي آيو ھو)، ۽ رومال کي وري خيال سان تھہ ڪري کيسي ۾ آئندہ ڪم آڻڻ لاءِ وڌائين. اوورڪوٽ کي ڪولي، پنھي ھٿن ۾ جھلي ان ڏانھن فخر سان نھارڻ لڳو، ۽ ڦڙتائيءَ سان اڇلي اڪاڪيءَ جي ڪلھن تي وڌائين، ۽ ڪوٽ کي اڳيان پٺيان ڇڪڻ ۽ ٺاھڻ لڳو. اڪاڪي اڪاڪيوچ عمر رسيدہ ماڻھو ھو ۽ ٻانھون بہ پاڻي ڏسڻ ٿي چاھيائين. پيٽرووچ پوءِ ھن کي ٻانھن پارائڻ ۾ مدد ڪئي. ڪوٽ اڪاڪي اڪاڪيوچ جي بدن تي بلڪل ٺھڪي آيو. سڀڪنھن پيٽرووچ جي ساراھ ڪئي، ۽ داد ڏنو تہ ڪوٽ لاجواب آھي! پيٽرووچ بہ موقعو ھٿان نہ وڃايو ۽ چوڻ لڳو، ”مون اڪاڪي اڪاڪيوچ کي اوورڪوٽ بلڪل سستو ۽ رواجي ٻئسن ۾ سبي ڏنو آھي، ڇاڪاڻ تہ ھو پنھنجو دوست ماڻھو آھي، ۽ ھن سان گھڻي زماني کان ڄاڻ سڃاڻ آھي. انھيءَ کان سواءِ

منهنجو دڪان ٻه نديءَ ڳليءَ ۾ آهي، ۽ اُن تي 'سائن بورڊ' به ڪونه لڳايو اٿم، جنهنڪري ماڻهن جي نظرن ۾ منهنجي سلائي ۽ ڪاريگريءَ جي ڪا وقعت ڪانه آهي-ورنه نيوسڪي پراسپيڪٽ ۾ اڪاڪي گهٽ ۾ گهٽ پنجهتر روبل رڳو سلائيءَ جا پري ها."

اڪاڪي اڪاڪيوچ پيترووچ جي اهڙين ڳالهين کان تنگ اچي ويو هو ۽ هونئن به اهڙين وڏين رقمن جا نالا ٻڌي گهٻرائجي ويندو هو. اڪاڪي اڪاڪيوچ هن کي سلائيءَ جا پئسا ادا ڪيا، ۽ ڪوٽ پائي آفيس وڃڻ لاءِ راهي ٿيو. پيترووچ به هن جي پٺيان ويو ۽ رستي تي چڱو وقت بيهي هن پري کان ڪوٽ جي پٺيءَ جي بيهڪ ۽ فٽنگ ڏٺي، ۽ تنهن کان پوءِ ٻيءَ گهٽيءَ مان رستو مٽائي، تڪڙو تڪڙو وري به ساڳي رستي تي آيو ۽ لڪي ليڪي ڪوٽ جي سامهين جهُول نظر مان ڪڍيائين.

اڪاڪي اڪاڪيوچ جي خُوشيءَ جي ڪا انتها نه رهي. هو گد گد ٿي ٿيو ۽ هر منٽ ۾ ڪوٽ کي وري وري ٿي ڏٺائين. ڀلا خوش به ڇو نه ٿئي. هڪ ته ڪوٽ گرم هو، ۽ ٻيو ته سلائي به پنهنجو مٽ پاڻ هئي، آفيس تائين مفاصلي ته اڄ هن کي ڏک ئي ڪانه ڏنو. اڪ تڏهين پئيس جڏهين اوچتو ڏٺائين ته منزل تي پهچي ويو آهي. محافظ جي ڪوٺيءَ ۾ ڪوٽ لاهي، هن جي سنڀال ۾ ڏنائين. ڪنهن نه ڪنهن طرح سڀني ڪلارڪن کي پتو پئجي ويو ته اڪاڪي اڪاڪيوچ نئون اوورڪوٽ سبرايو آهي ۽ پراڻي ڪئل نڀڙو کي استعفا ملي آهي. سڀئي ڊوڙي محافظ جي ڪوٺيءَ ۾ ويا، ۽ نئين اوورڪوٽ جو معائنو ڪيائون. چوڌاري واڌاين جو وارو وري ويو. اڪاڪي اڪاڪيوچ ڪڏهين مشڪيو ٿي، ته ڪڏهين شرمايو ٿي. سڀني مجبور ڪيس ته هو ڪوٽ پائي ڏيکاري، ۽ نئين اوورڪوٽ جي خوشيءَ ۾ سڀني کي دعوت ڪارائي. اڪاڪي اڪاڪيوچ اچي ڦاٿو. هن جو دماغ چرخ ٿي ويو. سمجهه ۾ نٿي آيس ته هن مصيبت کي ڪيئن منهن ڏجي. آخر تنگ اچي، هن کي ابتا سبتا بهانا ڏنائين ۽ چيائين ته "ڪوٽ نئون نه آهي، پراڻو آهي!" مگر آڏو به ڪجهه هئا. ايتري ۾ نديءَ هيڊ ڪلارڪ، ڏيکارڻ لاءِ ته هو ايڏو مغرور نه هو ۽ ٻين ڪلارڪن سان اٿڻ ويهڻ ۾ عار نٿي ڪيائين، چيو: "چڱو، اڪاڪي اڪاڪيوچ جي بدران مان توهان سڀني جي اڄ شام جو دعوت جهليان ٿو. قسمت سان اڄ منهنجي سالگرهه به آهي." ڪلارڪن نديءَ هيڊ ڪلارڪ کي مبارڪباد ڏني ۽ دل و جان سان سندس دعوت قبول ڪئي. اڪاڪي اڪاڪيوچ دعوت ۾ وڃڻ کان گهڻوئي ٽاريو ۽ عذر بهانا ڪيا مگر سڀ وراڻي ويس- اها بدتميزي آهي. توکي شرم اچڻ کپي. انڪار ڪرڻ کان توکي ٻڏي مرڻ کپي." آخرڪار هن دعوت قبول ڪئي، ۽ سوچيائين ته گهٽ ۾ گهٽ پارٽيءَ ۾ وڃڻ سان هن کي اوورڪوٽ پائي ٻاهر وڃڻ جو موقعو ملندو. اڪاڪي اڪاڪيوچ واسطي سارو ڏينهن گويا عيد جو ڏينهن هو. آفيس کان موٽيو ۽ ڪوٽ لاهي ڪليءَ ۾ ٽنگي، دل ئي دل ۾ ڪوٽ جي ڪپڙي ۽ استر جي تعريف ڪرڻ لڳو. تنهن کان پوءِ، پنهنجو پراڻو "ڪئل نڀڙو" ڪڍي، نئين ڪوٽ سان ڀيٽڻ لڳو. ڀلا پراڻو ڦاٽل ڪوٽ، نئين جديد فيشن تي سلائي ٿيل اوورڪوٽ جو ڇا مقابلو ڪري سگهندو! رات ڏينهن جو سنڌو هو! اڪاڪي اڪاڪيوچ

ڪان ڪل نڪري وئي، ۽ ڪيتري وقت تائين ڪلندو رهيو. هن منجهند جي ماني ڪاڏي، ۽ ڪاڻ ڪان پوءِ پيو ڪجهه به ڪري نه ڪيائين. ڪنهن به ڪاغذ پَٽ کي هٿ نه لاتائين، ۽ نه وري ڪنهن لکپڙهه جو نقل ئي ڪيائين. اڄ آرام ۽ خوشيءَ جو ڏينهن هو، ۽ هن بستري تي ليٽي ڪجهه وقت لاءِ جنگهون ساهيون. جڏهن سج لهي ويو ۽ منهن ميراونداهه ٿي، تڏهن هي پنهنجو ٽئون اوورڪوٽ پهري، ننڍي هيڊ ڪلارڪ جي دعوت تي وڃڻ لاءِ راهي ٿيو. ياد ٿئو اچي ته ميزبان جو گهر ڪٿي هو يا سندس پتو ڪهڙو هو - بهرحال هو پيٽرس برگ جي ڪنهن سٺي محلي ۾ ۽ اڪاڪي اڪاڪيوچ جي گهر ڪان مڙيوئي گهڻو دور رهندو هو. سو گهران نڪرڻ سان اڪاڪيءَ کي اهڙيون گهٽيون لتاڙي پار ڪرڻيون هيون، جتي نه ته ڪو روشنيءَ جو پورو بندوبست هو ۽ نه وري ڪا وسيهن ئي هئي. رستا سڃا هئا، جتي ماڻهوءَ جي پوءِ به ڪانه هئي، ۽ چوڌاري ڪڪڙ و ڪولڳي پئي هئي. مگر جئن منزل مقصود کي ويجهو پوندو ئي ويو، تئن سامهون روشني وڌيڪ تيز ايندي وئي، ۽ رستن تي چهل پهل ۽ ماڻهن جي اچ وڃ زياده نظر آيس ۽ آهستي آهستي عورتن جي به رستن تي آمد رفت ڏٺائين. هن پسگردائي ۾ پُسي ڪاٺ جون ٺهيل ۽ گلن جي ڪوڪن سان جڙيل گسڪيون گاڏيون گهٽ پئي ڏٺيون، مگر چنيل، پالش ڪيل ۽ هر طرح سينگاريل گسڪيون، رڇ جون کلون ڍڪيل خوش مزاج ۽ مخملي ٽوپين پهريل ڪوچوانن سان عام جام برف تي ڪرچ ڪرچ ڪنديون پئي آيون ۽ ويون.

اڪاڪي اڪاڪيوچ ڪيترن ڏينهن ڪان شام جو ٻاهر گهڻو گهمڻ ڦرڻ يا تفريح ڪرڻ ڇڏي ڏني هئي ۽ هن پسگردائيءَ ۾ پڻ ٽن سالن ڪان پوءِ آيو هو، جنهنڪري هن کي هر ڪا شي نئين ئي نظر آئي. هو امالڪ هڪ دڪان جي روشن ڏيکارٽي دريءَ ۾ هڪ مورت ڏانهن نهارڻ بيهي رهيو، جنهن ۾ هڪ حسين و جميل دوشيزه پنهنجي پير مان سنڊل لاهڻ جي مشق ڪري رهي هئي، ۽ اهڙيءَ طرح هوءَ پنهنجي گول گول ڄنگهه کي جنبش ۾ آڻي ان جو عام ڏيکاءُ ڪري رهي هئي، ۽ سندس پٺيان وري هڪڙو وڏين مڇن وارو، فرينچ ڪٽ ڏاڙهيءَ سان نوجوان اندر دروازي ۾ وڃي رهيو هو. اڪاڪي اڪاڪيوچ ڪنڌ ڌوڻيندي، ۽ ٿورو کلي، پنهنجو رستو ورتو. هن ڇو کليو؟ شايد انهيءَ لاءِ ته هيءَ هن واسطي هڪ اجنبي ڳالهه هئي، ۽ هن اهڙي مورت اڳي ڪڏهين به ڪانه ڏٺي هئي يا ٿي سگهي ٿو ته ٻين ڪلارڪن وانگر هن به ڪا راءِ قائم ڪئي هجي ۽ طنزيه کليو هجي. قصو ڪوتاهه، هو پنهنجي منزل تي پهچي ويو، جتي ننڍو هيڊڪلارڪ وڏي رعب تاب سان رهندو هو. ميزبان جو گهر ٻيءَ ماڙ تي هو، ۽ ڏاڪڻ ۾ بتي پئي ٻري. اڪاڪي اڪاڪيوچ دروازي ۾ گهڙڻ سان ئي ڏٺو ته لذيذ طعامن جون قطارون لڳيون پيون هيون، ۽ وچ ۾ چانهه جي ڪٽلي رکي هئي جنهن مان ٻاڦ جي ٽهڪڻ جو آواز پئي آيو، ۽ ٻاڦ جا ڪڪر پئي نڪتا. ديوار تي ڪلين ۾ سيني جا ڪوٽ ۽ چوغا ٽنگيل هئا، جن مان ڪن جا ته خاص سٺا، وڏا ۽ مخمل جا هئا. پٽ جڳ

پئي ٻاهر شور غل ۽ ڳالهائڻ جو چوٻول ٻڌي آيو. ايتري ۾ دروازو کليو ۽ ڳالهائڻ جو
آواز وڌيڪ چٽو ٿيو ۽ ٻئي دروازي مان خالي گلاسن ۽ ڪريم جي جگ ۽ بسڪوٽن جي
ڊبن سان ڀريل خونچو ڪڍي ٻاهر نڪتو. ظاهر هو ته پيا ڪلارڪ چڱو وقت اڳ ۾ آيل
هئا، جو چانهه جو پهريون دور ختم ڪري چڪو هو. اڪاڪي اڪاڪيوچ به پنهنجو ڪوٽ
ڪلٽيءَ ۾ ٽنگي اندر داخل ٿيو. چوڌاري موم بتين جي جهرمر لڳي پئي هئي. ڪي ٻاڻ ۾
گپ شپ هڻي رهيا هئا، ته ڪي ٻئي راند ڪيڏڻ ۾ مشغول هئا. ڪي پائيپ مان سوٽا لڳائي
رهيا هئا، ته ڪي وري اجها تائين چانهه ڍڪ ڍڪ ڪري پي رهيا هئا — مطلب ته سڄي
ڪوٺي ڳالهائڻ ٻولهائڻ، ڪلارڪن جي اٿ-ويهه ۽ ڪرسين جي ريڙهه سيڙهه جي آوازن
سان گونجي رهي هئي. اڪاڪي اڪاڪيوچ ڪوٺيءَ جي وچ ۾ منجهي بيهي رهيو ۽
وائڙن وانگر هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو. ايتري ۾ ويتر گوڙ مچي ويو، ۽ سڀني رڙين
۽ هوڪرن سان هن جي آجيان ڪئي، ۽ ڊوڙي اچي پهر هن جي اوورڪوٽ جو ديدار ڪيو.
اڪاڪي اڪاڪيوچ گهڻو هراسيل پئي نظر آيو، مگر پنهنجي ڪوٽ جي ساراهه ۽ شهرت
ٻڌي گهڻو خوش پئي ٿيو. آخر هر ڪو اڪاڪي اڪاڪيوچ ۽ سندس ڪوٽ کي ڇڏي،
بيسڪوٽ راند کي لڳي ويو. هي سڄو گوڙ گهمسان، شور غل ۽ ماڻهن جا حشار،
اڪاڪي اڪاڪيوچ واسطي نيون ۽ عجب ۾ وجهندڙ ڳالهيون هيون. ڪيس دوستن سان ۽
دعوت ۾ اچڻ ويهڻ جي ڪا خبر ڪانه هئي. هن کي معلوم نه هو ته ڇا ڪجي، ۽ ڇا نه
ڪجي. بيسڪوٽ ڪيڏندڙن جي ڀر ۾ ويهي رهيو، ۽ ڪڏهين هن جي منهن ۾ پئي نهاريائين
۽ ڪڏهين هُن جي منهن ۾ پئي گهوريائين. آخر نڪمو ماٺو، ويهي ويهي گهڻو ٿڪو ۽
اوٻاسيون اچڻ لڳس. رات جو پهريون حصو وهامي چڪو هو، ۽ هونئن هو هن کان گهڻو اڳ
۾ سمهي رهندو هو. هن خيال ڪيو ته ميزبانن کان موڪلائي گهر وڃجي، مگر هنن نه
ڇڏيس — چيائونس ته "نئين اوورڪوٽ جي خوشيءَ ۾ فقط هڪڙو پيگ پي وڃ". ڪلاڪ
ڪن کان پوءِ کاڌو آندو ويو، جنهن ۾ طرحين طرحين جا طعام، جهڙوڪ سبزي، ٿڌو ڳانو
گوشت، پيسٽري، بڪيون ۽ ڪبريون، حلوائيءَ وٽان آيل سنبوسا، ۽ شراب هئا. هن کي
ٻه گلاس ڪن شراب جا پياريا ويا، ۽ خوب نشا ٿيس. هر ڪا شي خوش ۽ تازي پئي نظر
آيس. رات جا ٻارهن وڄي چڪا هئا، ۽ ڪيس هن کان گهڻو وقت اڳ ۾ گهر پهچڻ کپندو
هو. هن کي خوف پئي ٿيو ته گهر وڃڻ کان ڪيس متان روڪيو وڃي، تنهنڪري وجهه وٺي ڪوٺيءَ
مان کسڪي ٻاهر هليو ويو، ۽ اونده ۾ هٿوراڙيون ڏئي، نيٺ وڃي اوورڪوٽ لڌائين. سندس
اوورڪوٽ زمين تي ڪريو پيو هو، جنهن کي چنڊي ڦوڪي ڪين ڪچرو صاف ڪري،
پائي، ڏاڪڻ مان لهي رستي تي پهتو، ۽ گهر لاءِ روانو ٿيو. رستن تي اجها تائين روشني
هئي. ڪي ڪي ننڍڙا دڪان — جيڪي غلامن ۽ ٻين رواجي ماڻهن جون چٽڪ ڪلبون هيون،

۽ جني هرڪو آڌيءَ رات تائين اوڀارين لهوارين ڳالهين ۾ مشغول هوندو هو- ڪليل هئا، ۽ پيا ڏسڻ ۾ بند ٿي ويا هئا، مگر دروازن جي چيرن مان روشنيءَ جا ڪرڻا رستي تي پئي پيا، جنهن مان معلوم پئي ٿيو ته اجا ڪو ماڻهو اندر ضرور آهي- شايد دڪانن جي نوڪريائين ۽ نوڪرن، جيڪي ڳالهين جا ڳهير ٿيندا آهن، پنهنجي گفتگو اجا ختم نه ڪئي هئي. اڪاڪي اڪاڪيوچ پنهنجي مزاج ۾ هلندو پئي آيو، ته ايتري ۾ هڪڙي عورت، تڪڙي تڪڙي، سندس پاسي مان سرڙات ڪري اچي لنگهي. معلوم ناهي، ڇو ايترو تڪڙي پئي آئي؟ هن جي دل ۾ آيو ته هن عورت جي پٺيان ڊوڙي؛ ۽ ذري گهٽ ڊوڙڻ تي به هو، پر هن پاڻ کي روڪي ورتو- ۽ پوءِ سرڳو عجب لڳس، ته اهڙو خيال آخر هن کي ڇو آيو؟ جلدئي اهڙين گهٽين ۾ پهتو، جتي نه پوري روشني هئي ۽ نه وري ڪو ماڻهو چٽو ٿي نظر ٿي آيو. چوڪاري سڄ ٿي سڄ لڳي پئي هئي. ڪٿي ڪٿي ننڍڙا ڪاٺ جا گهر، چنون چير ۽ جهوپڙيون، بند دروازن سان، اونداهيءَ ۾ پري کان نظر آيون ٿي- نه ته مڙيوئي خير. رستي تي ڪا پهرئي ڪانه هئي. ڪنهن وٽهين‌ءَ وانگيءِ جو نالو به ڪونه هو. سڙڪ هڪڙي وڏي چورس ميدان ۾ اچي پيئي، جنهن ڪنهن اڻاهه رڃ وانگر پئي ڏڪٽ ڏني، ۽ ان جي پئي ڇيڙي تي بيٺل گهر مس مس ٿي نظر آيا.

پري پري کان، خبر نه آهي ڪٿان، ڪنهن سنتريءَ جي ڪئبن مان روشنيءَ جي لاٽ پئي نڪتي. ڪئبن ڄڻ ته دنيا جي پئي ڇيڙي تي هئي. قدرتاً، هتي اڪاڪي اڪاڪيوچ جي دل ننڍڙي ٿيڻ لڳي، ۽ ان وڏي چورس ميدان ۾ پير وجهڻ سان ئي گهبرائڻ لڳو- ڄڻ ته هن کي ڪنهن خطري جي اڳ ۾ ئي پروڙ پئجي وئي هئي. خوف ۾ اڳيان پويان ۽ اوسي پاسي لوڻا هڻڻ لڳو، بنهه ائين، جيئن اجهاڳ سمنڊ جي وچ ۾ ڪنهن پيڙيءَ جي هوا نڪري ويئي هجي! هو دل کي پڪو ڪرڻ لڳو: "ڊڄ ڇاجو آهي؟ ڇڳو آهي ته هيڏي هوڏي نهارڻ نه گهرجي"- ۽ اکيون پوري اڳتي هلڻ لڳو. سٽ پنڌ جيئي ڪري سوچيائين ته "اکيون کولي ڏسجي ته چورس ميدان لتاڙي پئي ڇيڙي تي پهتو آهيان يا نه". اجا اکيون مس کوليائين، ته ڏٺائين ته ڪي وٽيل شهپرن سان رهزن سندس رستي روڪ ڪيو بيٺا آهن. هن جي اکين آڏو آنڌي اچي وئي، دل زور سان ڌڙڪي رهي هيس ۽ پاڻ پهر جي پن وانگر ٿڙڪي رهيو هو. هڪ اونداهي رات، ٻيو خوف، اڪاڪي اڪاڪيوچ هنن کي سڃاڻي نه سگهيو، ۽ نه وري هنن جو حليوئي ياد رهيس. انهن مان هڪڙي رعب مان رڙ ڪري ۽ ڪنڌ کان پڪڙي چيس، "هي اوور ڪوٽ منهنجو آهي! لاهي سون کي ڏي!" اڪاڪي اڪاڪيوچ رڙ ڪرڻ تي ئي هو 'چور...... چور......' ته ٻئي چور پنهنجو مضبوط مُڪ جهڙو چنبو منهن تي ڏني، وات بند ڪري ڇڏيس- "هاڻي رڙيون ڪر!" اوورڪوٽ لاهي، لت جو هنيائونس، ته غريب پوٺ پٽ وڃي لڳو. بيهوش ٿي ويو. هن کي خبر ڪانه پئي ته ڇا وهيو ڇا واپريو. ٿوري وقت کان پوءِ هوش ۾ آيو ۽ اٿي ڪڙو ٿيو. هن کي ٿڌ محسوس ٿيڻ لڳي ۽

ڏٺائين ته سندس بدن تي اوورڪوٽ به ڪونه هو. گهيٽن ۾ رڙيون ۽ واڪا ڪيائين،
مگر چورس ميدان جي ٻئي ڇيڙي تائين شايد سندس آواز پهچي نه سگهيو. آخر رڙيون ڪري
ڪري جڏهن ٿڪجي پيو، ۽ جڏهن ڏٺائين ته ڪو اوهي واهي پيدا ڪونه ٿيو، تڏهن
ڏڪندي ڏڪندي سپاهيءَ جي ڪئبن ڏانهن رخ رکيائين، ۽ ڏٺائين ته سپاهي پالي تي ٽيڪ
ڏيو ويٺو هو، شايد انتظار پئي ڪيائين ته ڪهڙو ماڻهو رڙيون ڪندو هن ڏانهن ڊوڙندو
پيو اچي. اڪاڪي اڪاڪيوچ پهچڻ سان ئي سهڪندي سهڪندي، رڙ ڪري، شوخيءَ سان
سپاهيءَ ڏانهن مخاطب ٿيو، "تون ننڊ ۾ هئين؟ پنهنجو فرض پلجي وئين؟ هُتي مون کي
چوري ڦري ويا، ۽ تون هتي آرام سان ويٺو آهين!" سپاهيءَ وراڻيو، "مون ته ڪجهه ڪونه
ڏٺو. ٻن ماڻهن برابر توکي وچ ميدان ۾ جهليو، مگر مون سمجهيو ته تنهنجا دوست آهن ۽
توسان ڳالهيون ٻولهيون پيا ڪن. مون تي گرم ٿيڻ کان چڱو ائين ٿيندو ته تون سڀاڻي
پوليس سپرنٽنڊنٽ کي وڃي رپورٽ ڪر، جو چور ڳولي هٿ ڪندو." اڪاڪي ڪاڪيوچ ڏاڍو
حيران ۽ پريشان گهر ڏانهن موٽيو. سندس لونڊڙين ۽ ڪياڙيءَ جا وار وکري پٽڻ تي ويا
هئا، ۽ هن جا پاسا، آرهه ۽ پتلون برف سان اٽيا پيا هئا. جڏهين جاءِ جي مالڪياڻيءَ
اوپلي وقت دروازي تي زور سان ٺڪ ٺڪ جو آواز ٻڌو، تڏهن هڪدم ٽپو ڏئي، بستري
سان اٿي ڪڙي ٿي ۽ دروازو کولڻ لاءِ اهڙي ته جلدي ڀڳي، جو جتي به هٿ نه آيس. حجاب
کان چولو ڇاتيءَ تي رکي، دروازو کوليائين، ۽ اڪاڪي اڪاڪيوچ جي حالت ڏسي ڇرڪ نڪري
ويس. جڏهين هن روئداد جو سر بستو حال ٻڌو، تڏهين خوف ۾ ڏڪي وئي، ۽ اڪاڪي اڪاڪيوچ تي
زور آندائين ته هو صبح جو پوليس سپرنٽنڊنٽ کي رپورٽ ضرور ڪري، ۽ حد جي پوليس
تي اعتبار ڪرڻ ٺيڪ نه آهي، چو ته هو فقط دم دلاسي تي رکندا ايندا. وڌيڪ ٻڌائين ته
"منهنجي سپرنٽنڊنٽ سان واقفيت پڻ آهي. ائنا فنلنڊ جي ڇوڪري، جيڪا مون وٽ ٻورچياڻيءَ
جو ڪم ڪندي هئي، سا سپرنٽنڊنٽ جي گهر ۾ نرس جو ڪم ڪندي آهي. سپرنٽنڊنٽ کي
مون پاڻ پنهنجي اکين سان اسان جي گهر وٽان لنگهندي ڏٺو آهي، ۽ چرچ ۾ هر آچر جو
بندگي ڪرڻ ايندو آهي. هو خوش مزاج انسان پيو لڳندو آهي، ۽ ضرور رحمدل هوندو."
اڪاڪي اڪاڪيوچ هيءَ ٺيڪ صلاح ٻڌي ٻيڙو منهن ڪري پنهنجي سمهڻ واري ڪوٺيءَ
جو رستو ورتو. پڙهندڙ اڪاڪي اڪاڪيوچ جي سڀاءَ سان ڪافي واقف ٿي چڪا آهن، ۽
سمجهي سگهن ٿا ته هن اها رات ڪيئن گذاري هوندي؟ صبوح جو سويل هو پوليس
سپرنٽنڊنٽ جي گهر ڏانهن روانو ٿي ويو، مگر هو اڃان ننڊ ۾ هو. ڏهين بجي هو وري
ويو، پر سپرنٽنڊنٽ اڃا بستري ۾ هو. يارهين بجي ٿيهر ويو، مگر صاحب بهادر جي ملاقات
جو شرف حاصل نه ٿيس، ۽ معلوم ٿيس ته صاحب گهر ۾ نه آهي، ۽ ڪيڏانهن ٻاهر قدم
رنج فرمائي ويو آهي. منجهند جو مانيءَ مهل اڪاڪي اڪاڪيوچ وري ويو، مگر ڪلارڪ
اڪاڪيءَ کي اندر وڃڻ کان منع ڪيو بيٺا هئا، ۽ زور پئي آندائون ته هو ٻڌايئن ڪين

پڇائي ته صاحب سان ڪهڙي معاملي متعلق ملڻ ٿي گهربائين. اڪاڪي اڪاڪيوچ پنهنجي ساري زندگيءَ ۾ هي پهريون ئي دفعو همت ۽ خود داري ڏيکاري، ۽ ڪڙڪ آواز ۾ چيو، ”مان سپرنٽينڊنٽ صاحب سان ضرور ملندس. مون کي روڪڻ جو اوهان کي ڪو حق نه آهي. مان سرڪاري ڊپارٽمينٽ مان آيو آهيان، ۽ صاحب سان ڪنهن سرڪاري معاملي ۾ ملڻو اٿم. جيڪڏهين مون صاحب سان شڪايت ڪئي، ته ڏسجو ته اوهان جي ڪهڙي مٽي پليد ٿو ڪري. مان اندر ضرور ويندس.“ ڪلارڪ چپ ٿي ويا، ۽ انهن مان هڪڙي وڃي سپرنٽينڊنٽ کي اطلاع ڏنو. اڪاڪي اڪاڪيوچ کي گهرايو ويو، جنهن ٿُر جو سارو بيان ڪيو. مگر اوور ڪوٽ هٿ ڪرڻ ۽ چورن جي ڳولا ڪرڻ بدران سپرنٽينڊنٽ اڪاڪي اڪاڪيوچ کان آڏي پڇا ڪرڻ ۾ لڳي ويو، ڄڻ ته چوري هي هو- ”تون گهر ڏاڍين ايڏو دير سان ڪٿان پئي آئين؟ ڪنهن ونشيا جي گهر ڏانهن ته نه پئي وئين؟ ڪنهن بريءَ نيت سان ته گهر کان ٻاهر نه نڪتو هئين؟“- اڪاڪي اڪاڪيوچ ويچارو منجهي پيو ۽ بغير ڪنهن خاطر خواه جواب ملڻ جي ته ڪوٽ جي ڇڪيءَ طرح ڳولا ٿيندي يا نه، واپس موٽيو. پنهنجي حياتيءَ ۾ پهريون ئي دفعو سارو ڏينهن آفيس کان غير حاضر رهيو هو. ٻئي ڏينهن آفيس ۾ حاضر ٿيو، مگر سندس منهن لٿل هو، ۽ اکيون ڏرا ڏئي ويون هيس. ڄڻ ته ڪا بيماري ڪاٽي اٿيو هو. سندس بدن تي اهو ساڳيو پراڻو ڦاٽل، ڳريل ”ڪتل ٽپڙ“ هو. اوورڪوٽ جي چوريءَ جي خبر سڄيءَ آفيس ۾ واءُ وانگر پکڙجي وئي. ڪن ڪلارڪن ته هي موقعو به هٿان نه وڃايو ۽ اڪاڪي اڪاڪيوچ تي خوب ٺٺوليون ۽ چٿرون ڪيون، مگر منجهانئن گهڻن کي واقعي رحم آيو ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته هن لاءِ چندو ڪري، کيس نئون اوورڪوٽ خريد ڪري ڏنو وڃي. مگر بلڪل معمولي رقم گڏ ٿي سگهي، ڇو ته اڪثر سڀني ڪلارڪن ڊائريڪٽر جي تصوير ٺهرائڻ تي اڳي ئي چڱو چندو ڏنو هو ۽ سندن بالا آفيسر جي حڪم تي هن جي هڪ دوست جو تصنيف ڪيل ڪتاب به خريد ڪيو هئائون، ۽ هن وٽ هن نئين چندي لاءِ ڪيسي ۾ هاڻي گهڻو پئسو ڪونه هو. هڪڙي ڪلارڪ، جنهن کي اڪاڪي اڪاڪيوچ جي نقصان جو گهڻو احساس هو; تنهن پڪو ارادو ڪيو ته ڪنهن نه ڪنهن نموني اڪاڪيءَ کي مدد ضرور ڪجي، سو هُنَ کي مشورو ڏنائين، ته پوليس انسپيڪٽر وٽ ڦر جي رپورٽ ڪٽي وڃڻ فضول آهي، ڇو ته انسپيڪٽر ڪوٽ جي ڄاڄ لاءِ ڪٿي جفا ڪشي ۽ دلي ڪوشش به ڪري ۽ اتفاق سان ڪوٽ پوليس کي ملي به وڃي، مگر تيستائين هن کي نه ملندو، جيستائين هو ڪا ثابتي پيش نه ڪري، ته ڪوٽ برابر سندس آهي: تنهنڪري چڱو ائين ٿيندو ته هن باري ۾ ڪنهن ”پهچ واري ماڻهوءَ“ کي درخواست ڪئي وڃي، جو لکپڙه ڪري اختياريءَ وارن تي زور آڻي ته ڪوٽ ۽ چور هٿ ڪن. اڪاڪي اڪاڪيوچ پڪو پرڻ ڪيو ته هو ”پهچ واري ماڻهوءَ“ کي ئي اپيل ڪندو. اهو معلوم نه آهي ته هيءَ ”پهچ وارو ماڻهو“ ڪهڙيءَ ڊيوٽيءَ تي رکيو ويو هو، ۽ سندس

ڪم ڪوڙا هئا: پر ايتري خبر ضرور آهي تہ هو "ٻهج وارو" بلڪل تازو بنيو هو، ۽ هين ڪان ٿورو اڳ ڪيس ڪابہ ٻهج ڪانہ هئي: ۽ هين ڪان وڌيڪ ٻهج وارا بالا عملدار بہ هئا، جن جي پيٽ ۾ هو بنهہ بي ٻهج هو: ائين هميشه ٿيندو آهي تہ هڪڙي جي نظر ۾ اهي ماڻهو ٻهج وارا هوندا آهن جيڪي ڪن ٻين جي نگاهہ ۾ بنهہ بي ٻهج شمار ٿيندا آهن. بهرحال اڪاڪيءَ جي هن "ٻهج" واري وڏي ماڻهوءَ کي پنهنجي دٻدٻي وڌائڻ ۽ اختياري بلند ڪرڻ جا سي بيشمار طريقا ياد هئا. مثلاً هن جو حڪم هو تہ هو جنهن وقت آفيس ۾ اچي، تہ سندس سڀ زيردست هڪدم ڏاڪڻ وٽ اچي، سندس سلامي ۽ آجيان ڪن. هن جو اهو بہ فرمان هو تہ هن سان ڪوبہ سڌو نہ ملي ۽ نہ سڌي لکپڙهہ ڪري، مگر آفيس جي هر ڪارروائي پنهنجي پوري پوري طريقي سان ٿيڻ گهرجي، ۽ سندس هدايتون هيون تہ سڀڪنهن ڳالهہ جي رپورٽ انچارج ڪلارڪ ننڍي هيڊ ڪلارڪ کي ڪري، پوءِ ننڍو هيڊ ڪلارڪ وڏي هيڊ ڪلارڪ کي، ۽ وڏو هيڊ ڪلارڪ صاحب بهادر جي ڊپٽيءَ کي، ۽ ڊپٽي پوءِ صاحب جي سيڪريٽريءَ جي معرفت سڄي معاملي کان صاحب کي آگاهہ ڪري. روس ۾ سڀڪنهن کي پنهنجي بالا عملدارن سان هر ڳالهہ ۾ ريس ڪرڻ ۽ انهن جي نقل ڪرڻ جي عام عادت هوندي آهي. هڪوي دفعي سون کي پڌيو ويو تہ هڪڙي زيردست، جنهن کي ڪنهن رواجيءَ ننڍيءَ آفيس جي چارج ۾ رکيو ويو هو، ڇا ڪيو، جو هڪڙي خاص ننڍڙي ڪوٺي الڳ ڪرائي ان ۾ خالص پنهنجي آفيس ڪيائين، ۽ ان تي "هيڊ آفيس" جو نالو رکيائين - جيتوڻيڪ ڪوٺي ايڏي تہ سوڙهي هئي جو ان ۾ آفيس جي رواجي ميز بہ مشڪل سان ماپي ٿي سگهي- ۽ دروازي تي ڳاڙهين پڳڙين سان پٽيوالا رکيائين، جيڪي دروازو جهليو بيٺا هوندا هئا، ۽ جيڪو بہ ملاقاتي ايندو هو يا ويندو هو، تنهن لاءِ دروازي کي ٻيا کوليندا ۽ بند ڪندا هئا. لڪاڪي اڪاڪيوچ جو هي "ٻهج وارو ماڻهو" شاهاڻي اخلاق ۽ شاندار عادتن جو ڌڻي هو، پر ساڳئي وقت نهايت ساده ذهن شخص هو: چوندو هو تہ سندس آفيس ۾ ايڏي قاعدي جي پابندي ۽ پورن نيمن تي ڪم هلڻ جو واحد راز "ظابطو - ظابطو - ظابطو" هو. هو ڳالهائيندي ڳالهائيندي جملي جي پوئين لفظ تي وڌيڪ زور ڏئي، پڌندڙ تي رعب وجهڻ لاءِ، هن ڏانهن غور سان گهوري نهاريندو هو - حالانڪ پنهنجي رعب ۽ دهشت وجهڻ لاءِ سندس پنهنجي آفيس جا ڪلارڪ ئي ڪافي هئا. ڪلارڪ هن کي پري کان ايندو ڏسي ادب ۾ اٿي پيهندا هئا، ۽ تيستائين بيٺا هوندا هئا، جيستائين هو ان ڪمري سان هليو نہ وڃي. پنهنجي زيردستن سان هميشه رکائيءَ سان پيش ايندو هو، ۽ هنن سان سندس گفتگو اڪثر ٽن جملن تائين محدود هوندي هئي - "تنهنجي اها همت؟ توکي خبر آهي ڪنهن سان ڳالهائي رهيو آهين؟ توکي معلوم آهي سان ڪير آهيان؟" انهن ڳالهين هوندي بہ هو دل جو صاف، خوش مزاج ۽ پنهنجن دوستن ۽ ساٿين تي مهربان هو. "جنرل" جي عهدي هن جو دماغ خراب ڪري ڇڏيو هو. هو چرين جي قطار ۾ هو ۽ اڻ سهندي وڌائيءَ ۽ آڪڙ ۾ ڏيڏر جيان ڦوڪجي ويندو هو.

البت پنهنجن هڪ جهڙن سان اجا بہ فضيلت ۽ نهٺائيءَ سان پيش ايندو هو، مگر جڏهين پاڻ کان گهٽ عهدي وارن سان ملاقاتي ٿيندو هو، تڏهين سندس ڳالهائڻ ٻولهائڻ بنهہ بند هوندو هو: دور، اڪيلو، خاموش ويٺو هوندو هو. اهڙن موقعن تي سندس حالت رحم جوڳي هوندي هئي. ڪڏهين ڪڏهين اهڙيءَ مجلس ۾ ڪنهن دلچسپ گفتگو ۾ حصو وٺڻ چاهيندو بہ هو، مگر پاڻ کان گهٽ عهدي وارن سان ڳهائڻ مائل ٿي وڃڻ پنهنجي شان مان ُ کان گهٽ سمجهي، ڳالهہ دل جو دل ۾ ڳيهي، ڪلهي ڪنگهڪار ڪري، هڪوي ڪلهي کي جهٽڪو ڏيئي مٿي ڪري ۽ ٻئي کي ٿورو اٽلڪو ٻوٽي هڻائي، وري ساڳئي نموني سان مُنهن رکو ڪري ويهي رهندو هو. انهن حالتن ۾ جيڪڏهن ڪئي ڳالهائڻو پوندو هوس تہ نهايت مخرج سان ڳالهائيندو هو، ۽ مختصر جواب ڏيندو هو ۽ اهڙيءَ طرح هو "شوخ ۽ خشڪ" نالي سان مشهور ٿي ويو.

اڪاڪي اڪاڪيوچ پنهنجي دوست جي مشوري تي عمل ڪري آخر "ٻهچ واري ماڻهوءَ" کي اپيل ڪئي. مگر اهو ڪو نياڳو ڏڻ هو. نحوست ۽ بدقسمتيءَ جند نہ ڇڏيس. اتفاق سان ان ڏينهن "ٻهچ واري ماڻهوءَ" وٽ سندس ننڍپڻ جو گهري ۾ گهرو دوست گهڻي عرصي کان پوءِ آيل هو، جنهن سان هو گپ شپ هڻڻ ۾ مشغول هو، ۽ جنهن کي آئي اڃان ٿورڙي وقت ٿيو هو. اهڙي مصروفيت جي وقت ڪيس اطلاع مليو تہ "باشمنچ ڪن" نالي عرضدار ملاقات جو خواهان آهي. ڪاوڙ سان پڇيائين، "ڪير آهي؟" جواب مليس تہ "ڪوئي ڪلارڪ آهي." "ٿورو ترسي نٿو سگهي؟ چئينس تہ هينئر مون کي وقت ڪونهي"- ٻهچ واري ماڻهوءَ آخر چوڙڪ جواب ڏنو. هتي سان ٻڌائڻ گهران ٿو تہ "ٻهچ واري ماڻهوءَ" ٿورو ڪوڙ هنيو. هن کي اڪاڪي اڪاڪيوچ سان ملڻ لاءِ ڪافي وقت هو. هي ۽ سندس دوست حال احوال ڏئي وٺي ويٺا هئا، ۽ جيڪي ڪجهہ ڳالهائڻو هون ڳالهائي چڪا هئا ۽ وڏيڪ ڪو خاص موضوع باقي نہ رهيو هو، جنهن تي گفتگو چالو رکي سگهن. اجايا پٽ‌شٽ هڻي رهيا هئا ۽ بار بار هٿ هٿ تي هڻي، چيسن جا ٺڪاءَ ڪڍي، چئي رهيا هئا: "تہ اوڻ اڻبريموچ! اها ڳالهہ ائين آهي؟" "بلڪل جيئن مون چيو، اسٽيمن وارلاموچ." سندس دوست گهڻي وقت کان نوڪريءَ تان استيعفا ڏني هئي ۽ ٻهراڙيءَ جو رهاڪو هو. هو فقط پنهنجي دوست کي ڏيکاري رهيو هو تہ سندس ڪيڏي نہ اختياري ۽ هلندي هئي، جو هڪ ڪلارڪ کي بنا ڪنهن سبب جي هيترو ترسائي، سندس وقت زيان ٻئي ڪيائين! الغرض جڏهين پنهنجي دل تي ڳالهائي ٻولهائي ٿڪا ۽ آرام ڪرسيءَ تي ليٽي سگريٽ جا خوب سوٽا هڻي رهيا هئا، تڏهين اوچتو چئي تہ ڪا سالن جي وسريل ڳالهہ ياد اچي ويس. بيخياليءَ سان سيڪريٽريءَ ڏانهن نهاري چيائين، "سويل دروازي تي ڪاغذ صحيح ڪرائڻ لاءِ ڪير هو؟" ٿورو سوچي سگريٽ جو ڦلو ڇهنيءَ سان ڪيرائي وري شروع ڪيائين. "ها ها! ڪوئي ڪلارڪ ملاقات لاءِ ترسيو ويٺو هوندو. سڏ ڪرينس." تماٺو اڪاڪي اڪاڪيوچ گهڻو هيسيل ۽ پرائن ڦاٿل ڪپڙن ۾ "ٻهچ واري ماڻهوءَ" جي حضور ۾ حاضر ٿيو، جنهن ڪڙڪيدار

آواز ۾ پڇيس، "اڙي ڪيئن آيو آهين." معلوم هئڻ گهرجي ته "جنرل" جي عهدي ماڻ ڪان اڳ ۾ برابر پورو هفتو اهڙي رعبدار آواز ڪرڻ جي هن پنهنجي گهر جي اڪيلائيءَ ۾ آرسيءَ جي سامهون مشق ڪئي هئي. اڪاڪي اڪاڪيوچ جنهن تي رعب ۽ دهشت غالب پئجي ويو، هيون منجهي پيو ۽ هٻڪي هٻڪي ڳالهائڻ لڳو. تنهن هوندي به هن ڪان جيترو ٿي سگهيو، اوترو پنهنجي بيان کي جاري رکيائين ته هن وٽ تهڏر نئون اوورڪوٽ هو، جو هن ڪان رات جي انڌيري ۾ زوري ڦريو ويو، ۽ هو هاڻي عرض ڪئي آيو آهي ته هو "وڏي رتبي واري شخص" پوليس جي ڪنهن وڏي عملدار يا ڪنهن ٻئي اختياريءَ واري سان لکپڙهه هلائي، هن جي اوورڪوٽ جو تدارڪ ڪري. اڪاڪي اڪاڪيوچ جي سڌي ملاقات ڪرڻ ۽ درخواست پيش ڪرڻ جو طريقو آفيس جي قاعدي قانون جي خلاف هو، ۽ "وڏي رتبي واري صاحب خنڪيءَ سان چيس، "تون سڌو مون وٽ ڇو آئين؟ توکي خبر نه آهي ته آفيس جي ڪاروائي ڪيئن هلندي آهي؟ توکي درخواست آفيس ۾ ڏيڻ کپندي هئي، جتان نندي ۽ وڏي هيڊ ڪلارڪ ۽ ڊپٽيءَ وٽان ٿيندي سيڪريٽريءَ وٽ اچي ها، جو خود بخود مون وٽ پيش ڪري ها!" اڪاڪي اڪاڪيوچ سڄو پگهرجي ويو، ۽ فرمائيءَ سان عرض ڪيائين، "حضور والا......" هو گهرابل هو، ۽ ڏڪندي ڏڪندي ۽ هٻڪندي هٻڪندي التجا ڪيائين، "مون سائينءَ جن کي انهيءَ لاءِ تڪليف ڏني...... جو...... سيڪريٽري...... اعتبار جوڳو ماڻهو نه آهي." "وڏي رتبي واري صاحب" ڄڻ باه ٿي ويو- "ڇا چيئي؟ وري چؤ. وري چؤ. تنهنجي اهڙي همت! اهڙو خيال توکي ڪيئن آيو؟ اڄ ڪلهه جا نوجوان ڪهڙا نه بدتميز ۽ بي فضيلت آهن! پنهنجي آفيسرن ۽ عملدارن جو لحاظ ۽ عزت به ڪانه اٿن." "وڏي رتبي واري صاحب" شايد اندازو نه لڳائي سگهيو، ته اڪاڪي اڪاڪيوچ جي عمر پنجاه ورهين ڪان مٿي هئي، ۽ هن کي فقط ڪنهن ستر ورهين جي پوڙهي ڪڪ جي ڀيٽ ۾ ئي نوجوان چئي سگهيو ٿي. سندس غصو وڏي وڃي چوٽيءَ تي پهتو، ۽ سڄي آفيس ڪٺي مٿي تي ڪئي. سندس غضب سان اڪاڪي اڪاڪيوچ ته ڇڏيو، پر ساري آفيس ڪنبي رهي هئي. چوڻ لڳو، "تون ڪنهن سان ڳالهائي رهيو آهين؟ توکي خبر آهي مان ڪير آهيان؟ ڪجهه سمجهه ۾ اچيئي ٿو؟" اڪاڪي اڪاڪيوچ اهڙو ڪجي جهڙي پٽ. صفا پنڊ پهڻ ٿي ويو. خوف ۾ سندس وار ڪانڊارجي ويا، ۽ ٿاڦڙجڻ لڳو. جيڪڏهين پٽيوالو ڊڪي سهارو نه ڏنيس ها، ته زمين تي وڃي ٺهڪو ڪري ها. هن کي ٽنگو ٽالي ڪري بيهوشيءَ جي حالت ۾ ٻاهر آندو ويو. "وڏي رتبي جو صاحب" گهڻو خوش ٿيو. هن جي آواز ۾ سچ پچ اثر هو، رعب هو، جو ماڻهو به بيهوش ٿيو ٿي سگهيو. مشق ڪرڻ ۾ جا تڪليف ورتي هئائين، اها ثابت پئي. سندس محنت اجائي نه وئي. ٿيڏيءَ اک سان پنهنجي دوست ڏانهن نهاريائين، ته ڏسي ته هن تي ڪهڙو اثر ٿيو؟ دوست کي ڏسي هن کي وڌيڪ اطمينان ٿيو ۽ پاڻ وڏيڪ خوشي ٿيس جو ڏٺائين ته هو به سندس رعب تاب ڪان خوف زده هو.

اڪاڪي اڪاڪيوچ جو مٿو ڦيريون ڪائڻ لڳو هو. ڏاڪٽين تان ڪيئن لٿو؟ رستي تي ڪيئن آيو؟ - هن کي ڪجهه به ياد نه هو. سندس ٽنگهون ٻانهون ۽ ٻيا عضوا لستا ۽ بيطاقت هئا. هن کي ان ڪان اڳ ۾ ساري حياتيءَ ۾ ڪنهن به جنرل اهڙي رهڙ ڪانه ٻڌائي هئي. ٻاهر برفي طوفان لڳي رهيو هو، ۽ هن جو وات ٿڌ ۾ ڦاٽي ويو هو. ڪرندو ٿڙندو ٿاٻڙندو هُو گهر پهتو ته ڳالهائڻ کان ويهجي ويو. وسوٽل سنهن ۽ گلي سان وڃي بستري تي ڪريو. ڪڏهين ڪڏهين اهڙيءَ سخت چيٽ جو اثر اهڙو اگرو به نڪرندو آهي.

ٻي ڏينهن هن کي سخت تپ ٿي پيو، ۽ پيٽرس برگ جي آبهوا ۽ ٿڌ ته بيماريءَ کي رهندو وڌايو. ڊاڪٽر آيو. نبض ٽپاسيائين، مگر بيماري لاعلاج هئي. هن هدايت ڪئي ته مريض کي فقط ٽاڪور ڪئي وڃي، ۽ سو به انهيءَ لاءِ ته مريض کي علاج کان محروم نه ڪو وڃي، ورنه سندس بچڻ جو آسرو پورو سارو هو. ڏينهن جي بيماريءَ کان پوءِ ڊاڪٽر ظاهر ڪيو ته اڪاڪي اڪاڪيوچ کي موت سڏي رهيو آهي ۽ هن جي بچڻ جي اميد ڪانه ڪانه آهي. هن جاءِ جي مالڪياڻيءَ کي چيو: "قصو ختم آهي، ۽ ڪفن آڻائڻ جون تياريون ڪر."

ڪنهن کي به خبر نه آهي ته اڪاڪيءَ ڊاڪٽر جا اهي منحوس لفظ پنهنجي ڪنين ٻڌا يا نه؟ جيڪڏهين ٻڌائين، ته سندس دل ۾ هلچل متي يا نه؟ هن کي هن رنگين دنيا کي ڇڏڻ تي ۽ پنهنجي زندگيءَ کي الوداع چوڻ تي احساس ٿيو يا نه؟ ڇو ته هو سخت بخار ۽ بيهوشيءَ جي حالت ۾ هو. وهم ۽ پوتن جو هن جي دماغ ۾ واسو ٿي چڪو هو. هو وٺلي رهيو هو ۽ پيٽرووچ کي آرڊر ڏنائين: "پيٽرووچ منهنجو نئون ڪوٽ ٺاهي تيار ڪر. ڪوٽ ۾ پٽا اهڙا رک، جو جيڪڏهين ڪي ڦورو لٽيرا حملو ڪن ته انهن ۾ ڦاسي پون." ڪڏهين وهم ٿيس ته چور سندس بستري ۾ لڪا ويٺا آهن، ۽ وڏي رڙيون ٿي ڪيائين - "چور... چور... چور... پڪڙيو... پڪڙيو... پڪڙيو!" رڪي رڪي جاءِ جي مالڪياڻيءَ کي سڏ ٿي ڪيائين ته "چور سوڙ ۾ لڪا ويٺا آهن. ٽنگ کان وٺي ٻاهر ڪڍين." ڪڏهين پراڻو ڪوٽ ٿي ياد پيس "ڪٽل ٽپڙ منهنجي سامهون ڇو ٽنگيو اٿئي؟ مون نئون اوورڪوٽ سبرايو آهي." ڪڏهين ڄڻ ته جنرل جي سامهون بيٺو هو ۽ هن جي ڦٽ لعنت ٿي ٻڌائين ۽ جواب ۾ ٿي چيائين: "حضور والا مون کي معافي ڏيو،" ۽ تنهن کان پوءِ ته اچي گارگند ۾ پيو ۽ ناشائستا ۽ بدشد لفظ اچارڻ لڳو. جاءِ جي مالڪياڻي ڪڏهين به اهڙا ٻڇڙا جملا هن جي واتان نه ٻڌا هئا، اهڙن جملن کان پوءِ "حضور والا" جو اصطلاح ضرور ٿي ڪم آندائين. ٻڙاڙيءَ ۾ اهڙيءَ حد تي وڃي پهتو، جو سندس وٺڻ مان ڪو مطلب ڪونه ٿي نڪتو، ۽ جيڪي به ٻڳل ٽٽل اکر ٿي ڳالهايائين، سي سندس نئين اوورڪوٽ جي باري ۾ ٿي معلوم ٿيا. نيٺ مهل ٻجي وئي ۽ پکيئڙو پڃري مان پرواز ڪري ويو. سندس جاءِ کي ڪو ڪلف لڳائڻ

وارو ڪونہ هو. هو بي سرو سامان، بي يارو مددگار ۽ بي وارث وسيلو دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو.
هن جي ملڪيت وري ڪهڙي هئي!... ٻہ ڏندڻ، ٽين تڏي... هڪ ٻن جو دستو، ٽي جوراٽن
جا جوڙا، ٻہ يا ٽي پيرا، جيڪي سندس پتلون مان نڪتا هئا، ۽ هن جي زندگيءَ جو ساٿي ڪٽل ٽڙ
جنهن مرڻ تائين ساٿ ڏنس ۽ جنهن مان پڙهندڙ چڱي طرح واقف آهن. اها ملڪيت ڪنهن ڪي
ورثي ۾ آئي - ڇني نٿو سگهجي؛ اِن جي سون ڳالهہ پڌائيندڙ ڪي بہ خبر ڪانہ آهي، ڇاڪاڻ تہ مون
ڪنهن ڪان اهڙي دريافت ڪرڻ جي تڪليف ڪانہ ڪئي آهي. اڄ پيٽرس برگ اڪاڪي اڪاڪيوچ
کان خالي هو. جڻ تہ هو ڇانوٽي ڪونہ هو. اڄ هڪ اهڙو انسان هن دنيا ڪان منهن موڙي
هميشہ لاءِ وڃي آرامي ٿيو هو جو بي يار و مددگار هو؛ جنهن جو ڪو عزيز نہ هو، جنهن ۾
ڪنهن دلچسپي ڪانہ ورتي؛ جنهن ڏانهن ڪنهن سائنسدان جو بہ ڌيان نہ ڇڪيو، جيتوڻيڪ
هو مک ڪي سئي جي نوڪ تي رکي خوردبين جي مدد سان اڀياس ڪرڻ ۾ عار ۽ نفرت نہ
ڪندو آهي؛ جنهن صبر سان ساريءَ آفيس جا چرچا ۽ طعنا سٺا؛ جنهن جي هن وقت وڃي قبر ۾
دفن ٿيڻ لاءِ ڪو بنيادي سبب ڪونہ هو؛ جنهن جي ذلت ڀريءَ زندگيءَ ۾ بہ هڪ رنگينيءَ
جو ڪرٽو اوورڪوٽ جي صورت ۾ پيدا ٿيو؛ ۽ ڀڄاڙيءَ ۾، جنهن تي قدرت اها مصيبت
ڪڙڪائي، جنهن ڪان شاهن جا شاہ بہ بچي نہ سگهيا ۽ بچي نہ سگهندا ۽ اها مصيبت هئي "موت"!
ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ آفيس جي بالا آفيسر هڪ پٽيوالو اڪاڪي اڪاڪيوچ جي گهر موڪليو،
تہ هو آفيس ۾ اچي حاضر ٿئي. مگر پٽيوالو اڪاڪيءَ ڪان سواءِ واپس ويو ۽ وڃي چيائين تہ
هو اچي نہ سگهندو. پڇائونس، "ڇو؟" جواب ڏنائين، "هو بلڪل دور سفر تي ويل آهي،
جتان نہ ڪو موٽيو آهي ۽ نہ وري موٽندو ٿي... هن جو ٽي ڏينهن اڳ انتقال ٿي ويو!"
اهڙيءَ طرح آفيس ۾ اڪاڪيءَ جي موت جي خبر ڦهلجي وئي، ۽ ٻئي ڏينهن تي اڪاڪيءَ اڪاڪيوچ
جي ڪرسيءَ تي نئون ڪلارڪ ويٺل ڏسڻ ۾ آيو، جو قد جو قداور هو، ۽ جو اڪاڪي اڪاڪيوچ
وانگر سڌي سنئين سادي لکپڙهہ ڪرڻ وارو نہ هو، بلڪ هن جي لکيت مطلب واري، ۽
حرفت سان ڀرپور هئي.
اڪاڪي اڪاڪيوچ مري ويو. سندس لاش قبر ۾ دفن ڪيو ويو. مگر سندس قصو اجا
ختم نہ ٿيو هو. هن زندگيءَ ۾ نہ ڪنهن کي ڏکويو ۽ نہ ستايو، ۽ ساري عمر گمناميءَ ۾
گذاري هئائين. مرڻ ڪان پوءِ هن جو روح ڀٽڪندو رهيو، ۽ پيٽرس برگ ۾ ڏهڪاءَ وجهي
ڏنائين. پار پچو، ننڍو وڏو ۽ غريب امير هن جو نالو ٻڌي خوف ڪان ڪانڊارجي ويندو
هو. شايد انهيءَ لاءِ، تہ زماني کي معلوم ٿئي تہ اڪاڪيءَ نالي بہ ڪنهن انسان هن دنيا
۾ جنم ورتو هو، پنهنجو وارو وڃائي نيٺ ڪوچ ڪري ويو. پيٽرس برگ ۾ افواہ اٿيا تہ
ڪالنڪن برج جي آس پاس رات جو ڪنهن ڪلارڪ جي صورت ۾ هڪڙو مردو ڏيکاري
ڏئي ٿو، جو چوري ٿيل اوورڪوٽ جي تلاش ۾ آهي، ۽ جيڪو بہ اتان اوورڪوٽ پائي
لنگهي ٿو، تنهن ڪان بنا امير ي غريبيءَ جي پيد جي، زوريءَ لهرائي ٿو وٺي، پوءِ ڪٽي ڪوٽ

"ڪئنفر" ڪالر سان هجي يا "بيور" ڪالر سان هجي، 'رئڪون' جي کل جي آستر سان هجي
يا لومڙي ۽ رڇ جي کل جي آستر سان. هڪڙي آفيس جي ڪلارڪ ڀڻ مردو پنهنجي اکين
سان ڏٺو ۽ سڃاتائين ته هو اڪاڪي اڪاڪيوچ هو، ۽ ٻري کان ڏسٽي آگر سڻي جهليو ڪيس
ڏيڄاري رهيو هو، ۽ اهو ڏسي هن خوف هراس ۾ وٺي ڪڏهن تي زور رکيو.

چوڏاري دانهن ٿي ويئي. نه رڳو غريبن ۽ گهٽ پگهار وارن، مگر شاهوڪارن ۽
وڏن آفيسرن به شڪايتون ڪيون، ته هنن مردو اڄ هيتي ڏٺو ۽ اڄ هُتي ڏٺو، ۽ هنن کان
اوورڪوٽ لهرائي ورتائين ۽ انڌ ۾ ڏڪندا گهر پهتا. پوليس کي حڪم پهتا ته تڪليف ۽ پنهنجي
جو خيال نه ڪري، جيئري يا مئل مردي کي ڪنهن به حالت ۾ هٿ ڪن ۽ هن کي چيچلائي چيچلائي
مارين، جئن ٻين لاءِ سبق ٿئي! پوليس جي ڪوشش ۽ جانفشانيءَ وڃي هٿي هند ڪيو.
ڪريوشڪن ۾ پوليس ٿاڻي جي هڪ سنتريءَ اصل واردات واريءَ جڳهه تي مردي کي وڃي
پڪڙيو، جڏهين هو هڪ پوڙهي موسيقار کان، جيڪو پنهنجي جوانيءَ ۾ دل سوز بنسري
وڄائيندو هو، پرک جي کهڙي جو اوورڪوٽ کسي رهيو هو. هن مردي کي ڪالر کان
جهلي پنهنجن ٻين سائين کي هڪل ڪئي، جي به اچي هن سان مددگار ٿيا. اتي سنتريءَ
کي ناس جي ٻاڙ لڳي، ۽ خيال ڪيائين ته ناس جي دبلي، جا بوٽ ۾ رکي هئائين، ڪڍي،
هن فتح جي خوشيءَ ۾ ڪو ناس جو دڳاڙو لڳائي؛ سو اهو سوچي، پنهنجي ٻين سائين جي
حوالي ڪيائين. پر ناس شايد اهڙي ته تکي هئي، جو ان جو تيز اثر مردو به برداشت ڪري
نه سگهيو. سنتريءَ اڃا پنهنجي ناسن ۾ ناس جي چپٽي مس انگهائي ته مردي هنن ٽنهي جي
اکين ۾ اهڙي زور سان وٺي ڇڄ ڏني، جو سندن اکيون پورجي ويون ۽ مردو غائب ٿي
ويو - چڻ ته هنن مردي کي پڪڙيو ئي ڪونه هو؛ ۽ ڪين اهڙو ته خوف ٿيو، جو اڳتي
جي واسطي هو هن جي پرسان به نه ويندا هئا، ۽ صرف پري کان پيا رڙيون ڪندا هئا -
"ڏس! هو ٿو وڃيئي. پڄ، پڄ!" ۽ مردو هنن گيدين کي وڏيڪ ڏيڄارڻ لاءِ
ڪالنڪن برج جي پٺي طرف کان ڏبڪاري ڏني، هڪ پيرو وڏيڪ ڏيڄاريندو هو، ۽ پوءِ
انهيءَ رات هو سندن نگاهن کان غائب ٿي ويندو هو!

اسين وڃي ٻين ڳالهين ۾ پياسين ۽ "پهچ واري صاحب" کي بلڪل وساري ڇڏيوسين
جيڪو هن روئداد جو سبب ۽ اڪاڪيءَ جي موت جو ڪارڻ هو. ڏک دشمن جو به نه
وڃائجي. "پهچ وارو صاحب" هروڀرو اهڙو برو نه هو. اڪاڪي اڪاڪيوچ کي اهڙي زوردار
ڇينڀ ڪيڻ کان پوءِ هن کي گهڻو افسوس ٿيو. هو ايڏو سخت دل ۽ ڪٺور نه هو. آخر ته انسان
هو، هن جي دل ۾ به همدردي هئي، رحم هو ۽ انسانيت لاءِ عزت هئي، مگر هن جي وڏي
عهدي ۽ بالا عملداريءَ اهڙن احساسن ظاهر ڪرڻ کان هن کي مجبور پئي ڪيو. سندس دوست
جي وڃڻ کان پوءِ هو اڪاڪيءَ جي حال تي رحم کائي، هن جي نمائيءَ حالت تي ويچار
ڪرڻ لڳو، ۽ ان ڏينهن کان پوءِ اڪاڪيءَ جو خيال هن جي دماغ ۾ گهر ڪري ويهي

رهيو، هو پنهنجي ڪئي تي پڇتائڻ لڳو. اهڙن ويچارن ۽ خيالن ڪان تنگ اچي آخرڪار اڪاڪي اڪاڪيوچ ڏانهن ڪلارڪ موڪليائين ته ڏسي ته هو طبيعت ۾ ته ٺيڪ آهي، ۽ جيڪڏهين سچ پچ هو هن کي ڪا مدد ڪري سگهي ٿو، ته هو هر حالت ۾ حاضر آهي؛ ۽ پوءِ، ان منحوس خبر، ته اڪاڪي اڪاڪيوچ بخار ۽ بيهوشيءَ ۾ مري ويو، هن جي دل ۾ ڪنڊو چبي چڏيو، ضمير هن کي ملامت ڪئي، ۽ هو سارو ڏينهن اداس ۽ بيچين رهيو. خيالات مٽائڻ ۽ غم غلط ڪرڻ خاطر هو شام جو پنهنجي هڪڙي دوست وٽ ڪچهريءَ لاءِ ويو. اتفاق سان هتي سڀ خانداني ۽ شان مان وارا ماڻهو ۽ وڏي ڳالهه ته سڀ هڪڙي عهدي جا آفيسر ويٺا هئا. هن گهٽيءَ آزاديءَ سان گفت و شنيد ۾ بهرو ورتو ۽ چرچن گهڻن ۾ هنن سان رلي ملي ويو، جو اڪاڪيءَ کي بيگناهه چئبي، هن جي نمائي صورت ۽ هن جي موت جهڙا ملامت ڪندڙ خيال في الحال هن کان وسري ويا. مطلب ته هن جي شام ڪُل خوشيءَ ۽ مزي ۾ گذري. رات جو هن شئمپين جهڙي اعليٰ قسم جي شراب جا ٻه گلاس پيتا ۽ هن جي اکين ۾ خمار، دل ۾ بهاري، خيال ۾ سڪون، دماغ ۾ ٻي اونائي ۽ مُنهن ۾ خنڪي پيدا ٿي. شراب نيٺ پنهنجو اثر ظاهر ڪيو ۽ هن خيال ڪيو ته اڄ گهر وڃڻ بدران ڪرولينا اوئنونا سان، جا جرمن نسل جي عورت هئي، وڃي موج مائي. ڪرولينا اوئنونا سان هن جا ڪافي وقت کان دوستانا تعلقات هئا. اهو ياد رکڻ گهرجي ته "پهچ وارو صاحب" چڱي عمر جو ڪرڙو، مهربان پيءُ ۽ جوابدار مڙس هو. کيس ٻه پُٽ هئا، جن مان هڪڙو سندس ئي آفيس ۾ ڪم ڪندو هو. هڪ سورهن سالن جي نوجوان ڌيءَ به هيس، جنهن جو ننڍڙو نڪ چتونءَ جي چهنب وانگر ورڻل هو. هوءَ هر صبح جو اچي سندس سلام ڪندي هئي ۽ هٿ چمي چوندي هئي، "منهنجو پيارو بابا". سندس زال به اڃا ننڍي ئيٽي هئي، ۽ شڪل شبيه جي به ملوڪ هئي. هوءَ هن کي پنهنجو هٿ چمڻ لاءِ ڏيندي هئي، ۽ بعد ۾ هن جو هٿ چمندي هئي. اهڙيءَ طرح جيتوڻيڪ هن کي پنهنجي گهر ۾ هر قسم جو آرام ۽ فرحت جو سامان موجود هو، تڏهين به هن اها ضرورت محسوس ڪئي ته شهر جي ڪنهن ٻئي پاڙي ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي معشوقه جو هئڻ لازمي آهي. سندس سنگتياڻي سندس زال کان نه ته عمر ۾ گهٽ هئي ۽ نه وري صورت ۾ سوچاري هئي. پر هي ڪو دنيا جو دستور هوندو آهي ته پنهنجي کان پرائي ۾ وڌيڪ مزو هوندو آهي. خير اسان جو ڪم نه آهي ته ڪنهن تي بيهي نڪتچيني ڪريون. "پهچ وارو صاحب" ڏاڪڻ تان لٿو ۽ اچي پنهنجي گسڪيءَ گاڏيءَ ۾ سوار ٿيو، ۽ ڪوچوان کي حڪم ڏنائين "ڪرولينا اوئنونا جي گهر هل!" هو قيمتي گرم فر جي اوورڪوٽ ۾ ملبوس، بيپرواهيءَ ۽ بيفڪريءَ جي عالم ۾ هو، ۽ دماغ تي زور ڏئي هروڀرو ڪجهه سوچ ويچار ڪرڻ لاءِ تيار به نه هو، مگر خوشيءَ پريا ۽ رنگين خيالات خود بخود هن جي دل و دماغ کي وڌيڪ لطف ۽ فرحت بخشي رهيا هئا. هن کي اهي شام جون دل وندرائيندڙ گهڙيون ۽ اهي دلچسپ اصطلاح ۽ جملا، جن جي پڌڻ سان سندس سنگت جا سڀ

يار دوست ڪلي ڪلي ڪيرا ٿي پيا، وري وري ياد پئي آيا، ۽ اهي محاورا آهستي آهستي
چپن ۾ اچاري پاڻ وري وري پئي کليو. واهه جو انهن ۾ مزو ۽ لطف هو! مگر هوا جي
چوٽ جهونڻ هن کي سخت هلاڪ ڪيو. هوا جي زور تي برف جا ڳنڍا هن جي مٿان پئي
وسيا، ۽ سندس ڪوٽ جو ڪالر هوا سان پرڄي اتي جي ڳوڻ وانگر ڦوڪجي پئي ويو، ۽
هن جي منهن ۽ نرڙ تي زور سان پئي سٽڪو ڪيائين، ڄڻڪ پاڻ کي آزاد ڪرائڻ لاءِ هلچل
هلالي ڏني هئائين. ايتري ۾ ”ٻهچ واري صاحب“ کي ڪنهن پٺيان اچي گردن کان پڪڙيو،
منهن وراڻي ڏٺائين ته هڪڙو قد جو ٺندرو ميرن ڪپڙن ۾ ويڪيل ماڻهو هو. هن کي سڃاتائين
ته هو اڪاڪي هو! هيبت ۾ هن جا لڱ ڪانڊارجي ويا. ڪلارڪ جو منهن اڇو برف جهڙو
۽ سڪل هو، جهڙو ڪنهن مردي جو هنڻ گهرجي. ”ٻهچ واري صاحب“ جي خوف ۽
هراس جي ڪا حد نه ڪانه رهي، جڏهين ڏٺائين ته مردو منجهيل لفظن ۾ ڪجهه ڳالهائڻ
جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. مردو ڪلي چوڻ لڳو ”ها، ها، ها! ها! سو نيٺ تون
منهنجي چنبي ۾ اچي ولين ۽ نيٺ مون توکي ڪالر کان پڪڙيو. مون کي تنهنجو اوور ڪوٽ
گهرجي! تو مون کي مدد ڪرڻ کان انڪار ڪيو! تو مون کي گاريون ڏنيون! ان جي
عيوض پنهنجو اوور ڪوٽ لاهه! منهنجي حوالي ڪر!“ وبچارو ”ٻهچ وارو صاحب“ اڌ مئو ٿي
پيو. آفيس ۾ زيردستن تي جيڪڏهين ڪو هن جو ضابطو ۽ رعب ڏسي ها، يا جيڪڏهين
ڪو هن جي آتي جي مردانگيءَ ۽ شخصيت مان واقف هجي ها ته ضرور هن جي ساراهه جا
ڍڪ ڀري ها ۽ بي اختيار چوي ها، ”واهه ڪهڙي نه رعبدار شخصيت آهي هن جي!“ مگر
هو هن وقت رواجي ماڻهوءَ وانگر ڏپ ۾ ڪنبي رهيو هو. هن هڪدم ڪوٽ لاهي ڪٽي ڦٽو
ڪيو، ۽ ڪوچوان کي رڙ ڪري گهبرايل آواز ۾ چيائين، ”گاڏي موڙاءِ! هڪدم گهر
هل!“ ڪوچوان ”ٻهچ واري صاحب“ جي آواز جو نمونو بدليل ڏسي، سهي ڪيو ته ڪوئي
خطرو آهي، ۽ پنهنجا ڪلها ڪنن تائين ڍڪي، جانورن کي ٻه ٽي چهبڪ وهائي ڪڍيائين ۽
اهين ڀڳو ڄڻ تير ڪمان مان ڇٽو ۽ ڇهن منٽن جي ٿوري عرصي ۾ اچي گهر پهتو. گهبرايل
خوفزده ۽ اوورڪوٽ کان سواءِ، هو ڪروليتا اوئنونا جي گهر جي بدران پنهنجي گهر اچي
نڪتو، ۽ سڌو پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ وڃي ڍڪيو، ۽ ساري رات حيران ۽ پريشان هو.
صبح جو نيرن جي وقت ڌيئس کي ڪجهه خوف محسوس ٿيو، جنهن پڇيس، ”بابا! ڇو اڄ
اوهان لهڪاريل ٿا ڏيکارجو؟“ مگر ڇوڪريءَ جو پيءُ بلڪل خاموش رهيو ۽ ڪنهن کي
به نه ٻڌايائين ته هن سان ڪهڙي ويڌن هئي، رات جو ڪٿي هو، يا ڪيڏانهن پئي ٿي ويو؟
هن واقعي جو هن تي گهڻو اثر ٿيو ۽ گهٽ ۾ گهٽ اهي هميشه وارا جملا ته ”تنهنجي
اهڙي همت؟ توکي خبر آهي ته مان ڪير آهيان؟ تون ڪنهن سان ڳالهائي رهيو آهين؟“
- پنهنجي زيردستن سان ورلي ڪم آڻڻ لڳو، ۽ پڻ سان گفتگو ڪرڻ جي وقت، اهي ڪڏهين
به استعمال نه ڪندو هو، جيستائين ڪ مسئلي جي ساري حقيقت نه ٻڌندو هو.

هن کان پوءِ مرحوم منشي اڪاڪي اڪاڪيوچ جو روح ڀٽڪندو نظر نه آيو. شايد جنرل جو اوورڪوٽ هن کي پورو اچي ويو. پوءِ ڪنهن به اوورڪوٽ کسجڻ جي شڪايت ڪانه ڪئي. پر تنهن هوندي به ڪي ماڻهو چوڻ لڳا ته مردو اڃان به شهر جي ڏورانهن پاڙن ۾ ڏيکاري ڏئي ٿو. مثلاً هڪڙي دفعي ڪالومنا جي هڪ سنتريءَ مردو هڪ گهر جي پٺ ۾ ڏٺو، مگر ڇاڪاڻ ته هو قدرتاً هاڻيءَ جو ڪمزور هو... ايتري قدر، جو هڪڙي دفعي جيئن هڪڙو سوئر پر واريءَ جاءِ مان نڪتو، تيئن هن کي دانو هٿي ڪيرائي وڌائين ۽ ڪوچوان، جي پرسان بيٺا هئا، هن جي چوڌاري مڙي آيا ۽ خوب چيڙايائونس، ۽ پوءِ هن اهڙي گستاخيءَ جي عيوض هنن کان ناس لاءِ ٻه ڪاپيڪ ورتا،... تنهنڪري مردي کي پڪڙڻ جي هو همت نه ساري سگهيو، تنهن هوندي به هو ڪجهه پنڌ اونداهيءَ ۾ مردي پٺيان ويو- جيستائين ڪ مردي ڪنڌ ورائي ٺونشو ڏيکاريندي چيس "ڇا گهرجي؟" سنتريءَ جواب ڏنو "ڪجهه به نه!" ۽ پوءِ سنتري واپس پنهنجي ماڳ تي موٽي ويو. ايترو سو هو، ته هيءُ مردو مڙيوئي ڪي قدر قد ۾ ڊگهو ۽ وڏين رعبدار مڇن سان هو، ۽ سڌو آبوهو برج پاسي، جيڏانهن شهر جي غريب خلق گهڻو رهندي هئي، وڃي رهيو هو ۽ اوڏانهن ويندي ويندي هو رات جي انڌيري ۾ غائب ٿي ويو.



اصل انگريزيءَ ۾، نورا رچرڊس جو
سنڌيڪار: سراج

# اڪبر جي حياتيءَ جو هڪ ڏينهن

(ٽن منظرن وارو هڪ ناٽڪ)

## منظر پهريون

ا

مقام: فتحپور سڪري وقت: بهار جو هڪ صبح

ڪردار

اڪبر- مغل شهنشاهه؛ راجا ٽوڊرمل- وزير زراعت؛ هڪ ٻيو وزير؛ ٽي عملدار؛ ڪنيز؛ ڪٽني؛ هڪ ٻيوهه؛ راجپوت؛ برهمڻ؛ ٻه هاري؛ ۽ چوبدار، وغيره

[اڪبر جي محل جو ديوان عام- ٿنڀن وچ تي شاهي مسند آهي، جنهن جي ساڄي پاسي کان چئن پنجن ڏاڪن سان هڪ اوچو ٿلهو آهي. ان جي ٻوڀان وري محل ڏانهن وڃڻ لاءِ ٿلهن ۾ دنن سان ڍڪيل دروازو آهي- مسند جي هيٺان ٻه عملدار ويٺا آهن.]

پهريون عملدار- ڀلا، اڄ درخواستون ڪي گهٽيون آهن ڇا؟

ٻيو عملدار- ايتريون گهٽيون ته ڪينهن. جيڪي تمام ضروري هيون، سي گڏ ڪري رکيون اٿم.

پهريون عملدار- ڇاجون آهن؟

ٻيو عملدار- هڪڙي ته جزيي جي خلاف اپيل آهي، ۽ هڪڙو زمين جي ماپ بابت جهڳڙي جو فيصلو آهي. هڪ ٺيڪيدار جو به فرياد آهي.

پهريون عملدار- پهرين جزيي ڪي ڪٽنداسون، ۽ پوءِ ٺيڪيدار جي سوال کي. زمين جي ماپ وارو جهڳڙو ته تڏهن کڻبو، جڏهن راجا ٽوڊرمل ايندو: اڄ سندس اچڻ جي اميد آهي- بادشاهه سلامت کي پنهنجو نئون ايجاد ڪيل "جريب" ڏيکارڻو اٿس. راجا صاحب جيڪو ڊيلن جو نئون طريقو ڳولي ڪڍيو آهي، سو شايد ان تي به بحث مباحثو ٿيڻو آهي. ٻيون درخواستون ڪينهن ڇا؟

ٻيو عملدار- آهن ته ڪوڙ، پر اهڙيون ضروري ڪينهن: هڪڙو برهمڻ آهي، جو "ستيي اڪڙيءَ" جي سڌاري خلاف ڏاڍو جوش ۾ آهي، ۽ اعتراض پيش ڪرڻ لاءِ سهي سنبري آيو آهي.

پهريون عملدار- ڀلي آيو، جيءَ آيو.

ٻيو عملدار- خيرات لاءِ ٻه ڪهڻيون ٻي درخواستون آهن: هڪڙي غريب بيوهه زال تيرٿ-ياترا جي محصول لاءِ پريشان آهي؛ ٻيو ڪنبر آهي، جنهن ويچاري جا سمورا ڍانو ٻچڙ ڪان اڳ- ميهن ۾ ناس ٿي ويا آهن؛ هڪڙو ڪني آهي، جنهن جي ڪڪائين ڇت ٻاهه ۾ سڙي ويئي آهي- ۽ اهڙيءَ طرح ٻيا ٻه ڪهڻاني آهن.

ٽيون عملدار- اڄ اسان کي ايترليون ساريون درخواستون داخل ڪرڻ نه گهرجن، جو راجا ٽوڊرمل جي اچڻ تي ڍلن بابت اهم ڳالهه ٻولهه ٿيڻي آهي.

ٻيو عملدار- ته پوءِ خيرات جون ڪهڻيون درخواستون پيش ڪريون؟

ٽيون عملدار- اهي ٿي اٽڪل چار يا پنج؛ ٻين وڏين درخواستن مان ٻن ڪان وڌيڪ نه هجن ته چڱو: زمين وارو تڪرار ۽ ٺيڪيدار جي فرياد، اهي ٻه مسئلا ٿي ڪافي ٿيندا.

ٻيو عملدار- ۽ پنڊت؟ سندس ستي اڪڙيءَ واري سڌاري خلاف اعتراض......؟

ٽيون عملدار- هائو، هائو؛ ڀلي ته اهو به اچي. هاڻ وڃ ۽ آڻي ڪين حاضر ڪر.

(ٻيو عملدار وڃي ٿو)

(نيون عملدار داخل ٿئي ٿو)

نيون عملدار- مون کي هيءُ چوڻ لاءِ موڪليو ويو آهي ته "شهنشاه سلامت جي مرضي آهي ته درخواستون ٿڪڙيون پيش ڪيون وڃن، جئن راجا ٽوڊرمل سان ڍلن واري رٿ تي بحث مباحثي لاءِ جلد واندا ٿي سگهن".

ٽيون عملدار- درخواستون مون چونڊي رکيون آهن؛ فريادين کي گهرايو اٿم. وڃ ۽ وڃي عرض ڪر ته "هيت ڪا دير ڪانهي؛ اسين شهنشاه سلامت جن جي انتظار ۾ آهيون".

(نيون عملدار وڃي ٿو)

(ٻيو عملدار وري هڪڙيءَ زال ۽ سندس ننڍڙي نينگرڙيءَ سان گڏ اچي ٿو)

ٽيون علمدار- ادي، اچ! ڪڪي، تون اچ! ... هتي ويهي رهو!

(ڪني، ڪنبار ۽ راجپوت اچن ٿا)

اوهين ٻئي هت ويهو! (هو ٻئي زال جي پرسان ويهي رهن ٿا) ۽ تون- جنهن جي مرضي آهي ته توتان محصول معاف ٿئي- تون به اچ ... وڃي انهن سان ويهه، جن کي دان ونڊو آهي.

راجپوت- دان! مون کي دان ڪونه گهرجي مون کي نياءُ گهرجي: آءٌ هنن کان جدا ويهندس.

ٻيو عملدار- چڱو، ته جدا ٿي ويهه! تنهنجي شنوائي هنن کان پوءِ ٿيندي.

(ٻه هاري داخل ٿين ٿا)

ٽيون هاري- هر سال اسان لاءِ اهوئي ساڳيو جهڳڙو! هرسال تو منهنجي زمين تي ٻج پوکيو هو...

ٻيو هاري- ۽ هيل... تو آنهيءَ منهنجي زمين تي ٻج پوکيو آهي!

ٽيون هاري- اها زمين منهنجي آهي...

ٻيو هاري- آءٌ چوان ٿو اها زمين منهنجي آهي؛ مون اجا ڪالهه ماپي آهي!

ٽيون هاري- ۽ مون ڇهه مهينا اڳ ماپي آهي: آءٌ ٿو چوان" ته اها منهنجي آهي!

ٽيون عملدار- خاموش، خاموش! اوهان جو مقدمو دير سان فيصل ٿيندو. (ٻئي عملدار کي) هنن ٻنهي کي جدا ڪري ويهار.

(ٺيڪيدار داخل ٿئي ٿو. هن جي پويان هڪڙو هاري، ۽ هڪ برهمڻ داخل ٿين ٿا.)

(پيو عملدار سيني کي ٽولن ۾ ورهائي بيهاري ٿو: ۽ مقدس وارن کي دان گهرندڙن کان جدا ڪري بيهاري ٿو).

پهريون عملدار (راجپوت کي)- تو وٽ ته ڪا لکيل درخواست ئي ڪانهي. توکي حقيقت ۾ دان گهرندڙن سان گڏ وڃي ويهڻ گهرجي.

راجپوت- آءٌ وري به چوان ٿو ته مون کي دان پان ڪونه گهرجي؛ مون کي نياءُ گهرجي- انهيءَ ڪري آءٌ ته هتي ٿي بيهندس.

پيو عملدار (برهمڻ کي)- تو وٽ به ڪا لکيل درخواست ڪانهي. تون به وڃي انهن سان ويهه جن کي دان گهرجي.

پنڊت- دان! آءٌ ته پنهنجا حق گهرڻ آيو آهيان!

پيو عملدار- چڱو، چڱو... اوهين ٻئي هتي ٿي بيهو. (هو ٻئي عملدار سان گڏجي ساڄي پاسي ٿي بيهي ٿو).

ڪٿي (عورت ڏانهن مخاطب ٿي)- ادي، تون ڪٿان آئي آهين؟

عورت- ادا، آءٌ هڪ وڌوا آهيان. پنهنجي وَرَ جون هاڻيون ڪاشيءَ ڪٽي ٿي وڃان. پر انهيءَ کان اڳ مون کي پنهنجي تيرٿ ياترا لاءِ ڏن ڀرڻو آهي- مون غريب وٽ پئسا ڪٿان اچن جو ڏن ڀريان!

پنڊت- تون ڀاڳ، او ڪلڪني، هن وقت تائين رک هٿ گهرجين ها! تون چتا تي ڇو نه چڙهيئن؟

عورت- ان ڪري جو شهنشاهه سلامت جي پنڊتن کي روڪ آهي ته هو اسان ابلائن کي زوريءَ چتا ۾ اڇلائي نه ڇڏين.

پنڊت- ها، اسان جي شهنشاهه جي برابر اسان تي روڪ آهي- ۽ انهيءَ ڪري ئي آءٌ هتي آيو آهيان. ڏسو ته سهي، ودوائون هرهنڌ چتا تي چڙهڻ کان انڪار ڪري رهيون آهن!

راجپوت- پنڊت جي، اوهان لاءِ ته اها ڳالهه ڏاڍي ڏکي ٿي: هاڻ اوهين هيرا جواهر ۽ زيور ڪٿان گڏ ڪري سگهندؤ؟

پنڊت- هاڻ انهن پرلوڪ سڌاريل آتمائن جو ڇا ٿيندو، جن کي دشٽ ڪاياڻون وڪوڙي ويٺيون هونديون؟ هاءِ هاءِ، ڪهڙي ڪلجڳ ۾ اچي پيا آهيون! هري رام، هري رام! سمو ڏاڍو خراب آهي!

راجپوت- اهو ته سچ آهي، پر اوهين وڌوائن کي جلائي، سمي کي مرڳو وڌيڪ خراب ڪري رهيا آهيو! توهان کي هنن جي پيڙا سان ته ڦائدو ٿو پهچي.

پنڊت- اسين ته هنن لاءِ مريادا ٿا حاصل ڪريون: هندو استري جات جي مان-مريادا!

ٽيون عملدار- بس بس، خاموش! شهنشاهه سلامت جن تشريف فرمائي رهيا آهن.

(ٻه چوبدار داخل ٿين ٿا)

(چوبدار پردي مان اندر لنگهي، دروازي اڳيان پنهنجون لٺيون جهلي بيهن ٿا)

پهريون چوبدار- خاموش، خاموش! با ادب با ملاحظه هوشيار!

ٻيو چوبدار- شهنشاهه سلامت جن تشريف فرمائين ٿا!

(هو پردي کي کولين ٿا؛ ۽ رستو ويڪرو ڪري، هڪڙو هڪڙي پاسي، ٻيو ٻئي پاسي بيهي رهي ٿو- گهڙيءَ کن لاءِ ماٺ ٿي وڃي ٿي)

(اڪبر داخل ٿئي ٿو)

(اڪبر هڪڙي وزير سان گڏ اچي ٿو، ۽ سندس پويان خادم داخل ٿين ٿا- انهن مان ٻه ڄڻا ٻنهي پاسي ڪڇيءَ جي ڏگهن هٿين وارا پکا لوڏي رهيا آهن. عرضدار ۽ مقدس وارا احترام

ٻه ٻيا آهن - بادشاهه وهي ٿو. ٻه عملدار وڏي مسند جي ٻانهي ٿائين اچن ٿا، ۽ ڪورنش بجا آڻي، ٻوٽي هٿي بيهن ٿا.)

وزير - شهنشاهه سلامت، شهنشاهه هندستان، غريبن جو نگهبان، عادل حڪمران، درخواستون ٻڌڻ لاءِ تيار آهن. عرضدارن ۽ خيرات وٺندڙن کي پيش ڪيو وڃي......

ٻهريون عملدار - لڪوُ ڪنبر، حاضر ٿئي!

لڪوُ ڪنبر - عاليجاهه! ٻي سنداٿن مينهن منهنجي ڪرت کي ٻنهه ٻنجو ڏيئي ڇڏيو آهي: منهنجا سمورا اڻ پڪل ٿانو ٻُسي ناس ٿي ويا. انهيءَ کان سواءِ، پيٽ گذر جو ڪوبه واهه وسيلو ڪونه اٿم. اي غريبن جا رکپال! منهنجو عرض اگهاءِ، مون کي پنهنجي سخاوت جي گنج مان فقط ٻه اشرفيون عنايت ڪر...!

اڪبر - بس، وڌيڪ نه چئو... هن کي ڏهه اشرفيون ڏيو!

لڪو - خدا حضور کي هميشه هميشه زنده ۽ سلامت رکي! (وڃي ٿو)

ٻهريون عملدار - رام ڏتو ڌوٻي، حاضر ٿئي!

رام ڏتو - عاليجاهه، مسڪينن جا مددگار! منهنجي ڪکائين جهوپڙي ٻاهه ۾ سڙي ناس ٿي ويئي آهي. منهنجا سمورا ٽپڙ ٽاڙي، ... ۽ ڪي ڪپڙا - جي مون ڌوئي ٺاهي تيار ڪري، ڌڻين کي پهچائڻ لاءِ رکيا هئا - سب سڙي ويا. منهنجي نياڻيءَ جي شاديءَ مون کي اڳي ئي محتاج ڪري ڇڏيو آهي - آءٌ ڏاڍو لاچار آهيان. اي عاليجاهه، منهنجي مدد فرماءِ!

اڪبر - اها ٻاهه لڳي ڪيئن؟

ڌوٻي - حضور، منهنجي ته ملائڪن کي به خبر ڪانهي: گهر ۾ ٻهر ئي ڪانه هئي، آءٌ به ڪپڙا رسائڻ ويو هوس - ۽ ٻليءَ تي سو ڪنب چاڙهي ڇڏيو هوم...

اڪبر - اها ته سياڻپ ڪانه ڪئي. ٿوري هوا لڳڻ سان تنهنجي ڪکن کي ٻاهه وڪوڙي ويئي هوندي.

ڌوٻي - پرڀيٺندا قبلا، جيڏيءَ مهل آءٌ گهران نڪتو هوس، اوڏيءَ مهل ته واءُ ڪونه ٿي لڳو؛ ۽ جڏهن موٽيس، تڏهن سڀڪجهه ڦلهيار ٿيو پيو هو!

(پنهنجا هٿ نيزاري ڪرڻ لاءِ مٿي ٿو ڪئي)

اڪبر - هن کي ويهه اشرفيون ڏيو!

ٻهريون عملدار - زيارت - محصول معاف ڪرائڻ واري عورت، حاضر ٿئي!

(عورت اڳتي وڌي ٿي. ٻارڙو چولي ۾ چنبڙيو پيو اٿس. خاموشيءَ سان هٿ جوڙي نمسڪار ڪري ٿي.)

اڪبر - چئو، اي غريب مائي، تو کي ڇا گهرجي؟

عورت - حضور، محصول جي معافي: ياترا جو محصول معاف ڪريو. آءٌ وڏوا آهيان - ڪاشيءَ ٿي وڃان، گنگا ماتا تي، پنهنجي پتيءَ جون هاڏيون کڻيو! وات تي غريباڻو داڻو پاڻي آءٌ پاڻ پنهنجو ڪري سگهنديس - پر محصول، محصول ايڏو ڏيڻو اٿم. اي ان داتا، اي سخي شهنشاهه، پنهنجي سخاوت سان اهو مون تان معاف ڪر!

اڪبر - (سوچيندي) محصول ... زيارتي محصول. ڏيءَ! تو اڳ گهڻا ڀيرا ياترا ڪئي آهي؟

عورت - ٽي ڀيرا، حضور! متراِ، بندرابن ۽ گوڪل - ۽ هاڻ ڪاشيءَ هاڏيون کڻيو ٿي وڃان.

اڪبر - ڏيءَ، تنهنجو محصول اسين پاڻ ڀريندا سون. هن زيارتيءَ کي ٽي مهرون ڏيو! منهنجي ڏيءَ، تون بيشڪ ڪاشيءَ وڃي سگهين ٿي.

عورت - هريءَ جي ڪرپا ٿيندو! (موٽي ٿي

اڪبر (وزير کي)- درخواستن کي اڪلائي وٺو. مابدولت کي وقت تمام گهٽ آهي.

وزير- جو ارشاد، حضورا (عملدارن کي) هاڻ درخواستن وارن کي پيش ڪيو وڃي.

پهريون عملدار- ٻه فريادي اچا ٻه آهن، حضور. هڪڙو فرياد ته جزيي جي خلاف آهي، ۽ ٻيو ستيءَ رسم جي حڪم خلاف.

اڪبر- اسين انهن کي ٻڌڻ گهرون ٿا.

پهريون عملدار- او برهمڻ پنڊت، وڏي اڳتي اچ!

(پنڊت اڳتي وڌي ٿو، ۽ هٿ ٻڌي ڪورنش بجا آڻي ٿو)

اڪبر- اي پنڊت، توکي ڪهڙو دان گهرجي؟

پنڊت- دان نه، حضور- سون کي ته پنهنجا حق گهرجن!

اڪبر- ڇو، ڪهڙا حق؟

پنڊت- وويڪ جي مُڪتي؛ ضمير جي آزادي- اي اڪبر، اهو تنهنجو پهريون اصول آهي: پر تنهن هوندي به، حضور جن اهو حڪم فرمايو آهي ته ڪابه وڌوا سندس مرضيءَ جي خلاف پنهنجي مڙس جي چتا تي نه چڙهندي- پوءِ اسان جي ضمير جي آزادي ڪٿي آهي؟ اسين، جيڪي اهو سمجهون ٿا ۽ سکيا ڏيون ٿا ته مري ويل ماڻهوءَ جي آتما جي شانتيءَ لاءِ......

اڪبر- بس بس، مابدولت وڌيڪ ڪجهه به نه ٻڌندو. غيرانساني ريتيون رسمون ختم ٿينديون،- پوءِ ڀل ڪٿي اوهين ڇا به سمجهو، يا ڇا به سيکاريو: جيسين اسان ۾ روڪڻ جي طاقت آهي، تيسين ڪابه وڌوا پنهنجي مري ويل مڙس جي چتا تي زنده نه جلائي ويندي!

پنڊت (هٿ جوڙي)- حضورا آءٌ وينتي ٿو ڪريان ته ......

اڪبر (رعب سان)- بس بس، اهو اسان جو حڪم آهي! هڪدم هتان نڪري وڃ ...

پنڊت (نيزاري ڪندي)- حضور.........

(ٻه عملدار هن کي مسند وٽان گهلي وٺي وڃن ٿا)

پهريون عملدار- جزيي خلاف درخواست! او مانسنگهه راجپوت، تون اوري اچ!

راجپوت (سلام ڪندي)- جئه رام جي ڪي! اي اڪبر اعظم، اي راجپوتن جا شهنشاهه، اسان جي سر تي جيڪو محصول مڙهيل آهي، اهو هٽاءِ ... پنهنجي محصول اڳاڙيندڙن کان اسان کي بچاءِ!

اڪبر- جيڪڏهن تون اسان جي لشڪر ۾ داخل ٿين ها، ته پاڻ کي انهيءَ کان بچائي سگهين ها!

راجپوت- آءٌ هڪ راجپوت آهيان، جنهن جا هٿيار ۽ جسم فقط وڙهڻ لاءِ آهن- اهو ته هڪ سودو ٿيو: جيڪڏهن آءٌ پنهنجي سر جو سودو ڪري ڇڏيندس، ته پوءِ آءٌ وڙهي ڪيئن سگهندس! اسين راجپوت انهيءَ محصول کي ڌڪاريون ٿا ۽ انهيءَ ڪري آءٌ ڀرڻ کان انڪار ڪريان ٿو!...

وزير (اڳتي وڌي ٿو ۽ هن کي روڪڻ لاءِ پنهنجو هٿ مٿي ڪئي ٿو)- نادان ادب سان ڳالهاءِ!

اڪبر (وزير کي روڪيندي)- نه نه، ڇڏينس ته اسين هن کي ٻُڌون. پٽ، تون چئو- جيڪي من ۾ اٿئي، سو بيڌڙڪ چئي ڏي!

راجپوت- هڪ راجپوت ۽ ڊپ؟ اٿيئي! اهو صحيح آهي ته آءٌ پنهنجا ٻنيون ٻارا سک سلامتيءَ سان پيو پوکيان، پر هڪ جنگي جوڌي جو خون منهنجي رڳن ۾ ڊوڙندو رهي ٿو: جيڪڏهن آءٌ اوهان کان ڊڄان ها، ته پوءِ اوهان جي محصولن جي آزار کي منهن ڏيان ها ڇا؟ ۽ وري اوهان

جي لشڪر ۾ ڀرتي ٿيڻ ۽ اوهان خاطر وڙهڻ
ڪان انڪار ڪريان ها ڇا؟ نه نه! آءٌ هڪ هندو
آهيان، جنهن جي سر تي محصول جي ڇٽي مڙهيل
آهي — ڇا آءٌ هڪ راجپوت ٿي ڪري، هن ڏڪاريل
محصول جي عيوض، پنهنجي سر جي آزادي وڪڻي،
انهيءَ حڪمران طاقت لاءِ بيهي وڙهان، جنهن
اسان تي اها ڇٽي مڙهي آهي؟ نه نه، آءٌ اهڙي
سوديبازي هرگز ڪين ڪندس. منهنجو سِر، هڪ
راجپوت جو سِر آهي؛ ڪو واپاريءَ يا سوداگر
جو سِر ڪونهي!

اڪبر — منهنجا پٽ، جيڪڏهن آءٌ هندو هجان
ها، هڪ راجپوت هجان ها، ته آءٌ به يقيناً ائين ئي
محسوس ڪريان ها، جيئن تون ٿو ڪرين......
اسان کي برابر هي محصول بند ڪرڻ گهرجي.
تون دلجاءِ ڪر، اسان جا محصول اڳاڙيندڙ آئيندي
توکي پنهنجيون پنيون پارا اس سان پوکڻ کان
ڪين روڪيندا — تون آزاد آهين!

راجپوت — پوءِ عاليجاه، آءٌ تنهنجي لشڪر ۾
ڀرتي ٿيندس: جنهن ڏينهن تي هيءَ ڏڪاريل
ڏن بند ٿيو، ان ڏينهن ئي آءٌ اوهان جي فوج
۾ شامل ٿيندس!

اڪبر — توکي انهيءَ لاءِ گهڻو ترسڻو ڪين
پوندو. ان وقت تائين تنهنجي زندگي پُرامن رهندي.

راجپوت — ۽ توکي، اي اڪبر، هميشه فتح
نصيب ٿيندي!

جَه رام جي ڪي! (پوئتي موٽي وڃي ٿو)

پهريون عملدار — ٽپيدار، تون اوري اچ!

ٽپيدار (هڪڙي هاريءَ کي گهليندو اڳتي
اچي ٿو، ۽ جهڪي ڪورنش ڪري ٿو) — اي
عاليجاه، شهنشاه اعظم، ظل الله تعاليٰ، مون کي
تنهنجي مدد جي ضرورت آهي! هيءُ شخص...

اڪبر — هن مقدمي کي مهمل ڪريو. اڄ
وقت ٿورو آهي، اسين انهيءَ کي ٻئي ڪنهن ڏينهن
تي ٻُڌنداسون.

ٽپيدار — حضور ... (ٻيو عملدار ڪيس گهلي وٺي
ٿو وڃي)

پهريون عملدار — زمين جي ماپ جي تڪرار
وارا هاري ... اچو اچو — اوهين اڳتي اچو!

اڪبر — چئو، اوهان جو ڇا تي تڪرار آهي؟

پهريون هاري — اي عاليجاه، هن شخص
منهنجي زمين تي آبادي ڪئي آهي.

ٻيو هاري — اي انصاف جا نگهبان، اها زمين
هن جي نه، پر منهنجي آهي.

پهريون — زمين منهنجي آهي... مون پاڻ ماپي آهي!

ٻيو هاري — مون به ماپي آهي، اها منهنجي
زمين آهي!

اڪبر — ترسو، هي مقدمو اهم آهي! دربار
کي خالي ڪريو، اسين انهيءَ کي خيال سان فيصل
ڪنداسون — تيسين ڀلي ته راجا ٽوڊرمل به اچي.

(فريادي ۽ عرضدار وڃن ٿا)

(راجا ٽوڊرمل داخل ٿئي ٿو)

ٽوڊرمل — ٽوڊرمل خدمت ۾ حاضر آهي؛
اڪبر، تسليم!

اڪبر — تسليم، اي دوست! تون عين موقعي
تي پهتو آهين — هنن هارين کان پڇ ته ڇا تي
ٿا وڙهن؟

پهريون عملدار (هارين کي) — اوهين ڏبان
ڏيئي ٻڌو. (هاري راجا ٽوڊرمل کي هٿ جوڙي
سلام ڪن ٿا)

ٽوڊرمل — دوستو، اوهان سان ڪهڙي
ماجرا آهي؟ ڇاتي تڪرار اٿو؟

پهريون هاري- هن منهنجي زمين ۾ آباديءَ
لاءِ ٻج پوکيو آهي، حضورا
ٻيو هاري- اها منهنجي .........
توڏرمل- خاموش، تون صبر ڪري ويهه...
(پهرئين هاريءَ کي) ها، سو هن تنهنجي زمين
تي ٻج پوکيو آهي...
ٻيو هاري- حضور، آءٌ .........
توڏرمل (هن کي ساٿ ڪرائڻ لاءِ هٿ
مٿي ڪندي)- تنهنجي زمين جي پکيڙ گهڻي آهي؟
پهريون هاري- ٻڏئي ويهه ايڪڙ، سائين.
توڏرمل- نه نه، منهنجو مطلب آهي ته اها
ڪيتري ايراضي آهي، جنهن تي هن زوريءَ قبضو
ڪيو آهي؟ (ٻيو هاري وچ ۾ دخل ڏيڻ جي
ڪوشش ڪري ٿو) صبر ڪري ويهه!... ها، تون
ٻڌاءِ ته اها گهڻي ايراضي ٿيندي؟
پهريون هاري- ڏهه جريب ڪن.
توڏرمل- ۽ تو ان جي ماپ به ڪئي آهي؟
پهريون هاري- هائو، مون ماپي آهي.
توڏرمل (ٻئي هاريءَ کي)- ۽ تو کي ڇا
چوڻو آهي؟
ٻيو هاري- حضور، مون هن جي زمين تي
ٻنهه ٻج ڪونه پوکيو آهي: اها زمين ته منهنجي
ٻنهنجي آهي; مون ماپ ڪري ڏني آهي.
توڏرمل- تو ڪڏهن ماپ ڪئي هئي؟
ٻيو هاري- ڪالهه، سائين!
توڏرمل- ۽ تو......... تو ڪڏهن ماپي
هئي زمين؟
پهريون هاري- ڇهه مهينا اڳ... مون کي
اهو ڏينهن به ياد آهي، حضورا مينهن پئي پيو:
انهن ڏينهن، رات ڏينهن پيو مينهن وسندو هو:
پٽ سجو ڳپ ٿيو پيو هو- تپيدار خود اتي موجود
هو... ۽ هن ئي مون کي حد بندي ڪري ڏني هئي.
توڏرمل- تو ماپ ڇا سان ڪئي هئي؟

پهريون هاري- سرڪاري جريب سان.
توڏرمل- هون......... مون کي ڏيکاري
سگهندين اهو سرڪاري جريب؟
پهريون هاري- ڇو ڪين؟ اجهو، هي ونو.
(چادر جي پلاند سان هڪ سٽيءَ جي ٽوڙي ڪڍي
هن کي ڏئي ٿو)
اڪبر (کلندي)- سرڪاري جريب! راجاصاحب
هاڻي اوهين پنهنجو "جريب" ڪٿي ڏيکاريو-
سرڪاري جريب کي ڪٿي ڦٽو ڪريو.
توڏرمل (کلندي)- هائو، هائو حضور،
مون کي پنهنجو جريب آڻڻوئي پوندو. (پهرئين
عملدار کي) وڃ، منهنجي خادم کي وٺي چئه ته
مون وارو "جريب" کڻي اچي. ٻاڻيءَ پربل
کو ٽانو به آڻجانءِ!
(پهريون عملدار وڃي ٿو)
اڪبر- ويچارن ماڻهن کي سرڪاري جريب
سان ڪيڏي نه مصيبت سهڻي پئي آهي!
توڏرمل- منهنجا دوست، اوهين پئي صحيح
آهيو- پر پئي غلط به آهيو!
(هڪڙو ماڻهو بانس جي هڪ لٺ کڻي اچي
ٿو، جنهن جي ٻنهي پاسن تي لوهي ڪڙا چڙهيل
آهن. ان جي پويان ٻيو ماڻهو ٻاڻيءَ جو ٽانو کڻي
اندر اچي ٿو. اڪبر مسند تان ويجهو ٿي جانچي ٿو.)
توڏرمل (بانس جي لٺ کي پنهنجي هٿن ۾ موڙيندي)-
ڇگو، دوستو، ٻڌايو ته هي ڇا آهي؟
ٻئي هاري (گڏجي)- حضور، هڪ لٺ.
پهريون هاري- ۽ اهي لوهي ڪڙا ڇو
چاڙهيل اٿس؟
توڏرمل - اهو لٺ جو هڪڙو ننڍو نمونو آهي!
اڪبر (کلندي)- هڪ سرڪاري لٺ!
ٻيو هاري- سائين، اها ڏوهارين کي مارڻ
لاءِ آهي ڇا؟

توڏرمل - نہ نہ، ھيءَ ڪو ساٿين مارڻ لاءِ نئون ھٿيار ڪونھي، ھر زمين جي ماپ جو نئون وزار آھي! ھن لٺ جي ڪري اوھان جي جھيڙي جھڙا سمورا تڪرار ختم ٿي ويندا. ھن ڊيگھ جي ڏھوڻ برابر آھي ھڪ جريب جي. ھاڻ اوھين نوڙيءَ کي اوترا پيرا وراڪا ڏيئي، يعني ان جو ڏھون حصو ھن بانس سان ملائي ڏسو. (ٻئي ھاريءَ کي لٺ ڏني ٿو- ۽ ڀھرئين کي نوڙي) ھاڻ ماپيوس. (پنھنجي خادم کي) ھن کي ماپڻ ۾ مدد ڪر. (نوڙيءَ کي ڏھن حصن ۾ ورھائي بانس سان ماپين ٿا)

توڏرمل - ھا، نوڙيءَ جي ڏھين ڀتي ھن بانس جي ڊيگھ برابر آھي يا نہ؟

ڀھريون - ھائو سائين، بلڪل برابر!

توڏرمل - ھاڻي نوڙي مون کي ڏي. (ٻيو ھاري کيس نوڙي ڏني ٿو) ڏسجو، آءٌ نوڙيءَ کي پاڻيءَ ۾ ٿو ڀسايان. (نوڙي ٽانو ۾ وجھي ٿو) اوھان مان ھڪڙي زمين ڪالھہ ماپي ھئي نہ؟

ڀھريون ھاري - ھا، مون ماپي ھئي.

توڏرمل (ٻئي ھاريءَ کي) - ۽ تو ڇھہ مھينا اڳ آلي نوڙيءَ سان ماپي ھئي... نوڙي آلي ھئي ڪي نہ؟

ٻيو ھاري - ھائو حضور، آلي تہ برابر ھئي.

توڏرمل (پاڻيءَ مان نوڙي ڪڍندي) - ھاڻي ھن ڀسيل نوڙيءَ سان ماپي ڏسو. (ھاري آليءَ نوڙيءَ سان ماپي ٿو) ھا، ھاڻي ٻڌاءِ تہ ماپ ساڳي آھي؟

ٻيو ھاري - حضور، ھيءَ تہ گھٽ آھي!

توڏرمل (ٻئي ھاريءَ کي) - سڪل ۽ آليءَ نوڙيءَ جي تفاوت جي ڏھوڻ اوري تنھنجي حد ھئڻ گھرجي: تنھنڪري منھنجا دوست، (ڀھرئين ھاريءَ کي) تو جيڪا ڪالھہ ماپ ڪئي ھئي، سا برابر ھئي؛ ۽ تو (ڀھرئين ھاريءَ کي) جا ڇھہ مھينا اڳ ماپ ڪئي ھئي، سا غلط ھئي- پر توکي ان جي خبر ڪانہ ھئي!

اڪبر - اوھين ٻئي برابر آھيو. تڪرار جو ھاڻي ڪو بہ سبب نہ رھيو آھي. اھا چڪ سڻيءَ جي نوڙيءَ واري سرڪاري جريب جي ھئي؛ جو تہ آلي ٿيڻ تي اھا سسيو ٿي وڃي. اسين انھيءَ جريب کي رد ڪنداسون: اڄ کان ھي بانس جو "نئون سرڪاري جريب" جاري ڪيو ويندو! اڳئين سرڪاري جريب ڪري، جو اوھان ٻنھي کي تڪليف ٿي آھي، ان ڪري اوھان کي پنج پنج مھرون عيوضي طور ڏنيون وينديون- اھا نئين جريب جي بہ شڪريہ ادائي آھي...... راجا صاحب، اچو تہ باغ ۾ ھلي ھماليہ جي برف پيل شربت پي پاڻ کي تازو توانو ڪريون- ۽ پوءِ اوھان جي ايجاد ڪيل نظام موجب زرعي سڌارن جھڙي اھم ڪم تي غور ڪنداسون. (ھارين کي) اوھين- اي ڪاشڪارو، پنھنجي محسن راجا توڏرمل جا ٿورا مڃو، جنھن اوھان جي مدد ڪئي آھي!

ھاري (راجا جي اڳيان جھڪندي) - توتي لک لک سلامتيون ھجن- خدا ڪندو تنھنجي آل اولاد کي وڏي ڄمار نصيب ٿيندي! (مسند ڏانھن وڃي، اڪبر کي ڪورنش ڪن ٿا) اي عاليجاہ، شال اوھين ھميشہ زندہ سلامت رھو!

اڪبر - راجا صاحب، اچو تہ ھلون. (ٻئي محل ڏانھن وڃي ٿو.)

[راجا توڏرمل بہ مسند جي ڏاکڻ ڏانھن وڌي ٿو. جنھن ٿي اڳتي اچي ٿو، تہ ھاري وڌي کيس پيرين پون ٿا.]

(پردو ڪري ٿو)

## منظر پهريون

<table><tr><td>

**۲**

**ڪردار**

شهنشاهه اڪبر؛ ابوالفضل — زبردست عالم ۽ اڪبر جو همراز دوست؛ هڪ عيسائي پادري؛ هڪ قاضي؛ هڪ برهمڻ؛ ۽ هڪ پوڙهو راهب.

</td></tr></table>

(اڪبر جي محلات جو عبادتخانو — سانجهيءَ ڌنهن جي شام — اڪبر ۽ ابوالفضل ويٺا آهن)

ابوالفضل — اوهان اڄ راجپوت سان جيڪا گفتگو ڪئي هئي، سا سڀني پڌري آهي. جيڪي ڪجهه 'ديوان عام' ۾ وهي واپري ٿو، ان جي خبر سڀني کي پئي پوندي آهي.

اڪبر — اسان کي جزيو بند ڪري ڇڏڻ گهرجي. اهو واقعي ظلم آهي. سمورا غير مسلم انهيءَ کي ڏکارين ٿا — ۽ ائين ڪرڻ ۾ هو بلڪل حق بجانب آهن. زيارتي محصول به بند ٿيڻ گهرجي. انهن محصولن مان سرڪاري خزاني ۾ ڍير دولت ٿي اچي — پر ان هوندي به اهي محصول ختم ڪرڻ گهرجن.

ابوالفضل — عاليجاه، منهنجو به اهو ئي خيال آهي ته اهي ٻئي محصول ڏاڍا ڏکوئيندڙ آهن. اهي ضرور بند ٿيڻ گهرجن.

اڪبر — فضل، عجب آهي ته مون کي 'ديوان عام' ۾، مسجد جي بنسبت، خدا جي ويجهڙائيءَ جو احساس وڌيڪ گهرو محسوس ٿيندو آهي... اهو ڪفر ته ڪونهي؟

ابوالفضل — اها ته پاڻ ايمان جي هڪ صورت آهي! جيتوڻيڪ ڪو مولوي انهيءَ کي هرگز ڪونه مڃيندو. اهو هڪ نئون ايمان آهي.

اڪبر — نئين ايمان ۾ وري نئون مذهب سمايل آهي!

ابوالفضل (کلي) — نه نه، ائين وري ڪيئن؟ مون کي ته اهڙي اميد ڪانهي: مذهب اسان وٽ اڳي ئي شمار کان ٻاهر آهن، ۽ هرڪو مذهب ٻئي خلاف اهڙي ته دليلبازي ڪندو ٿو رهي، جو ڳڻن جا وارني ڪاندارجيو وڃن.

اڪبر — اها ئي ته افسوس جي ڳالهه آهي: فضل! پڙ، 'ديوان عام' منهنجي مسجد آهي، منهنجو مندر آهي؛ اها ئي منهنجي ديول، منهنجي خانقاهه آهي! آءٌ فقط توکي ائين پڌايان ٿو، جو تون انهيءَ کي سمجهي سگهندين — پر پڌاءِ ته سهي، ڇا آءٌ دربار جي قاضيءَ کي اهي لفظ چئي سگهان ٿو؟

ابوالفضل — چو ڪين؟ ڇا اسان جا فلسفي جا سمورا بحث ائين ئي رائگان هليا ويا!

اڪبر — فضل، پڙ — ديوان عام ۾ آءٌ نڪي مسلمان آهيان، نڪي هندو، نڪي عيسائي:

اٿي آءٌ صرف انسان آهيان... اهو عجيب معاملو آهي!

ابوالفضل- انهيءَ ۾ عجب وري ڇا جو؟ اهو ته هڪ فطري نڪتو آهي: تنهنجو مقصد نيڪي آهي - ۽ تنهنجو مذهب ”انسانيت“ آهي!

اڪبر- هائو فضل، ڪجهه وقت کان آءٌ به اهو محسوس ڪري رهيو آهيان ته نيڪي منهنجي منزل آهي، نيڪي منهنجو خدا آهي: ايتري قدر جو عبادت ۾ آءٌ خدا جي بدران نيڪيءَ جو لفظ اچاريندو آهيان- ائين ڪرڻ سان آءٌ پنهنجو پاڻ کي بهتر سمجهڻ لڳندو آهيان. تون به آزمائي ڏس- انهيءَ سان شايد تنهنجي دهريت جو ڪو علاج ٿي پوي.

ابوالفضل (کلي)- منهنجي دهريت! منهنجو خدا کان انڪار!

اڪبر- تو ۽ مون، جو اهو فيصلو ڪيو آهي ته ”خدا“ جو لفظ هر ويرو ۽ خوامخواه ذري ذري ڪونه اچاريندا سون- انهيءَ جو مطلب اهو ڪونهي ته ڪو اسين بي خدا آهيون.

ابوالفضل- جيڪڏهن تون خدا جي بدران نيڪيءَ جو لفظ استعمال ڪندين، ته تو کي به دهريءَ جو خطاب ملندو.

اڪبر- ۽ ”خدا محبت آهي“- اهو عيسائين جو قول آهي... ۽ محبت ”نيڪي“ آهي. هر هڪ مذهب جو مقصد به اهوئي آهي- پوءِ ڪي نيڪي ڪن ٿا هن دنيا جي واسطي، ته ڪي هُن ٻيءَ دنيا لاءِ!

ابوالفضل- گهڻو ٿڻو سڀ ٻيءَ دنيا لاءِ!

اڪبر- ديوان عام ۾ منهنجو مقصد هن دنيا جي نيڪي آهي.

ابوالفضل- انهيءَ ڪري ته آءٌ چوان ٿو ته تنهنجو مذهب ”مذهب انسانيت“ آهي.

اڪبر- جيڪڏهن ائين آهي، ته پوءِ انهيءَ ۾ سمورن مذهبن جا خاص خاص ۽ وزنائتا اصول هجن ڪين: سڀني مذهبن جا نيڪ ۽ بهترين اصول انهيءَ ۾ سمائجي وڃن ڪين. پاڻ جيڪي بحث مباحثا ڪندا هئاسون، تن جو نتيجو به آخر ڪهڙو نڪتو؟ سڀ کان پهريائين، مون هندو ڌرم ۾ دلچسپي ورتي. مون پنهنجي هندو رعايا جي مذهب جي بنيادي اصولن کي دريافت ڪرڻ ٿي گهريو، جو آءٌ انهن کان مطمئن نه هوس; آءٌ اڃا به ڪونه آهيان- وري هاڻ اسلام متعلق به شڪ جاڳي پيا اٿم. اها ڳالهه ٻڌيو، اسان جو قاضي ته بنهه ٻاڻيءَ کان نڪريو وڃي! فضل، ٻڌاءِ ته سهي اسان جي بحث مباحثن ڪا انهن شخصن ۾ نظر جي وسعت پيدا ڪئي آهي يا نه؟

ابوالفضل- ڪيئن چئجي؟ انهن کي اڃا آزمائيو ئي ڪونه اٿون.

اڪبر- ها، مذهب انسانيت......! منهنجو ڪافي عرصي کان خيال پئي رهيو آهي ته سمورن مذهبن کي هڪڙي ئي مذهب ۾ سموئي، هڪ همه گير مذهب قائم ڪجي- هڪ نئون عقيدو، انسانيت جو عقيدو، نيڪيءَ جو مذهب: انسان جي شاندار منزل مقصود جو مذهب، روح جي بنيادي نيڪيءَ جو عقيدو!

ابوالفضل- ها، عقيدو- هر نئين ڄاول ٻار جي معصوميت ۽ نيڪيءَ جو عقيدو!

اڪبر- مومن يا منڪر، هندو يا مسلم، ڪرستان يا بت پرست، بادشاهه يا پينگي- اهو سڀڪجهه هڪ ئي چيز آهي: عورت جي بطن مان پيدا ٿيل هر نئون ڄاول ٻار، هڪ ڪتاب جو صاف ۽ خالي صفحو آهي، جيڪو خود هن جي زندگيءَ جي خون سان لکيو ويندو!

ابوالفضل- پر، اهو صفحو، جيڪو آخر هندو، مسلم، عيسائي وغيره جي صورت وٺيو وڃي!

اڪبر- آءٌ هڪڙو مسلمان ٿي پيدا ٿيس؛ ۽ اهڙيءَ طرح تون به- اسين انهيءَ بر ڇا ٿي ڪري سگهياسين؟ اسين مجبور هئاسين! اسان جو مذهب ته موروثي آهي- بي اختيار ۽ خود بخود اُئين ٿي ٿو وڃي! بيشڪ مذهب انسان جي زندگيءَ کي رنگ ڏئي ٿو، پر اهو ضروري ته نه آهي ته هرو ڀرو اهو اسان جي زندگيءَ جي هر صفحي کي ڀري ڇڏي!

ابوالفضل- سو ته هي بحث مباحثا برابر تنهنجي ۽ منهنجي زندگيءَ جي ڇڱن خاصن صفحن کي ڀري ڇڏيندا!

اڪبر- نه رڳو اسان جي، پر پين به ڪيترن ئي موروثي معتقدن جي زندگيءَ جا ڪتاب ڀرجي ويندا: آءٌ هنن پر ڏبنهون ڏينهن وڌندڙ قوت برداشت ۽ رواداريءَ کي جانچي رهيو آهيان.

ابوالفضل- شروع ۾ هو ڪيئن نه هڪ ٻئي جي خلاف پيا دليابازيون ڪندا هئا؛ ڪيئن نه هڪ ٻئي کي زير ڪرڻ لاءِ زورآزمائيون پيا ڪندا هئا، ته فقط هڙ ئي آهن، جيڪي دنيا کي نجات ڏياري سگهندا، ۽ فقط سندن پنهنجا روحاني استاد، رشي مني، ۽ پيغمبر ئي عظيم ترين شخصيتون هئا! هڪ ٻئي جي طور طريقن تي... ۽ خود خدا جي مڃڻ ۽ وجود تي وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ايندا هئا! ... نيڪيءَ پر ڪو به اهڙو جهيڙو جهڳڙو آهي ئي ڪونه- اها ته تمام آسان، نهايت ئي سولي آهي.

اڪبر- نيڪي هڪ همه گير ضرورت، هڪ همه گير بخشش آهي. اسان جو فرض آهي ته ان کي حاصل ڪريون. انهيءَ پر ئي اسان کي رهڻ، هلڻ چلڻ ۽ زندگي حاصل ڪرڻ گهرجي: پر پوءِ اسين عبادت ڪرڻ وقت ان کي مخاطب ڪيئن ٿي سگهنداسون؟ نه نه... اسين خود نيڪي آهيون: نيڪي اسان جي نڪ مان ڪجندڙ اسان جو ساهه آهي، دل جي ڌڪ ڌڪ آهي، ۽ اسان جي عضون جي حرڪت آهي!

ابوالفضل- نيڪيءَ کي سڀڪو حاصل ڪري ٿو سگهي. نيڪي سڀني کي ملائي گڏي هڪ ڪري ٿي ڇڏي.

اڪبر- ها، اها نسلن کي، قومن کي متحد ڪري ٿي ڇڏي. متحده قومون، متحد ٿي، دنيا کي متحد ڪري سگهن ٿيون! فضل، اهو ئي ته اسلام جو بنيادي اصول آهي ... ڀڄي، وحدت! فضل، خود. اسلام جا ٿي اهي لفظ آهن ته "سمورا انسان هڪ ئي نسل آهن!"

ابوالفضل- سمورا انسان، هڪڙوئي نسل! اڪبر، تون عيسائيت جو بنيادي اصول ڪهڙو ٿو سمجهين؟

اڪبر (ڪجهه وقفي کان پوءِ)- محبت، بيغرض محبت ... دوستي ۽ امن!

ابوالفضل- ۽ هندو ڌرم جو؟

اڪبر- هندو ڌرم جو؟ ... آتم گيان، يعني پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۽ پنهنجو پاڻ تي اختيار رکڻ!

ابوالفضل- ۽ ٻُڌمت؟ ٻڌمت به مذهب آهي يا نه؟

اڪبر- ٻڌمت؟ ... مذهب؟ ٻڌمت ويچار-شڪتيءَ جو مذهب آهي!

ابوالفضل- ۽ انهيءَ جو بنيادي اصول؟

اڪبر- رحم... نفس جي مارڻ سان، تياڳ ڪرڻ سان!

ابوالفضل- انهيءَ جو مول مقصد؟

اڪبر- زندگيءَ تي فتح پائڻ- هيتي جي ۽
هاڻي جي زندگي! حقيقت ۾، هر فرد روزانو جيڪي
ڪجهه ڪري ٿو... ان سان زندگيءَ تي فتح
پائڻ ئي ان جو مقصد آهي!
ابوالفضل- ۽ ان جي منزل؟
اڪبر (ڪجهه وقفي کان پوءِ)- انهيءَ
جي منزل؟... سڪون، ابدي سڪون- نرواڻ!
ابوالفضل- اهي سمورا اصول، اسلام جي بنيادي
اصول- توحيد- سان گڏجي، اي اڪبر، تنهنجي
ٿئين عقيدي، ٿئين مذهب "انسانيت" جو بنياد
بنجي سگهندا!
اڪبر- فضل، منهنجي سمجهه موجب اهي
ئي مکيه اصول آهن، جيڪي ويدن، گوتم ٻڌ ۽
يسوع مسيح جي تعليم مان پيدا ٿيا آهن. اسان
عرب جي نبي صلعم جي پيروئن کي، اسلام جي بنيادي
اصول توحيد موجب، انهن سمورن کي ملائي
هڪ ڪري ڇڏڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي-
اسلام جي آپارڻ لاءِ نه، پر انسان ذات جي
شان کي دوبالا ڪرڻ لاءِ!
ابوالفضل- پر، اي اڪبر، ڇا اهي تعليمون
اڄ انهن مذهبن ۾ ڏنيون به وڃن ٿيون؟ اهي
اصول اڄ عمل ۾ به اچن ٿا؟ آءٌ ڀانيان ٿو ته
اٿين ڪونهي.
اڪبر- فضل، نوان وقت ۽ نيون حالتون،
نون عقيدن ۽ نون عملن کي جنم ڏينديون آهن- مثال
طور خود دولت متعلق اسان جي تعليم کي ڏس...
ابوالفضل- دولت؟ دولت ته ڪا اهڙي
خرابي ڪانهي جا ترڪ ڪرڻ گهرجي- تنهنجو
عقيدو ڇا ٿو چوي؟
اڪبر- اسان کي خبرداري ڪرڻي پوندي.
خود مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڏٺو آهي ته جيئن جيئن
سال ٿا گذرندا وڃن، تيئن تيئن دولت به وڌندي
وڃي- اهو اضافو جاري رهندو، ايتريقدر جو شايد
اسان ۾ انهيءَ کي قبضي ۾ رکڻ جي صلاحيت
نه رهندي! انهيءَ ڪري، اينڌڙ ڏينهن ۾ دولت
هڪ اهڙي خرابي بنجي پوندي، جنهن کي ترڪ
ڪرڻو ئي پوندو...
(برهمڻ پنڊت، پادري، قاضي ۽ ٻوڌي راهب
داخل ٿين ٿا)
ابوالفضل- اچو، هي به اچي ويا.
اڪبر- ڀلي ڪري آيا، جيءَ ڪري آيا، پائرو!
اچو اچو، ويهو...
قاضي- الله اڪبر!
پادري- مقدس مريم اسان جي شفاعت ڪري!
پنڊت- ڪلياڻ! آنند، شڀ آنند!
ٻوڌي- اوم مني پدمي هام! شانتي، اوم شانتي!
اڪبر- پائرو، اسين اڄ "عبادت" جي مقدس
ڏينهن تي وري پاڻ ۾ گڏيا آهيون. اسان پاڻ
ڪيترائي بحث مباحثا پئي ڪيا آهن. اسان مختلف
مذهبن تي بحث ڪندي، ڪو اهڙو عام ميدان
به ڳوليو آهي، جتي اسين هڪ ٻئي سان برابريءَ
۾ ويهي سگهون؟ ڇا اسين انهيءَ لاءِ تيار آهيون
ته پنهنجي پنهنجي مذهبن جي بنيادي اصولن کي
ملائي، هڪ اهڙو مذهب- "مذهب انسانيت"
ٺاهيون، جو سڀني مذهبن کان عظيم تر هجي؟
ٻڌايو، اسين انهيءَ لاءِ تيار آهيون يا نه؟ (وقفو)
جيتري قدر منهنجو، ۽ منهنجي دوست ۽
همدم ابوالفضل جو تعلق آهي، اسين ٻئي شخصي
طرح انهيءَ لاءِ بلڪل تيار آهيون. اوهين، انسان
کي زندگي بخشيندڙ هستيءَ جي قاصدن، ۽ مذهبن
جي مبلغن جي حيثيت ۾ انهيءَ لاءِ تيار آهيو؟
ڇا اوهين معرفت، علم، محبت ۽ توحيد جي

انون اصولن خاطر- جن اوهان کي زندگي ڏني، ۽ جن اوهان کي نيڪيءَ جي راھ تي آندو- پنهنجا ظاهري ۽ منطقي اختلاف وسارڻ لاءِ تيار آهيو؟ رڳو پنهنجي انفرادي روح جي ايندڙ حياتيءَ ۽ نجات لاءِ نہ، پر سڄي انسان ذات جي گڏيل روح جي هن موجوده حياتيءَ ۾، نيڪيءَ ۽ نجات لاءِ- اسين نئين "انسانيت جي مذهب" کي قبول ڪرڻ لاءِ آماده آهيون؟ ... "انسانيت جو مذهب"- هڪ اهڙو مذهب، جنهن جو مقصد "نيڪي" آهي. ها، نيڪي- رڳو پنهنجي نجات لاءِ نہ، انفرادي نجات لاءِ نہ، محض ڪن ماڻهن يا قومن جي نجات ۽ ڇوٽڪاري لاءِ نہ- پر سموري انسان ذات جي نجات لاءِ! پادري، جواب ڏيو؟

قاضي- خيال نهايت چڱو آهي!

پادري- اها موجوده وقت جي تقاضا آهي!

ٻوڏي- انهيءَ مان شانتي پيدا ٿيندي!

برهمڻ- اهو سڀني اوتارن ۽ پيغمبرن جي اپڻ کي سچو ثابت ڪندو!

قاضي- ۽ ان کان پوءِ پيو ڪو بہ پيغمبر ڪونہ ايندو!

اڪبر- انسانيت هاڻي ڪافي عمر رسيده ٿي چڪي آهي- هاڻ انسانيت کي پنهنجو پاڻ لاءِ ڪجھ سوچڻ گهرجي، ڪجھ عمل ڪرڻ گهرجي.

پادري- هڪڙو ٻار فقط ٻاراڻي نموني عمل ڪندو آهي، سوچيندو نہ آهي؛ جوان، جوان جيان فقط سوچيندو آهي- پر بزرگ ۽ وڏڙا سياڻپ سان عمل ڪندا آهن.

ٻوڏي- سياڻپ ويچار جو اولاد آهي؛ ۽ حقيقت، صحيح عمل جي ماءُ آهي.

اڪبر- حقيقت! اِها "حقيقت" ڇا آهي؟

ٻوڏي- اڄوڪي ڏينهن جو صورتحال، جيڪو گذري رهيو آهي. اهو نہ، جيڪي ڪالھ هو؛ پر اهو، جيڪي اڄ آهي- اها آهي "حقيقت"! ڏينهن گذرندا ٿا رهن، ۽ حالتون تبديل ٿينديون ٿيون رهن: "حقيقت" بہ تبديل ٿيندڙ حالتن سان بدلجندي آهي.

اڪبر- اهوئي سبب آهي جو دولت بابت منهنجا خيال پريشان ٿيندا ٿا وڃن. قاضي صاحب، اسان کي دولت بابت اسلامي نقطء نظر تہ سمجهايو؟

قاضي- قرآن مجيد مطابق دولت اهڙي مثبت نيڪي آهي، جنهن کي انهيءَ جا مالڪ وڏيءَ خوشيءَ سان مائي سگهن ٿا: دولت کي ترڪ ڪرڻ نہ گهرجي، پر انهيءَ جو ڪجھ حصو غريبن کي ڏيڻ ضرور گهرجي!

پادري- اسان جي يسوع مسيح جو قول آهي تہ "اوهان وٽ جيڪي ڪجھ آهي، سو وٺي غريبن کي ڏيو"!

قاضي- سرمائيدارن کان سڀڪجھ کسي غريبن کي ڏيڻ ڪو غريبيءَ جو علاج نہ آهي. ان جي برعڪس، شاهوڪارن کي غريب بنائڻ سان تہ پاڻ غريبي وڌي ويندي!

ٻوڏي- خيرات يا دان ڏيڻ جا ڪر رڳو ٿوري وقت لاءِ غريبيءَ کي جهڪو ڪن ٿا- اسان کي غريبيءَ جا "ڪارڻ" ڳولڻ گهرجن...... اسان کي غريبيءَ ۽ سرمائيداريءَ کان اڳتي سوچڻ گهرجي... اسان کي ٻنهي جي وچ وارو رستو ڳولڻ گهرجي!

اڪبر- دولت جي ايتري ساري ذخيره اندوزيءَ مان هڪ حقيقي ۽ زبردست خطرو پيدا ٿي پوي ٿو: سرمائيداري رڳو وڌي ٿي وڌي پئي- شاهوڪاريءَ ٿي شاهوڪاري پئي گڏ ٿئي!

ابوالفضل- ۽ جنگ جي هٿيارن ۾ الڳ اضافو ٿي رهيو آهي. اضافو ۽ تبديل! اڄ جا هٿيار آرين

جي وقت ۽ افغان فاتحن جي ذهنن کان گهڻو وڌيڪ موتمار آهن.

اڪبر- جيڪڏهن انهن ٻن جاڙن طاقتن- سرمائيداري ۽ جنگ- کي نه روڪينداسون، ته اهو ذهن ايندو، جو اهي ٻئي گڏجي دنيا جي ڪنڌ تي اچي ڪڙڪنديون ... ڏهن، ويهن يا سو سالن کان پوءِ ... ڪنهن کي خبر ته جنگ جا اُجا ۽ کهڙا موتمار هٿيار هوندا! جيڪڏهن اسان انهيءَ مهلڪ طاقت کي روڪينداسون ۽ دٻائينداسون نه، ته اسين به اهڙيءَ تباهيءَ هيٺ اينداسون، جهڙي 'اٽلانٽس' ملڪ جي آکاڻيءَ ۾ مشهور آهي! اٽلانٽس رياست هڪ زبردست سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ غرق ٿيل آهي. انهيءَ رياست پنهنجي طاقت ايتري قدر وڌائي، جو پوءِ ان تي ضابطو رکڻ ڏاڍو مشڪل ٿي پيو- يا خود ان تي ضابطو رکڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي وئي!

ٻوڌي- جيڪڏهن انهن ٻن جاڙن طاقتن- سرمائيداري ۽ جنگ- کي نه روڪيو ويو، ته اهي هڪ اهڙي خوفناڪ حقيقت پيدا ڪنديون، جنهن سان وقت جي ڪابه طاقت مقابلو ڪري نه سگهندي!

اڪبر- پوءِ، اي ڀڪشو، ٻڌمت جي 'ويچار' ۽ 'صحيح عمل' جي اٽل ضرورت پوندي.

پادري- اسان جي مذهبي الهام مطابق، انهن خطرناڪ ذهنن ۾ 'عدو عيسيٰ' پيدا ٿيندو. اهو 'عدو عيسيٰ'، 'نجات ڏيندڙ' جي ڀهروپ ۾ ظاهر ٿيندو: سندس هٿن تي انهن ڪلين جا زخم هوندا، جن سان 'هُن' کي سوريءَ تي چاڙهيو ويو هو. هو 'امن جي شهزادي' جي روپ ۾ 'امن، امن!' پڪاريندو ايندو- پر تڏهن امن هوندوئي ڪونه!

قاضي- ۽ اسين توحيد جي پيغمبر جا پوئلڳ- 'توحيد، توحيد!' پڪاريندا سون، جتي توحيد هوندي ئي ڪانه!

ٻوڌي- انهن ذهنن ۾ انسانيت 'نيڪ' ۽ 'عقلمند' کي رهبري ڪرڻ لاءِ وينتي ڪندي: انهيءَ رهبريءَ سان انسانيت هن دنيا ۾ امن جي مقصد کي رسندي، ۽ ان کان اڳتي 'نرواڻ' نصيب ٿيندس!

برهمڻ- پاڻ تي اختيار رکڻ سان ...

پادري- محبت سان ...

قاضي- توحيد سان ...

اڪبر- انسانيت جي مذهب سان ...!

(گهڙيءَ کن لاءِ ماٺ ٿي وڃي ٿي)

آءٌ ڄاڻان ٿو ته اوهين هن 'نئين عقيدي' ۾ منهنجي پيروي ڪرڻ لاءِ تيار آهيو- 'نئون عقيدو'، جيڪو نه 'هندو' آهي نه 'عيسائي'، نڪي 'مسلمان': اهو عقيدو، جيڪو 'انسان' آهي. ڇا اوهان سڀورا انهيءَ عقيدي جي پيروي ڪرڻ لاءِ تيار آهيو؟ جيڪڏهن پيروي نه ڪري سگهو ته 'نه' چئو، ۽ خاموشيءَ سان اٿي هليا وڃو؛ ۽ جيڪڏهن پيروي ڪندؤ ته پوءِ ويٺا هجو.

(گهڙيءَ کن لاءِ ماٺ ٿي وڃي ٿي، ۽ ڪابه چرپر ڪانه ٿي ٿئي)

ٻڌو، 'نيڪي' منهنجو خدا آهي... آءٌ ٻئي ڪنهن به خدا کي ڪين سڃاڻان ...!

اي انسان جي روح کي زندگي ڏيندڙ طاقت جا قاصدؤ، ڪجهه ته چئو! اچو ته اڄ اسين گڏجي عهد ڪريون ته توحيد ۽ نيڪيءَ جي هن عظيم تصور کي ڇڏي تيسين نه اٿنداسون، جيسين اسان انهن ٻنهي کي گڏي پنهنجي نئين عقيدي- 'انسان جي عقيدي'- 'انسانيت' جي مذهب جو بنياد نه بنايو آهي.

اي قادر مطلق جا قاصدؤ، ڪجهه ته چئو!

(پردو ڪري ٿو)

## منظر ٽيون

**٣**

**ڪردار**

اڪبر؛ ابوالفضل؛ فيضي ـ ابوالفضل جو ڀاءُ؛ رحيم ـ شاعر، ۽ ٻهرام خان جو پٽ؛ مرزا عزيز ـ فوج جو عهديدار؛ راجا مانسنگهه ـ فوج جو سپهه سالار؛ راجا بيربل ـ ظريف؛ جانڪي داس ـ شاعر؛ تانسين ـ هندوءَ سان مسلمان ٿيل درٻاري ڳوئيو.

[ديوان خاص ـ اڪبر جا رتن سندس انتظار ۾ درٻار ۾ ويٺا آهن ـ تخت جي ڪاٻي پاسي کان ٻهرين ابوالفضل پاڻس فيضي، ان جي پرسان راجا ٽوڊرمل ويٺا آهن ـ تخت جي ساڄي پاسي کان جانڪي داس، رحيم ۽ بيربل، ۽ هيٺ راجا مانسنگهه ۽ مرزا عزيز ويٺا آهن]

راجا مانسنگهه ـ افواهه ٻيا ٻڌجن ته جزيو منسوخ ٿو ٿئي، ۽ زيارتي ڍل کي به......

جانڪي داس ـ شل اهي افواهه سچا ٿين!

مانسنگهه (ٽوڊرمل کي) ـ ٻڌو واٿر ته اوهين اڄ صبح واريءَ درٻار ۾ ديوان عام ۾ حاضر هئا. اوهان کي ته سڄي خبر هوندي. اهي محصول منسوخ ٿيا آهن ڇا؟

ٽوڊرمل ـ ڊسڻ ۾ ته ائين پيو اچي. وڌيڪ تفصيل جي ته مون کي به خبر ڪانهي.

ابوالفضل (مرڪندي) ـ راجا صاحب ڪان پڇو ٿا ته زمينن جي ڍلن ۽ ماپن بابت ڇو سُ، محصولن مان هو ڇا ڄاڻي؟

مانسنگهه ـ ها ها... ابوالفضل، تون سچ ٿو چوين. مون کي ته توهان ٿي ڇڄ گهربو هو ـ پهلا ٻڌاءِ ته سهي، اهو سچ آهي ڇا ته جزيو منسوخ ٿو ٿئي؟

ابوالفضل ـ گهڻو ڪري. حقيقت ۾ انهيءَ محصول ۽ زيارتي محصول کي ماڻهو ڏاڍو ڏکارين ٿا ـ شهنشاهه خود انهن کي ناپسند ٿو ڪري.

جانڪي داس ـ ٻڌا به افواهه ٿا ٻڌجن ته ڪو نئون مذهب پيدا ڪيو ويو آهي؛ ۽ اهو مذهب سڀني مذهبن کي گڏي هڪ ڪري ڇڏيندو. اها ڳالهه اعتبار ۾ ته ڪانه ٿي اچي!

بيربل ـ اڄ کان پوءِ مسلمانن کي ڏاڙهيون ڪوڙائيون پونديون ۽ هندن کي رکائيون پونديون ـ جانڪي ۽ ڏاڙهيءَ سان؟... واهه واهه...!

جانڪي ـ ۽ بيربل به!

ابوالفضل - راجا صاحب، نئون مذهب اهڙو
برو ڪونهي. هڪوي نئين عقيدي جو بنياد رکيو
ويو آهي، جيڪو هندن، مسلمانن، عيسائين ۽
ٻوڌين ڪي ملائي - حقيقت ۾ سڀني مذهبن جي
ماڻهن کي ملائي - هڪ ڪري ڇڏيندو.

جانڪي - انهيءَ جو مطلب ته سڄيءَ دنيا
جو هڪ ئي مذهب هوندو؟

فيضي - ناممڪن! اهو ڪڏهن به ڪامياب
نه ٿي سگهندو!

ابوالفضل - آخر ڇو نه؟ انهيءَ ۾ اسلام
جي وحدت جا اصول به اچي ٿا وڃن: آءٌ ته
ائين ٿو سمجهان ته اصول ئي صحيح عمل جو
سرچشمو آهن.

بيربل - پيو به هڪڙو افواه آهي ته اسان جو
شهنشاهه هندو ٿي ويو آهي، ۽ اج شام جو شايد
اسان وٽ هندڪي ويس ۾ ايندو!

جانڪي - بادشاهه سلامت ته هڪ ڀيرو اڳي به ائين
ڪيو هو، ۾ هو آهي ته اڃا به اهو ئي مسلمان!

بيربل - پر اج نئين مذهب جي بنياد رکڻ
کان پوءِ انهيءَ ويس ۾ مونئي ۾ خصوصيت ۽ اهميت
هوندي - ڇو نه اسين به ڪو اهڙو ڀهروپ ڪٺي ڪيون؟

فيضي - راجا صاحب، پاڻ ڪهڙو ڀهروپ
ڪري سگهنداسون؟

بيربل - هيئن ٿا ڪريون ... اوهين ۽ آءٌ -
اڄ ته هڪ ٻئي جون دستارون يا ٻي ڪا پوشاڪ
پاڻ ۾ مٽايون: انهيءَ کان به بهتر ته هي ٿيندو
ته سڀائي اوهين ڪٺي پنهنجي ڏاڙهيءَ کي ڀاڪيءَ
تي چاڙهيو!

فيضي - ۽ توهين وارو ڪري ڪٺي ڏاڙهي رکايو!

بيربل - هرگز نه، آءٌ ائين ڪرڻ لاءِ بلڪل
تيار نه آهيان!

فيضي - ته آءٌ به ڪوڙائڻ لاءِ تيار نه آهيان!

بيربل - ته پوءِ خدا اسان ٻنهي تي رحم ڪري!

توڏرمل - اڃهو بادشاهه سلامت به اچي پيو.

(اڪبر تانسين سان گڏ پيو اچي)

(اڪبر خالص هندڪي ويس ۾ آهي: تانسين
جي پوشاڪ وري بلڪل اسلامي آهي - سڀ اٿي
بيهن ٿا. اڪبر تخت ڏانهن وڃي ٿو - ۽ وهڻ
کان اڳ - هندن جي رواج موجب سلام ڪري ٿو)

جانڪي - جئه شري رام!

رحيم - جئه مهراج!

بيربل (پرتڪلف اسلامي سلام سان) -
آداب عرض!

اڪبر - تسليمات!

(پيا به انهيءَ طريقي سان رسمي سلام ڪن
ٿا - يعني مسلمان ٻانهون ٻڌي ڪورنش ڪن ٿا،
۽ هندو اسلامي سلام ڪن ٿا - سڀ ويهي رهن
ٿا. گهڙيءَ ڪن لاءِ ماٺ ٿي وڃي ٿي)

اڪبر - دوستو، ڪا گفتگو شروع ڪريو...

توڏرمل - حضور، اج اهو ويس پائي،
اوهان هندن کي وڏيءَ عزت سان نوازيو آهي.

اڪبر - مون پنهنجو پاڻ کي نوازيو آهي.
هنن ظاهري نشانين کي في الحال ڇڏڻو پيو اٿم:
سڀائي آءٌ وري به مسلمان هوندس، ظاهريءَ طور -
۽ ٻئي حقيقت ۾.

فيضي - اها حضور جن جي مرضي آهي ڇا ته
اسين سڀ به ائين ئي ڪريون؟ اوهين مون کان
به اهو ئي ڪرائڻ گهرو ٿا ڇا، جيڪي منهنجي
ڀاءَ ڪيو آهي؟ - يعني پنهنجي ڏاڙهي ڪوڙائڻ!

اڪبر - فيضي، انهيءَ لاءِ جيئن تنهنجي دل
کي وڻي تيئن ڪر. تنهنجي ڏاڙهي خاص تنهنجي

آهي. ابوالفضل پنهنجي مرضيءَ سان ڏاڙهي ڪوڙائي
ڇڏي آهي- ۽ آءٌ انهيءَ کي سندس نيڪي شمار
ڪريان ٿو. منهنجو انهيءَ معاملي ۾ وڏيڪ ڪجهه
به نه وڃي. جيسين ڪو عمل پاڻمرادو نه ٿيندو،
تيسين انهيءَ ۾ نيڪي نه رهندي آهي. جانڪي،
رحيم ۽ بيربل انهيءَ نيڪيءَ ۾ اڃا به اڳتي
وڌي آيا آهن، جو سندن مڇون چپ به بلڪل
صاف آهي- ۽ ڪاڏي به. بيربل، تو ٿي اهو فيشن
شاعرن ۾ شروع ڪيو هو نه؟

بيربل - شايد!

اڪبر- مون کي اها ڳالهه وڻي آهي. اهڙين
ظاهري معمولي ڳالهين ۾ به تو جهڙن ماڻهن
مان اسان کي موافقت جي اميد نه آهي. جيڪڏهن
آءٌ شاعر هجان ها، ته آءٌ به ائين ٿي ڪريان ها.

بيربل - حضور، جيڪڏهن اوهين شاعر نه آهيو ته
موافقت ڪندڙ به ڪين آهيو- جڏهن اوهان بنگال
فتح ڪيو، تڏهن اوهين مسلمان جي حيثيت ۾ ويا
ها، ۽ هاڻ جڏهن ڪشمير کي پنهنجي سلطنت
۾ ملائڻو ٿو، ته هندو ڪو ويس ڏيکاريو: اوهين
اهوئي ٿيو ٿا پئو، جيڪو وقت جي لحاظ کان
صحيح ۽ موزون ٿا سمجهو- اها عجيب ڳالهه آهي!

اڪبر- انهيءَ عجيب حالت اختيار ڪرڻ تي
منهنجي هندو ۽ مسلمان رعيت مون کي مجبور
ٿي ڪري. آءٌ ٻنهي کي پنهنجو ڪندس. منهنجي
لاءِ هرڪو ويس فقط هڪ لباس آهي. آءٌ نه هندو
آهيان نه مسلمان. آءٌ اڪثر چئي نه سگهندو آهيان،
پر آءٌ صرف انسان آهيان. اسين سڀ ٻهروپيا آهيون.
اسان مان ڪنهن کي "پنهنجو پاڻ" هجڻ جي
همت آهي؟ اسين موافقت ڪندي ايستائين
پهچون ٿا، جو اسان جي شخصيت جا حقيقي نشان
به ڪر ٿيو وڃن- ۽ اسين محض رڍن جو هڪ
ڀڙڪندڙ ڌڻ بنجيو وڃون! جڏهن مون ۾ هندو
۽ مسلمان ملي هڪ شي ٿي ويندي، تڏهن مون ۾
جو ٻهروپيو آهي، سو هليو ويندو: هڪڙو ٻهروپ
مڪمل طرح دفن ٿي ويندو... ۽ ٻيو ٻهروپ چڱيءَ طرح
چتا تي چڙهي جلي ويندو- پوءِ، اڪبر فقط انسان
ٿي رهندو! سندس لباس لهي ويندو... ۽ پوءِ "اڪبر
انسان"، هندو ۽ مسلمان کان نڪي بهتر هوندو،
نڪي بدتر: هو صرف "انسان" ٿي هوندو!

بيربل - پوءِ جيڪڏهن اسين هندو، پنهنجي
ڌرم سان موافقت نه ڪريون، ته ڇا اسان جي مٿان
جو محصول آهي سو بند ٿي ويندو؟

جانڪي- فقط تڏهن، جڏهن اسين مسلمان
ٿينداسون!...

اڪبر- اوهين مسلمان ٿيو يا نه، جزيي کي
ختم ٿي ڪرڻو آهي.

جانڪي- ۽ زيارتي محصول؟

اڪبر- زيارتي محصول پڻ...

جانڪي- اڪبر واقعي عظيم آهي!

سڀئي هندو- اڪبر اعظم... زنده باد!

جانڪي- اڪبر، تون عظيم آهين.

اڪبر- آءٌ نه، پر هي ڏينهن عظيم آهي...
اڄ کان وٺي زمين جا محنتڪش ۽ پورهيت وڏيڪ
امن ۽ سلامتيءَ ۾ رهندا... راڄا ٽوڊرمل جي
ڪوشش ڪري! هن جي ڏلن جي نئين سرشتي ۾
مون کي ڪابه ڪوتاهي نظر ڪانه ٿي اچي- اهو
سرشتو تيسين قائم رهڻ گهرجي، جيسين زمين زمين
آهي. سڀ کان وڏيڪ، هڪ نئون عقيدو اڄ قائم
ڪيو ويو آهي، جو سڀني مومنن ۽ منڪرن، ڪرستانن
۽ آتش پرستن، ۽ خود هندن ۽ مسلمانن کي ڳنڍي،

ملائي هڪ ڪري ڇڏيندو- اهو آهي انسان ۾ عقيدو، انسانيت ۾ عقيدو، نيڪيءَ ۾ عقيدو! جڏهن کان اڳ به هڪ دفعو پنهنجي روحاني مشيرن جي حاضريءَ ۾ مون ڪيو هو، تڏهن اڄ اوهان سڀني، منهنجي ساٿي رتنن ۽ مشيرن جي اڳيان، آءٌ قسم کڻي ٿو چوان ته منهنجي منزل مقصود نيڪي آهي: هڪ دفعو وري به آءٌ اعلان ڪريان ٿو ته نيڪي منهنجو معبود آهي، نيڪي منهنجو خدا آهي؛ مون کي ٻئي ڪنهن خدا جي ڄاڻ ني ڪانهي!...

(پنهنجو هٿ تانسين ڏانهن ڪڍي ٿو)

(تانسين پنهنجي ستار تي هٿ رکي، هلڪي راڳڻي شروع ڪري ٿو ۽ ڳائڻ لڳي ٿو)

"اي تاجدارِ مشرق، ديدار کو ڪراءِ،
تختِ سحر تي جلوو، پنهنجو کو تون ڀساءِ:
ميون گلن کي ڏي تون، ڪا زندگي نئين،
ٿڪي ويل مسافر کي راهه تون لڳاءِ!

ڪرڻن جو تاج تنهنجو، زرين ۽ جلوه گر،
محتاج تنهنجو هرڪو، هزدم هي بحر و بر:
محلن ۽ جهوپڙين تي هڪجهڙي ڪر نظر؛
بي آسري گهرن کي روشن وري بڻاءِ!

تون ئي اي نورِ حق ٿي گوتم ۾ جرڪئين،
عيسيٰ ۾ جهلڪئين ۽ احمد ۾ چمڪئين:
باد صبا ٿي اڄ تون اي فيضور وري،
هندوستان کي پنهنجي جلوي سان جڳمڳاءِ!
اي تاجدار مشرق ...............!"

اڪبر- واهه تانسين واهه! تون موقعي سان بيشڪ ڳائي ڄاڻين! تنهنجي شخصيت ۾ اڄا هندو پٺو گهڻو آهي- شل گهڻو وقت ائين رهي! اڄ منهنجي دل ۽ منهنجو دماغ ٻئي گهڻو پريل آهن. هن وقت، آءٌ خواب ۾ زنده آهيان...... پنهنجي سلطنت جي خواب ۾- ڇويهن سالن جي طويل عرصي کان، آءٌ هن مغل سلطنت کي وڌائڻ ويجهائڻ ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ وڙهندو، جدوجهد ڪندو رهيو آهيان.

مانسنگهه- اهو هڪڙو عظيم ڪارنامو آهي، جو اڪبر جهڙي عظيم شخصيت جي واقعي شايان شان آهي. اول تو هان راجپوت خواهه مسلم رياستن کي مطيع ڪيو- اهي رياستون جيڪي تڪليف ڏيندڙ ۽ سرڪش هيون؛ پوءِ اوهين اڳتي وڌيا... وڌيڪ فتحون ڪرڻ لاءِ... امن ۽ صلح... اهي ٻئي اوهان جون فتحون هيون.

اڪبر- پوءِ، اي مانسنگهه، پنجن ندين جي هوءَ شاندار سر زمين...

مانسنگهه- ها؛ جتي ٻن کي ناڪامي ڏسڻي پئي، اتي اوهان ڪامياب ٿيا. سرڪش راجپوتن جو هر ماڻهو تنهنجي طاقت خلاف اٿي کڙو ٿيو، تو انهن کي به فتح ڪيو. تو هنن کي دراصل پنهنجو مطيع نه ڪيو، بلڪ ڪين پنهنجو دوست بنائي ڇڏيئي!

اڪبر- جنگ جي ميدان جي فتح کان هنن جي اها دوستي ئي منهنجي وڏي جيت هئي.

مانسنگهه- تون اسان کي ٻنهي پنهنجي گهر ۾ ولي وٺين- نه رڳو شاديءَ جي پوتر ٻنڌڻ سان، بلڪ دوستيءَ ۽ رواداريءَ سان. گهرو رشتن جي انهن ٻنڌڻن سان تو سڀني کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو. ها، گجرات!... گجرات به هڪ شاندار مهم هئي... ۽ بينگال- جتي پٺاڻن جي آخري سورجي کي به اسان طوفان وانگر اڏائي ڇڏيو، جتي همايون جو بدلو، سندس عظيم فرزند ورتو- اتي همايون جي فرزند، شيرشاهه سوريءَ جي جاءِ نشين جي قبضي ۾ زمين جو هڪ انچ به نه ڇڏيو- همايون جي بدلي جو ڪم به پورو ٿيو...

اڪبر- ان بعد گجرات کي، بلوچ ڪان پوءِ مغل ۽ راجپوتن جي گڏيل فوج دٻائي ڇڏيو. انهيءَ مهم ۾ مغل ۽ راجپوت هڪ ٻئي جي دوش بدوش وڙهي رهيا هئا. ان کان پوءِ مغل ۽ راجپوت گڏجي هميشه هڪ ٿي اڳتي وڌيا. ڪابه طاقت اسان جي سامهون بيهي نه سگهي. اسان ميدان بلڪل صاف ڪري ڇڏيو......

مانسنگهه- ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر ۾ به اسان جون سرحدون نهايت محفوظ آهن.

اڪبر- البت اتر ۾ ائين ڪونهي: اسان جون اتر واريون سرحدون اسان کي پڪاري رهيون آهن - ڪشمير، سنڌ، قنڌار...

مانسنگهه- پهرين ڪشمير.

اڪبر- ٺيڪ آهي.

مانسنگهه- اسين اڳي ئي تيار آهيون، رڳو اوهان جي حڪم جي دير آهي!

اڪبر- اوهان کي جلد ئي حڪم ملندو: برف جي ڳلڻ گهري وڃڻ کان اڳ اوهان کي حڪم ملندو. ڪشمير... واديءَ ڪشمير... فتح کان پوءِ ڪشمير ۾ امن، سچ پچ امن ٿي ويندو. انهيءَ جي جبلن جي چوٽين ۽ غارن ۾ ديوتائون رهن ٿا. واديون ۽ ڊنڊون انهن جي آغوش ۾ آهن - ۽ هڪ عام ماڻهوءَ لاءِ اتي ميوو آهي، گل آهن... زعفران جون ڇنيون ڇوڀان ڇنيون آهن! (شعر ڳائڻ لڳي ٿو)

"برف جي چادر سان ڍڪيل واديون ۽ گل هزار، هر طرف سبزيءَ سان هر وادي رهي ٿي همڪنار!"

جانڪي- جتي برف سان ڍڪيل جبلن جي غارن ۾ 'شو'، 'پاروتي' ۽ 'گنيش' جون مورتون آهن!

رحيم- سندس جبلن جا چشما، شفاف چشما - جن ۾ آسمان ۽ سج جي چمڪندڙ جبلن جو عڪس جهلڪي ٿو!

جانڪي- سندس جبلن جا تيرٿ، برف جي ديوي ۽ پرماتما شو جو گهر آهن.

بيربل- يارو، انهن سڀني کي هيٺ ڌرتيءَ تي لاهي اچو، ته انهن سان عام انسانن لاءِ جنت بڻايون!

اڪبر- جتي صرف باغ ئي باغ آهن، ٿڌي پاڻيءَ جا آبشار- ۽ وهندڙ ندين جي ڪنارن تي گلن جون چادرون وڇايل آهن!

ها، اهي...... اهي سڀ منهنجي حفاظت ۾ ايندا! آءٌ هڪ ايراني آهيان — انهيءَ کي ايران بڻائيندس. آءٌ هڪ ايراني، انهيءَ ڪشميري ڌرتيءَ ۾ پنهنجو پاڻ پوکيندس: منهنجو 'سليم' ۽ سندس پيار اتي ٿڌين ڇانون ۾، پنهنجي ٻيءَ جي ساڻي ۾ رقص ڪندا- ۽ هنن جا وارث ... ۽ انهن جا وارث آتي هميشه ائين ئي رهندا! باغ قائم رهندا ۽ جنگ جا ميدان ختم ٿي ويندا. ڪشمير... ڪشمير شايد دنيا جي وندر جو سامان بڻجي وڃي!

بيربل- اسان جو شهنشاهه اڄ ته مرڳو شاعر ٿي پيو آهي!

اڪبر- ڪشمير اسان سڀني کي شاعر بڻائي ڇڏيندو! ٻڌو، منهنجي خواب جي سلطنت...... دنيا جي شهنشاهت...... جتي 'سڀ انسان' دنيا ۾ 'هڪڙي قوم' بڻجي ويندا. اهو ڀلا ڪيئن ممڪن ٿي سگهندو، جو سڀ قومون هڪ ئي قوم نه بڻجي وڃن؟ اهو منهنجو خواب آهي...... مغل شهنشاهت نه...... پر دنيا جي شهنشاهت، جا پنهنجو پاڻ تي حڪومت ڪندي...... انسان لاءِ انسان جي حڪومت...... انسانيت لاءِ انسانيت جي

حڪومت! ... انهيءَ جو ڏسڻ ۾ نه ايندڙ شهنشاهه
غيب جي تخت تي ويٺل هوندو...... جنهن وٽ
ظلم نه ايندڙ لٺ هوندي...... نيڪيءَ جي لٺ!
... دوستو، مون کي معاف ڪجو...... منهنجي
دل ۽ دماغ ۾ ٻڙبل آهن...... تانسين، تانسين...
منهنجا چپ پنهنجي راڳ سان بند ڪري ڇڏ...
(تانسين ستار جي تارن کي ڇيڙي ٿو، ۽ راڳ
شروع ڪري ٿو)

"دنيا کي اڄ نه زور، محبت سان سر ڪيون،
جي وار ظلم جو ٿئي ته سينو سپر ڪيون؛
امن و امان جو راڄ ٿئي هندوستان تي،
رشين جي سر زمين کي مروت جو گهر ڪيون!
اڪبر عظيم فتح جو نغمو تون عام ڪر،
'بيرم' جي آرزو جو آئي اهتمام ڪر؛
نيڪيءَ جي آڏو سر کي جهڪائي هي قوم نو،
نفرت حسد عناد جو قصو تمام ڪرا!"

اڪبر- پيارا تانسين، تو اسان کي اها ياد
ڏياري ڏاڍو چڱو ڪيو. اسين 'حال' ۾ ئي زنده
رهون ٿا. بهادر بهرام، وفادار بهرام! مون هن کان
تيراندازي، تلوار ۽ نيزي بازي سکي. بهرام مون کي
فتوحات جي بک جي غذا ڏني. انهيءَ نيڪ ٻڍڙي ئي
مون کي ننڍپڻ ۾ تعليم ۽ تربيت ڏني- ڇا هاڻ
آءٌ ويهي هن کي شرمنده ڪريان؟ ...... فتح ته
منهنجي ننڍپڻ جو خواب هو؛ مون پنهنجو پاڻ کي
فتح ڪيل شهرن ۾ شان و شوڪت سان ويندو ڏٺو.
هوءَ، جوانيءَ ۾ فتح ۽ سوڀ جي خيالن مون کي
مجبور بنائي ڇڏيو. انهيءَ مون کان اهو ڪجهه
ڪرايو، جنهن جو مون کي، هاڻ افسوس آهي،
... پنهنجي نيڪ محافظ بهرام سان ڪيل سرڪشيءَ
جي عمل لاءِ هاڻ آءٌ پڇتايان ٿو- هر وقت ٿي
اهڙو آيو هو. مون کي پنهنجو پاڻ هن جي
نگرانيءَ کان آزاد ڪرائڻو هو. مون کي پنهنجي
پيرن تي خود بيهڻو هو... شل هن تي خدا جي
رحمت هجي... منهنجي حياتيءَ جي پياري يادگيري
۽ شڪرگذاري هن جي لاءِ هميشه قائم رهندي...

۽ هاڻ، پيارا دوستو، ڏينهن اچي پورو ٿيو
آهي. آرام جو وقت به اچي ويو. مون کي اڪيلو
ڇڏيو- ۽ اوهين به هاڻ وڃي آرام ڪريو.

(سڀ اٿن ٿا - ۽ اڪبر کي دستور موجب
پنهنجي پنهنجي نموني ۾ سلام ڪن ٿا)

اڪبر- شب بخير... شب بخير!

(ابوالفضل کان سواءِ سڀ ٻاهر وڃن ٿا)

(اڪبر اوٻاسيون ڏيڻ لڳي ٿو)

ابوالفضل- ٿڪجي پيا آهيو ڇا؟

اڪبر- نه نه، ٿڪل ته ڪين آهيان، البت
ننڊ جي تياري آهي - پيو سڄڻي خير - (وري
اوٻاسيون ڏيڻ لڳي ٿو)... اڄوڪو ڏينهن به
ڏاڍو سٺو گذريو آهي.

ابوالفضل- چڱو ڀلا، آءٌ به هلان ٿو...
شب بخير.

اڪبر (ڀڻ ڀڻ ڪندي)- شب بخير... شب بخير...

(پردو ڪري ٿو)

پير انور شاه رسول بخش شاه جيلاني

# ”سرڪار“

## (سنڌ جي هڪڙي لوڪ ڪهاڻي)

ڪنهن زماني ۾، هڪ مُلڪ ۾ ڏڪار اچي پيو. برسات جي نه پوڻ ڪري نڪو گاهه اپرندو هو، نه واهن ۾ ڪوهن ۾ پاڻي رهيو، نه ڪا آبادي ٿيندي هئي. وَڻَ ٻُوٽا ٻيلا-اهي به سُڪي ٺوٺ ٿي ويا. مال چوپايو اهڙو ڏٻرو ۽ بيحال ٿي پيو، جو وڪڻ لاءِ ڪوبه تيار نه هو، باقي وڪڻ وارا ڪيترائي هئا. ڳئون، مينهن يا ڍڳي جي قيمت، جا هن وقت چار پنج سَو ٻڌجي ٿي، سا اُن وقت ۾ چار يا پنج روپيا به ڪو ڏيڻ لاءِ تيار نه هو-چوته اُن جو اگهه اهڙو وڃي بيٺو هو، جهڙو ’پارٽيشن‘ جي زماني ۾ هندستان پاڪستان جو هو. مطلب ته ڏاڍي دربدري مخلوق کي پيش آئي. غريب ويچارا ڪي مُلڪ ڇڏي لڏي ويا، ڪنهن آپگهات ڪيو. ڪي لڏيندي بُکَ جي ڪري رستي ۾ ختم ٿيا، جي ڪنهن ڳوٺ يا شهر جي ڪنهن وَسَڻ تائين ئي به نه پهتا.

تن ڏينهن، هڪ منگهار فقير هڪڙي ڳوٺ ۾ رهندو هو. منگهار فقيرن جو گذران هميشه شادين ۾ ڳائڻ وڄائڻ ۽ خوشيءَ جي موقعن تي سَدار رکندڙ هو، جيئن هن وقت به اُنهيءَ قوم جو ساڳيوئي ذريعو گذران جو آهي. پر ڏڪار جي سبب ڪابه شادي يا مجلس ڪوبه ماڻهو نٿي ڪري سگهيو، جنهنڪري هيءَ قوم وڌيڪ خراب ۽ دربدر ٿي. آخر منگنهار، زال پنهنجي کي ڇڏي، ڪنهن ٻيءَ بستيءَ ڪي ڳولڻ لاءِ دُهل کڻي ۾ وڃي روانو ٿيو. زال کي هدايت ڪري ويو ته ”الله پاڪ کي ياد ڪندي رهج. جيڪڏهن خدا ڪارڻ ڪو ٽُڪُر مانيءَ جو پيندي ميلي ۾ سمجهين ته هڪ ڏينهن جو پورو ڍءَ آهي، ته اهو مانيءَ جو ٽڪر ٽن ڏينهن تائين هلائج-جيستائين آءٌ ڪو مُلڪ يا ڪو ڏيهه ڳولي پوءِ، توڪّل پنهنجي رب تي رکي، الله تو آهر ڇني، گهر ڪان ٻاهر نڪتو. مُلڪَ ڏسندو جاچيندو اچي، ته مَتَ ڪٿي ڪا دهل جي عزت هُجي، زال به وٽي اچان؛ پر ڏڪارَ هر جگهه اهڙو ٿيرو ڏنو هو، جو دهل ته

ڪو خيرات ۾ ماڻهوءَ جو نڪر به ڪونہ ڏيڻ لاءِ تيار ٿي: پيءُ وڃڻو ڪانہ، ۽ ٻٽ وڃڻو ڏسي، تہ ذرو بہ ڪيس نہ ڏني. جيڪڏهن ماءُ وڃي ڪانہ، تہ ڌيءُ وڃي ڏسي. مطلب تہ چؤطرف هڪ ڀيانڪ خوف واري صورت ڏسڻ ۾ ڪيس آئي. خير "سندرو ثابت منزل آسان": فقير مگنهار تڏهن بہ دل نہ لاٿي. وري ٻئي طرف رُخ رکيائين - اِهوئي ڏهل ڳچيءَ ۾، مؤس هلندو هلي.

آخر هلندي هلندي، ڪجهہ وقت پڄاڻا، هڪ بيابان کي لتاڙي جڏهن ٻاهر نڪتو، تہ پري ڪان هڪ وڏو قلعو يعني پٿر جو ڪوٽ نظر آيس ۽ اُنهيءَ ڪوٽ جي ديوار کان ٻاهر سبز وڻ جون لڏندڙ ڏاريون نظر آيس. اِتي اميد ٿيس تہ "پهرين گهڻي وقت کان پوءِ اڄ ساوا وڻ نظر آيا اٿم - شڪر الحمدلله! ڌڻيءَ جا لک ٿورا ۽ ٻلايون، جنهن هن پاڻيءَ کي بيابان سان آڪاري آئي سبزيءَ پيڙو ڪيو آهي. اڳتي بہ پاڻ مدد ڪندو". آخر ائين چوندو چوندو، اچي اُنهيءَ ڪوٽ جي نزديڪ پهتو. ڪوٽ کي چوگرد ڦيرو ڪهيو، تہ ڏسان تہ ڪٿان دري دروازو اٿس تہ اندر وڃان. آخر گهڻيءَ ڳولا کان پوءِ دروازو ڏٺائين. اُن دروازي وٽ وڃي کلاڪ اڌ ترسيو تہ ڏسان تہ ڪو چوڪيدار هُجي، تہ اُن کان اجازت وٺي اندر وڃان ۽ ڪيس حال بہ ٻڌايان. مگر وقت اجايو وڃايائين - چوڪيدار ڪوبہ ڪونہ هو. آخر بسم الله چئي دروازو کوليو، اندر ڪوٽ ۾ قدم رکيائين. اندر وڃي ڏسي تہ سبحان الله رب پاڪ جي قدرت لڳي پئي آهي. نهرون صاف پاڻيءَ جون وهن پيون، جن جي پاسن تان انار، ترنج، ڪيلا ۽ انهن جا وڻ لڳا پيا آهن. ٿورڙو اڳيرو وڃي، تہ ڊاک ۽ انگور جا مَنهہ ميوي سان ڀريا جهنجيا پيا آهن. چوراهو اڳيان نظر آيس، جنهن جي ٻنهي پاسن کان گلن جون قطارون هر رنگ ۽ هر قسم جي خوشبوءِ واريون نظر آيس. فقير ويچارو هو ٿڪايل ۽ ٻُڪايل - سو ڏهل ڪلهي سان لاهي پرسان رکي، ڪپڙا لاهي، ويهي نهرن جي پاڻيءَ ۾ وهنجڻ لڳو. جڏهن وهنجي خوب ٿڪ ڀڳائين، تڏهين اچي ميون جي وڻن کي لڳو. بلڪل چڱيءَ طرح سان ميوو جيڪو وڻيس، سو کاڌائين. اِتي مٿان اچي شام ٿي؛ ۽ ميوو کائيندي کائيندي اچي تنڊ ورايس. آخر ڏهل پاسي ۾ رکندي اتي ئي ليٽي پيو.

سڄي رات اُتي ميون جي وڻن هيٺان ستو پيو هو؛ آخر ٻئي ڏينهن صبح جو سارَ ٿيس، ۽ دستور موجب اٿيو - اُٿي ڏسي تہ ڏهل بہ اُتي رکيو آهي، ماڻهوءَ ڪنهن جو پڙلاءُ ياڪو پيرُ ڪوڙڪو بہ ڪونهي: تنهنڪري وري بہ اچي ميوي کي لڳو. بلڪل چڱو ڍءُ ڪري اٿيو. خيال ڪيائين تہ اڳتي وڃان ۽ وڃي ڏسان تہ هي ڪير آهي، جنهن جو هيءُ باغ ۽ ڪوٽ آهن - متان ڪو ماڻهو ملي ۽ خبرچار وٺيم. ائين چئي، اڳتي هليو. هڪ وڏي سڙڪ گلن سان چانيل - اها وٺي سڌو وچ باغ ۾ اچي پهتو. اُتي ڏسي تہ هڪ عاليشان محلات آهي، جنهن جا دروازا سڀئي کليا پيا آهن، ۽ ڪوبہ آواز ڪونہ ٿو ٻڌڻ ۾ اچي. اُنهيءَ هوندي بہ فقير مگنهار اڌ کلاڪ کن اُتي وڏي گيٽ وٽ ترسيو، تہ متان ڪو ماڻهو نڪري؛ پر بلڪل ڪوبہ

نظر ڪونه آيس. پوءِ بسم الله چئي، وڏي دروازي سان لنگهي ويو اندر محلات ۾. محلات جي اڳيان سنهيءَ ڇپر جو هڪ وسيع ميدان هو، تنهن کي لتاڙي اندر نيٺ محلات ۾ پير رکيائين. اندر وڏي صفحي ۾ ويو، ته ڇا ٿو ڏسي ته هڪ بيحد شاندار سهڻو هندورو آهي، جنهن ۾ هڪ وڏو شينهن سُتو پيو آهي. سيرانديءَ کان هڪ مور بيٺي ويٺو اٿس، ۽ پيرانديءَ کان هڪ هنج بيٺي ويٺو اٿس. جڏهن فقير منگڻهار جي شينهن تي نظر پئي، تڏهن ڏڪار سڪار سڀئي وسري ويس؛ اچي ڏڪڻي ٿوڪڻي لڳيس ته ”هائي ڇا ڪريان – ۽ واپس ڪيئن وڃان ۽ ٻاهر ڪيئن نڪران!“ پوءِ ڏن اهڙو سڪائي جهليو هٿائين ته مٿان دُهل کي لڳي ۽ آواز ٿئي، جنهن تي مٿان شينهن جاڳي ۽ پوءِ ڪري لاهي ڇڏي – تنهنڪري بنهه چپ چاپ ڪري پاڻ کي ڪاٺ وانگر سُڪائي ڇڏيائين، ۽ ٻت ٿي بيهي رهيو. آخر بيهي بيهي بلڪل ٿڪجي پيو. بيهندي وقت به گهڻو لڳي ويس. آخر دماغ ۾ اها ڳالهه آيس ته ”وڏا چوندا هئا ته ’دهل جي آواز کان جانور جهنگل ڇڏي ٻاهر نڪري ڀڄي ويندا آهن. اڳئين زماني جا راجائون مهاراجائون جڏهن شينهن جي شڪار تي ويندا هئا، تڏهن شڪارين کي دهل ڏيندا هئا، ته جهنگل ۾ خوب وڄائين ته آواز تي شينهن ٻاهر ڀڄي نڪرن: ۽ پاڻ هاٿين تي سوار ٿي انهن کي گوليون هڻندا ۽ ماريندا هئا‘ – تنهنڪري هاڻي بيهي بيهي اَئين ٿي ٿڪجي ته پيو آهيان، هاڻي ماشاءَالله وڄايان ٿو دهل، پوءِ يا هيڏانهن يا هوڏانهن!“ بس اَئين چئي دهل ڪُلهي سان ورائي، سولو ڪري، بسم الله آچاري، اچي ٿو دهل کي زور سان مصيبت ڏونڪن جي وجهي: خوب وڄايائين :جنهن تي شينهن ننڊ مان جاڳيو ۽ اکيون کوليون، مور ۽ هنج – جي سندس وزير هئا ۽ سيرانديءَ پيرانديءَ سندس حُڪم بڌڻ لاءِ ويٺا هوندا هئا – انهن کان پُڇيائين ته ”هيءَ نالائق احمق ڪير آهي، جنهن ايتري حُجت ۽ بيپرواهي ڪئي آهي؟“ جنهن تي سندس وزيرن، مور ۽ هنج، ڏنو ته ڊپ کان وڃايو اٿس ته متَن شينهن آئي ڀڄي وڃي، پر اٿلو مصيبت ۾ اچي پيو آهي! پر هاڻي اِنهيءَ غريب جي جيند ضروري ڇڏائجي ۽ ڪيس بچائجي. سو، تين هٿ ٻڌي شينهن شير خدا کي – جو انهيءَ محلات ۽ باغ جو بادشاهه هو – عرض ڪيو ته ”جيئندا قبلا! هيءُ فقير منگڻهار آهي، سندس ملڪ ۾ شايد ڏڪار ۽ بک پيئي آهي، تنهنڪري پنهنجو روزگار تنگ سمجهي، ٻاهر ٻين ملڪن ۾ روزگار لاءِ نڪتو آهي. هنن منگڻهارن فقيرن جو هميشه اهو دستور رهيو آهي ته جيتي شادي هوندي آهي يا ڪا خوشيءَ جي ڳالهه يا خوشيءَ جي مجلس هوندي آهي، ته آتي دهل کڻي وڃي وڄائيندا آهن ۽ ناچ وغيره ڪري انهن کي ريجهائيندا آهن، جنهن تي کين ڪافي انعام ملندو آهي، جو کڻي وڃي ٻچن جو گذران ڪندا آهن. هينئر ٻين شهرن ۾ ڪابه شادي وغيره نه لڳي اٿس ۽ بادشاهه سلامت جي محلات ۾ اندر آيو آهي، ته متَن ڪا مراد پوري ٿيس ته ٻچن جو قوت ڪڍي وڃي! وري جو اندر اچي سرسبز باغ، عمدا ميوا ۽ شاهي محلات ۽ صاف نهرن جو پاڻي ۽ هرڪنهن قسم جا خوشبودار گل ڏٺا اٿس، ته حيران به ٿيو آهي ۽ خوش به ٿيو

آهي ته واه جي عجيب شاهنشاهه جي حڪومت آهي، ۽ عجيب بادشاهيءَ جو رنگ آهي! اهڙي حڪومت هن ڪي ڪٿي به نظر ڪانه آئي آهي، تنهنڪري فقير ويچارو بيحد خوش ٿيو آهي، ته هاڻي سنڌس بک لٿي ۽ ڏک ڏولاوا ڏور ٿيا! پوءِ سنڌن دستور اهو هوندو آهي ته دهل وڄائي مبارڪون ڏيندا آهن. سو، هين ويچاري پنهنجي دستور موجب وڏي اميد بادشاهه سلامت ۾ رکي دهل وڄائڻ شروع ڪيو آهي - باقي ٻيو ڪجهه نه آهي: نه بيپرواهي ڪئي اٿس ۽ نه حجت ڪئي اٿس - اوهين مالڪ آهيو!" بس، اها وزيرن جي ڳالهه بادشاهه سلامت کي وڻي ۽ ڏاڍو خوش ٿيو. يڪدم ٻنهي وزيرن کي حڪم ڏنائين، "ٻه ڳوٿريون سونين اشرفين سان ڀريل ڪٺي فقير کي آڻي ڏيو ته وڃي!" تنهن تي هنج ۽ مور، ٻئي اندر محلات ۾ ويا، ۽ وڃي ڳوٿريون ٻئي کڻي آڻي فقير مڱڻهار کي هٿ ۾ ڏنائون، ۽ کيس چيائون ۽ هدايت ڪيائون ته "وري هتي نه اچج ۽ نه وري اچي اهڙو ڪوڪر ڪج!"

فقير انعام وٺي ٻاهر نڪتو. هلندو هلندو ڪين ڏينهن بعد اچي ڳوٺ پهتو. اچي ڏنائين ته زال سنڌس بلڪل بيحال آهي. ملڪ جي اها ڪا حالت سڌريل ڪانه آهي. اچڻ سان ڳوٿريون ٻئي زال کي ڏنائين ته "هاڻي موجون ڪر! خوب ڪپڙا ٺهراءِ: خوب پيٽ ڀلاءِ ٻچاءِ! آءٌ اهو هند ڏسي آيو آهيان، جو رڳو سون ئي سون! هڪ سون ڪٽندو، ته ٻيو آڻي ڏيندو سانءِ، فڪر نه ڪر!" تنهن تي زال سنڌس اهڙو ته شوق ڏيکيو، اهڙو ته هٿ ورتو، جو اهي ٻئي ڳوٿريون ٿوري ئي عرصي اندر ختم ڪري ڇڏيائين. پوءِ مڙس کي چيائين ته "وڃ، وڃي ٻيون ڳوٿريون کڻي اچ!" مڙس به ٻڌندي ئي، يڪدم دهل ڳچيءَ ۾ وجهي، اتي ٿيو راهي.

ٿوري گهڻي وقت ڪان پوءِ، اچي ساڳئي ڪوٽ جي دروازي وٽ پهتو. ساڳيءَ طرح ٻنا ڪنهن خوف خطري جي اندر لنگهي ويو. وڃي ڏسي ته ساڳئي هندوري ۾ ساڳيو شينهن ستو پيو آهي، پر سيرانديءَ وٽو اٿس گدڙ ۽ پيرانديءَ ويٺو اٿس ڪانءُ! اتي جو اتي دهل وڄائڻ واروني هو، ته ڏسي ته پري کان اڳيان ساڳيا پکي - هنج ۽ مور - ڊوڙندا اچن، جي پريان ڇپرن ۾ ڪيني ڪلر واريءَ زمين تي پيا هئا. انهن اچڻ سان فقير مڱڻهار کي چيو ته "مهرباني ڪري خاموش ٿي ۽ ماٺ ميٺ ڪري ٻاهر نڪري ڀڄي وڃ. اڳي به تو وڏي ڀُل ڪئي هئي، پر اسان وزير هئاسون، جن تنهنجي بيوقوفي ڍڪي ڇڏي ۽ الٽو توکي انعام ڏياريوسون: پر هاڻي، جيتوڻيڪ بادشاهه ساڳيو آهي، پر وزير آهن گدڙ ۽ ڪانءُ! سو، جيڪڏهن دهل وڄائيندين، ته گدڙ ڦاڙيندئي پيٽ، ۽ ڪانءُ ڪڍندئي اکيون: پوءِ اتي ئي ختم ڪري ڇڏيندئي. تنهنڪري، هڪدم هتان هليو وڃ. باقي تون جيڪا اميد رکي آيو آهين، تنهن لاءِ اسان ٻنهي وٽ جيڪا پنهنجي پورهئي جي ميڙي چونڊي آهي، اها توکي آڻي ٿا ڏيون، سا کڻي وڃ!" آخر هنج ۽ مور واپس پنهنجي جڳهه تي ويا. اتان جيڪي ٿورو گهڻو وٽن هو، سو آڻي فقير کي ڏنائون، ۽ پاڻهن ڪان وٺي ڪوٽ مان ڪيس

ٻاهر ڪڍي ڇڏيائون، ۽ وري بہ منع ڪيائونس تہ ”هاڻي اڪيڻ ڏسيو ٿيو حال وڃين، تنهنڪري وري هرگز هيڏانهن نہ اچج!“ آخر فقير ڪي جيڪا ٿوري گهڻي رقم مور ۽ هنج کان ملي، سا کڻي آئي زال کي ڏنائين.

زال پڇيس تہ ”هي ڇا آندو اٿئي؟“ تڏهن فقير چيس تہ ”اڳي وزير هئا مور ۽ هنج، جن ٿي ٿوريون سون جون غريبن کي ڏنيون؛ پر هاڻي آهن وزير گدڙ ۽ ڪانءُ، جي خود آهن بکايل، سي وري ڇا ڏيندا! هي جيڪي آندو اٿم، اهو بہ اڳوڻن وزيرن ڏنو اٿم، جن ويچارن کي نوڪريءَ تان لاهي ڇڏيو ويو آهي، ۽ جي ڪلر واري پٽ تي ڪانڊيرن ۾ پيا هئا!“ تڏهن زال چيس تہ ”بيوقوف پنڌ ڪيترو سارو ڪري وئين، تڪليف بہ وٺي وئين - پوءِ جڏهن ڏٺئي تہ بادشاه ساڳيو آهي تہ پوءِ وزيرن جي ڪهڙي پرواهہ؟ تون تہ دهل وڄائي صدا خيرات جي هٽي ڏسين ها، تہ پاڻهي بادشاه کي رحم پنهنجي وڃي ها، ۽ توکي ساڳيون ٿوريون سون جون پرائي ڏئي ها!“ تنهن تي فقير چيو تہ ”اڙي نہ! حڪومت هميشہ وزير هلائيندا آهن: ڦيائين بہ آهي ۽ وسائين بہ آهي!“ پرتيت سندس زال ڪيس ويهڻ نہ ڏنو. مجبور ٿي، دهل کڻي ساڳيءَ طرح آنهيءَ قلعي يعني ڪوٽ اندر پهتو.

آتي پهچي خوب ميوا وغيره کاڌائين، آرام ڪيائين، ۽ پوءِ وڃي دير دير سان اندر محلات ۾ پير رکيائين. پريان ڏسي تہ اڳيان وزير ڊوڙندا اچن - تن يڪدم اچي ڪيس سمجهايو ۽ ڏاڍيون منٿون ڪيائونس ۽ ڪجهہ پيو بہ ٿورو گهڻو ڪيس آڻي ڏنائون تہ ”دهل نہ وڄاءِ!“ مگر زال جا لفظ ياد هئس ۽ پٺيان هُن جا موچڙا بہ سُجهيس ٿي تہ ٽپڻ بہ ڪيندي ۽ اندر گهر ۾ بہ اچڻ نہ ڏيندي - سو، يڪدم دهل تي ڏونڪن جو ڪٽي وسڪارو ڪيائين. بادشاه سلامت جو هندوري ۾ سُتل هو، آهو يڪدم ننڊ مان ڇرڪ ڀري اٿي ويٺو، ۽ اتي سان پڇيائين تہ ”هيءُ ڪير آهي ۽ ڇو اندر آيو آهي، ۽ ايتريءَ لاپرواهيءَ جو سبب ڇا آهي؟“ سندس وزير هئا هڪڙو گدڙ ۽ ٻيو ڪانءُ - تن عرض ڪيو تہ ”جيئندا قبلا! هيءُ ڪميڻو ۽ ذات بہ سندس ڪميڻي، يعني ميراثي مڱڻهار آهي. هيءُ ايڏو بيپرواهہ آهي، جو هِن محلات کي پنهنجي ڪنهن هدات طوائف جو گهر سمجهي، اڳي بہ آيو هو - پر اسان ڪجهہ نہ ڪُڇيو، ڇو تہ چيوسون تہ اسان جو شهنشاهہ آرام ۾ آهي، سو متان جاڳي پوي - ۽ وري موٽي هيٺڙ بہ آيو آهي، ۽ اچڻ سان اسان جي تہ پرواهہ ڪانہ ڪيائين، پر اوهان صاحبن جي آرام جو بہ خيال ڪونہ ڪيائين: اچڻ سان اچي دهل کي ڌاڪا چاڙهيا اٿس: اها نہ رڳو حضور بادشاه سلامت جي بي ادبي ڪئي اٿس، پر شاهي محلات ۾ دهل وڄائڻ - اِها هڪ شاهي محلات جي بيعزتي ڪئي اٿس، جو لوڪ چوندو تہ اهو ڪنهن طوائف جو گهرُ آهي، بادشاه جي محلات ڪٿان آئي! حقيقت اها آهي جا پيش رکون ٿا - اڳتي جيڪو بادشاه سلامت جو حڪم!“

جنهن تي شينهن شير خدا جي حڪم ڪيو تہ ”ونوس!“ پوءِ تہ هنن ٻنهي وزيرن، يعني هڪڙي پاسي گدڙ ۽ ٻئي پاسي ڪانءُ، اچي ورتس - جو پنجن گهڙين ۾ ئي هٿي ٻورڙ ڪري ڇڏيائونس!

# هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته......

**"انسان"**

انسان جي ذهنيت ۽ تهذيب جو مظاهرو جهڙو واضح طرح ريل گاڏيءَ، جهاز يا ٻيءَ اهڙيءَ مسافريءَ جي دوران ۾ ٿئي ٿو، اهڙو شايد ئي ٻئي موقعي تي رونما ٿي سگهي!

ان ڏينهن مون کي به ڪراچيءَ اچڻو هو. روهڙيءَ جي اسٽيشن تي اچي ميل ۾ چڙهيس: اهو ئي ڀاڪر ڪٽو- ريل ته نه آئي ۾ پاڻ سان گڏ رڙيون، واڪا، دانهون ۽ آهون، سڀ ڪجهه، کڻندي آئي. لٽن، ڏڪن ۽ لوڏشن وچان لنگهندو، ڏو ڪري وڃي هڪ مسافر سان ڪريس- هڪ سهيل مسافر سان. هن گهٽو ئي پاڻ پٺوڙيو، ٽنگون هيٺ مٿي ڪيون، مگر مون کي ويهڻو هو ضرور، سو رسمي معافي وٺي اهڙيءَ ته دعواداريءَ سان ويهي رهيس، جڻ ان سيٽ تي سند لکي آيو هوس!

چوندا آهن "هندي جي من ۾ هڪڙي، صاحب جي من ۾ ٻي"- سو منهنجي پرسان سهيل صاحب به قسم کڻي سمهيو هو ته هو ٻئي کي ننڊ ڪرڻ نه ڏيندو. سندس نڪ ۾ گويا باه وسائڻ وارو ڪهڪو وڄي رهيو هو، ۽ سندس پانهون ٿوري ٿوري وقفي کان پوءِ سجاڳ ٿي اٿيون ۽ ڪنهن سرچ لائيٽ جيان چوڌاري چڪر لڳائي سڌو منهنجي منهن ۾ اٽڪائي ٿي ڇڏيائون!

حيدرآباد کان اڳ ڪٽ مڙيو ئي اک لڳي ويم، ۽ جڏهن اک کلي ته ڏٺم ته دوشيزه سحر جو نقاب آهستي آهستي کسڪي رهيو هو ۽ نور پرڻي صبح جي ٻهرين روشنائي فضا ۾ ڦهلجي رهي هئي. ساڻ سگريٽ دکائي آفتاب عالمتاب ڏانهن ڏسڻ لڳس، جنهن دور دور افق تي عظيم مصور وانگر رنگن سان رنگ هاري ڦٽي ڪيا هئا.

اوچتو ئي جهٽڪو کائي گاڏي بيهي رهي. دريءَ کان ٻاهر جهاتي پاتم ۽ ڏٺم ته جنگشاهي اچي وئي هئي. هٿ جي اشاري سان بيري کي سڏ ڪيم، هن جي هٿ ۾ ناشتي پهچائڻ واريون ٿالهيون هيون جن ۾ ڊبل روٽيءَ جا بچيل پورا ۽ آمليٽ جا ذرڙا پيا هئا. ڪس ناشتي آڻ لاءِ چيم ۽ هو "ابي لايا" چوندو اڳتي وڌيو، ۽ ڊبل روٽيءَ ۽ آمليٽ جا ذرڙا پرسان سهيل کي اکيان اڇلايائين. پرسان هڪ اٺن نون ورهن جو ٻچڙي اگهاڙو ڇوڪر بيٺو هو، جنهن جي ڪنڌ جا وار وڏي سندس ڪلهن تائين پهتا هئا، ۽ ڪن تي اهڙي ته مير چڙهيل هيس، جو سندس منهن جو رنگ هڪڙو ٿي لڳو، ته ڪن جو

ٻيو-سو تنهن جا ڪپو جو جهٽ هئي، ڪتي اڳيان اهي ڊبل روٽيءَ جا ٻورا ڪٽي ورتائين. ڪتي جي ڳرڪڻ تي ٻيري ٻوڙتي نهاريو، ۽ يڪدم واپس وريو. هڪ چماٽ-زور سان هڪ چماٽ-ڇوڪر کي وهائي ڪڍيائين! ڊبل روٽيءَ ۽ آمليٽ جا ٻورا ڇوڪري جي هٿن مان ڇڏائجي، ساڳيوئي اڇي ڪتي جي اڳيان ڪريا. ڇوڪرو حسرت ڀريل نگاهن سان ان ڪتي ۽ ٻورن ڏانهن نهاريندو رهيو، ۽ سندس اکين جي تلائن ۾ ڪتي ۽ انهن اوباريل ٻورن جو عڪس تري آيو...... شايد سندس دل ۾ ٻ-! هو تيسين اتي بيٺو رهيو...... ڏسندو رهيو...... ڏسندو رهيو، جيسين گاڏي ڇٽي آئي هلي، ۽ هو منهنجي نظر کان اوجهل ٿي ويو. -ميمڻ علي بخش

## "اخبار"

ويجهڙائيءَ ۾، هڪ روزاني اخبار ۾ 'نائيٽ سب ايڊيٽر' هوس.

ڇهين ستين بجي جو وقت هو. حسب دستور، خبرون ويٺي ڪڍيم ته السلام عليڪم جو آواز ڪن تي پيم. اخبار جي دفتر ۾ ڪيئي ماڻهو پيا اچن وڃن، سمجهيم هوندو ڪو- ۽ ائين ئي ڪنڌ مٿي ڪڻڻ بنا سلام ورائي ڪم ۾ لڳو رهيس. گهڙي ڪن چپ ٿي ويٺي-سوچيم: 'ڪير آ جو ائين چپ ٿي ويو؟' ڪنڌ مٿي ڪنيم.

ٻه تاڪائين صدري، ٻافتي جي جهولدار سٿڻ، سنڌي سليمي موچڪي جتي، وڏو پٽڪو مٿي تي، اجرڪ ۾ ٻڌل هڙ ڪلهين ڪيو، سالڪو سال عمر جو هڪڙو پيرمرد اڳيان بيٺو هو.

"چاچا حڪم؟"

"سائين...سائين،...... صاحب سان ملڻو اٿم،" ٻانهون ٻڌندي، ڏڄندي ڏڄندي ورائيائين.

"اندر وڃو، ...... صاحب جن اندر آهن."

ايڊيٽر صاحب، جو هوٽن ٻاهر ٿي نڪتو، سو ملاقاتيءَ کي ڏسي ٻيهر جهلي ڪرسيءَ تي ٽهي ٽڪي ويٺو. پيرمرد ڪمري جي چائنٺ اڳيان جتي لاهي اندر گهڙيو.

"سائين سلامالڪم!"

"وعليڪم السلام، ٻلي آئين پيرمرد"- ...... صاحب وڏيڪ رعب وجهڻ لاءِ کنگهڪار ڪئي: "خبر ڏي، ڪيئن پنڌ پيو آهين؟"

"سائين، جمن منهنجو نالو آهي. تنهنجي اخبار ۾ خبر آئي هئي ته مون رئيس سوڍي خان وارن کي تنگ ڪيو آهي، ۽ ڪين ٻائيءَ جي واري ۾ سهوليت نٿو ڏيان. سو اها حقيقت

توکي ڪرڻ آيس تہ سائين مون مسڪين جو تہ ڪو ڏوھ ئي ڪونھي: مون کي ڪل ٻني آهي ڏيڍ ايڪڙ، ۽ رئيسن جون آهن ويھون: ٻنيءَ تي ٻني بہ رئيسن جي آهي. منھنجو ڪر ھيڏاھون سو آهي-سولائيءَ سان ڪيچ تي ويندو اٿس. رئيسن مون کان گھر ڪٽي تہ ڪرو ڪري ڏي: سائين، منھنجو گذران ئي ان تي، سو نھڪر ڪيم. ان تان رئيس ڪاوڙجي ويا. تنھن ڀڄاڻا ڪو تنھنجي اخبار ۾ خبر آئي، تنھن تہ مون سان ويل وھائي ڇڏيا آهن: تپدار جو ڪوٺار بہ چئي تہ 'توتي ڪيس ٿيندو. سائين، مان مسڪين ماڻھو-جتي ٿو وڃان، اتي ٿا چون لکپڙھ-موٽائي ڏي. ڏئي ڏئي بہ ڪيترو ڏيان. اڳ-ويو تنھنجي خبر-موٽائي ڪٽي آيو آهيان توڙي تہ سچي خبر ڏي، ڪوڙيءَ کي موٽاءِ، نہ تہ مون غريب جو ٻلو ڪونہ ٿيندو: ۽ پيو ھونئن تہ سائين، مان جھنگ جو ماڻھو، شھر اڪئين ڪونہ ڏٺم. اڄ سان وايون ئي ٻتال ٿي ويو- ٻنھ منجھي پيس. مسين مسيس ٻڇائي ٻڇائي تو در پھتو آهيان. ھاڻي ڪو قرب ڪر- بس منھنجي اڄيءَ ڏاڙھي کي ڏس!"- پيرمرد پٽڪو لاھي ڪٽي ايڊيٽر جي پيرن تي رکيو.

"پوءِ اڳي ڪٿي ھئين؟" ايڊيٽر صاحب پٽڪو ڪٽي ڪيس واپس ڏنو.

"بابل سائين، مون کي ڪھڙي ڪل؟ مون کي تپدار ٻڌايو تہ اخبار ۾ خبر ڇپي آهي."

پيرمرد پٽڪي جي پلئہ سان ڳنڍ ڇوڙيندي، پنجين پنجين جا پنج نوٽ ايڊيٽر جي اڳيان ميز تي رکندي چيو "ھيءَ تنھنجي ڦي بہ آندي اٿم."

"چڱو چڱو دلجاءِ ڪر،" ايڊيٽر نوٽن ۾ ھٿ وجھندي دريءَ مان مون ڏانھن نھاريو: ۽ اھو ڏسي تہ مان ڪند ھيٺ ڪيو، خبرن ڪڍڻ ۾ مشغول ھوس، نوٽ ڪٽي ميز جي خاني ۾ رکيائين.

"چڱو تون ھاڻي وڃ- مونئي سڀائي ٿيندي."

ايڊيٽر صاحب اٿي ڪڙو ٿيو، ۽ ڪمري جي در کان ٻاھر نڪتوئي ڪين تہ پٺيان پيرمرد ٻڇندي ٻڇندي چيو:

"سائين، مان اڄ رات ٽڪندس بہ ھت."

"ھتي ٽڪندين!" ايڊيٽر کان ڪل نڪري ويئي، شايد پيرمرد جي سادگيءَ تي. "چڱو، پوءِ ھتي ڪند پاسي سان سمھي پئج."

"نہ سائين، ھتي اندر تنھنجو سامان ھوندو. مان ھتي ٻاھر اڱڻ تي ئي اجرڪ پٿاري ليٽي پوندس". پيرمرد آفيس جي اڳيان رستي جي فٽ پاٿ ڏي آڱر آڏي ڪندي چيو.

"سائين، منھنجي پارت ھجيئي! ٻلا ڪا اھل پھل ڪيان؟"

"نہ نہ، رک سائينءَ تي،"- ايڊيٽر ڪيس دلجاءِ ڏني، ۽ ٻاھر ويندي مون کي چيائين: "مان ماني کائي ٿو اچان."

ڪم تان آٿي مان بہ ماني کائڻ ويس. موٽي آيس تہ پريس جي در تي پري کان آيل، منيءَ ۾ پيوت ٿيل جيپ بيٺل ڏٺيم. اندر گھڙيس تہ ايڊيٽر صاحب کي ڪرسيءَ ۾

ڏانهن. سندس اڳيان ٻي همراهه ويٺا هئا - سونا ٻيڙا، سونيون منڊيون، برف جهڙيءَ ململ جا اڇا وڏا پٽڪا، بوسڪيءَ جون قميصون، ٽانگ-ڪلُ بوٽ، ڪلهن ۾ گولين سان جنجهيل پٽن سميت پستول - سوڍا ليمن جون ٻوتلون ڪليون پيون آهن - ايڊيٽر صاحب ٻنهي پنهنجيءَ موج ۾ ويٺو آهي.

"ها، ها، سو ڳالهه ٿي ڪئي مانو ته اڄهو اڳاهڙو جمن اڇي هتي نڪتو،" ايڊيٽر ڪلندي چوڻ لڳو، "اصلي ڪو مت جو موڙهل آهي، سڪيءَ ۾ ٿي ترڪيوا چي، 'سائين اخبار ۾ خبر ڇپي آهي، تهدارن ۽ سرويرن اڇي ورايو آهي - هاڻي ڪو بچاءُ ڪر'."

"پوءِ اوهان ڇا چيس؟" هڪ البت سونجهاري مان پڇيو.

"مون مڙئي ٿاري ڇڏيومانس."

"مهرباني -" جوان اطمينان جو ساهه کنيو، "مٿان خبر جي ترديد......"

"نه نه زوراور، اهڙو خيال ئي نه ڪيو"، ايڊيٽر مرڪندي چيو - "ها، سو ڳالهه ته ٻڌو: وري اڄهو هينئر ماني کايو ٿي آيس، ته رستي تي ڏانهن - وچ رستي تي چيلهه تي هٿ رکيو بيٺو هو، ٻئي چوڌاري چتائي نهاريائين. مون تي نظر ڪانه پيس. پرسان اچي ڪي ڪاليجي سنڌي چوڪرا لنگهيس، انهن جو ڳالهائڻ ڪن پيس ته امالڪ ڏانهن پرانگهون وڌائين. هڪڙي کي وچي جهلي چيائين، 'ابا، پرديسي آهيان - مون کي ڪنهن مسيت جو ته ڏس ڏجانءِ، نماز پڙهندس" - چوڪري اچا سائس ڳالهايو ئي ڪين ته مان اڳتي نڪري ويس."

"ها، سو چيلهه تي هٿ هئس!" ٽئي جوانن ٽهڪ ڏنو، ۽ پوءِ اٿي کڙا ٿيا.

"چڱو ڀلا، سائين هاڻ موڪلايون ٿا."

"چڱو، خدا حافظ...... چانورن جي ڳالهه مڙئي ياد رکجو" - ايڊيٽر ويندي ويل کين چتائڻ مناسب سمجهيو.

"حاضر حاضر، بس وڃڻ سان - پيو ڪم ڪار؟"

"بس بس، مهرباني" - ايڊيٽر وڏي سانڻ هٿ ملايو، ۽ وڏيرا آفيس کان ٻاهر نڪري ويا.

اتي ايڊيٽر ٻه ڪرسيءَ تان اٿيو. "پٽيوالا، هي ڪيهه جو ڍو ڪٽي گاڏيءَ ۾ رک"، ائين چئي ايڊيٽر صاحب اچي منهنجي مٿان بيٺو - "رات ٻه اوهان کان اخبار جي مٿان هو فقرو ڏيڻ وسري ويو - اڄ يادگيري ڪري ڏجو!"

"ڪهڙو؟" مون تعجب مان وراڻيو.

"'سنڌ جي ابوجهه عوام جي ٻنهه پنهنجي اخبار'!"

"جي"، مون هوريان وراڻيو، ۽ ايڊيٽر ڏانهن نهاريو، جو وڏيون وکون کڻندو آفيس کان ٻاهر نڪري ويو.

- ا. ب. ت

---

“آءٌ سمجهان ٿو ته هينئر ماضيءَ کي درگذر ڪري، اوهان لاءِ هر هڪ باشندي لئي- پوءِ اهو ڪهڙي به فرقي جو هجي، يا اڳي اوهان سان ڪهڙا به اختلاف هجنس، يا ڪهڙي به رنگ، نسل يا مت جو هجي- ان کي ساڳئي ملڪ جو شهري ۽ هڪ جهڙن حقن ۽ جوابدارين وارو پاڪستان جو رهاڪو ڪري شمار ڪرڻ لازمي آهي. آءٌ ان ڳالهه کي وڌيڪ دهرائڻ مناسب نٿو سمجهان. اسان کي اهڙي جذبي سان ڪم ڪرڻو آهي جيئن هي سڀ تفاوت، جي اقليت واري فرقي ۽ اڪثريت واري فرقي، يعني ته هندو فرقي ۽ مسلمان فرقي جا آهن (ڇاڪاڻ ته خود مسلمانن ۾ اوهان وٽ پٺاڻ، پنجابي، شيعا، سني، کوجا ۽ ميمڻ وغيره آهن، ۽ اهڙيءَ طرح هندن ۾ اوهان وٽ برهمڻ، ونش، کتري، بنگالي ۽ مدراسي وغيره آهن)- سي سڀ ختم ٿي وڃن. مون کان جيڪڏهين پڇو ته سچ پچ اها هندستان جي آزاديءَ جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ هئي؛ اُئين نه هجي ها ته ڪوبه چاليهه ڪروڙ ماڻهن جي قوم کي غلام رکي نٿو سگهي، ۽ نه ڪو اوهان کي فتح ڪري سگهي ها؛ پر ڪٿي فتح به ڪري ها- ته گهڻيءَ دير تائين قابوءَ ۾ رکي ڪين سگهي ها. تنهنڪري اسان کي هن مان سبق سکڻ گهرجي. اوهان هن پاڪستان جي حڪومت ۾ آزاد آهيو ته پنهنجي مندرن ۽ مسجدن ۾ وڃي سگهو. اوهان جي مذهب يا فرقي يا مت کي ملڪ جي ڪاروبار سان ڪوبه واسطو نه آهي. تاريخ ڏيکاري ٿي ته ڪجهه وقت اڳ انگلنڊ جون حالتون هندستان جي هن وقت جي حالتن کان گهڻيون خراب هيون؛ جيڪڏهين اوهان تاريخ پڙهندا ته اوهان کي معلوم ٿيندو ته رومن ڪئٿلڪ ۽ پراٽسٽنٽ هڪ ٻئي کي تڪليف پهچائيندا هئا.

“خود هينئر به ڪي حڪومتون آهن، جتي ڪن طبقن تي بندش وڌي وڃي ٿي، يا تفاوت رکيا وڃن ٿا. خدا جو شڪر آهي ته اسان انهيءَ وقت شروعات ڪئي آهي، جڏهين هڪ فرقي ۽ ٻئي فرقي، يا هڪ جاتيءَ يا مت ۽ ٻيءَ جاتي يا مت جي ماڻهن ۾ ڪو تفاوت ناهي.

“اسان انهيءَ بنيادي اصولن سان شروعات ٿا ڪريون ته اسان سڀ هن ملڪ جا هڪ جهڙا شهري آهيون. انگلنڊ جي ماڻهن، جيئن وقت گذرندو ويو تيئن وقت جي حقيقي حالتن کي مدنظر رکي، ملڪ جي حڪومتي فرائض کي ٻئي سرانجام ڏنو. اڄ منجهن رومن ڪئٿلڪ ۽ پراٽسٽنٽ جا اهي تفاوت ڪونه رهيا آهن. اهي سڀ گريٽ برٽن جا هڪ جهڙا شهري ۽ هڪ قوم جا فرد آهن. هاڻ اسان کي اهو مثال سامهون رکي سمجهڻ گهرجي ته هتي ٿوري وقت اندر نه هندو، هندو رهندا، ۽ نه مسلمان، مسلمان رهندا؛ مذهبي نقطي نگاهه کان نه- ڇاڪاڻ ته اهو سندن شخصي عقيدو آهي- پر سياسي نقطي نظر سان سڀ ماڻهو هڪ قوم جا فرد ٿيندا ويندا.” - ١١ آگسٽ ١٩٤٧ع تي، پاڪستان جي پهرئين آئين ساز اسيمبليءَ اڳيان قائداعظم محمد علي جناح جو افتتاحي خطبو.

ڪيڏو ڪيڏري ڪي ڏسي رنگ وٺندو آهي، انسان انسان جي صحبت مان سکندو آهي — جيئن چوڻي آهي:

چڳن سان چاهه پئي، جي مَنُ ميڙ ڪئي،
رنگجي نه لال ٿيندو، ته به ڪڪوربو سهي!

۽

چورن سان چاهه پئي، جي مَنُ ميڙ ڪئي،
ڪاٽ ۾ نه پوندو، ته به ڪوٺائبو سهي!

دنيا جا ڪيترائي عظيم ۽ دانشور انسان ٿيا ۽ آهن، جن جي جيڪڏهن صحبت اسان کي ميسر ٿي نٿي سگهي، ته به انهن جا حالات، خيالات ۽ تجربا مطالع ڪري سگهون ٿا، ته سندن غلطين کان پاسو ڪريون ۽ سندن خوبين جي نقش قدم تي هلون. اسان کي سدائين اهڙن عظيم انسانن جا حالات مطالع ڪرڻ گهرجن، ۽ پنهنجن هٿن سان پاڻ اهي سهيڙي، ٻين جي مطالعي لاءِ پڻ پيش ڪرڻ گهرجن. ڪڏهين به سکڻ کان پاسو ڪرڻ نه گهرجي، ۽ 'پينگهي کان قبر تائين' سکڻ جو شائق رهڻ گهرجي. هر انسان اسان کي ڪونه ڪو سبق سيکاري ٿو: ان ڪري هر ملڪ جي انسان کان ڏاهپ حاصل ڪرڻ ۾ ڪابه هٻڪ نه ڪرڻ گهرجي — ۽ 'ان کي، پنهنجي وڃايل ميراث سمجهي، جتان ملي، اتان هٿ ڪرڻ گهرجي'.

احسان بدوي

# قاضي نذرالاسلام

## (بنگال جو باغي شاعر)

ڊاڪٽر اختر حسين رائپوريءَ "پيام شباب" (۱) جي شروعاتي صفحن ۾ بنگال کي انڌيءَ سان تشبيهه ڏيندي لکيو آهي ته آب و هوا هنن ڀنهي قومن ۾ رومان ۽ نغمي لاءِ محبت پيدا ڪري ڇڏي آهي. سچ به هيئن آهي ته جيڪڏهن ڀنهي قومن کي ڀنهنجي ڀنهنجي حالت تي ڇڏيو وڃي، ته هو بلڪل آمن پسند آهن — ۽ اهڙين سڀني چيزن جون شوقين، جيڪي برسات ۽ گرميءَ ۾ طبيعت کي وڻنديون آهن. هنن جي زبان شيرين ۽ قدري نسوانيت ڀريل آهي. هنن جو ادبي ذوق حقيقت جي طرف نه، بلڪ رومان جي طرف گهڻو لاڙو رکي ٿو — ۽ هيءَ حقيقت آهي ته انڌيءَ جيترا درويش ۽ بنگال جيترا ساڌو ۽ سوامي پيدا ڪيا آهن، اوترا شايد ئي ڪنهن ملڪ پيدا ڪيا هجن. علم ۽ ادب، شعر ۽ نغمي ۽ سياسي جدوجهد جي لحاظ کان به بنگال هندستان جي ٻين صوبن کان اڳتي رهيو آهي. اڻويهين صديءَ کان وٺي اڄ تائين، بنگال ادبي ميدان ۾ وڏا وڏا شاعر، ناول نگار، افسانه نويس ۽ ڊرامه نگار پيدا ڪيا آهن.

بنگالي ادب جي موجوده دور کي "ٽيگور جو دور" چيو وڃي ٿو. "ٽيگور" جي شخصيت هوندي ته بنگالي ادب جي هر شاخ تي ڇانيل آهي؛ مگر اسين هت فقط سندس شاعريءَ جو ذڪر ٿا ڪريون: ٽيگور جو هي ڪمال آهي جو هن بنگال جي روح کي کولي لڌو. بنگالي زبان جي ميناج کي هن زياده سنو بنايو، ۽ آتان جي آبهوا کي هن پنهنجي نظمن ۾ سمايو. بنگالي شعر جي صنفن ۾ به هن انقلاب آندو. بنگالي شاعريءَ کي هن خيالات جي بلندي ۽ شعله فشاني ڏئي وڏو مرتبو بخشيو آهي: مگر جيستائين غلاميءَ کان نفرت، سرمائيداريءَ کان بغاوت ۽ اقتصادي ڪشمڪش کان نجات جو تعلق آهي، ٽيگور ڪا به اڳواڻي ڪانه ڪئي آهي. اِنَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته ٽيگور غير ملڪي حڪومت جو دشمن آهي؛ پر ان سان گڏ هيءَ به قبول ڪرڻو پوي ٿو ته هو هندستان جي طبقاتي ڪشمڪش کان نهايت ئي دور هو — ۽ اهوئي سبب آهي، جو هن بنگال جي هڪ ننڍي گوٺ ۾ پنهنجي تخيّل کي "شانتي نڪيتن"

(۱) هن مضمون کي لکندي منهنجي اڳيان "پيام شباب" ۽ "شاهراه" دهلي رهيا آهن.

جي روپ ۾ حقيقت بخشي، ۽ پوءِ هو رقص وسرود، نغمه وچنگ ۽ آسماني تصورات ۾ گم ٿي ويو: هن زندگيءَ جي عڪاسي ته ڪئي، مگر اها ڪنهن حد تائين عيناتي ۽ تصوراتي هئي.

ٽيگور جنهن امن ۽ عافيت جو تصور قائم ڪيو هو، ان ۾ ڪڏهن ڪڏهن دهشت پسندن جا ٻر گولا به گونجيا ٿي؛ ۽ ائين معلوم ٿي ٿيو ته هي حسن ۽ نيڪيءَ جو خواب، جو "ڪاليداس" جي زماني کان شروع ٿيو آهي، سو جلد ئي ختم ٿيڻ وارو آهي. عدم-تعاون جي تحريڪ اسان جي سياسي تاريخ جو هڪ اهم واقعو آهي. هن تحريڪ جي اهميت هن ڪري به وڌي وڃي ٿي، جو هن ۾ هارين به حصو ورتو هو. ان وقت ائين معلوم ٿي رهيو هو ته آهو آتش فشان جبل، جو مدت کان سرد هو، سو هينئر اندرينءَ باه کان گرم ٿي رهيو آهي، ۽ سندس غلاميءَ جون زنجيرون اجهو ڪي اجهو رجي پاڻي ٿي ختم ٿي وڃڻ واريون آهن. بنگالي عوام، جو قومي تحريڪن جي پيداوار هو، هن هيجان جو خاموش تماشائي نه هو. حقيقت ۾ هندستان ۾ بنگالين کان وڌيڪ پيو ڪو به وطن پرست نه آهي؛ پر هنن جو جوش آن نديءَ جيان آهي، جنهن جي جواني "ساوڻيءَ جي موسم" جي دم تائين آهي-جڏهن هوءَ اُمنگ ۾ ايندي آهي ته پنهنجي اڳيان سمورن بندن کي ٽوڙي ڇڏيندي آهي. هن هنگامہ خيز دور ۾ آتي جيتريون به سياسي تحريرون قلمبند ڪيون ويون، تن جو شمار نه آهي. بنگال ۾ هيءَ سياسي جوش ته آيو ويو، پرجيڪا چيز باقي رهجي وئي، آهو "نئون دور" هو، جو بنگال جي آرٽ ۽ ادب ۾ شروع ٿيو ۽ اڄ تائين هليو اچي ٿو. ڪهڙي نه عجيب ڳالهه آهي، جو زمانو وڏن وڏن انقلابن ۽ هنگامن جي ياد صرف آنهن چند سٽن ۽ ٿورن جملن ۾ ڇڏي ٿو، جي ڪنهن ملڪ جي تعمير جي طرز ۽ بيان جي نموني ۾ رهجي وڃن ٿا!

هن نئين دور جي باني ۽ علمبردار جو نالو "قاضي نذرالاسلام" آهي. نذرالاسلام پنهنجا باغيانه خيالات ۽ نوان مضمون پيدا ڪيا، ۽ پراڻن مضمونن کي اهڙيءَ طرح نظرانداز ڪيو، جو "ٽيگور اسڪول" جا حامي حيران رهجي ويا. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته ٽيگور جا شائق ۽ آن جي شاعريءَ تي جهومڻ وارا بيشمار هئا؛ پر انهن ۾ گهڻو تعداد وري انهن جو هو، جي هن پراڻي ۽ بيڪار سماج کي زنده رکڻ لاءِ آتا هئا: هو رات ڏينهن گل و ريحان، نغمه و سرود ۽ چنگ و رباب جي سرمستين ۾ غرق هئا، جن جي اڳيان انقلاب ۽ بغاوت جي معني صرف لفظن تائين هئي؛ جي زمين کان پري ٿي چنڊ، سج، قوس و قزح، بادلن ۽ ستارن جا خواب ڏسندا هئا-۽ ٻيءَ صف ۾، بنگال جا آهي نوجوان هئا، جي نذرالاسلام جي انقلابي ترانن کي پڙهي، دولت ۽ سرمائيداريءَ، ظلم ۽ ستم جي خلاف مورچي بندي ڪري رهيا هئا.

"آهه، ٻڌو!
جڏهن مون ڀيريون دفعو دنيا ۾ اکيون کوليون،
ته پاڻ طوفان منهنجي مرحبا ڪئي،
گهر جي ڇت طوفان جو لقمو ٿي وئي،
۽ دروازا طوفان جو تاب نه جهلي، چُور چُور ٿي ويا!"

نذرالاسلام مغربي بنگال جي ضلعي "بردوان" جي هڪ ڳوٺ "چوربليا" ۾ ۱۸۹۷ع ۾ پيدا ٿيو. هن جو خاندان پنهنجي غربت کان مشهور هو. اِها ڳالهه ته سڀڪو چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو ته بنگال جي هارين جي اقتصادي حالت نهايت ئي زبون آهي. اِهوئي حال نذرالاسلام ۽ ان جي خاندان جو هو. سندس ڄمڻ کان ٿورا سال پوءِ سندس پيءُ ماڻ گذاري ويو، ۽ سندس پرورش هن جي چاچيءَ ڪئي. هوءَ نذرالاسلام کي نهايت ئي پيارو ڀانئيندي هئي، ۽ اهوئي سبب آهي جو ڪيس تعليم ڏيڻ جي خيال کان هن ٿورا پئسا به گڏ ڪري رکيا هئا. نذرالاسلام کي ڀرپائين سندس ڳوٺ ۾ هڪ مولويءَ وٽ پارسي زبان سکڻ لاءِ ويهاريو ويو، مگر هن جي ڇڙواڳ طبيعت ڪتابن تي ڄمي نه سگهي- ته به هن پارسي، عربي، بنگالي ۽ ڪجهه انگريزي تعليم حاصل ڪري ورتي.

پهرين عالمگير لڙائيءَ جو زمانو هو. بيشمار هندستاني بک ۽ بيروزگاريءَ جي وڏندڙ تڪليفن کان گهبرائجي، فوج ۾ ڀرتي ٿي رهيا ها. نذرالاسلام هي سڀڪجهه ڏسي رهيو هو. هن جو پيٽ خالي هو- مٽ مائٽ، بک ۽ غريبيءَ جي زد ۾ هئا. بنگال جا ڪوسي، اناج پيدا ڪرڻ جي باوجود، فاقا ڪڍي رهيا هئا. نذرالاسلام هي سڀڪجهه ڏٺو ۽ پاڻ کي خطري ۾ وڌو: پر اِها حقيقت آهي ته هن جي فطرت کي فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ کان پوءِ ئي جوهر ڏيکارڻ جو موقعو مليو. هن "ڪراچي ڪئمپ" مان پنهنجي ذهني ڪيفيت هڪ خط جي ذريعي هيئن بيان ڪئي آهي:

"هينئر اسان کي تياريءَ جو حڪم مليو آهي، ۽ جلد ئي عربي سمنڊ پار ڪرڻ کان پوءِ 'ميسوپٽيما جي باهه' ۾ ٽپي پونداسين. مون باهه جي خواهش ڪئي هئي- صرف باهه جي: مون خواهش ڪئي هئي ته هوا ۾، آسمان ۾ ۽ هيڏانهن هوڏانهن چئني طرفن کان باهه جون ڄڀيون اٿن ۽ مان انهن ڄڀن جي وچ ۾ بيلو هجان! هڪوئي خواهش پي به هئي- رت پيئڻ جي! دل چاهي ٿي ته سڄي دنيا جي انسانن جي رڳن جو خون چوسي پنهنجي پياس کي مٽايان- پر ڇا پياس مٽجي سگهي ٿي؟ سوچيان ٿو ته مون کي آخر انسانن سان ايتري دشمني ڇو آهي؟ مگر مان ان جو جواب ڏيئي ٿو سگهان: ڪنهن کي خبر ته فطرت ۽ طبيعت جي اندر جفاڪاري ۽ ستمگريءَ جي خواهش ڇو ٿي جاڳي! مان بنسريءَ جي سُريلي تان ڇيڙي، هرڻيءَ کي پنهنجي ويجهو آڻيان ٿو...... ۽ وري ان جي سيني ۾ خنجر ٿو ٽنبيان! - ۽ اِن ۾ ئي منهنجي خواهش جي پورائي آهي!"

خط جي هن ٽڪر مان هيءَ ڳالهه ظاهر آهي ته نذرالاسلام جي فطرت ۾ جوش ۽ همت ۽ شجاعت جو هڪ سمنڊ ڇوليون هڻي رهيو آهي ۽ آن جي هر موج ۾ بي پناهه جولانيون آهن.

رات چانئجي چڪي هئي- هڪ ڀيانڪ رات! هر طرف خاموشي ۽ انڌيرو! ڪڏهن ڪڏهن فضا ۾ هوائي جهاز جي گوگواهٽ کان هلچل مچي ٿي وئي. ڪاهين ۾ سپاهي

جي نند ڪري رهيا هئا. پر نذرالاسلام جاڳي رهيو هو. ان وقت هو پنهنجي اندر عجيب بيقراري ۽ بي چيني محسوس ڪري رهيو هو ۽ هن جي دماغ ۾ سڄي ذهن جي هولناڪ جنگ جو گهرو نقشو هو ۽ ان نقشي لفظن جو لباس ٿي پهرڻ گهربو. پر هو لکي، ته لکي ڇا؟ هرطرف اونده هئي - روشنيءَ جو هڪ ذرو به نه هو; ته به هن پنهنجي بيقرار جذبات کي لفظن جو جامو پهرايو ۽ صبح جو انهن جملن کي ڏسي هن جي حيرت ۽ تعجب جي حد ئي نه رهي! هن بنا ارادي هڪ نظم لکي ڇڏيو. هيءَ هن جو پهريون مطبوعہ نظم "شط العرب" آهي.

جنگ جا هولناڪ شعلا ڏهڪي چڪا هئا ۽ هرطرف صلح جو پيغام گونججي رهيو هو. هوائي جهازن جي گوگڙاهٽ ۽ توپن جو شور گهٽجي چڪو هو. رهيل سپاهي پنهنجي پنهنجي ديس ڏانهن واپس وڃي رهيا هئا. مايوس ۽ نااميد! هلندي هلندي هنن سوچيو ٿي ته جنگ ۾ شامل ٿيڻ سان ڪين ڇا مليو؟ انهن جي تمنائن جي مکڙي نسي نڙئي هئي سا نه ٽڙي، ۽ انهن جي خواهشن تي اڳي جيان اونداهي ڇانيل هئي. نذرالاسلام به هڪ حوالدار بڻجي آيو. پر جڏهن هو هندستان پهتو ته ان وقت خلافت جي تحريڪ ۽ عدم تعاون جي چنگاري هيڏانهن هوڏانهن ڦهلجي چڪي هئي. انگريزي شهنشاهيت کان عوام بيزار ٿي ڏسڻ ۾ آيو. هي سڀ ڪجھ ڏسي، هو نهايت ئي خوش ٿيو. ڇو ته جا باهه هو پنهنجي سيني ۾ دبائي ڪٺي آيو هو، ۽ جنهن جا شعلا هن جي رڳ رڳ ۾ سمائجي چڪا هئا، سي هو ملڪ جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين چمڪيءَ طرح ڏسي رهيو هو.

هندستان جي هن بي چينيءَ ۽ بي قراريءَ کي ڏسي، هن "باغيءَ" جهڙو لازوال نظم لکيو. هن جو اهو نظم جنهن کيس "باغي شاعر" [درو هي ڪوي] جو لقب ڏنو. ڊاڪٽر اخترحسين رائپوريءَ هن نظم لاءِ لکيو آهي:

"'باغي' اسان جي ادب ۾ پنهنجي قسم جي هڪ نرالي چيز آهي. وڪٽر هيوگو [طوفان]، سوئين [هرتا] ۽ لارڊ بائرن [تخريب] جهڙن باڪمال شاعرن هن موضوع تي طبع آزمائي ڪئي آهي; پر "باغي" جي رفعت ۽ عظمت هنن کان بلند آهي. هن ۾ بلا جو زور آهي ۽ جا خوبي هن جي ذرن ۾ موجود آهي، تنهن شاعر کي هڪ باهه جو مجسم بڻائي ڇڏيو آهي. بغاوت جو اهڙو رنگ مشڪل سان ڪٿ پيو ملي سگهي ٿو..."

"چئي ڏي، اي جوان مرد! چئي ڏي ته 'مان سربلند آهيان!
'ايترو سربلند، جو هماليہ جي چوٽي به منهنجي اڳيان جهڪيل آهي;
'مان سرڪش، سنگدل ۽ آتش زبان آهيان;
'مان قيامت جو دوست، طوفان آهيان، تباهي آهيان، دهشت آهيان;
'مان دنيا جي لاءِ سراپا هلاڪت آهيان';
چئي ڏي، اي جوان مرد! چئي ڏي ته 'مان سربلند آهيان!
'مان باغي آهيان ۽ وطن جو سرڪش اولاد;

'منهنجي راه ۾ جيڪا چيز اچي ٿي، تنهن کي مان چور چور ڪري ڇڏيان ٿو؛
'پنهنجي خوديءَ کان سواءِ مان ٻئي ڪنهن جي به زير احسان ڪين آهيان؛
'مان اسرافيل جي صور جو پڙاڏو آهيان؛
'قيامت جي ديوتا جو جهنڊو ۽ جبرئيل جي لٽ آهيان؛
'جڏهن ڀڳوڙي اٿان ٿو، ته آسمان به مون کان لرزش کائي ٿو؛
'۽ جهنم به مون کان ڪنبي ٿو؛
'مان شهاب ثاقب، مريخ ۽ دمدار ستارو آهيان؛
'زهريلي نانگ جي ڦڻ آهيان؛
'مان آن ڏينهن مطمئن ٿيندس، جڏهن مظلوم جي آه آسمان ۾ نه گونجندي؛
'جڏهن جنگ جي ميدان ۾ تلوارن ۽ خنجرن جا خوفناڪ ترانا ٻڌڻ ۾ نه ايندا'!"

"دروهي" [باغي] جي اشاعت، بنگال جي ادبي حلقن ۾ هلچل مچائي ڏني. اخبارن ۾ مهينا هن نظم جو چرچو ٿيندو رهيو. قدامت پسندن سخت واويلا مچائي ڏني. حقيقت ۾ هن جا لوان بحر ۽ نوان مضمون هڪ نئين دور جو اعلان ڪري رهيا هئا. ٽيگور اسڪول جي حامين کي ياد نه آهي ته ڪنهن بنڪم چئٽرجي ۽ ٻي. ايل راءِ جي روايتن کي ٽوڙي پنهنجي لاءِ ڪڏهن ڪو نئون رستو ٺاهيو هو. بنگالي ادب کي نذرالاسلام هيءَ هڪ بي بها سوکڙي ڏني هئي. ۽ سڀ کان زياده اهم آهو پيغام هو، جو هن پنهنجي قوم لاءِ آندو هو. هي آنهن جانبازن جو پيغام هو، جي انسانيت کي نجات ڏيارڻ لاءِ ديس پرديس ۾ سوريءَ تي چڙهي رهيا هئا ۽ موت جي ڪوٺڙين ۾ بند هئا. ۽ آها طرز، جنهن جي وسيلي هن پنهنجي پيغام کي پيش ڪيو، ساڳيءَ اهم نه هئي. شاعريءَ يا ادب جي هر شعبي ۾ طرز ۽ اسلوب کي سڀ کان زياده مرتبو حاصل آهي، ۽ سٺي ۾ سٺو مضمون به اسلوب جي نقص ڪري بي اثر ۽ بي جان رهجي وڃي ٿو. نذرالاسلام هن راز کي سمجهيو، ۽ پنهنجي جذبات جي اظهار لاءِ هن جيڪو لباس چونڊيو، تنهنجي چمڪ ڏمڪ نرالي هئي.

هن قسم جي نظمن جي اشاعت جو هي لازمي نتيجو هو جو اسان جي شاعر کان حوالداريءَ جي وردي کسي وئي ۽ هن جي مختصر پينشن به بند ڪئي وئي. نه صرف ايترو، بلڪ حڪومت هن جي نظمن جا مجموعا به ضبط ڪرڻ شروع ڪيا ۽ هن کي به دفعا جيل ۾ موڪليو.

هڪ دفعي نذرالاسلام پنهنجي ٻورن دوستن سان ڪجهه وقت جي لاءِ ڪوميلا ويو. موٽي بعد هن ڪلڪتي مان بنگالي زبان ۾ هڪ هفتيوار اخبار "ڌوم ڪيتو" جي نالي جاري ڪئي. هن اخبار جي جاري ٿيڻ سان بنگالي ادب ۾ انقلاب جي لهر ڊوڙي وئي. انقلابي نوجوانن هن جي رهنمائيءَ هيٺ اشتراڪيت جو جهنڊو بلند ڪيو، ۽ سرمايداريءَ جي خلاف تحريڪ جي ابتدا ڪئي. نتيجو هيءَ نڪتو، جو هن جي مشهور نظم "آگمني" [آمد] جي

اشاعت کان پوءِ جلدئي حڪومت هن جي نالي گرفتاريءَ جو وارنٽ جاري ڪيو. پر هي پوليس کان پاڻ بچائي، حال في الحال روپوش ٿي ويو. ڪيترن ڏينهن جي پريشانيءَ کان پوءِ پوليس کيس ڪوميلا ۾ گرفتار ڪيو.

جيل جون لوهي سيخون مرده دلين جي همت کي پست ڪري ڇڏينديون آهن، پر ارادي جي قوت، پختہ دل ۽ دماغ وارا هتان ئي مٿي چڙهندا آهن. بغاوت ۽ سرڪشيءَ جي چڻنگ جا اندرئي اندر دکيل هئي، سا هت شعلو ٿي پئي. نذرالاسلام جي رڳن ۾ عوام جي محبت ڪم ڪري رهي هئي، پوءِ ڀلا کيس جيل جي انڌيري ڪوٺڙيءَ ۾ ڪيئن ٿو آرام ملي! حڪومت مٿس تشدد پسنديءَ جو الزام لڳايو، ۽ کيس جيل ۾ اڻ لاءِ بند ڪيو، جيئن سندس شورش پسندي وڌي نہ وڃي. پر ڇا هن سمنڊ جون موجون طوفان بڻجي هونديون آهن، تڏهن انهن جي اڳيان ڪابہ چيز سلامت نہ رهي سگهندي آهي. اهائي حالت نذرالاسلام جي هئي. موت جي ڪوٺڙيءَ ۾ بہ هن جو شعور بيدار رهيو، جذبات ۾ اُمنگ پيدا ٿيندا رهيا ۽ خيالن ۾ تيزي وڌندي رهي.

پر هو پنهنجي باغي خيالن کي گڏ ڪيئن ڪري؟ ڪاغذ ۽ قلم هٿ ڪيئن ٿي ملي سگهيو! هو پريشان ٿي اٿيو ۽ پريشانيءَ جي عالم ۾ سيخن پٺيان گهمڻ لڳو. يڪايڪ هن جي نگاهہ آڱرين جي ننهن تي پئي؛ سوچڻ لڳو- "هنن آڱرين کان خنجر ۽ چاقوءَ جو ڪم وٺي ٿو سگهجي. هنن ننهن کي پنهنجي رڳن ۾ پيوست ڪري خون ڪڍي ٿو سگهجي ۽ اهي ئي ننهن ديوار تي خيالات جمع ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿا سگهن. مان انهن ئي ننهن سان ديوار تي لکندس"- ۽ نذرالاسلام موت جي ڪوٺڙيءَ جي ديوار کي پنهنجي دماغ ۾ جمع ٿيل خيالات سان سرخ بڻائي ڇڏيو. ديوار تي سفيديءَ جي بدران سرخيءَ ئي سرخي نظر اچڻ لڳي. هن جي دل جي گهراين ۾ انگريز ۽ اُن جي سامراجيت خلاف شديد نفرت جو احساس جاڳي اٿيو هو. هُن ڏٺي چاهيو تہ هندستان جو غريب طبقو اِنَ سامراجيت جي شڪنجي ۾ پيڙبو رهي. هن هر پيٽ کي پريل ۽ هر دل کي آسودو ڏسڻ ٿي گهريو. جيئن تہ نذرالاسلام خود هڪ هاريءَ جو پٽ هو ۽ هن هارين جي تڪليفن ۽ مصيبتن جي ڀيانڪ تصوير ڏٺي هئي، ان ڪري هو هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ هي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو، تہ ڪو چانديءَ ۽ سون جا ديوانا پنهنجي ظلم ۽ ڏاڍ کي جاري رکندا رهن. افلاس جي گود ۾ هن اکيون کوليون ۽ افلاس جي ڇانوَ ۾ هو وڏو ۽ مٿي چڙهيو:

"اي افلاس، توئي مون کي هيءَ عظمت بخشي آهي!
عيسيٰ جي مٿي تي ڪنڊن جو تاج کهڙو نہ سهڻو ٿو لڳي؛
مرحبا، جو تو مون کي بہ اِنَ زينت سان سرفراز ڪيو، ۽ اها جوانمردي عطا ڪئي؛
منهنجي اکين کي آتش فگن ۽ زبان کي تندخو بڻايو؛
۽ هيءَ تنهنجي ئي تربيت آهي، جو منهنجو نغمو اڄ‌ءَ تلوار کان بہ تيز آهي!"

نذرالاسلام ئي آهو پهريون شاعر آهي، جنهن صدين جي پراڻين ۽ بي جان چيزن کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هن بار بار پنهنجي نظمن ۾ اسان کي هي سبق ڏنو آهي ته زندگيءَ جو پيڙو هميشه اڳتي وڌندو ٿو رهي. هو مزور ۽ هاريءَ جو همدم ۽ همنوا آهي. هن تهذيب جي انهن ڪنڌرن کي ٽوڙي ڇڏيو، جي ڊيڄاريندڙ لاشن وانگر انسان کي اڄ گهوري رهيا آهن. هو زندگيءَ جو گيت ڳائي ٿو- هو مزور ۽ هاريءَ جو گيت ڳائي ٿو، جن جي ڪيتن مان نئون سورج اڀرڻ وارو آهي:

"اُها گهڙي اچي وئي آهي!
جنهن مئوڙن سان پهاڙن کي ڪاٽيو ٿي،
۽ جنهن جي پنهي طرفن کان هن جا هڏا پکڙيل آهن،
آهوئي، صرف آهوئي مزور مڪمل انسان آهي-
۽ مان اُن جا گيت ڳايان ٿو.
هن جي دڪايل دل هڪ نئين زندگيءَ جي تعمير ڪندي.
هيءَ اميد نه رک ته ڪو هي خاڪ نشين صرف اِن ڪري تنهنجي عزت ڪندا-
ڇاڪاڻ ته تون بالا نشين آهين.
جي ماڻهو محبت وچان زمين کي پنهنجو بستر بڻائين ٿا،
انهن کي اها زمين بخشي ڇڏ؛
مان اُنهن قدمن کي چمان ٿو، جنهن ۾ هيءَ خاڪ پاڪ لڳل آهي؛
اڄ مظلومن ۽ بيڪسن جي خون ۾ رڱجي، زمين جي پيٽ مان آفتاب ٿو اڀري؛
هيٺر اِنهن سيني پنڌڻن ۽ بندشن کي ٽوڙي اڇلائي ڇڏ-
اڄ آسمان کي گهرجي ته هو اسان جي گهر تي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ڪِري؛
اسان جي مٽي تي چنڊ ۽ ستارا گل ٿي ڪرن، ڇو ته اسان هڪ نئين جهان جو ٻج پوکيو آهي.
ساريءَ دنيا ٻڌو آهي ته اسان سڀ هڪ ئي قافلي جا مسافر آهيون،
جيڪڏهن هڪ کي تڪليف پهچندي ته سڀ ان جي درد کي محسوس ڪن ٿا،
هڪ جي بيعزتي انسانيت جي بيعزتي آهي:
نئين دنيا، نون خواهشن ۽ نون ارادن سان زندگيءَ جي راهه تي گامزن آهي،
جنهن کي ڏسي خدا مشڪي ٿو ۽ شيطان خوف کان لرزش ۾ آهي."

١٩٢٦ع جو سال نذرالاسلام لاءِ بلڪل منحوس ثابت ٿيو. ملڪ جي هڪ ڪنڊ کان ولي ٻيءَ ڪنڊ تائين فرقيوار فساد جي باهه ڀڙڪو کائي اٿي هئي ۽ بغض ۽ نفرت جا شعلا تيزيءَ سان بلند ٿيندا ٿي ويا. هنن شعلن جي جهيءَ ۾ ايترو ته تاءُ هو، جو نذرالاسلام به ان کان بچي نه سگهيو. هن جي خلاف هر طرف کان حملا شروع ٿي ويا- هندو هن جي

خون جا پياسي ٿي پيا، جو تہ آنهن ڏينهن ۾ هن هڪ هندو ڇوڪريءَ "پرميلا سين" سان شادي ڪئي هئي. حڪومت جو قهر پنهنجيءَ جڳهہ تي قائم هو. مسلمان بہ هن کان بگڙجي چڪا هئا. نذرالاسلام پنهنجي هڪ نظم "آتم ڪهاڻيءَ" ۾ هن ڪيفيت کي هيٺين پيش ڪيو آهي:

"مان موجوده زماني جو شاعر آهيان: مستقبل جو پيغمبر نہ آهيان.
مون کي شاعر چئو يا پيو ڪجهہ: بهرحال مان سهندو رهان ٿو.
ڪو چوي ٿو تہ جيل جي هوا کائي برباد ٿي چڪو آهيان؛
ڪو ٿو چوي تہ جيل جي اندر ٿي بهتر هوس:
مولوي منهنجي چهري تي ڏاڙهي نہ ڏسي، مايوسيءَ وچان پنهنجي ڏاڙهي کنهي ٿو:
هندو چون ٿا تہ مون هندو ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي آهي، ان ڪري
فرقي پرست آهيان:
عدم تشدد جو اوتار خفي آهي تہ مان بغاوت جا گيت ڳايان ٿو.
مرد سمجهن ٿا تہ مان عورت پرست آهيان؛
۽ عورتون مون کي نسوانيت جو دشمن سمجهن ٿيون.
دوستو! مون کي اِن جي پرواهہ نہ آهي، تہ ڪو مستقبل مون کي ياد ڪندو يا نہ:
منهنجي تمنا صرف هيءَ آهي تہ ٽيتيهن ڪروڙ خدا جي خلق کي بک ۾ تڙپائڻ وارن لاءِ
منهنجي هيءَ خونچڪان تحرير موت جو پيغام ثابت ٿئي!"

نذرالاسلام جي باغيانہ شاعريءَ جي سڀ کان زياده خصوصيت هيءَ آهي، تہ هن جي اندر بلا جو جوش ۽ غضب جو طوفان آهي. هو رستي ۾ حائل ٿيندڙ هر چيز کي ٽوڙي اڳتي وڌي ٿو ۽ ٻين کي بہ اهوئي پيغام ٿو ڏئي. هو انقلاب جو نقيب ۽ غلاميءَ جو دشمن آهي، هو پنهنجي هڪ نظم "اڳيان ويندڙ وانهڙو" ۾ نوجوانن کي هيٺين ٿو خطاب ڪري:

"اڳيان ويندڙ وانهڙو، اڳتي وڌو!
نوجوانو هشيار ٿي وڌو!
ڪٿي آهي هتوڙو ۽ ڏاتو؟
اڳيان ويندڙ وانهڙو، اڳتي وڌو!
سانيو ڪوچ جو وقت اچي ويو آهي، دير نہ ڪيو:
اسان پرندڙ ڏٺي جي تيز لاٽ آهيون، اسان بهادر آهيون:
اسان نئين بهار جا ٻج ٿا پوکيون:
اڳيان ويندڙ وانهڙو، اڳتي وڌو!
آئرلينڊ، عرب، مصر، ڪوريا، چين،
ناروي، اسپين، روس،
هر جڳهہ اسان جي خون جا قطرا موجود آهن؛

۽ اسان سڀ ساڻي هڪ ئي ڏک جا شڪار آهيون:
اڳيان وڌندا وڃو، اڳتي وڌو!
اسان مٽي تنبو ۽ ٽورين گهڙين جي خوشي نٿا چاهيون:
اسان نٿا چاهيون ته ڪو ٽورين گهڙين جي لاءِ
راحت ۽ سڪون، مخمل ۽ قالين - امن ۽ سستي شهرت حاصل ڪيون.
هيءَ سڀ سڙيل دولت آهي!
اڳيان وڌندا وڃو، اڳتي وڌو!
سان جا ٻڌي رهيو آهيان!
نئي صبح جو راحت پريو گيت:
سائيو، توهان به ٻڌو!
هينئر تيار ٿي وڃو - وڌو -
اڳتي - اڃا اڳتي!"
پنهنجي حق تي قبضو ڄمايو!
اڳيان وڌندا وڃو، اڳتي وڌو!"

نذرالاسلام هندستان جي شاعرن ۾ اهو پهريون شاعر آهي، جنهن جيئريءَ جاڳنديءَ زندگيءَ جا گيت ڳايا - زندگيءَ جا آهي گيت جي اڳتي وڌي هلن ٿا. هن اسان جي پراڻين روايتن سان بغاوت ڪئي آهي. زندگيءَ جي واديءَ ۾ گهمي ڦري هن هي صاف ڏٺو آهي ته دنيا پنن طبقن ۾ ورهايل آهي. هڪ طرف انسانن جي اڪثريت جهالت ۽ افلاس ۾ ڦاٿل رهي آهي، ۽ ٻئي طرف آنهن جي محنت جو ميوو ٿورا مطلب پرست انسان هڙپ ڪري رهيا آهن. انڪري هن ڪڏهن به هندستان جي ٻين شاعرن جيان تصوف جو آڌار نه ورتو آهي، ۽ نه وري هن زندگيءَ جي بي ثباتيءَ ۽ انسان جي مجبوريءَ تي ماتم ڪيو آهي: بلڪ هن ذهني غلاميءَ جي زنجيرن کي ٽوڙي، اهڙن خيالن کي جنم ڏنو آهي، جنهن سان بيداري ۽ سجاڳي پيدا ٿئي ٿي.

"هينئر المناڪيون ختم ٿيون آهن، ۽ شعلا بلند ٿيڻ لڳا آهن؛
دانهون ڇاتي ڦاڙي ٻاهر نڪري رهيون آهن؛
سمنڊ ٻلنجي پيو آهي؛ آسمان ۾ لرزش اچي وئي آهي؛ ۽ هوا ۾ بجلي پوشيده آهي؛
ڌرتي ڌڪي رهي آهي؛ ۽ ديوتائن ڊالون سنڀاليون آهن:
ڏسو، شهاب ثاقب ڪائنات کي ابتو ڪري رهيو آهي!
اڄ مان ڪيترو نه خوش آهيان، ۽ خوشيءَ وچان منهنجي چمن جون مکڙيون به ٽڙي پيون آهن.
اڄ ريگستان جا خشڪ چپ مشڪي رهيا آهن؛

هواؤن، جهنگان ۾ لرزش اچي رهي آهي؛
هيبت ناڪ طوفان اچي ويو آهي؛ سمنڊ جا بند ٽٽي پيا آهن؛
بيقرار دل پاڳلن جيان ڊوڙندي رهي ٿي:
ڏسو اڄ سموري ڪائنات ۾ خوشين جا نغما ڇڙي پيا آهن!"
هڪ ٻي نظم ۾ هن جي شعلي باري ڏسو:
"جوان مرد، تيز قدمن سان جنگ جي ميدان ۾ وڃي رهيا آهن-
هنن ۾ خوني تلوارون اٿن:
بگل وڄڻ جو آواز قيامت برپا ڪري ٿو ڇڏي-
موت جو پوٽ پچي ويو، ڏک ۽ تڪليفون منجي چڪيون آهن؛
هزارين سج جا شعاع ڌرتيءَ تي ڦهلجي چڪا آهن!
هو قدم قدم روان دوان آهن-
ڪڏهن ريگستانن جي تتل ميدانن ۾، ڪڏهن همت شڪن پربتن تي-
هنن کي ڪنهن جي به پرواه نه آهي!
پنهنجي بدناميءَ جي داغ کي خون جي سرخ قطرن سان صاف ڪري رهيا آهن:
هن عجيب و غريب قربانيءَ کي ڏسي مندر جو گهڙيال ڏکي رهيو آهي؛
۽ قديم زماني جا ظالم ۽ سفاڪ "سورما" آسمان مان لڪي لڪي ڏسن ٿا؛
ڏسو، گونگهور بادلن ۾ بربادي‌ءَ جو جهنڊو اڏ اڏ ڪري رهيو آهي،
۽ آزاديءَ جي طبل جي شور ڪان آسمان جي ڇاتي ڏڪي رهي آهي!"
نذرالاسلام جو هيرو اهو آهي، جو هن ڏاڍاين پريل نظام کي بدلائڻ لاءِ اڙي ٿو-
'باغي' هن ٿي مجاهد جو ترانو آهي ۽ ايترو عظيم جو اِنَ کي پڙهي اسان حيرت ۾ رهجيو
وڃون ٿا ۽ دير تائين اِئين ٿا محسوس ڪيون، ڄڻ ته هرطرف تاريڪيئي تاريڪي آهي ۽
ونجهو ان تاريڪيءَ کي اڏوڙڻ لاءِ ڪرن ۾ ڪا بجلي تڙپي رهي آهي. درحقيقت
نذرالاسلام ٿي اهو شاعر آهي، جنهن جي شاعري سنبل ۽ ريحان، تصوف ۽ تصور جي
موضوعات کان دور انقلاب، بغاوت ۽ مساوات جي گود ۾ پلجي وڏي ٿي آهي. هن زندگيءَ
جي هر پهلوءَ کي ڏٺو آهي ۽ فراريت کان دور رهيو آهي. هو جبر ۽ تشدد جي باه ۾ جلڻ
جي باوجود مشڪند و آئي ٿو، ۽ بزدلن کي پيغام ٿو ڏئي:
"هيءَ زندگي ڪڏهن به فنا نه ٿيندي: هن کي بقا حاصل آهي-
جي زنده انسان جيان رهڻو اٿو ته پنهنجي مٿان طوفان جي سايي کي رهڻ ڏيو؛
۽ پنهنجي پيرن مٿان موت جي دريا کي وهڻ ڏيو؛
زندگيءَ جو پيالو جوانيءَ جي شراب سان ڀري پيو؛
مست ٿي وڃو، جو ته طوفان سان همرڪابي ڪرڻي آهيوَ"

ممتاز حسين

سنڌيڪار: عبدالقيوم "صائب"

# انسان جي تخليق

جيڪڏهين اوهان کان پڇيو وڃي ته 'انسان ڇا آهي'، ته شايد اوهان لاءِ جواب ڏيڻ ڏکيو ٿي پوي؛ ڇاڪاڻ جو انسان پاڻ ۾ هڪ اهڙي ڪائنات آهي، جنهن جي نه حد آهي ۽ نه حساب: سندس وسعت ڳڻي سگهجي ٿي، نه ڪاٿو ڪري سگهجي ٿو. جنهن جي نه پاڙ آهي ۽ نه ڇيڙو. سندس وجود گذريل لکن سالن جي تاريخ کان وٺي آئينده جي اڻ ڳڻين صدين تائين پکڙيل آهي؛ سندس مکيه ڪارنامن ۾ نه رڳو گذري ويل هزارن سالن جون تهذيبون، علم ۽ هنر، صنعت ۽ ڪاريگري ۽ هلندڙ وقت جون ايجادون ۽ کوجنائون ليکجن ٿيون، پر ان ۾ خود سندس تخليق به اچي وڃي ٿي، جا سڄيءَ خلقت ۾ سڀني کان وڌيڪ سونهن ڀري ۽ اڻ ڳڻي پهلو رکندڙ آهي. پر جهڙيءَ طرح هو پاڻ هڪ وڌندڙ ۽ ويجهندڙ ڪائنات آهي، تهڙيءَ طرح سندس "سونهن جو تصور" به ارتقا پذير آهي: انسان هڪ فلسفيانه تصور آهي انهيءَ محسوس حقيقت يا انهيءَ 'نوع انسان' جو، جيڪو فطرت کي پنهنجي مرضيءَ موجب مطيع ڪندو رهي ٿو. اها ڳالهه ته پڌري آهي ته فطرت مٿان هيءَ پنهنجي حاڪميت، سواءِ فطرت جي قانونن جي علم ڄاڻڻ جي، نه انسان ڪڏهن حاصل ڪري سگهي ٿو، نه وري ان کي هڪ گهڙي قائم ڪري رکي ٿو سگهي. ساڳئي وقت، اهو علم ڪو انساني زندگيءَ جو بنيادي سبب به ڪونهي، ڇاڪاڻ جو علم جو مدار وري تاريخي حالتن تي آهي؛ ۽ اهو ايستائين هڪ اضافي چيز آهي، جيستائين ظاهري حقيقتن سان ٺهڪي اچڻ ۾ ڏينهون ڏينهن وڌندو ويجهندو ٿو رهي: پر انسان جي محنت يا ان جي تخليقي جدوجهد هڪڙي ابدي حقيقت آهي - هڪڙي اهڙي حقيقت، جنهن جي ڇانئٽ تي پنهنجي خالي جهوليءَ کي ڀرڻ لاءِ، علم کي وري وري واپس ورڻو پوي ٿو: علم سچو آهي يا ڪوڙو، تنهن کي زندگيءَ جي ڪسوٽيءَ تي ئي پرکي سگهجي ٿو: ان ڪري اوليت 'زندگيءَ' کي آهي - انسان جي پيدا ڪرڻ واريءَ قوت کي، ۽ نه سندس پيدا ڪيل شي کي - پوءِ اها ڪٿي فن هجي يا فلسفو يا ٻيو ڪجهه: تنهنڪري، ائين چوڻ غلط نه ٿيندو ته 'فطرت جي برخلاف جدوجهد ڪندي ئي، انسان کي سندس صحيح صورت ۾ ڏسي ۽ سمجهي سگهجي ٿو!'

انهيءَ کان سواءِ، انسان جو ٻيو ڪو به تصور ڪونهي؛ پر سنڌس باري ۾، اسان جي بزرگن جو اهو نظريو ڪونه هو. اهو خيال ڪنهن پکڙيو - ان کي سلان ٺوڙيو مروڙيو،

يا صوفيءَ ان کي وڏيڪ منجهائيو ۽ مشڪل بنايو، يا اصل ڪان ائين ئي جيئن آهي تيئن فرمايو ويو- تنهن سان بحث ڪونهي؛ ڳالهه رڳو ايتري آهي، ته اسان کي اها سکيا ملي ته "انسان کي بهشت مان تڙي ڪڍيو ويو: هو ڀڙيائين گناهن کان اڻ واقف هو؛ پوءِ هن گناهه ڪيو، ته کيس 'حياتيءَ' جي سزا ملي"- ڇڻ ته حياتي سندس محنت جو معاوضو ڪونهي، بلڪ گناهن جي سزا آهي! انسان کي اهو نظريو نرو مجبور بڻايو ڇڏي، ۽ هو لاچار ٿي، سماج جون سڀئي مصيبتون ۽ تڪليفون سهندي، ائين چئي پاڻ کي آٿت ٿو ڏئي ته "اسين ڏاڏي آدم جي نافرمانيءَ جي سزا ڀوڳي رهيا آهيون". جاگيرداري سماج کي اڀارڻ ۽ پختي ڪرڻ ۾ هن نظريي ڪيتري مدد ڪئي هوندي، تنهن ٻڌائڻ جي ضرورت ڪانهي؛ جيتريقدر فن جو لاڳاپو آهي، ته اهو چوڻو ئي پوي ٿو ته اهو نظريو فن جو موت آهي! ڇاڪاڻ جو فن، ماحول کي قبولڻ ۽ ان سان گڏوگڏ پاڻ کي بدلائڻ لاءِ، انسان جي هڪڙي عملي ۽ ذهني ڪارروائي آهي- ڀلا جيڪو نظريو انسان کي دنيا ۾ قيدي بڻائي ٿو ڇڏي، سو فن جي ڪهڙي تحريڪ پيدا ڪري سگهندو؟

جيئن ته اوليت زندگيءَ کي حاصل آهي- تنهنڪري ئي ائين ٿيو، جو وچئين زماني وارا آهي موئيني "قيدي"، ڪرموڙي اٿيا، ۽ هنن حياتيءَ لاءِ آزاديءَ جي لقب جي طلب ڪئي. مغربي ادب ۾ اها ڪر- موڙ ۽ سجاڳي، نئين جاڳرتا (Renaissance) واري انهيءَ زماني ۾ ٿي، جڏهن ڪليسائي فلسفي کي عدوليو ويو ۽ انسان "ازلي گناهه" جي ويچار کان آجو ٿيو. پر مشرق طرف، خاص ڪري اسلامي ملڪن ۾، اها لهر يوناني فلسفي جي اثر هيٺ، اڳ ۾ ئي ابري چڪي هئي، جنهن جي شروعات، مذهبي رنگ ۾، حلاج جي فلسفي سان ٿئي ٿي. ان کي محي الدين ابن العربيءَ جي فلسفي ۽ بوعلي سينا جي طبعي علم (Physics) وڌيڪ سوارو ڏنو. اقبال پڻ ابليس ۽ يزدان جي مڪالمي ۾، محي الدين ابن العربيءَ جو اهو فلسفو پيش ڪيو آهي:

پستيءِ فطرت نے سکھلائي ھے يه صحبت اسے<br>
کھتا ھے تيري مشيت مين نه تھا ميرا سجود<br>
دے رہا ھے اپني آزادي کو مجبوري کا نام<br>
ظالم اپنے شعلۂ سوزان کو خود کھتا ھے دود

ابن العربيءَ جي فلسفي ۾ ايترو زور ۽ اثر انهيءَ ڪري ٿو ڏسجي، جو هو ڪائنات جي پيدائش کي اڪ ڇنڀ ۾ حڪم خداوندي جي پيدائش نٿو سمجهي، بلڪ ان کي وحدت جي ظهور پذير ٿيڻ جي ابدي امڪان جو مظهر ڪري ٿو ڄاڻي. چئبو ته ڪائنات جي پيدائش ۽ انساني حياتيءَ بابت، سندس نظريو ارتقائي (Evolutionary) هو. پر جنهن حد تائين هو روحاني حقيقت جي اوليت کي مڃيندڙ هو، تنهن حد تائين سندس ارتقائي نظريو به روحاني هو- پوءِ اها اوليت رڳو منطقي ئي چو نه ڪئي هجي. ان هوندي به ائين چئي سگهجي

ٿو ته ان کي فلسفي جي ٽيڪ ضرور ڏنائين: پوءِ اها ٽيڪ سمجھوتي ۽ مفاهمت جي حد تائين ئي ڇو نه ڪئي هجي. هن روحاني وجود کي تسليم ڪندي، انسان کي ”پاڻ سنڀاليندڙ، پاڻ ڄاڻندڙ ۽ پاڻ ڏاهيندڙ“ جي اصطلاحن سان ياد ڪيو آهي. اڄ انهيءَ تحريڪ جوئي پڙاڏو آهي، جو جڏهين به ايراني ۽ هندستاني شاعرن لکڻ لاءِ قلم کي محبت ۽ احترام سان هٿ ۾ کنيو آهي، ته هنن حلاج جو نالو ضرور ياد ڪيو آهي:

فردوس مين ”رومي“ سے يه کهتا تها ”سنائي“
مشرق مين ابهي تک هے وهي کاسه، وهي آش
حلاج کي ليکن يه روايت هے که آخر
اک مرد قلندر نے کيا راز خودي فاش

اهو خوديءَ جو راز رڳو هي هو ته جيڪڏهين روح مادي سان وچڙيل آهي، ته پوءِ انسان خلقيل ڪونهي، بلڪ خلقيندڙ آهي.

وات مان ايترو نڪتوئي مس ته زبانون ڪپيون ويون. ڇاڪاڻ جو انهيءَ فلسفي جي سوجهري ۾، انسان کي قيدي بڻائي رکڻ ۾، وقت جي بادشاهن کي ڏکيائي درپيش ٿي آئي. خير، مون کي ته رڳو ايترو چوڻو آهي ته ماڻهوءَ جو اهو عقيدو، ته هو خلقيندڙ آهي - نه رڳو مادي شين جو ۽ خود پنهنجي پاڻ جو به - فن جي واسطي ڪافي اهم آهي. مادي لحاظ سان ته اها ڳالهه هرڪو مڃيندو ته ٽڪر جي خسيس ٽيءِ کان وٺي هوائي جهاز تائين سڀئي شيون انسان جون خلقيل آهن. ليڪن روحاني قدرن، اخلاقيات، مذهب، فلسفي، فن وغيره بابت، ڪن ماڻهن کي اهو وهم ويٺل آهي ته اهي شيون سڌيون (انسان جي) پنهنجي تخليق نه آهن. انهن ۾ ڪنهن قدرتي طاقت جو هٿ آهي. ماڻهو پنهنجي سمجھه ۽ سياڻپ جو پاڻ خالقيندڙ نه آهي، پر اهي شيون، سڌيون دل ۽ دماغ ۾ ڪٿان مٿان نازل ڪيون ويون آهن، جن کي هو انهيءَ لاءِ وڏائي ۽ پڪيڙي ٿو، ته جيئن هو پنهنجي ابتدا ۽ انتها کي سمجھي سگھي، ۽ ان طاقت کي پروڙي ۽ پرکي سگھي، جنهن کيس اهڙيءَ نعمت سان نوازيو آهي. اهو مذهبي نظريو اصل ۾ عيني فلسفي (Idealism) جو نظريو آهي، جو انسان کي بذات خود صفتن جو حامل نٿو سمجھي، بلڪ اهو ٻڌائي ٿو ته انسان جون سڀئي صفتون، ڪنهن ٻيءَ ذات کان گهري ورتل آهن؛ جا ذات ڪائنات مٿاهين ۽ اعليٰ آهي. پر جڏهين اهڙي قسم جا مفڪر پنهنجن انهن خيالن کي، انسان جي لڳاتار جدوجهد ۽ ان جي مادي ۽ ذهني تخليقن جي مخالفت ۾ بيٺل ڏسن ٿا، ته هو انهيءَ نظريي سان پنهنجي ذاتي واسطي ۽ محبت سبب، ان جي بچاءَ لاءِ ان ۾ ڪنهن نه ڪنهن مصلحت جي گنجائش پيدا ڪري ٿا وٺن. انهيءَ مصلحت جون وٺن اکيچار شڪليون آهن. ڪٿي مذهب ۽ سائنس، يا عقل ۽ عشق ۾ ٺاهه ڪيو ٿو وڃي، ته ڪٿي خالق ۽ مخلوق ۾! جيئن ته هتي انهيءَ ”فيلسوفي مصلحت“ تي بحث ڪرڻ مقصود نه آهي، بلڪ حقيقت کي ظاهر ڪرڻو آهي-

ان ڪري ايترو پڌائڻ بيجا نه ٿيندو ته اها مصلحت به انسان جي آن سوچ جو نتيجو آهي، جنهن مذهبي مفڪرن کي پنهنجي جاءِ تان هٽڻ لاءِ لاچار ڪري ورتو آهي. انسان جي انهيءَ سوچ ۾ سائنس جي ڪارنامن سان گڏوگڏ سنڌس خود شناسي - يعني سنڌس پنهنجي ارتقا جو حياتياتي (Biological) ۽ تاريخي نظريو - به شامل آهي.

انساني ارتقا جي حياتياتي ۽ تاريخي نظريي بابت اڄ کان پهرين به مواد ڪٺو ڪيو ويو ۽ ان موجب سهڻيون قياس آرائيون پڻ ٿيون. پر انهن کي سائنس جي وسيلي ثابت ڪرڻ ۾ ڪافي وقت لڳي ويو. اهو ڪم درحقيقت گذريل سؤ سالن ۾ ئي ٿيو آهي، جڏهن سائنس جي جدا جدا شاخن - علم طبقات الارض (Geology)، علم الانسان (Anthropology)، حياتيات، ڪيميا، عمرانيات يعني سماج جو علم (Sociology)، طبعيات (Physics)، سياسيات (Politics) ۽ فنون لطيفه (Fine Arts) جي تاريخ - گڏجي انسان جي تاريخي ابتدا، ان جي ماهيت ۽ اوسر جي ڳجهه کي کولي ورتو. پراڻيون ڏند ڪٿائون ۽ ڪهنيون ڪهاڻيون کولي سمجهائي، انهن جي تخيل جي رمزن ۽ اشارن جي سماجي وضاحت ڪئي. جيتوڻيڪ اهو ڪم اڃا پورو نه ٿيو آهي، پر ايترو ضرور ٿيو آهي ته انسان بابت پراڻا تصورات غلط ثابت ٿيا آهن. اها ٻي ڳالهه آهي، جو علمي، تهذيبي ۽ سماجي نقطي نگاهه کان هڪ پسمانده ملڪ ۾ رهڻ جي ڪري اسان کي انهن ڳالهين جي ايتري پروڙ ڪانهي.

جيڪڏهن ائين چئجي، ته انسان هڪڙي اهڙي دؤر مان به گذريو آهي، جڏهن وٽس نه ادراڪ جي طاقت هئي، نه ارادي جي قوت؛ نه تخيل هو ۽ نه حافظو، ۽ نڪي ڪا منطقي ٻولي؛ ته پوءِ توهان ضرور اچرج ۾ پئجي ويندا - جو جو توهان چوندا ته هن احسن المخلوقات وٽ اهي شيون ته پهريائين ئي هئڻ گهرجن ها! پر انهيءَ کي ڇا ڪريون، جو انسان جو سڄو اڳيون رڪارڊ ۽ سائنس جون موٽيون تحقيقون اهو ڏيکارين ٿيون ته هن ترقيءَ جا هي سڀئي هٿيار ۽ پنهنجي نفسياتي زندگيءَ جو سمورو سوز و گداز، آهستي آهستي پنهنجي مادي تخليق جي وسيلي سان پاڻ ئي پيدا ڪيو. انسان انهيءَ معنيٰ ۾ تحقيق پنهنجو خالق آهي. اهي سڀئي شيون جن کي گڏي اسين انسانيت چئون ٿا، سڀ سنڌس ئي خلقيل آهن ۽ انهن جي خلقڻ ۽ پيدا ڪرڻ ۾ ڪيس وڏي ڪوشش ۽ محنت ڪرڻي پئي آهي. انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته انسان فطرت جو هڪڙو ڀاڱو آهي ۽ سنڌس روحاني زندگي فطرت جي هنج سان ڦٽي آهي - پر جهڙيءَ طرح اسين هرهڪ ساهه واري کي ماڻهو نٿا چئون، تهڙيءَ طرح اسين انسان کي رڳو انهيءَ بنياد تي فطرت جي تخليق ڪونه چونداسين، جو هو محض سنڌس گود ۾ پليو ۽ وڌيو آهي. فطرت جو هٿ سنڌس صورت، هاڻيءَ ۽ سنڌس حيواني روح جي خلقڻ ۾ ضرور موجود آهي، پر سنڌس سمجهه ۽ سياڻپ، فضيلت ۽ تهذيب جي ڏني کي فطرت نه، پر هن پاڻ پنهنجن هٿن سان ڀاريو آهي. هن پاڻ پنهنجو رت وٽو ڏيئي، محنت ڪري، پٿرن کي گهڙي، ڌاتن کي ڳاري ۽ تجربا

ڪري، اهو چراغ روشن ڪري ڏيکاريو آهي. منجهس جيڪو هٿ ۽ وڏائيءَ جو جزو آهي،
سو به انهيءَ ڪارنامي ۽ ڪاميابيءَ جي ڪري پيدا ٿيو آهي، ۽ هو پاڻ کي ”ڪائنات جو مرڪز“
به ان ڪري ٿو سمجهي، جو دنيا ۾ اها طاقت رڳو کيس عطا ڪئي ويئي آهي. انسان کي اها
صلاح ڏيڻ، جهڙيءَ طرح ’ازرا پاونڊ‘ پنهنجي هڪ نظم ۾ لکيو آهي، ته ”تون پنهنجي وڏائي
جي تنبوءَ کي ڪيرائي ڇڏ، قدرت جي سونهن سوپيا ڏانهن نهار، ڏس ته تو جهڙو جيت به
تو کان ڪيترو نه وڌيڪ سونهن ڀريو آهي!“ – رڳو هڪ انسان جي توهين ٿي ڪري نه آهي،
بلڪ اها پوريءَ تاريخ جي توهين آهي. زوال پذير سرمايداريءَ ۽ اڀرندڙ اشتراڪي نظام ۾
اهوئي بنيادي فرق آهي. زوال پذير سرمايدارانه نظام، اڄ انسان کان ڌار آهي، ڇو جو هو
ان جوڙجڪ جي گود مان هڪ نئون جوڙجڪ پيدا ڪري رهيو آهي، ۽ اشتراڪي جوڙجڪ،
ڌرتيءَ ۽ آسمان تي سير ڪرڻ ۽ ڪائنات کي هڪڙي دل ڀائيندڙ باغ جي صورت ۾ آڻڻ
لاءِ انسان کي پاڻ ڏانهن سڏي رهيو آهي.

فن جي تاريخ ٻڌائي ٿي ته جيڪڏهين انسان ۾ اها وڏائي ۽ هٿ نه هجي ها، ۽ هو
پاڻ کي ڪائنات جي جلوه گريءَ جو سبب نه سمجهي ها، ته فن ترقي نه ڪري سگهي ها،
ڇو جو فن انساني نفسيات کي کولڻ ۽ وڌائڻ جو هڪ وسيلو پڻ آهي. اهوئي فن ٻڌائي ٿو ته
انسان ۽ فطرت – حوصليمند راند ڪر ۽ سندس راند جي ميدان – ٻنهي جي گڏيل ڪم ڪار ۾
ڪهڙو ڳانڍاپو ۽ لاڳاپو آهي. شين جي حقيقت جو علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ انساني
نفسيات ۾ جيڪا اونهائي ۽ پنهنجي پاڻ جي واقفيت پيدا ٿئي ٿي، ان کي رڳو فن جي وسيلي ئي
ظاهر ڪري سگهجي ٿو – ليڪن اهو اظهار ان ڳالهه جو تابع آهي ته انسان نه رڳو انهيءَ
ڳانڍاپي ۽ لاڳاپي تي ڪنهن حد تائين غور ۽ ويچار ڪري، پر هو انهيءَ حقيقت جي پيدا
ڪرڻ ۾ خود پاڻ ڀاڱي ڀائيوار به ٿئي – جاڪاڻ جو عامل ۽ معمول جو هي لاڳاپو يعني هڪ
ٻئي تي اثر وجهڻ واري عمل جو سلسلو پوري تڪ واروئي ڪونهي. تخيل کي حقيقت جي
ادراڪ (Perception) جو پولنگ ٽيشو پوي ٿو، ۽ انساني ويچار ۽ شعور، حقيقت جا دروازا
کوليندو رهي ٿو. انهيءَ لاڳاپي جي تقاضا آهي ته انسان جا پير زمين تي سوگهائيءَ سان
ڄميل رهن. ڪائنات جي ڪنهن به طاقت جو مٿس رعب نه وهي – سندس ويچار واري قوت
هر ڪنهن شيءِ کي زندگيءَ جي ڪسوٽيءَ تي ڪسي، پروڙڻ ۽ پرجهڻ ۾ يا سچي شعور کي
نپائڻ ۽ ڪوڙي شعور کي رد ڪرڻ ۾ آزاد هجي – اهو ڪم انسان سڀئي نموني تڏهين نڀائي
سگهي ٿو، جڏهين هو سمجهي ته شعور کيس پيدا نه ڪيو آهي، بلڪ هن پاڻ شعور کي خلقيو
آهي. هن ۾ سچو توڙي ڪوڙو شعور ٻئي اچي وڃن ٿا ۽ اهي ٻئي وري سماجي ترقيءَ جي
سطح ۽ تاريخي حالات جا تابع آهن. ڪرو ڪوئي، سچ ۽ ڪوڙ، انسان جي ترقيءَ سان
گڏوگڏ اڀرندو رهي ٿو، پر اها حقيقت پنهنجي جاءِ تي اٽل آهي ته انهيءَ شعور کي وجود
۾ آڻڻ واري سگهه انسان جيئي پنهنجي سماجي زندگي يعني انسان جو عمل آهي. انسان جو

عمل سندس شعور کان اڳاڻو آهي، تنهن جي ثابتي هيءَ آهي ته هو پاڻ شعوري حياتيءَ جي واضح صورتن ۾ پير پاڻ کان اڳ ۾ ئي موجود هو: هو ڳالهائيندو هو، پر سندس گفتگو ۾ اهو منطقي ڳانڍاپو ڪونه هو: هو حساتي تجربا به ڪندو هو، پر انهن کي حافظي ۾ محفوظ ڪري ڪونه ٿي سگهيو: هو عمل ڪندو هو، پر ارادي جي قوت منجهس ڪانه هئي: هن ۾ جبلت (Instinct) جي ڪري چرپر پيدا ٿيندي هئي، پر عقل سان پنهنجي عمل جي اڳواڻي نٿي ڪري ڇاتائين: هو ميرهن ۽ سيءَ کان پاڻ بچائڻ جي ڪوشش ڪندو هو، پر پاڻ لاءِ اجهو اڏي ۽ ڪپڙو آڻي نٿي سگهيو: هو پنهنجو پيٽ ڀريندو هو، پر اناج پيدا ڪرڻ ۽ ڪاڏي ڳڏ ڪرڻ جي ڏاهپ کان اڻ واقف هو.

انهيءَ سلسلي ۾ هيٺ ڏنل ٻه حوالا، هڪڙو ادبي ۽ ٻيو تاريخي، ڪافي دلچسپ آهن:

"پرامِٿِيس (چوڪنبو پنڌل - پيدائش ٥٢٥ قبل از مسيح - يوناني عالم ۽ مصنف هومر جي ڪتاب "آڊيسيءَ" جو هڪ ڪردار) - جيڪڏهن اهي چپ آهيان، ته انهيءَ ڪري مون کي هٺيلو ۽ هوڏي نه سمجهو.

"توهان مون تي ڇڙون ڪري، مون کي رنج ٿا ڪريو. هي ديوتا پنهنجي ترقيءَ جي واسطي، مون کان سواءِ آخر ٻئي ڪنهن جا ٿورائتا آهن؟ اهو توهان ڄاڻو ٿا، ۽ انهيءَ ڳالهه جي دهرائڻ جي مون کي ضرورت ڪانهي. تنهن هوندي به آءٌ ان گناهه بابت ڪجهه چوڻ گهران ٿو، جيڪو مون انهن جي مدد ڪرڻ سان ڪيو آهي. مون ئي ٻارن کي ڳالهائڻ سيکاريو، ۽ ٻُٽيل دماغ کي پاڻ سڃاڻڻ ڏانهن راغب ڪيو......

"سچ ڪري پڇو ته انسان ڪي اکيون هيون، پر هو ڏسي نٿي سگهيو- هن کي ڪن هئا، پر هو ٻڌي نٿي سگهيو- هو هڪڙي خيالي پتلي وانگر، مهيني ۽ سال جي شعور کان سواءِ گهگهه اونداهه ۾ ڀٽڪندو وتيو. هن کي ڪنهن به هنر جي ڄاڻ ڪانه هئي. هو نڪي سرون وجهي سگهندو هو، نڪي ڇتيون ٺاهي سگهندو هو. اونداهين ۽ اونڌين چرن ۾ حياتي ڪاٽيندو هو. مهيني ۽ سال جي ڳڻپ جي ڪا ڄاڻ ئي ڪانه هيس. گلن سان ڀرپور بهار ۽ ميون سان ٽمٽار موسمون اينديون هيون، پر هو ايستائين انهن جي لطافتن کان بي خبر هو، جيستائين مون ڪيس تارن جي علم کان آشنا ڪيو، انگ سيکاريامانس، منظم نشانين جي مدد سان ڪيس سندس ٽڙيل پکڙيل خيالن کي ڪنهن خاص نقطي تي اچي گڏجڻ جي صلاحيت ڏنير، ۽ اهڙيءَ طرح سندس يادگيريءَ کي اڳتي وڌڻ ۾ مدد ڪير، ته جيئن هو انهيءَ سان اهڙا جهڙا ڪارناما ڪري ڏيکاري سگهي- ۽ اها يادگيري ئي شاعريءَ جي ماءُ آهي."

پيو حوالو سسليءَ جي هڪ مؤرخ "ڊائيڊورس" جي لکيت مان پيش ڪريان ٿو. هي مؤرخ سسرو (پيدائش ١٠٦ ق.م) جو همعصر هو:

”انسان پنهنجي حياتيءَ جي اوائلي دؤر ۾ جانورن ۽ جهنگلي ڳاهڙن واري زندگي گذاريندو هو. سندس ڳالهائڻ ٻاتو ۽ منجهيل هو. اهو هڪ درجي بدرجي وڌندڙ عمل جو نتيجو آهي، جو هن معنيٰ واري ٻولي پيدا ڪري ورتي. هو انهيءَ دؤر ۾ حياتيءَ جي مڙني سهولتن کان محروم هو. باهه، اوڄڻ ۽ اجهي کان سواءِ گهاريندو هو. ڪاڏو پچائڻ ڪونه ايندو هوس، ۽ جيئن ته ڪاڏي کي آئيندي لاءِ بچائي رکڻ جو عقل ڪونه هوس، تنهنڪري سندس غذا جو ذخيرو سياري جي شدتن ۾ تباهه ٿي ويندو هو. هي به انهن ئي تلخ تجربن جو نتيجو هو، جو هن غارن ۽ چرن ۾ رهڻ ۽ پنهنجي غذا کي بچائي رکڻ سکيو. ان کان پوءِ هن آهستي آهستي باهه، هنر ۽ فن ڳولي لڌا. اهڙيءَ طرح وڏيءَ مدت کان پوءِ هو انهيءَ رتبي تي پهتو، جيڪو هڪڙي اعليٰ صلاحيت واري ساهواري کي ملي سگهيو ٿي: هاڻي هن وٽ خالي هٿن ۽ زبان کان سواءِ اهڙو دماغ پڻ هو، جو سندس مقصدن کي پورو ڪري ٿي سگهيو.“

هن حوالن مان هيٺيون ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون، ته انسان ڪنهن زماني ۾ بشر جي جامي ۾ هو، پر بشريت کان محروم هو؛ هو چوڻ ۾ سو ماڻهو هو، پر ماڻهپي کان اڻواقف هو؛ هن جا پنج ئي حواس ڪم ڪندا ۽ اثر قبوليندا هئا، پر هو خيال کي ڪا شڪل ڏيئي نٿي سگهيو؛ هو اخلاقيات، مذهب ۽ ٻين اهڙين شين کان ڇڙل هو؛ نيڪي ۽ بديءَ جو اهو تاڃي پيٽو، جيڪو معاشري ۾ رهڻ جي ڪري پيدا ٿي پيو آهي، سو منجهس ڪونه هو؛ چاڪاڻ جو هن عقل کان ڪم وٺي نٿي ڄاتو، رڳو جبلتن تي عمل ٿي ڪيائين. هو نڪي روسو (Rousseau) جو ”شريف وحشي“ هو ۽ نه وري مذهبي ڪتابن جو ”گناهگار“ - هو اهڙن سڀني ويچارن کان آجو هو. انسان جي انهيءَ کان سواءِ ٻي ڪا به طبيعت ڪانه هئي، جيڪا سندس پسگردائيءَ ٿي جوڙي ۽ ان جي جوڙڻ ۾ خود سندس هٿ به ڪم ٿي ڪيو.
انسان ۽ حيوان جو بنيادي تفاوت اتان ئي شروع ٿئي ٿو. حيوان قدرتي قانون جو پابند ٿئي ٿو - هو نڪي پنهنجي نفسيات ۾ ڪو ڦيرو آڻي ٿو سگهي ۽ نه وري پنهنجي مرضيءَ موجب پنهنجي پسگردائي ۾. فطرت انهن لاءِ گهڻي ۾ گهڻو ائين ڪري ٿي، جو موسم آهر سندن وارن کي وڌائي ۽ ڪن عضون ۾ معمولي ڦيرو آڻي ٿي. اهڙي قسم جي ٿالي ماتر تبديلي انسان ۾ پڻ گهڻي گهڻي عرصي کان پوءِ پيدا ٿيندي ئي رهي ٿي - پر منجهس اهو ڦيرو ايترو اڻ محسوس ۽ ڊگهي عرصي ۾ ٿئي ٿو، جو انهيءَ جي بنا تي، انهيءَ ڳالهه تي زور نٿو رکي سگهجي ته هو پنهنجي پسگردائيءَ سان مطابقت، پاڻ ۾ جسماني تبديل آڻي سان قائم ڪري ٿو - بلڪ برعڪس انهيءَ جي، هيئن چوڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو ته هو اها مطابقت پاڻ کي سماجي طور بدلائي حاصل ٿو ڪري. پنهنجي سماجي زندگيءَ ۾ هو اجتماعي محنت سان، اهڙيون اهڙيون شيون جوڙيندو رهيو آهي، جو ائين چوڻ ۾ هٻڪ نه ٿيندي ته هن فطرت کي هميشه پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي - انسان جي اهائي ڪوشش کيس ”خالق“ جي لقب سان سرفراز ڪري ٿي. سندس انهيءَ خاصيت انسان ۽ حيوان جي وچ ۾ وڏو فرق ۽ ويڇو وجهي ڏيکاريو

آهي. انسان جي اعائي ڪوشش فطرت کي سمجهڻ، ان جي قوتن کي سوگهو ڪرڻ ۽ انهيءَ ڪوشش ڪندي سندس ۽ فطرت جي وچ ۾ جيڪا باهمي خصومت ايرندي رهي آهي، تنهن کي ٻري ڪرڻ جي لاڳيتي ڪوشش نهايت لطيف ۽ بصيرت افروز آهي - جيتوڻيڪ ائين ڪندي انسان اڪثر پنهنجو رت به ڏنو آهي. اها رتوڇاڻ جو ٿي ۽ هاڻي اها ڇو ضروري ڪانهي، سو الڳ بحث آهي. هتي ته رڳو هي پڌرو ڪرڻو آهي ته هي انسان پنهنجي نفسيات، حواس، عقل ۽ شعور جو پاڻ خلقيندڙ آهي، ۽ هو اهي سڀئي شيون سماجي تعليم جي وسيلي پنهنجن نسلن جي دل و دماغ ۾ پريندو رهي ٿو. اها حقيقت پاڻ ئي انهيءَ ڳالهه جو دليل آهي ته هن اهي سڀئي شيون سماجي زندگي کان حاصل ڪيون آهن. هن دؤر جي ”علم الانسان“ جيتري قدر اسان جي رهنمائي ڪئي آهي، ان مان اسين انهيءَ نتيجي تي پهتا آهيون، ته انسانيت جي اوائلي منزل اها آهي، جنهن ۾ سندس آڱرين ۾ شين کي جهلڻ جي صلاحيت پيدا ٿي، ۽ هن ڪاٺيءَ يا پٿر کي لسو ڪرڻ شروع ڪيو. انهيءَ سلسلي ۾ اهو اڳيئي پڌايو ويو آهي ته هڪڙي ڏج جهڙي پٿر کي ڪارائتي بنائڻ ۾ هزارن سالن جي مشاهدي جي ضرورت پيش آئي هوندي، ڇو جو اوزارن ٺاهڻ ۾ پهريائين انهن جي ڪا صورت مقرر ڪرڻ گهڻو اهميت نٿي رکي. بهرحال جيڪڏهين توهان سهوليت جي لاءِ انهيءَ زماني کي وٺو، جنهن ۾ انسان تير ۽ ڪمان سان جانورن جو شڪار ڪرڻ يا مڇيون ڦاسائڻ لڳو ۽ پيٽ جي پورت ڪرڻ لاءِ رڳو جهنگلي ميون جو محتاج نه رهيو، ته اوهان کي ڏسڻ ۾ ايندو ته انهيءَ زماني ۾ فن پيدا به ٿي چڪو هو؛ پر اهو فن جانورن جون شڪليون ۽ انهن جا عضوا وغيره ٺاهڻ جي ڪوشش تائين محدود هو. انسان جي اها اوائلي فنڪاراڻ ڪوشش حافظي جي قوت جي ڪارنامي تائين محدود آهي - ان ۾ ويچار جي قوت جو دخل نٿو ڏسجي - ان ۾ ”مبالغي“ جو ذرو به دخل نٿو پسجي. پوئين دؤر جي فن ۾ جنهن ويچار جي قوت جي ڪارفرمائي ڏسجي ٿي - خاص ڪري عورتن جي تصويرن يا مورتين ٺاهڻ ۾ - سا اوائلي دؤر جي نقش نگاريءَ ۾ ڪانهي. پوين صدين ۾ فنڪارن، عورت جي ”ڄڻڻ“ (Fertility) جي صلاحيت کي نمايان ڪرڻ لاءِ سندس آرهن ۽ ڪلهن جي تناسب کي ٺاهي جوڙي ۽ وڌائي پيش ڪيو آهي. فنڪار هن دور ۾ پهچي، جيڪي اصل آهي تنهن ۾ سچ پچ پنهنجي طرفان تصرف ڪري ٿو - ليڪن اهو تصرف اوائلي زماني جي نقشن ۾ نٿو ملي: اهو انهيءَ ڪري نه ٿيو، جو هن تصرف کي پسند نٿي ڪيو، بلڪ انهيءَ ڪري، جو تنهن زماني ۾ سندس ذهني قوت ايترو اڳتي وڌي ڪانه آئي هئي. هو ايان ”منفرد ۽ محسوس“ جو قيدي هو - هن جو دماغ هڪڙي ئي قسم جي بيشمار شين کي ڏسي، انهن ۾ هڪ جهڙين خاصيتن ڳولڻ کان قاصر هو. اهوئي سبب هو، جو هو پنهنجي ان جي مدد سان پنهنجو آدرش (Ideal) پيش نٿي ڪري سگهيو - هن جو فن ظاهر پسند ۽ نقل پسند هو. ڪيس تخيل ۽ مثاليت نٿي آئڙي. هاڻي شايد لوهان کي تخيل ۽ حافظي جي قوت ۾ فرق معلوم ٿي ويو هجي: حافظو ڪنهن شي جو هوبهو نقل ڪري ٿي سگهيو، پر ساڳئي قسم جي بي شمار شين مان هڪ جهڙين خاصيتن کي

اخذ ڪري ٿي سگهيو- اهو ڪم تخيل جي قوت ڪري ٿي سگهي- ۽ اها ذهني قوت انسان ۾ ان وقت پيدا ٿي، جڏهن هن جو ذهن تجريد يعني ”جنڊ ڇاڻ“ ڏانهن لڙيو ۽ شين جي بنيادي خاصيتن کي معلوم ڪرڻ، ۽ شين کي سندن صفتن کان جدا ڪري جاچڻ لڳو. انسان جي اها سموري ذهني جدت مادي تخليقات جي هنج ۾ ئي پلي آهي.

تخيل واري قوت جو اظهار ڏند ڪٿائي ادب ۾ گهڻو ٿيو آهي، ۽ ان زماني جي بت تراشي، نقاشي، مصوري، ناچ ۽ راڳ سڀني ۾ نظر اچي ٿي. ڏند ڪٿائي ادب، ان دور جي چيز آهي، جڏهن انسان تهذيب جون اوائلي برڪتون حاصل ڪري چڪو هو ۽ پنهنجي گهرج جون مڙيئي شيون ٺاهي ٿي سگهيو. جيڪڏهين اوهان اهڙيءَ طرح اڀياس ڪندا ويندا، ته نيٺ انهيءَ نتيجي تي پهچندا، ته انسان جو سمورو نفسياتي خزانو، سندس مادي ۽ ذهني تخليقات جو ئي ٺورانتو آهي. ونس پنڊڻ جي طاقت به هني، پر ايستائين راڳ هن جي لاءِ بي معني هو جيستائين هو انگن، جو علم حاصل ڪري، آوازن ترڪيب ۽ ترتيب پيدا ڪري نه سگهيو. اسان جي ڪن بزرگن، جو لکيو آهي ته انسان راڳ ”بيد مجنون“ جي پنڻ مان سکيو- اهو غلط آهي. موسيقيءَ جو احساس گڏجي محنت ڪندي انسان جي سُر تار مان پيدا ٿيو ۽ ان جي تربيت ۾ انگن جي علم کي سڀني کان وڌيڪ دخل آهي.

اهڙيءَ طرح انسان جا سڀئي حِس، جن ۾ سونهن جو حِس به شامل آهي؛ اهي مڙيئي ذهني قوتون، جن جو لاڳاپو ادراڪ ۽ تخيل سان آهي؛ اهي سمورا انساني جذبا، جن کي لين پائيڻ، پيار، همدردي يا پين نالن سان ياد ڪريون ٿا- انسان جا پنهنجا پيدا ڪيل آهن. جهڙيءَ طرح انسان جي مادي ۽ ذهني تخليقن جا امڪان لامحدود آهن، اهڙيءَ طرح انسان جي نفسيات جو خزانو به لامحدود آهي. هو هزارن سالن جي لاڳيتي تهذيبي ۽ تمدني ڪوشش سان، مادي ۽ روحاني قدرن (Values) جي مختلف ڪندي، پنهنجي نفسيات کي کوليندو وڌائيندو رهي. انساني نفسيات جي پرمايگيءَ جي ڪا حد ئي ڪانهي، ڇاڪاڻ جو هن جي تخليقي محنت جو خزانوئي زندگيءَ جو هڪ اڻکٽ سرچشمو آهي. توهان رڳو اهو ته سوچيو ته جيڪڏهين انسان ”جماعتي جنسي زندگي“ ۽ ”جماعتي خاندان“ واريءَ منزل مان نڪري، هڪڙي خاندان ۽ هڪڙيءَ زال هڻ واريءَ منزل ۾ پير نه پائي ها، ته پوءِ اهو ممڪن هو ڇا ته هو ڪنهن هڪڙيءَ ئي عورت سان لنؤ لڳائي ۽ پنهنجي اولاد سان پيار ڪري سگهي ها؟ جيڪڏهين هو ريشم ۽ ڪيمخواب تيار نه ڪري ها، ته سندس چهڻ جو حِس، نرم ۽ نازڪ چمڙيءَ جي حس کان اڳتي وڌي ها؟ جيڪڏهين هو پٽل جو تار نه ٺاهي ها، ته ستار جي موسيقيءَ جي لذت کان واقف ٿي سگهي ها؟ جيڪڏهين هو رنگ ٺاهڻ جو هنر ڳولي نه ڪڍي ها، ته رنگن جي آميزش جي شناس پيدا ڪري سگهي ها؟ جيڪڏهين هو باڻ کي فطرت جي ڏاڍائيءَ ۽ قهر کان آجو نه ڪري ها، ته هو ڪڏهين به ان جي سونهن ۽ سوڀيا مان ڪو لطف ماڻي سگهي ها؟

إنسان پنهنجي نفسيات ۾ جا هيءَ اونهائي، پنهنجي هوش و حواس ۾ جا هيءَ نئين ڄاڻ ۽ نئين قوت پيدا ڪري ٿو، سو سڀ سندس عمل ۽ محنت جو اجر آهي. هو پنهنجي نفسيات کي ڪوربنڌي جي ڄار وانگر ٿو ڪيڏي ۽ کولي، بلڪ پاڻ کان ٻاهرين فطرت خلاف جدوجهد جي طريقيڪار جي معرفت کوليندو وڌائيندو رهي ٿو؛ ۽ جيتري قدر کيس پنهنجي عمل جي نتيجن جي سڌ پوندي رهي ٿي، تيتري قدر سندس فن کيس نون ارادن کان واقف ڪري، سندس دل ۾ اهو يقين پيدا ڪندو رهي ٿو، "ته تون ناممڪن کي ممڪن بڻائي سگهين ٿو؛ تنهنجي عمل جي دائري کان ڪائنات جي ڪابه شي ٻاهر ڪانهي؛ تون جيڪڏهين گهرين، ته آپ جي ستارن کي پنهنجي جتيءَ ۾ جڙي سگهين ٿو، سج جي تپت ۽ روشنيءَ کي پنهنجي چلهه جي گرمي ۽ ٿانئي جو سيڪ بڻائي سگهين ٿو؛ تون جڏهين قبيلن جي تعصب کان نڪري قوميت جي ناتي ۾ گنڍجي سگهين ٿو، ته پوءِ سڄي دنيا جي ماڻهن کي ٻڌ هڪڙي ئي ڪٽنب ۾ تبديل ڪري سگهين ٿو". اها آس جيڪا حقيقت جي هنج مان ڪنڌ ڪڍي ٿي، سا إنساني محنت جي اڻکٽ ذخيري ۾ موجزن رهي ٿي؛ ان وقت آهائي آس محض هڪ خواب بڻجي وڃي ٿي، جڏهين انساني ٻانهن کي نستو ۽ بيوس ڪري ڇڏيو وڃي ٿو: هن کي قانون ۽ شريعت کان ڊيڄاريو وڃي ٿو، بندگيءَ ۽ عاجزيءَ جي تصورسان ڌمڪايو وڃي ٿو، ۽ سندس مادي تخليقات جي سورج کي الاهيات جي ڪڪرن ۾ ڍڪيو ۽ لڪايو وڃي ٿو؛ پروري جڏهين هو انهيءَ لڏ مان سجاڳ ٿي، پراڻا بت ڀڃڻ لڳي ٿو، ته منجهس هڪ نئين قوت ۽ سگهه پيدا ٿيو پوي. ان وقت کيس إنسان جي ڪابه آس بي معنيٰ نٿي ڀاسي، ڇاڪاڻ جو پوءِ إنسان جي هڪڙي سوچ، ٻيءَ سوچ جي واسطي پيچرو صاف ڪندي ٿي رهي.

اڄ انسان جون اهي سڀئي اميدون ۽ آسرا، جيڪي ڏند-ڪٿائي ادب کان وٺي دور حاضر جي ادب تائين پيش ڪيا ويا آهن، سي ڪر موڙي اٿيا آهن؛ ڇاڪاڻ جو هن دور جي انسان جي ٻانهن، انهن تيرن کي ٽوڙي وڌو آهي، جن کيس هيستائين جڪڙي رکيو هو: اڄ هو پنهنجي نظر کي ايڏو تيز ڪري چڪو آهي، جو هزارين بلڪ لکين ميل پري، آپ جي اڻ ڏٺل تارن جو مشاهدو ۽ اڀياس ڪري ٿو؛ بجليءَ جي خوردبيني مان انهن شين کي ڏسي رهيو آهي، جن کي ڪالهه تائين سندس شيشي جي خوردبيني به ڏسي نٿي سگهي. سندس ڏاهپ ۽ سياڻپ جو هي خال آهي، جو هو هاڻي حيواني زندگيءَ جي اسباب تي قبضو ڪري، آزاد انسانن جي ولايت ۾ وک وڌائي رهيو آهي. اڄ هن جي مداخلت نه رڳو فطرت کي بدلائڻ ۾ آهي، پر پنهنجي سماج ۽ نفسيات جي بدلائڻ ۾ پڻ آهي. فطرت جو اڀياس جهڙيءَ طرح فطرت تي قبضي ڪرڻ ۾ مددگار ٿيس، بلڪل انهيءَ طرح، سماجي زندگيءَ جي قانونن جو اڀياس انساني نفسيات تي قابو پائڻ ۾ مددگار ٿي رهيو اٿس - انهيءَ ڄاڻ، ۽ ڏاهپ ۽ عقل کي ايشيا جي غلامن ۾ ٻکيڙڻ ۽ ونڊڻ ورهائڻ فنڪار جو پورين ڪم آهي.

خليل جبران

سنڌيڪار: محمد يعقوب "نياز"

# اڳتي قدم

مشرق ۾ ٻه مختلف نظريا هڪ ٻئي سان لڙي رهيا آهن - اهي آهن قديم فڪر ۽ جديد فڪر: ۽ هيءَ ڳالهه يقيني آهي ته پنهنجي قوتن جي ڪمزوريءَ ۽ ارادي جي ناپختگيءَ سبب قديم فڪر مغلوب ٿيندو.

مشرق ۾ بيداري، ننڊ سان مقابلو ڪري رهي آهي - ۽ بيداري فاتح بڻجي رهندي: ڇاڪاڻ ته سج، جو ابري رهيو آهي، بيداريءَ جو قائد آهي ۽ صبح ان جي بي پناهه فوج جو ڪم ڏيئي رهيو آهي.

مشرق ڪالهه تائين هڪڙو خشڪ ۽ وسيع بيابان هو - پر اڄ سدا بهار بڻجي قبرن ۾ مدفون انسانن کي پڪاري پڪاري، جاڳائي رهيو آهي، ۽ انهن کي زماني سان گڏ هلڻ لاءِ مجبور ڪري رهيو آهي. جڏهن هو پنهنجا گيت ڳائڻ لڳي ٿو، تڏهن سرديءَ جو ماريل مردو ڪفن ڦاڙي هلڻ شروع ڪري ڏئي ٿو.

مشرق جي فضا ۾ زندگيءَ جا آثار ظاهر ٿي رهيا آهن، جي وڌندي وڌندي حساس نفس کي پاڻ سان ملائين ٿا: ۽ جي ملي ملي، نئل ۽ نراس دلين کي باربار گڏيو وري آسروند ۽ اڏول بنائڻ جي عمل ۾ مشغول آهن.

اڄ مشرق جا ٻه سردار آهن: هڪڙو پوڙهو سردار، جو حڪم احڪام جاري ڪندو وتي - هو ڪن ڳالهين کان ماڻهن کي روڪي ٿو ۽ سندس هر حڪم جي تعميل ڪئي وڃي ٿي - مگر هو پاڻ قبر جي ڪنڌيءَ تي ويٺل جهور پڙي وانگر آهي: ٻيو سردار، جو قدرت جي قانون وانگر خاموش ۽ حق وانگر مطمئن آهي، ۽ وقار سان نهاري رهيو آهي - مگر هو ٻانهون ڪُنجي تيار بيٺو آهي، هن جو عزم هن جي منهن مان ظاهر آهي، هن کي پنهنجي فهم ۽ فراست تي پورو پروسو آهي.

اڄ مشرق ۾ فقط......ٻه انسان آهن: ڪالهه جو انسان ۽ اڄ جو انسان. اي مشرق ۾ رهندڙ انسان! تون ٻڌاءِ، ته تون ٻنهي مان ڪهڙو انسان آهين؟

منهنجي ويجهو اچ ته آءٌ توکي غور سان ڏسان، تنهنجي دل جي اونهاين جو جائزو وٺان، تنهنجي ظاهري آثارن مان اندازو لڳايان ته تون ڇا آهين؟ روشنيءَ ڏانهن وڌندڙ يا تاريڪيءَ ڏانهن ڪِرندڙ؟

اڄ، مون کي ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين ۽ ڇا آهين؟

ڇا، تون اهو سياسي ليڊر آهين، جو دل ۾ منصوبا سٽي رهيو هجي، ته پنهنجي قوم مان ذاتي نفعو حاصل ڪري؛ يا تون اهو غيرتمند مجاهد آهين، جو هر وقت هي ارادو ڪري ڪم ڪري ته قوم جي خاطر شهيد ٿي وڃي؟

جيڪڏهن تون پهريون آهين، ته تون هڪڙو پائمرادو اسربل ۽ بيڪار ٻوٽو آهين، ۽ جيڪڏهن تون ٻيو آهين ته پوءِ تون هڪڙو سرسبز ۽ سدا آباد ڪيت آهين.

ڇا، تون اهو واپاري آهين، جو ماڻهن جي روزمره ڪم ايندڙ شين کي هن نگاهه سان ٿو خريد ڪري ته انهن کي پاڻ وٽ گڏ ڪري ضرورت جي وقت ويهوڻي قيمت وصول ڪري؟ يا تون اهو انسان آهين، جو هن ڪوشش ۾ لڳل هجي ته هاريءَ ۽ ڪوريءَ جي وچ ۾ مال جي ڏيڻ گهڻ لاءِ سهوليتون موجود ڪري؛ گهرجالو ۽ گهرج پوري ڪندڙ ٻنهي جي وچ ۾ هڪڙي وسيلي جي ڪڙي بڻجي، ٻنهي کي فائدي حاصل ڪرائڻ ۾ مدد ڪري، ۽ پاڻ به ٻنهي کان انصاف سان فائدو حاصل ڪري؟

جيڪڏهن تون پهريون آهين ته تون مجرم آهين، توڙي تون عاليشان بنگلي ۾ رهندو هجين، يا جيل جي سوڙهي ۽ اونداهيءَ ڪوٺڙيءَ ۾؛ ۽ جيڪڏهن تون ٻيو آهين، ته پوءِ تون محسن آهين، توڙي ماڻهو تنهنجا شڪرگذار ٿين يا نه ٿين.

ڇا، تون ڪو مذهبي رهنما آهين، جو قوم جي ٻالي ڀولي هنج مان فائدو وٺي، پاڻ لاءِ جبا ۽ چادرون ٿو تيار ڪري، يا انهن جي ساده دليءَ مان فائدو وٺي، پنهنجي سر لاءِ تاج ٿو تيار ڪري، ۽ شيطان جي برائن کي کولي کولي بيان ڪري ٿو، پر پاڻ ان جي ئي خيرات تي عيش ٿو اڏائي؟ يا تون اهو متقي ۽ پرهيزگار انسان آهين، جنهن کي فرد جي ڀلائي، امت جي ترقي ۾ ئي نظر اچي، ۽ ڪيس پنهنجي روح جون گهرايون روح ڪل" ڏانهن چڙهي وڃڻ جي لاءِ ڏاڪڻ جا ڏاڪا ٿيون نظر اچن؟

جيڪڏهن تون پهريون آهين، ته تون ملحد ۽ ڪافر آهين، توڙي تون ڏينهون جو روزو رکين ۽ رات جو عبادت ڪرين؛ ۽ جيڪڏهن تون ٻيو آهين، ته پوءِ تون حق جي باغ ۾ خوشبودار مکڙي آهين، خواه ان جي خوشبوءِ ماڻهن جي سونگهڻ جي حس تائين پهچي ضايع ٿي وڃي، يا فضا ۾ اڏامي ٻين مکڙين جي خوشبوءِ سان ملي محفوظ ٿئي.

ڇا، تون ڪو اهڙو مضمون نگار آهين، جو پنهنجو علم ۽ عقل بازار ۾ وڪڻندو وتي، جو دنيا جي مصيبتن ۽ تڪليفن کي اخبارن ۾ زوردار نموني بيان ڪري ٻڌائڻ کان مشهور ٿئي ٿو، ۽ ڪنهن گجهه وانگر سڙيل مُردار لاشن کان سواءِ ڪنهن تي هن جي نظر ڪانه ٿي پوي؟ يا تون تمدن جي منبرن مان هڪڙي منبر تي چڙهي، اهو وعظ ڪندڙ شخص آهين، جو زماني جي حالتن مان پاڻ نصيحت حاصل ڪرڻ بعد ماڻهن کي خبردار ٿو ڪري؟

جيڪڏهن تون پهريون آهين، ته تون انساني جسم تي بدبودار ڦرڙي آهين؛ ۽ جيڪڏهن تون ٻيو آهين، ته پوءِ تون انسان ذات جي لاءِ ترياق جهڙي دوا آهين.

ڇا، تون اهڙو عهديدار آهين، جو پاڻ کان بالا آفيسرن جي سامهون ذليل ۽ پنهنجي زيردستن جي سامهون مغرور ٿي اچي ٿو، جو پنهنجي انڪلن سان غريبن جي مال تي ڌاڙو هڻي ٿو، ۽ جو ڪنهن غريب سان اهڙو قدم نٿو کڻي، جنهن ۾ هن جو پنهنجو ذاتي نفعو نه هجي؟ يا تون قوم جو اهڙو خادم آهين، جو پوري ديانتداريءَ سان پنهنجي زيردستن جي ڀلائيءَ جي انتظام ڪرڻ ۾ لڳو رهي ٿو، جو انهن جي خيرخواهيءَ ۾ راتيون جاڳي ٿو، ۽ سندن خواهشن پورين ڪرائڻ جي انتهائي ڪوشش ڪندو رهي ٿو؟

جيڪڏهن تون پوڙهو آهين، ته قوم جي اناج جي ڪرڻ ۾ رهجي ويل هڪڙو ڪڻو آهين؛ ۽ جيڪڏهن تون پيو آهين، ته پوءِ تون هنن جي مرادن جي لاءِ خداوندي برڪت آهين.

ڇا، تون اهو شوهر آهين، جو هڪڙي شي کي پنهنجي زال جي لاءِ حرام ۽ پنهنجي لاءِ جائز ٿو سمجهي، جو پاڻ ته آزاديءَ سان گهمي، ڦري، ڪل خوشيءَ ۾ ٿو گذاري، ۽ زال جي بنديخاني جي ڪُنجي پنهنجي کيسي ۾ کڻيو پيو ڦري؛ جيڪي وٽيس، سو ٿو کائي پئي، ۽ سندس زال هڪ ڇنل ڦاٽل ڪرسيءَ تي ويڳاڻي ويٺي رهي ٿي؟ يا تون اهو رفيق آهين، جو پنهنجي رفيقه جي هٿ ۾ هٿ ڏيڻ کان سواءِ ڪو ڪم نه ٿو ڪري، يا اهو شخص جو پنهنجي زال جي مشوري کان سواءِ ڪوبه ارادو نه ٿو ڪري، ۽ هن کي پنهنجي خوشيءَ ۾ شريڪ ڪرڻ کان سواءِ ڪنهن به ڪم کي پورو نه ٿو ڪري.

جيڪڏهن تون پوڙهو آهين، ته تون زمين جي اندر غارن ۾ رهندڙ ۽ کلن جي پوشاڪ پائيندڙ قوم منجهان آهين، جنهن کي ڪافي عرصو ٿيو ته ختم ٿي چڪي؛ ۽ جيڪڏهن تون پيو آهين ته پوءِ تون ان قوم جو پيشوا آهين، جا صبح جي روشنيءَ سان ڪڏهن عدالت ۽ انصاف جي طرف تيزيءَ سان وکون کڻي رهي آهي.

ڇا، تون اهڙو مضمون نگار ۽ نقاد آهين، جو پنهنجي پاڻ کي اسان سڀني تي فوقيت ڏيڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، ۽ هن جا پنهنجا پاروٿا ويچار ماضيءَ جي انهن بيڪار مرڪزن جو چڪر ٿا لڳائين، جتي قومن جي پراڻن ۽ سڙيل ٽڪڙين جو ڍڳ پيل آهي؟

يا تون اهڙي صحيح فڪر جو مالڪ آهين، جو پنهنجي ماحول کي هروقت نظر ۾ ٿو رکي– هن لاءِ ته مفيد ۽ مضر شين کي سڃاڻي، ۽ پنهنجي عمر مفيد شين جي ترقيءَ ۾ ۽ مضر چيزن جي پاڙ پٽڻ ۾ صرف ڪري؟

جيڪڏهن تون پوڙهو آهين، ته پوءِ تون نقصانڪار خرابيءَ ۽ اجائي ڪند ذهنيءَ جو مجسمو آهين؛ ۽ جيڪڏهن تون پيو آهين، ته پوءِ تون بکين ۽ اڃايلن لاءِ آبِ پاڻيءَ وانگر آهين.

ڇا، تون اهو شاعر آهين، جو اميرن جي دروازي تي رباب ٿو وڄائي، ۽ ميڙن ۾ لفظن جا گل پکيڙيندو ٿو وتي، جو سڙيل لاشن جي پويان وات ۾ نير گرم پاڻيءَ سان ڀريل لنگهي کڻي هلي ٿو، جنهن کي مقبري ۾ پهچي رسم موجب زبان ۽ چپن سان دٻايو ويندو

هي؟ يا اهو فطري شاعر آهين، جنهن جي هٿ ۾ فطرت جو ساز آهي، جنهن جي تارن مان ربابي راڳ ٿا نڪرن، جن ڏانهن اسان جون دليون بنا ارادي ڇڪجي وڃن ٿيون، ۽ جن کي ٻڌي اسين زندگيءَ جي آڏو ۽ زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ جمال ۽ خوف جي سامهون عجب ۽ حيرت ۾ بيهي ٿا رهون؟

جيڪڏهن تون ٻهربون آهين، ته تون انهن شعبده بازن منجهان آهين، جي اسان جي دلين ۾ ڪنهن جذبي جي پيدا ڪرڻ جي قوت نٿا رکن: جيڪڏهن هو روئن ٿا، ته اسين کلون ٿا، ۽ جڏهن هو خوش ٿين ٿا، ته اسين غمگين ٿي وڃون ٿا. جيڪڏهن تون ٻيو آهين، ته تون اسان جي ظاهري اکين جي ٻويان شعاع وجهڻ واري بصيرت، اسان جي دلين ۾ سمايل شيرين شوق ۽ اسان جي جسمن کان ٻري هڪ خدائي خواب آهين.

اڄ جوان تو ته مشرق ۾ ٻه جلوس آهن: هڪڙو ٻوڙهن ڪڙي پٺيءَ وارن جو جلوس، جي ڏنگين لٺين جو سهارو وٺي ٿا هلن، ۽ باوجود انهيءَ جي مٿان کان هيٺانهينءَ ڏانهن تيرڪندا ٿاٻڙندا وڃي رهيا آهن ۽ سهڪي رهيا آهن؛ ٻيو جلوس، انهن جوانن جو آهي، جي اهڙيءَ تيزيءَ سان بلنديءَ ڏانهن وڃي رهيا آهن، گويا هنن جي پيرن ۾ کنڀ لڳل آهن. اهي اهڙيءَ طرح وڏي واڪي سڏين ٿا، جو گويا هنن جي نڙيءَ ۾ للڪاريندڙ ساز آهن. اهي اوجهڙ مان ٽپندا اٿين وڃي رهيا آهن، ڄڻ ٽڪرن جي چوٽين تي ڪا قوت انهن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي رهي آهي، يا ڄڻ ڪو جادو آهي، جو هنن جي "عقل" کي سلب ڪري رهيو آهي.

اي مشرق جا باشندؤ! توهين ڪهڙي جلوس ۾ آهيو ۽ ڪهڙن سان گڏ هلي رهيا آهيو؟

رات جي خاموش فضا ۾ جڏهن ماحول جا اثر گهٽ ٿا ٿين، تڏهن پنهنجي نفس کان پڇو: ان کان جواب طلب ڪريو، ته "تون سپائي غلام بڻجڻ تو گهرين يا آزاد؟"

اڄ توکي ٻڌايان ٿو ته "ڪالهه" جو خواب ڏسڻ وارا، انهيءَ زماني جي جنازي پٺيان وڃي رهيا آهن، جنهن هنن کي پيدا ڪيو ۽ جنهن کي هنن پيدا ڪيو. اهي اهڙيءَ رسيءَ کي پڪوڙ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن، جنهن جي هرهڪ ڌاڳي کي زماني پراڻو ڪري ڇڏيو آهي، ۽ ترت ئي اها رسي ٽٽڻ واري آهي: جڏهن ته اها ٽٽندي، انهيءَ وقت ان جي آڌار تي هلڻ وارا ويسر ۽ گمنامي جي اونداهي غار ۾ دفن ٿي ويندا! هي ماڻهو اهڙي مڪان ۾ رهن ٿا، جنهن جا ٿنڀ ڪرڻ وارا آهن. جڏهن ڪا تيز واچ لڳندي - ۽ جا تمام جلد ايندي - تڏهن اهي ئي مڪان، هنن جي مٿان ڪرندا ۽ کين قبرن جو ڪم ڏيندا. اڄ جوان تو ته هنن جا قول، بحث، تصنيفون، ديوان ۽ هنن جا موٽي عمل ڳرا زنجير آهن، جي پنهنجي ڳرائيءَ سبب هنن کي پنهنجي پٺيان پٺيان گهليندا هلن ٿا، ۽ هي ماڻهو پنهنجي ڪمزوريءَ سبب انهن کي پنهنجي ٻويان ڇڪڻ کان قاصر آهن.

۾ "سپائي" جا فرزند اهي آهن، جو جڏهن زماني انهن کي سڏيو، تڏهن اهي ثابت قدميءَ سان، اوچي ڳاٽ، ان جي ٻويان نڪري پيا. اهي ئي نئين زماني جي لاءِ صبح جو

مثال آهن: نه ٻنهي انهن جي روشنيءَ کي روڪي سگهي ٿو، نه زنجيرن جو کڙڪو هنن جي آوازن کي روڪڻ جي طاقت رکي ٿو، ۽ نه زياده عرصي جي بيٺل پاڻيءَ جي بدبو هنن جي سُرهاڻ تي غالب اچي سگهي ٿي. هو وڏي تعداد وارين بي شمار جماعتن ۾ گهيريل محدود فردن جي جماعت آهن — مگر هڪ سر سبز ٽاريءَ ۾ اهو سڀ ڪجهه آهي، جو خشڪ جهنگل ۾ نه آهي، ۽ ڪاٺ جي هڪڙي سنگ ۾ اهو سڀ ڪجهه موجود آهي، جو ٻُهه جي تيلن جي ڍير ۾ ملڻ مشڪل آهي. اهي شخص اڻ واقف هوندي به هڪ ٻئي کي سڃاڻن ٿا: اهي جبان جي چوڻين وانگر هڪ ٻئي کي سڃاڻن ٿا: هڪ ٻئي جو آواز ٻڌن ٿا ۽ هڪ ٻئي سان روح رهاڻيون ڪندا رهن ٿا: مگر اوٻها غارتي اندا ٿين ٿا، جي ڪابه شي ڏسي نٿا سگهن، ۽ ٻوڙا ٿين ٿا ۽ ڪنهن جو آواز ٻڌي نٿا سگهن.

هو ڪجيءَ جي ان ڪکڙيءَ وانگر آهن، جا الله جي طرفان زمين تي ڪري، هڪڙي نئين شان سان بلند ٿيڻ خاطر پنهنجي ڪَل ڦاڙي نڪتي، ۽ سج جي سامهون سر سبز ۽ شاداب بڻجي، اُڀي ٿي بيهي رهي، ۽ عنقريب اها هڪ اهڙو مضبوط ۽ بلند وڻ بڻجي وئي جنهن جون پاڙون زمين جي گهڻيءَ کان هيٺ لٿل هونديون ۽ جنهن جون ٽاريون آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ هونديون.



ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# پارس ڪاڻ

باسمه تعاليٰ

[مرحوم لعل خان لغاري هڪ اڻ پڙهيل داناءُ هو. بنده جو سڳو ناناڻو هو. مگر آءٌ ڪيس ٻِنِ ٽِنِ ڇهڙو پيارو هوس، انهيءَ ڪري ننڍڙي هوندي ئي منهنجي ذهني تربيت جي هر طرح ڪوشش ڪيائين. هر ڪچهريءَ ۾ پاڻ سان گڏ وٺي ويندو هو ۽ ڪچهريءَ جا آداب سمجهائيندو هو. هر ڳالهه جي ڳڻ ڪندو هو ۽ پڇندو هو ته ڳالهه ڪي سمجهئين. هميشه چوندو هو ته "معنيٰ ڏي ڌيان ڪر، جو معنيٰ عقل جو منڍ آهي". خوش طبعي وچان چوندو هو ته "ڳالهه جو ڳاٽو جهلجي" يعني ته ان کي پوريءَ طرح پرکجي. چوندو هو ته: "ڏٺل واقعو هرڪو بيان ڪري ۽ ٻڌل ڳالهه هرڪو ٻڌائي، پر داناءُ اهو جو اڻ ڏٺي اڻ سڻي ڳالهه ٻڌائي".
ڪا ڳالهه وڻندي هُس ته چوندو هو "فلاڻي واه جا ڳالهه ڪئي! ڳالهه جو سنگ وڌي ڇڏيائين"! سندس انهن نقطن ۽ سمجهاڻين ننڍپڻ ۾ ئي هڪ قسم جو ادبي ذوق پيدا ڪيو. نوان بيت ۽ نيون ڪافيون، نيون ڳجهارتون ۽ نيون ڳالهيون منهنجي لاءِ چڻ سوکڙيون ٿي پيون. ڳالهين ٻڌڻ ۽ ڳولڻ جو شوق جاڳيو. جڏهين ڪو نئون بيت يا نئين ڳالهه ٻُڌي معلوم ٿي ته ياد ڪري ٿي ڇڏيم يا لکي ٿي ڇڏيم.

وقت گذرندو رهيو ۽ ڪي سال گُذري ويا! ١٩٣٤ع کان تعليم خاطر سنڌ ڇڏي جهوناڳڙهه وڃڻو پيو. سنڌي شعر ۽ ادب، معنيٰ ۽ مطلب سان ذوق ۽ عشق وارو لڳل ٽڏو اڃا نهال ئي نه ٿيو هو جو نانو مرحوم سنه ١٩٣٨ع ۾ گذاري ويو. اها خبر خط ذريعي جهوناڳڙهه پهتي. سندس سڪ ۾ اهو ذوق ويتر پڪو ٿيو ته ڳالهيون ڳوليون ۽ معنائون وڙهيون. وطن جي وڇوڙي ويتر انهيءَ جذبي کي وڌايو، ۽ سنڌ جي سڪ ۾ سنڌ وارن جا ڳڻ ۽ سندن ڳالهيون ياد پئڻ لڳيون: سنڌ جا ميوا ۽ سنڌ جون ڪچهريون ياد اچڻ لڳيون: سنڌ جا ڳوٺ ۽ سنڌ جا ماڻهو ياد اچڻ لڳا: سنڌ جا پهاڪا ۽ شعر ياد اچڻ لڳا- مطلب ته يادگيرين سان يادگيريون پوڻ لڳيون ۽ ڳالهين مان ڳالهيون ياد اچڻ لڳيون.

جهوناڳڙهه ۾ بي- اي جي تعليم پوري ڪرڻ بعد ۱۹۴۱ع ۾ عليڳڙهه وڃڻو پيو ۽ وينديءَ ۱۹۴۵ع تائين اتي پنج سال ڪن گهارڻا پيا. سنڌ ڪان جدائي جو سلسلو اڳيئي ڪان اڳرو ٿي ويو، ۽ انهيءَ ڪري سنڌ، سنڌي ٻولي، سنڌي ادب ۽ سنڌي شاعرن ۽ سگهڙن سان محبت بہ انتها کي وڃي پهتي. هڪ رات خواب ۾ سانوڻ ڪي بيت ڏيندو ڏٺم ۽ سندس اهو بيت وينديءَ ننڊ مان اک کلڻ تائين ياد رهيو. پنو پينسل ڪڻ تي هجي ها تہ لکي سگهجي ها پر ذرا دير پوڻ سان بيت وسري ويو. اهڙن اهڃاڻن ويتر مڪ کي سرس ڪيو. هر موڪل ۾ جڏهين بہ سنڌ اچڻ جو موقعو پئي مليو تہ واندڪائي جي وقت کي سنڌي ادب جي نون نقطن ڳولڻ ۾ صرف ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم، ۽ انهيءَ طالب عليءَ واري ڳولا ۾ جو مواد مليو تنهن يقين ڏياريو تہ سنڌي ادب دانائي ۽ حڪمت جي کاڻ آهي جنهن ۾ قسمين قسمين جون لالون، عقيق، زمرد، هيرا ۽ جواهر موجود آهن، جن کي ڳولي هٿ ڪرڻ ۽ هڪ لڙهيءَ ۾ پوئڻ جي ضرورت آهي.

بي- اي توڙي ايم- اي جي امتحانن واسطي مون عربي جي مطالعي کي اختيار ڪيو. انهن امتحانن لاءِ پڻ عربي ڪتابن سان گڏ مُبَرّد جو ڪتاب "الڪامل في الادب" (ادب ۾ ڪامل) بہ پڙهڻو پيو، جنهن ۾ عربي ادب، تاريخ، لغت، صرف نحو- بلڪ عربي تمدن ۽ معاشري بابت حڪمت آميز مثال ۽ مباحثا، سمجهاڻيون ۽ صفايون پيش ٿيل هيون. ادب، تاريخ، لغت وغيره موضوعن تي جدا جدا باب پڌل ڪين هئا، مگر موقعي بہ موقعي هر مثال ۽ مقال ذريعي اهي ڳالهيون اچي ٿي ويون. مصنف پڻ هڪ سگهڙ ۽ داناءُ آهي جنهن پنهنجي مسلسل ادبي ڪچهري قلمبند ڪئي آهي، جنهن ۾ موقعي جي لحاظ سان هر ڳالهہ تي پئي روشني وڌي اٿس: بلڪ پڻ هڪ استاد آهي جنهن دليلن تي دليل ۽ مثالن تي مثال ڏيئي هر موضوع ۽ مطلب کي واضح ڪيو آهي. ڪيس سڄو ڪتاب پڻ هڪ بلند پايہ ادبي رهاڻ جي صورت ۾ پيش ڪرڻو هو، ۽ انهيءَ ڪري ڪتاب جي ديباچي ۾ پنهنجي انوکي اسلوب بيان بابت هڪ اهم نقطو بيان ڪري ٻڌايائين تہ "الشيء بالشيء يُذْكَرُ"- يعني تہ ڳالهہ مان ڳالهہ نڪرندي.

هن استاد عالم ۽ اديب جي هن نقطي توڙي سندس پيش ڪيل مواد نهايت ئي متاثر ڪيو. چيم تہ جيڪر انهيءَ نموني تي سنڌي ادب ۽ تمدن تي پڻ ڪو ڪتاب لکجي! مُبَرّد جي ڪتاب "الڪامل" جي مطالعي مان اهو پڻ واضح ٿيو تہ اهڙي ڪتاب لکڻ لاءِ سنڌي علم ادب جي وسيع ميدانن جا سير ڪرڻا پوندا؛ سنڌ جي تمدن ۽ تهذيب جي عميق اونهاڻين ۾ ٽٻيون هڻيون پونديون؛ سنڌ جي ڪچهرين ۽ ماڙڪن مان قسمين قسمين انوکا گفتا گڏ ڪرڻا پوندا؛ سنڌي ٻولي ۽ ان جي محاورن کي سمجهڻو پوندو؛ سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ وڃي اتي جي سگهڙن ۽ سالڪن ڪان ڪافي سکڻو پوندو: مطلب تہ هر گل جو واس وٺي سنڌي

تمدن جي روح ۽ رس کي هڪ جاءِ گڏ ڪرڻو پوندو، پر ان وقت انهيءَ لياقت پيدا ڪرڻ لاءِ نه موقعو هو ۽ نڪا فراغت هئي.

البت سنه ١٩٤٣ع کان "سنڌ جي عربي دؤر جي تاريخ" جي سلسلي ۾ سنڌ جو سفر اختيار ڪرڻو پيو ۽ ان کان پوءِ وينديٰ ١٩٤٦ تائين ڪڏهن نه ڪڏهن سنڌ کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ جا موقعا ملندا رهيا. آگسٽ ١٩٤٦ع ۾ وري آمريڪا وڃڻ جو اتفاق ٿيو ۽ ٽن سالن لاءِ وري سنڌ کان جدا ٿيڻو پيو. مگر آمريڪا جي سفر بعد جون ١٩٤٩ع کان وٺي سنڌي شعر ۽ لغت کي سهيڙڻ جي سلسلي ۾ سنڌ جي ڪن ڀاڱن کي گهمڻ ڪجهه ڏسڻ جو موقعو مليو، جنهن ڪري سکڻ ۽ سالڪن سان ڪچهريون ٿيون ۽ قدري اهڙو مواد گڏ ٿي چڪو جو ڀانيم ته جيڪر مبرد جي ڪتاب "الڪامل" وانگر سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکجي! اها خواهش گذريل ٽن سالن کان پئي رهي؛ مگر جيئن جيئن ڏينهن گذرندا ويا، تيئن تيئن نوان نقطا معلوم ٿيندا رهيا ۽ پنهنجي ناقص ڄاڻ جو احساس وڌندو رهيو. انهيءَ ڪري ڪيئي دفعا قلم کڻي وري پئي انهيءَ ارادي کي ملتوي ڪيم. انهيءَ عرصي ۾ ڪن خاص موقعن تي ڪن خاص دوستن جي آڏو سنڌي ادب ۽ تمدن جا ڪي انوکا اهڃاڻ بطور رهاڻ جي بيان ڪندو رهيس، جن کي ٻڌي انهن مٽني دوستن تاڪيد ڪيو ته آءٌ انهن مختلف ادبي ڳُٽن ۽ ڳالهين کي قلمبند ڪريان. جڏهن مون ڪين پنهنجي اصلي ارادي کان واقف ڪيو، تڏهين صلاح ڏنائون ته ڪم از ڪم هن ڪتاب جي شروعات مضمونن ذريعي ڪريان جي في الحال رسالي "مهراڻ" ۾ شايع ٿيندا رهن، ۽ بعد ۾ ضروري ترميم ۽ ترتيب بعد انهن کي ڪتاب جي صورت ۾ آندو وڃي!

پنهنجن انهن عزيز دوستن جي خوشنودي خاطر پنهنجي ٿوري ۽ ناقص ڄاڻ هوندي به هن ڪم جي شروعات ڪريان ٿو، ڇاڪاڻ جو هڪ ته حياتيءَ تي اعتبار ناهي ۽ ٻيو ته ڏينهون ڏينهن ڪن ٿوڙي غمن جا اپڏا بار پوندا ٿا وڃن جو فراغت ۽ خوشي ٻئي وڃن گهٽبيون! ٿيون ته قدردان ادبين ۽ دوستن ۾ اميد آهي ته هنن مضمونن کي ٻڌي ٻنده کي ڪن نون نقطن، معنائن ۽ مثالن کان واقف ڪندا جيئن اڳتي لاءِ اصلاح ۽ بهتري جي راهه روشن ٿي سگهي. هن ڪتاب جو نالو "پارس ڪاڻ" رکيو اٿم ڇاڪاڻ ته هن جو خاص موضوع "سنڌي تمدن" آهي جو حقيقي معنيٰ ۾ پارس جي ڪاڻ آهي. ڪتاب جي سناء ۽ ترتيب ۾ مون استاد "مبرد" وارو گس ورتو آهي، جنهن موجب سلسلي وار مضمونن جي بدران ڳالهه مان ڳالهه نڪرندي، ۽ ڳالهين مان ڳالهين جون پٽليون پيدا ٿينديون. انهن سان گڏو گڏ گفتا ۽ بيت، مثال ۽ معنائون ٻڻ موقعي به موقعي ايندا رهندا، ۽ سنڌي ادب، تاريخ، لغت تي ٻڻ موقعي جي مناسبت سان بحث ٿيندا رهندا. پر سڀ کان اول شروعات "توحيد" سان ڪجي ٿي، جا هن "پارس ڪاڻ" جي ڪنجي آهي. خادم العلم نبي بخش]

# توحيد

سڀ ڪا صفت ۽ ساراهه هڪ سائينءَ ڪي سونهي جو جملي جڳن جو خلقيندڙ ۽ پاليندڙ آهي. هر ڪا وصف ۽ واکاڻ ان واحد کي جڳائي جنهن جي وحدت جو ويساهه انسان ذات جي وحدت جو وسيلو آهي. حقيقي حمد ۽ وڏائي تنهن صاحب کي سهائي جنهن جي عظمت ۽ قدرت جو يقين انسان کي انسانن جي غلاميءَ کان آجو ڪري ٿو، ۽ ماڻهوءَ کي ماڻهن جي بنايل مڙني بتن - ڀرائن خواهه نون، پٿرن توڙي جسمن، خواهشن توڙي وهمن، شخصيتن توڙي گروهن - جي پوڄا کان بي نياز ڪري ٿو:

اول الله مڃيان جو ڀڙنئون ٿئاهون،
ته پوءِ ڪٿي ڪري قبوليان عمر کي آئون،
رب جون رضائون، سي مٿي اتي مون مڃيون.

ڀٽائي صاحب جي لفظن ۾ هيءَ مارئي جي زباني آهي. هيءَ "سر مارئي" جو منڍ آهي، توحيد جي ڪنجي آهي، غيرت جو سبق آهي، ۽ خدائي خوديءَ جو جام آهي؛ جنهن جو يقين ۽ ايمان جملي جهانن جي بلند باري بادشاه ۾ آهي سا زمين جي بادشاه عمر اڳيان ڪيئن ٿي ڪنڌ جهڪائي! البت پنهنجي رب جي رضائن کي مڃڻ ۽ مٿي تي ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

منهنجا سڄڻ! سمجهه ته سنڌ وارا صدين کان وٺي توحيد جي رنگ ۾ رتل آهن ۽ اعتقاداً هنن الله پاڪ کي ئي بادشاه تسليم ڪيو آهي. "الله بادشاه" سندن تڪيو ڪلام آهي؛ چوندا ته "الله بادشاه خوش رکي فلاڻي کي"؛ چوندا ته "الله بادشاه آهي جنن ڪري ٿن ٿئي." ڳالهه ڪندا ته چوندا: "بادشاهن جو بادشاه پاڻ الله آهي، ۾ هڪ زماني جو بادشاه هو". چوندا ته "جي حاڪم نادر آهي، ته قادر به قادر آهي." ڪبير شاه پنهنجي هڪ بيت ۾ چيو آهي ته:

ڏيهه ڏئي ڏاتار، جو ڏئي نه پڇاري پاتشاهه،
والي، وارث، وحده، خالق، خلقنهار.

ٻهرئين مصرع ۾ مولي جي مهربانين ۽ سندس رحم ۽ ڪرم جي تعريف، مختصر مگر نهايت جامع لفظن ۽ عجب انداز ۾ بيان ڪيل آهي ته: هو ڏيهن جو ڏاتار آهي؛ ۾ ٻيڙو ڏاتار جو ڏئي وري ڪڏهين به پڇاري ٿئو. مخدوم محمد هاشم چيو آهي ته:

سڀ ساراهون رب کي جو خاوند خلقنهار،
سڀاجهو سيئين پرين، ڏڏن جو ڏاتار.

يعني سڀني ساراهون انهيءَ پروردگار کي سونهن جو مالڪ ۽ خالق آهي؛ جو سڀني ربتين رسمين مهربان ۽ سڀاجهو سائين آهي؛ ۽ جو اٻوجهه، بيوس ۽ لاچار ٻانهن کي هميشه ڏيندڙ ۽ بخشيندڙ آهي. شاعر گلو مياڻي پنهنجو هڪ بيت هن طرح شروع ڪيو آهي ته "ساراهيان سچو ڌڻي جو ڏسين جو ڏاتار. "ڏِس" [ڏ ۽ س جي زير سان] واحد آهي جنهنجو جمع "ڏسيون" آهي، ۽ ان جي عام رائج معنيٰ رخ، طرف يا پاسو آهي. انهيءَ لحاظ سان اتر، ڏکڻ، اوڀر ۽ اولهه- اهي چئن چار ڏسيون آهن. 'چوڏس' يا "چوڏسين چوڏار" اصطلاحن جي معنيٰ جو مدار انهيءَ مفهوم تي آهي. مگر 'ڏس' ۽ 'طرف' ۾ ذرا فرق آهي. 'ڏس' ظرف مڪان جي لحاظ سان ويڪرائي ۾ سوڙهي آهي ۽ 'طرف' وڏو ۽ ويڪرو آهي. طرف چار آهن مگر ڏسيون جي اٺ چئجن ته مناسب آهي. چوندا ته "انهيءَ ڏس تي ڪنوڻ آهي" يعني ته انهيءَ خاص ڪنڊ تي؛ چوندا ته "انهيءَ ڏس تي اهوئي مڙس ٿو سجهي" يعني ته انهيءَ خاص رخ تي. جيڪڏهن ڪنهن لائق ۽ همت واري مرد جي وفات جي خبر پري ڪان اچي پهچندي ته چوندا ته "مڙس ڏس خالي ڪري ويو" يا "ڏس خالي ٿي وئي". ڪي سال ٿيا جو هڪ ملاڪوٽي ۾ ويٺا هئاسون ته اسان جي پرسان هڪ ملهه اٿيو، جو ذات جو "دُزڪاڻي" هو. جڏهين سندري لاءِ منبري هليو تڏهين مرحوم حاجي ساڄن لغاري خوش طبعي وچان چيو ته "دزڪاڻي آهين ۾ پڙيل! ڏس ڪاڻي نه ڪجانءِ" يعني ته اسان جي پاريءَ وارو خاص پاسو نه لڄائجانءِ. جن شاعرن "هر ڏس"، "ڏسيون" يا "ڏسين" جا الفاظ ڪم آندا آهن تن سندن مراد چئن معلوم طرفن کان وڌيڪ مڙيئي هٺ، رخ، ڪنڊيون ۽ پاسا آهن، ڇاڪاڻ ته ڌڻي تعاليٰ محض چئن قبلن تي نه پر هر جاءِ حاضر ناظر آهي.

منهنجا سڄڻ! هاڻي گلو مياڻي جي مصرع تي وري غور ڪر ته "ساراهيان سچو ڌڻي جو ڏسين جو ڏاتار". گُلو پٽ خان، ذات جو مياڻو هو. سندس اصل ڳوٺ 'ڪجروڙي' هو پر آخر عمر ۾ ڏيپلي تعلقي ۾ "جُهن" جي ويجهو "لَٽ" ۾ رهندو هو. تازو ڇهه ست مهينا ٿيا جو ستر اسي ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو. گلو عام سنڌي بيتن جو ملوڪ شاعر هوا پنهنجي مٿين مصرع ۾ چوي ٿو ته ڌڻي پاڪ "ڏسين جو ڏاتار" آهي، يعني ته سندس ڪرم ۽ سخا هرماڳ ۽ مڪان، هر ٿاپي ۽ ڪنڊ تي جاري ساري آهي. منهنجا سڄڻ! ڇاڻ ته سنڌ سخا جو گهر آهي جنهن ۾ ڪيئي ڏاتار ۽ سخي ٿي گذريا آهن. "راءِ ڏياچ" سمو وڏي ۾ وڏو سخي ڏاتار هو جو سخا ڪندي سر ڏيئي سُرهو ٿيو. پر ان کان سواءِ ٻه ڇهه سما، ڇهه رونجها ۽ ڇهه ڪوٺريجا سنڌ جي سخاوت جي تاريخ ۾ مشهور آهن. جئن راءِ ڏياچ جهوناڳڙهه ۾ هو، تئن سَبڙ ڏيپلي ۾ هو. مطلب ته هرڪو پنهنجي ڏس جو ڏاتار هو. پر هڪ مولي مهربان ئي آهي جو مڙني "ڏسين جو ڏاتار" آهي. سندس انهيءَ عام ڪرم ۽ رحم جي مدنظر، خليفي نبي بخش صاحب ترغيب ۽ تاڪيد طور چيو آهي ته "آسا ڪر الله جي، در در ان مَ دان". خليفي صاحب جي سنڌي رسالي جي "سر آسا" جي پهرئين بيت جي هيءَ پهرئين

مصرح آهي. آسا يعني آس يا اميد. شاهه جي رسالي ۾ سر سورٺ جي ڀرئين بيت جي ڀرئين مصرع آهي ته "الله جي آس ڪري هليو هينئيائين" - هنيائين يعني هيائين.

اي سڄڻ! سمجهه. ته الله جي آس ۽ اميد انسان جو وڏو سهارو آهي. سنڌ وارن الله جي نالي ۽ آسري سان ڪم کي شروع ڪرڻ کي هميشه سعادت سمجهيو آهي، ڇو ته انسان جو ڪم آهي پوري همت ۽ ڪوشش سان ڪم کي سڌارڻ، سنوارڻ ۽ سرانجام ڏيڻ: سهڻي نتيجي ۽ سرهي پڄاڻيءَ جو مدار مولیٰ جي مهربانيءَ تي آهي. ڪنهن شاعر چيو آهي ته:

"بسم الله، الله کي ٻي سڀ جوڙ سندياس،
ڪم سنواري دم ۾، رنگ ڪري تو راس".

هيءَ سنڌ وارن جو خاص شيوو آهي ته اڪثر ڪم "بسم الله" سان شروع ڪندا طعام ونڊڻ، ماني کائڻ ۽ ان پڙڻ وقت خاص طرح 'بسم الله' چوندا. براج واهن (١٩٣٢) کان اڳ درياهه جي پاڻيءَ تي اناج جو فصل گهڻو ٿيندو هو ۽ جوار ۽ ٻاجهريءَ جي آن جون راهون لڳي ويندڀون هيون. ٻوءِ کي راهه پربندو جڏهين ٽوٽي يا ٻي ڪنهن ماڻ سان آن جي راهه پريندا هئا، ته ڳڻڻ جي شروعات هن طرح ڪندا هئا ته: "بسم الاهين! برڪتون ٻائين! سين جا سائين! ڀورهيو پلڪ لائين! هي ڳنج! هي ڇهه - الخ." سنڌ وارا هڪ ٻئي کي ڇينڪاريندا ته ٻه چوندا ته "ادا! بسم الله!" يعني ته ادا! ڌڻيءَ جي نالي جي برڪت سان تون خير سان آئين ۽ ڀلي آئين!

سڄڻ! ڄاڻ ته اهل سنڌ پنهنجي روزمره جي ٻوليءَ ۾ "الا توهار" جو اصطلاح استعمال ڪندا آهن جو اصل ۾ "الله" تو آهر" آهي ۽ جنهن جي مراد آهي ته: اي الله سائين! تو آهرَ يعني تنهنجي آڌار، ٽيڪ يا ڀروسي تي، هي ڪم شروع ڪريان ٿو. "الا توهارَ" ٻڻ سنڌ جي هارين جو خاص اصطلاح آهي، ۽ هرلي يا نار ۾ ڏگي يا اٺ کي جوٽي، ان کي شروع وارين وکن کڻڻ لاءِ هميشه هڪل ڪري چوندا ته "الا توهارا!" ٻڻ هلر ۾ ڏڳا ٻڌي يا هرن ۾ جوڙو جوٽي، هڪل ڏيندا ته "آسرو الله جو" يا "ادا! الا توهارا!" منهنجا سڄڻ! ڄاڻ ته "الا توهار" سنڌي تمدن جو هڪ معنيٰ خيز اصطلاح آهي، جو اڪثر هاڻ، ڇڙڻ، ڪنهن ٻاسي وجڻ يا ڪنهن خاص تحرڪ واري ڪم کي شروع ڪرڻ وقت استعمال ڪندا. وڏي وڏي اهو اصطلاح ڪم نه آڻيو. شاعر چيو آهي ته "سهڻي گهوڙي سير ۾ ڪري الا توهار" يعني ته "الله توهار" ڪري گهوڙي. حفيظ تيوٽي "مومل راڻي" جي قصي ۾ هڪ بيت جي شروعات ۾ چيو آهي ته "نانيو چڙهيو نيري تي ڪري الله توهر" يعني "الله توهار" چئي چڙهيو. شاعر ابراهيم (ابراهيم منڊو، حمراڻي، براهماڻي، ڪرمتي بلوچ) جوکين ۽ نومڙين جي جنگ جي قصي کي شروع ڪندي چيو آهي ته:

الله جلّ جلاله، الله توهارو،
جنڻ جنهين کي لکيو، صحيح ٻاڙيندا سو.

مٿين موڻي مثالن اندر گهڙڻ، چوڻ ۽ شروع ڪرڻ عملن ۾ تحرڪ وٺڻ جي معنيٰ سمايل آهي.

ٻه سڄڻ سائين! توهان حيران نه ٿيو ته جو هيءُ اصطلاح "الله توهار" "الله توهر" يا "الله توهارو" جي مختلف صورتن ۾ آيو آهي. جئن اسان چئي آيا آهيون، انهن موڻي جو مُور "الله توآهر" آهي ۽ "الا توهار" اُن جو مُخفف آهي؛ جهڙيءَ طرح "بسم الله الرحمان رحيم" جو مخفف "بسم الله" آهي. معنوي لحاظ سان "الا توهار" اسم جي قائم مقام آهي: "الا توهار" چئو "يعني ته هيءُ ڳالهه چئو" "الا توهار ڪر" يعني ته "هيءُ ڪر ڪر". ان مان ظاهر آهي ته "الا توهار" معنوي لحاظ سان 'ڳالهه' يا 'ڪر' جي قائم مقام آهي ۽ 'ڳالهه' توڙي 'ڪر' ٻئي اسم آهن. شاعر "الله توهارو" محض پنهنجي شاعرانه ضرورت سببان آندو آهي. باقي "الا توهارَ" ۾ اصلي لفظ "آهرَ" جي "هه" واري زبر کي وڌائي الف ڪيو ويو آهي يعني "الله توآهارَ" جنهن مان الف جو اچار نڪري ويو آهي. ڇاڪاڻ ته زبر، زير ۽ پيش کي وڌائي الف، ي ۽ و جي اچار سان ٻوهڻ لغت جي اصول موجب جائز آهي.

منهنجا سڄڻ! "الا توهارَ" جو اصطلاح مؤنث طور ڪم ايندڙ آهي. چوندا ته "فلاڻو بيمار هو، پوءِ 'الا توهار' ڪئي سون (يا ڪرائي سون) ته موڙيٺي خير ٿيو". اهو محاورو خاص طرح ميانوال طريقي وارن جو آهي. ميان والن جي "الا توهار" مشهور آهي، ۽ جئن ته اهو اصطلاح بيمار جي مٿان 'دعا' يا 'دعا جي رسم' جي معنيٰ ۾ اچي ٿو، انهيءَ ڪري مؤنث طور استعمال ٿئي ٿو. "ميانوالي طريقو" يا "ميان والن جو طريقو" سنڌ جي ڪلهوڙن فقيرن جو طريقو آهي. انهن ڪلهوڙن فقيرن کي ادب وچان "ميان" سڏيو ويو، انهيءَ ڪري هن طريقي کي ٻڌ ماڻهن "ميان وارن" جو طريقو سڏيو. ۽ جئن ته انهيءَ طريقي وارن جي ٻولي سرائڪي هئي انهيءَ ڪري "ميان وال" ۽ "ميان والن" جا اصطلاح مشهور ٿيا. ۾ ڏٺي توکي نيڪي ڏني! "ميان" هڪ عجيب ۽ انوکو لفظ آهي جنهن جي تاريخي حيثيت مسلم آهي، مگر ان جي لغوي اصليت تحقيق طلب آهي. البت هيءُ ثابت آهي ته اهو لفظ هميشه حسب نسب وارن آبرودار شخصن لاءِ استعمال ٿيل آهي. هن ملڪ اندر ٻنهي ۾ اهو لقب "سيدن" لاءِ، پنجاب ۾ "دولتمندن" لاءِ، ۽ سنڌ ۾ ڪلهوڙن حاڪمن ۽ فقيرن لاءِ خاص طرح ۽ ٻين ڪن درويشن فقيرن لاءِ عام طرح استعمال ٿئي ٿو.

اي سڄڻ! سمجهه ته ميان آدم شاهه ڪلهوڙو، 'مهدوي' طريقي ڏانهن مائل هو، يعني ته سيد ميران محمد جونپوري جنهن 'مهدي' هجڻ جو دم هنيو هو تنهن جي تبليغ جو مٿس اثر هو. ميانوالي طريقي جي عام شهرت ميان آدم شاهه جي پوين، ميان شاهل محمد ۽ ميان الياس محمد جي ڏينهن ۾ ٿي ۽ اها شهرت ميان الياس محمد جي پٽ ميان نصير محمد جي ڏينهن ۾ اوج کي پهتي. سندن سوين هزارين مريد ٿيا جن مان ڪيئي فقير وڏا مشهور ٿيا، مثلاً گاجي شاهه گنج بخش، شاهه پنجو ۽ ٻيا. انهن مريدن جي زور تي ميان نصير محمد جي پٽ ميان دين محمد فقيريءَ

ن ڪُڏ سياسي طاقت جو بنياد رکيو، ۽ ڪانئس وٺي ڪلهوڙن جي فقيري موروثي بنجي وئي. انهيءَ ڪري ميان دين محمد کان وٺي اميري شروع ٿي ۽ ميان نورمحمد جي ڏينهن ۾ کين سنڌ جي حڪومت حاصل ٿي. البت ميان نورمحمد تائين اميريءَ سان گڏ فقيري جي دعويٰ هلي آئي. ميان نورمحمد جو پٽ ميان غلام شاهه هڪ بيدار مغز حڪمران هو. ميان سرفراز هڪ سازشي حاڪم هو، مگر جيئن ته ميان غلام نبي کيس ۽ ٻين چئن ڪلهوڙن شهزادن کي بيگناهه قيد ۾ قتل ڪرايو، انهيءَ ڪري ميان جي مريدن ۽ معتقدن همدردي وچان ميان سرفراز کي شهيد ۽ فقير ڪري مڃيو. ميان سرفراز البت علم وارو هو ۽ فارسي ۽ سنڌي جو اعليٰ شاعر هو. فارسي ۾ «صاحب ديوان» هو، ۽ سنڌي ۾ نبي صلعم ۽ اصحابن سڳورن جي شان ۾ جا مدح جوڙيائين سا سنڌس عام مقبوليت جو وڏو سبب بني. شال ڏٺي ڏينهن ڏيني! چاڻ ته ميان شاهل محمد، ميان الياس محمد، ميان نصير محمد ۽ سنڌن خاص مريد جهڙوڪ ميان ڪاجي شاهه، شاهه پنجو ۽ ٻيا، هن «مياڻوال طريقي» جا واقعي وڏا درويش هئا. اڄ تائين انهيءَ طريقي جا فقير دعا وقت انهن بزرگن کي ياد ڪندا آهن.

شال جيئين! چاڻ ته مياڻ وال طريقي جي فقيرن کي خاص دعويٰ آهي ته: جين؟ سندن حڪم هيٺ آهن ۽ غيبات تي هو غالب آهن. انهيءَ ڪري هر بيماريءَ کي اڪثر غيبات جي اثر سان تعبير ڪندا: مريض جي لڄ ڀڄ، ورل، دماغي بيماري ۽ ماليخوليا واري حالت ۾ چوندا ته مريض کي جن جهليو آهي. عام بيماريءَ واري حالت ۾ بيمار جي گهر ۾ قدم گهمائيندا، پاڻو هڻندا ۽ چنڊو ڦيٿو ڪندا. جن واري حالت ۾ «سروز» يا «جاڳر» ڪندا: يعني ته اڪثر سانجهيءَ بعد رات جو ماڻهن جو ميڙ ڪندا، مريض کي آڻيندا ۽ ڌوپ واس ڪندا. سرندي وارو فقير خاص «سروزي» لهرا وڄائيندو ۽ فقير وار چوڙي موڄ ڪندو. آڏو مريض به جي ويهڻ جهڙو هوندو ته «موڄ ڪندو» يعني ته مٿو ڌوڻيندو ۽ ڪنڌ هڻندو. «موج» يا «جاڳر» کان پوءِ اڪثر «شادمانو» ڪڍائيندا يعني ته ڀهرو (جو چوندا ته هڪ رنگو هجي) ڪهرائي، رڌائي، ٻوڙ وراهيندا. جيڪڏهين «شادماني» مان به مريض نه چڱو ته «آزي ڪندا» يعني ته ڳچيءَ ۾ ڪپڙو وجهي اڳين بزرگن (اڪثر ڪاجي شاه) جي مزارن واري طرف منهن ڪري وڏي «ڪهت ڪندا». بعضي «شادمانو» ۽ «آزي» ٻئي ڪندا. شادمانو وراهيندا ته سڪو هٽ ۾ جهليندو ۽ جيستائين فقير اجازت نه ڏئي تيستائين ڪين کائيندا. ٻه جي ڪنهن تڪو ڪري ڪاڏو ته اُن کان «خوشي پرائيندا» يعني ته پئسا پرائيندا جي اڪثر پنجن جي انگ تي هوندا (پنج پئسا، پنج آنا، پنج پابون وغيره). جيستائين خوشي نه پريندو تيستائين ان جي «چٽسي» بند ڪندا يعني ته ان کي هٿ ڏيڻ بند ڪندا. ٻئي ڪنهن قصور سبان پڻ چٽسي بند ڪندا ۽ چوندا ته خوشي پر ته توکي «چٽسي ڏيون». جڏهين چسي ڏيندا ته اول وڏو فقير چسي ڏيندو. وڏو فقير اهو جو «ڪٽي ٻنجي جو سائين هجي»، يعني ته ڪلهن تي ڪاري ڪٽي هجيس ۽ «ٻچي پير» (مغلي پير) ٻنڪو ٻڌل هجيس.

«موج ڪرڻ»، وقت، توڙي عام طور بيماري لاءِ دعا گھرڻ وقت مياڻوال فقير وڏي
آوازسان سرائڪي ٻوليءَ ۾ حاضرين کي چوندو ته: «يارو! ڪرو الا توهارا! ها ميان شاهل محمد!
ميان الياس محمد! ميان نصيرمحمد! ها ميان پنجا ڏونڪ دا ڏئي! گاجي گنج بخش لکين دا ڏاتارا
شي واليان دي شي ٿيوي-يارو! ڪرو الا توهار». جنهن ته هي «الا توهار» ميان وال فقيرن جي
عام دعا جي رسم جو مورڻ ۾ سنڌ آهي، انهيءَ ڪري ان تي نالوئي «الا توهار» پنجي ويو آهي.
چوندا ته «بيمار تي الاتوهار ڪرائي سون.» پر سڄڻ! سمجھه ته دعا جو سنڌ هرڪو فقير پنهنجي
پنهنجي نموني سان ڪندو، يعني ته مختلف الفاظ آڻيندو ۽ پنهنجي طريقي جي ڪن ٻين ٻين
فقيرن جا نالا به وٺندو. مثلا تنڊه غلام علي (ضلع حيدرآباد) جا ڏيوائي لنجوائي ٻاڙي جا
ميان وال فقير سنڌن وڏي بزرگ «ميان ڪامون» جو نالو ڪڻندا. ميان ڪامون، گاجي گنج بخش
جي سڃي پرينڊڙ هو. چون ٿا ته سڃي تي اٺ ٿي پيس پر سڃي هٿان نه ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح
پيا ڪي تيڏا فقير وري مائي ڀاڳيري کي دعا جي سڏ ۾ شامل ڪندا. مائي ڀاڳيري چانڊيالي
هئي ۽ هڪ فقيرتن درويش هئي. مائي ڀاڳيري ۽ سندس ڀاءُ ٻئي تعلقه سنجهوري (ضلع سانگهڙ)
۾ اسٽيشن ٻوڀي کان ٦ ميل اتر اوڀر طرف «ساڏوٽيءَ» ۾ مدفون آهن.

شال ڏئي توکي نيڪي ڏئي! «الا توهار» جون مڙيئي معنائون اسان توکي کولي
سمجھايون آهن ۽ انهن مڙني جي مراد اها آهي ته هرڪم الله جي آسري سان شروع ڪجي
۽ هر حالت ۾ ڏڻيءَ جو نالو ۽ سهارو وٺجي. سنڌ جا فقير صدا به ڏڻيءَ جي نالي سان هڻندا ته
«ابا! الله هي الله!» سخت مينهن ۽ خوفناڪ گجگوڙ ين وقت خطري جي حالت ۾ «الله الصمد!
الله الصمد!» ۽ «يا صمد! يا صمد!» چئي پاڏائيندا. اهو سڏ خاص طرح بادل ۽ برسات، گوڙ
۽ ڪنوڻ جي خطري واري وقت جو آهي ۽ نه ٻئي وقت جو. مير بهرام بابت ڪنهن شاعر جو
چيل هيٺيون بيت انهيءَ معنيٰ تي شاهد آهي ته:

بدلجي بهرام، ته بادل وسي رڪ جو،
سنڌ صمد! صمد! ڪري راجا ڪري رام!
پر لنئون لنئون منجهه لغام، تر ڪي آهي نمڪ جو.

مير بهرام خان ٽالپر وڏو بهادر هو ۽ بلوچن جي وڏي طاقت هٿ ۾ هٿس. ميان سرفراز
جي سازش جي ڪيس سڏ هئي. جي بگڙي باغي ٿئي ها ته رڪ جي راند ڪري ترارين جي
تجلن سان رت جا اهي ته وڏ ڦڙا مينهن وسائي ها جو نه فقط ڪلهوڙن جي سنڌ «صمد! صمد!»
ڪري ها پر سنڌن مددگار جوڌپور جو راجا به هراس ۾ «رام» جپي ها. پر هن شير مرد جي
لنؤن لنؤن کي نمڪ حلالي جو لغام چڙهيل هو، انهيءَ ڪري ڪلهوڙن سردارن آڏو هٿ به
ساهون نه ڪيائين.

اي سڄڻ! سڻ ته سنڌ جي شاعرن پنهنجي منظوم قصن، مداحن، منقبتن ۽ عام بيتن کي
هميشه ڏڻيءَ جي ساراهه سان شروع ڪيو آهي. پڻ ڄاڻ ته سنڌ جي شاعرن پنهنجي سائينءَ جي

ساراهہ لاءِ هميشه سبب ڄاڻايا آهن. اهو سندن قرآني ڪردار آهي. قرآن شريف علم ۽ حڪمت جو سرچشمو آهي ۽ ان ۾ پڻ اهوئي منطقي طريقو اختيار ڪيل آهي: "الحمد الله رب العالمين" يعني سڀڪا ساراهہ الله پاڪ کي ڄڃائي ڄاڪاڻ تہ هو جملي جڳن جو پالڻهار آهي. ڏس تہ الحمد شريف جي انهيءَ پهرين آيت ۾ ڏڻيءَ جي حمد لاءِ سبب ڄاڻايل آهي:

آهي هڪ الله کي، تعريف توڙ تائين،
جو جڳا جڳ جڳن جو، پرور پرُبائين،
ڏاتـار ڪل ڏيهن جـو سخي سدائين،
سـاجهو سائين؛ حاڪم روز حساب جو.

مٿيون ترجمون الحمد شريف جي پهرين ٽن آيتن جو آهي ۽ اسان جي دوست مولوي احمد ملاح جو ڪيل آهي. مولوي احمد ملاح صاف سنڌي بيتن ۾ قرآن شريف جو ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو آهي ۽ سندس ترجمي جو "عم" وارو ٽيهون سيپارو ڇپجي چڪو آهي.

شال ڏڻي توکي توفيق ڏئي! هاڻي مثال خاطر سنڌ جي ڪن عام شاعرن جي مصراعن تي غور ڪر. "ساراهيان سچو ڏڻي، جو صاحب رب ستار"- اڪثر عام بيتن جي منڍ واري مصرع آهي. جنهن ۾ شاعر چوي ٿو تہ آءٌ ڏڻيءَ کي ٿو ساراهيان ڇاڪاڻ تہ اهوئي سچو ڏڻي مالڪ ۽ پرور توڙي پردو رکندڙ آهي. مخدوم غلام محمد بگائيءَ (يعني بگن جي ڳوٺ جو) چيو آهي تہ "ساراهيان سچو ڏڻي جو وڏو وڏن آهہ"- يعني تہ شاعر جي ساراهہ جو سبب ڏڻي پاڪ جي وڏائي آهي. لس ٻيلي جي شاعر 'نر' چيو آهي تہ "ساراهيان سچو ڏڻي، ڪم سندا ڪلنار"؛ الياس جدغال چيو آهي تہ "ساراهيان سچو ڏڻي، جوڙيو جنهن جهان"؛ مل محمود پلي سنڌ جي پهرين بهادر حرن جي تعريف ۾ جي بيت چيا آهن، تن جي شروعات هن طرح ڪئي آهي تہ "وصف ڪجي واحد جي جنهن جوڙيو جڳ جهان"؛ دين محمد لغاري چيو آهي تہ "ساراهيان سچو ڏڻي، جنهن کي جوڙ جڳاءِ"- انهن مڙني شاعرن ڏڻيءَ کي ساراهيو آهي ڇاڪاڻ تہ هو مڙني ڪمن جو ڪارساز ۽ جملي جهانن جون جوڙون جوڙيندڙ آهي. نورمحمد فقير لغاري چيو آهي تہ "ساراهيان سچو ڏڻي جو عالمن الله"؛ ۽ ملا عبدالرحمان سندس سنڌي نورنامو هن طرح شروع ڪيو آهي تہ: "ساراهيان سچو ڏڻي جو آڳو عليما". هنن شاعرن ڏڻيءَ جي تعريف ڪئي آهي ڇاڪاڻ جو هو ڄاڻڻهار آهي ۽ عالمن جو بہ الله آهي: يعني تہ عالمن بہ پنهنجي علم ذريعي سندس وحدت، وجود ۽ وڏائيءَ کي تسليم ڪيو آهي، ۽ پيو تہ هو پاڻ عليم آهي يعني تہ هر شي جو هر حالت ۾ هميشه لاءِ ڄاڻڻهار آهي. فقير عبدالرحيم گرهوڙي 'تفسيرن جي مهاڳ' وارو موضوع هن طرح شروع ڪيو آهي تہ:

ساراهہ صاحب کي ڪجي، جو عالم ڪل علمن،
سڀڪي ڄاڻي سون ڏڻي بخشي علم بندن.

ڀٽائي صاحب جو رسالو بہ الله پاڪ جي "عليم" واري صفت ۽ ساراهہ سان شروع ٿئي ٿو تہ:

اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سان قائم آهي قديم،
والي واحد وحدہ، رازق رب رحيم،
منجهان حڪم حڪيم، جوڙي جوڙون جهان جون.

منهنجا سُرت پِرَيا سڄڻ! ڄاڻ تہ عالم ۽ عليم ۾ اهو فرق آهي جو "عالم" فاعل آهي ۽ ان ۾ علم جي صفت وقتي ۽ عارضي آهي، يعني تہ جو هن وقت عالم (ڄاڻندڙ) آهي سو اڳي صرف متعلم (شاگرد) هو، ممڪن آهي تہ هن کان پوءِ ڪنهن وقت سڀڪجهہ وسري وڃيس. مگر "عليم" ۾ "علم" جي صفت دائمي آهي يعني تہ ازل کان وٺي ابد تائين ڄاڻهار آهي. اي سڄڻ! سمجهہ تہ لفظ "اول" ۾ پڻ صفت ۽ ساراهہ جو مفهوم سمايل آهي يعني تہ "سڀ کان اول تعريف الله پاڪ جي"، جو عليم آهي. بيت جي ٻيءَ مصرع ۾ الله تعاليٰ جي وجود بابت فلسفيانہ ۽ منطقي دليل ڏنل آهي. مسلم فيلسوفن هن معنيٰ تي وڏا بحث ڪيا تہ آيا الله تعاليٰ جو وجود "قديم" آهي يا "حادث"_ يعني تہ ازل کان موجود هو يا نئين سر پنهنجو وجود ظاهر ڪيائين. جيڪڏهين قديمي قائم هو تہ ڪئن قديم بنيو؟ ان جو جواب هن مصرع ۾ آهي تہ قادر پنهنجي ذاتي قدرت سان قديمي قائم ڪئي آهي. ٽيءَ مصرع ۾ "رحيم" الله پاڪ جو صفاتي نالو آهي ۽ رحيم ۾ پڻ "رحم" جي دائمي صفت سمايل آهي.

شال جئين! هاڻي سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي شاعرن جي زباني ڌڻيءَ جي تعريف ٻڌ. ٻچايو فقير پٽ بنگل خان رند، سنڌ جي ٻهراڙيءَ جو شاعر هو. سندس بيت پوين پنجويهن سالن ۾ ٿرن ٻيٽن جي ڪچهرين ذريعي مشهور ٿيا. ٻچايو فقير اٽڪل اسي ورهين جي ڄمار ۾ سنہ ١٩٠٥ع ۾ گذاري ويو. اسان ساڻس آخري ڪچهري ٢٠ جولاءِ سنہ ١٩٥٢ع تي شهر جهول (ضلع سانگهڙ) ۾ مرحوم مير الله بخش خان جي اوطاق تي ڪئي هئي. مرحوم پنهنجي ٻيتن جو آڳاٽو ڇپيل ڪتابڙو ڏنو ۽ ٻيا اڻ ڇپيل بيت ڪي لکايا ۽ ڪي بعد ۾ لکارائي موڪليا. هن ڪتابڙي ۾ پنهنجو پهريون بيت الله پاڪ جي تعريف ۾ هن طرح چيو اٿس تہ:

الله جل جلالہ، صاحب رب سچو.
قادر! تنهنجي قدرت سان پوري ڪونہ پيو.
تون ڪرين تيئن ٿئي ڪري ڪونہ پيو.
رب تون رحيم تون قادر تون، ڪريم تون،
جليل تون جبار تون، تون آهين مالڪ ملڪن جو.
آءٌ آهيان ڏڏ تنهنجي، مون پيو تڪيو ڪونہ تڪيو،
تون آهين ايمان اسان جو ڏرمڻ جو ڏيو،

جن ٿي سڪندر سڏايو پاڻ کي تن جو ڀرو ڪونہ ٿيو،
تہ اڏايون تجرون تن تي، جن توکي ياد ڪيو،
تڏهين محبوب! پنهنجي ملڻ جو مون کي ڏس ڏيو.
"فاذ ڪروني اذ ڪرڪم" اٿم اعتبار اهنو،
آهيان غافل گناهن ۾ مون ڏاڍو ڏوهہ ڪيو،
محابي محمد مير جي مون کي معاف ڪريو،
بخش گناهہ بچايو چوي، مون کي انهيءَ سيد جو صدقو،
جن اهو پنڌ پڇيو، ونڊر مي ٿي ويندي يون.

بجائي فقير جي هن بيت جي ٻي مصرع، "قادر تنهنجي قدرت ٻان پوري ڪونہ پيو"، ۾ هڪ وڏي حقيقت جو اقرار ڪيل آهي. عام طرح چوندا آهن تہ "قادر جي قدرت سان ڪو پوري پوندو!"؛ چوندا تہ "قادر جون عجب قدرتون آهن، يا ڪئين قدرتون آهن". ڪوهستان جي شاعر پير سونهيري (ٿالو پٻر، ذات جو سُونهيرو، ويٺل ڪرچات جو) پنهنجي هڪ بيت ۾ سائينءَ جي ساراهہ ڪندي، منجهس پيدا ڪيل شين تي حيرانيءَ جو اظهار ڪيو آهي، ۽ قادر جي قدرتن کي ڪوهستان جي عام زبان ۽ پنهنجي انوکي اسلوب بيان ۾ هن طرح ڳايو آهي تہ:

ساراهيان سچو ڌڻي، جنهن جوڙ بہ جوڙي آهہ،
وڏائي واحد کي، ٻئي ڪنهن کي ڪين جڳاءِ،
عرش ڪُرش آشمان، هي آڏانا ڪيئن آڏياءِ!
زمين زمن، لوح محفوظ، جبل ڪيئن جوڙياءِ!
اها مخلوق ساري مون جا ڌڻي! خاوند! ڪيئن خلقياءِ!
مڪ، ماڪوڙي، مرون، مال، ماڻهو، جيت ڪيئن جوڙياءِ!
تن کي چوڻو، ڪينہ نہ اوڻو، تي رازق رزق ڏنياءِ!
سوين قدرتون توجون، مون جا ڌڻي! توڙ لکين، ليکو ناهہ،
سوين پڙهيا سانئر ٿيا، ڪئين واعظ ڪري ويا،
پر ڪيڙي پلي خالق توکي سانئر ڪين سکهيا،
اڻ سونهن جو، سونهيرو چئي، ننگي ننگ منياءِ،
ايءَ پانهپ ڪرڻ، پير چئي، رستو آهہ رواءِ،
ڪلمون ڀاڪ جڳاءِ، محمد مير رسول ٻتي.

ڀهاريءَ جي شاعر پير سونهيري پنهنجي فطري سادگيءَ سان هڪ انوکي انداز ۾ عجب اظهار ڪيو آهي: تہ اي منهنجا ڌڻي! اهي آڏانا ڪيئن اڏياءِ! اهي جبل ڪيئن جوڙياءِ! اها هيتري ساري مخلوق ڪيئن خلقياءِ! ۽ اهي جيت ڪيئن جوڙياءِ!!! منهنجا سچڻ! ائين

ٿ پانءِ ته ڀِٽ سونهيري جيتن جي جوڙ تي ڪو اچايو عجب اظهار ڪيو آهي. جيتن جو جهان ايڏو ته وڏو آهي جو اجا تائين باوجود پنهنجي وسيع علم جي، انسان ان جي حد ته ڏٺي آهي. قرآن حڪيم جهڙي الهامي ڪتاب ڀهريون دفعو جيتن جي جوڙ ڏانهن انسان جو توجهه ڇڪايو، ابتري قدر جو ماکيءَ جي مک، ماڪوڙي ۽ ڪوريئڙو هن الهامي ڪتاب جي سورتن جا نالا بنيا. بيشڪ ماکيءَ جي مکين ۽ ماڪوڙين جي اجتماعي زندگي وارو اعليٰ نظام ۽ ڪوريئڙي جي ڪاريگري ۽ حڪمت عملي اهڙا ته حيران ڪندڙ ڪارناما آهن جو خالق اڪبر جي وجود ۽ وڏائي جو سبق سيکارين ٿا.

منهنجا سمجهدار سڄڻ! چاڻ ته ڀِٽ سونهيري سندس مٿيون بيت ٻيلي ۽ ڪوهستان جي ٻوليءَ جي ڀهراري واري محاوري ۾ چيو آهي. "تي رازق روز ڏنياءِ" يعني ٿي رازق روز ڏنياءِ؛ "مون جا" يعني منهنجا؛ ۽ "توجون" يعني تنهنجون. آشمان، قدرتون، ڏنياءِ ۽ مٿاءِ ڪوهستان جي ڀهراريءَ وارن جا خاص اچار آهن. لفظ "سانئر" (شاعر) لس ٻيلي، ڪوهستان ۽ لاڙ جي محاورن جو غلط العام آهي ۽ انهن ڀاڱن ۾ عام مروج آهي. "آڏاٿا اڏڻ" سنڌيءَ ٻوليءَ جو هڪ سهڻو اصطلاح آهي - يعني اڏاوتون آڏڻ، جايون جوڙڻ، ٺاهه ٺاهڻ، تجويزون سٽڻ يا ٻڌ پچائڻ. "تن ڪي چوٽو، ڪيئه نه اوٽو" فقري ۾ سنڌي ٻوليءَ جو عام اصطلاح "چوٽو اوٽو ڪرڻ" سمايل آهي. چوٽو معنيٰ قوت، ڪاڌو يا رزق. "اوٽو" يعني "پربل ڪان گهٽ"، سُنو يا اٿورو. چوندا ته رازق سڀ ڪنهن کي رزق ٿو رسائي ۽ ڪنهن جو به چوٽو اوٽو ڪونه ٿو ٿئي - يعني ته جيڪو ۽ جيترو قوت ڪنهن به جاندار کي وٺلي تي ملڻو آهي اهو اوس ملندو ۽ ان سان ذرو به خايع نه ٿيندو. شاعر گلو مياڻي پنهنجي هڪ بيت ۾ انساني زندگيءَ جي هڪ گهري حقيقت بيان ڪئي آهي ته هيءَ حياتي جڻ "اڏارو چوٽو" آهي جو اوٽي يا سُني ماڻ سان پربل آهي. يعني ته هيءَ حياتي ٿورڙي آهي ۽ جڻ ته ٿورڙي وقت لاءِ اڌاري ورتل آهي. گلو پنهنجي بيت جي پهرين ٽن مصراعن ۾ راءِ ڏياچ کي خطاب ڪيو آهي ۽ پوين ٽن مصراعن ۾ سورٺ جي زباني مڱڻي سان ڳالهايو آهي. چوي ٿو ته:

سوت مڱڻي هٿ ۾، تُنهنجو ڏاتر هيو ڏنو،
آندو چوٽو اڏارو تيو اصل ماڻ سُنو،
لکين سر هئا لوڪ ۾، پر اچي ڇڪو ات چنو.
ماڻ ڪري ويهه مڱڻا، تسند ڦٽي ڪر تون،
گهٽي قدر، گلوچئي، توکي منٿون ڪيون مون؛
هاڻي ڏئي ٿو سرسمو، تون وڃي وجي ٿنهيون ٿيءَ.

شال بچين! اسين تنهنجو ڌيان وري ڀِٽ سونهيري جي ان مصرع ڏانهن ڇڪايون ٿا ته "ڪرڪيڙي ٻيلي خالق توکي سانئر ڪين مکهيا." ڪيڙڻ جي لفظي معنيٰ آهي ڀهريون هر ڏئي زمين کي "آ ڪيڙڻ". "ڪَڙ ڪرڻ" جو عام اصطلاح به ساڳي معنيٰ ۾ آهي ۽ غالباً "ڪيڙ ڪرڻ"

يا ”کوا ڪرڻ“ جو مخفف آهي. ’ٻارڻ‘ يا ’ٻيلهه ڏيڻ‘ يا ’ٻيلهه ڪيڻ‘، معنيٰ ٻهرئين
هر ڪان پوءِ وري زمين کي ٻيو هر ڏيڻ. ڪهڙي به نئون زمين هجي پر جيڪڏهن ڪنهن
هاري ان جا لاهه ڪڍيا ۽ جهنگ وڏي ساوڙي صاف ڪيو، ۽ اڏيون، ناڪا ۽ نيڪار ناهي
ان کي پاڻي ڏئي رڄايو ته اها زمين هرڻ لاءِ تيار ٿيندي؛ ۽ جيڪڏهن ان کي هڪ هر بعد
ٻيو هر ڏنائين، ته ڄڻ ان کي ’ڪيڙي ٻيلي‘ ڪَٽ ڪيائين. اهڙي استاد هاريءَ کي ان زمين
جي لاهه چاڙهه ۽ سنڌي، سيڙهي جي سڄي سربستي خبر پئجي ويندي، جو ته ان کي
ڪيڙبو ٻيلو اٿس ۽ هو ان جي جاٽ جاٽ ۽ اوڙ اوڙ کان واقف آهي. شاعرن به پنهنجي فطري ذهانت،
بيان جي قوت ۽ شاعرانه حڪمت سان ڪائنات جي رازن نيازن کي ڳولي ڳڻي ڳايو آهي،
انسان جي جذبن ۽ احساسن کي اٿلايو پٿلايو آهي، ۽ قادر جي قدرت کي واکاڻيو ۽ ووڙيو آهي؛
پر پير سونهيرو ٿو چوي ته: اي خالق! انهيءَ هوندي به جملي جهان جا شاعر اجا تائين
تنهنجي وحدت، حڪمت ۽ قدرت کي ڪيڙي ٻيلي نه سگهيا آهن يعني ته ان جي حد ڪٿي نه
سگهيا آهن. بيشڪ پير سونهيري جا اهي سادا الفاظ وڏي معنيٰ وارا آهن. ٻنائي صاحب جهڙو
سالڪ به چئي ويو آهي ته: ”لکان ٿي لاحد پر، هادي! لهان نه حد“؛ ۽ پڻ ”خالق! تنهنجي
ڪاند جو پرو ڪونه پيو“. ان واحد جي وڏائي ۽ قادر جي بي انت قدرت جي يقين، سنڌ جي
سورهيه ۽ موحد فقير عبدالرحيم گرهوڙيءَ کان بي اختيار هي بند چوايا ته:

جوڳو عبادت جو ڪونهي رب سوا،
ڪنهن کي روا ناهه ڪا پرور ريءَ پوڄا،
ڪهڙو ڪم مخلوق سين جو پاڻ محتاجا،
سدا ڪم ڪريم سين، جنهن جوڙيا جهانا،
جي وڃي ڪو مخلوق ڏي ته پڻ خالق لاءِ،
’نافع‘ نالو سڄئين، ’صمد‘ سبحانا.

گرهوڙي صاحب اهي بند ”توحيد“ جي سمجهاڻي ۾ چيا آهن ۽ صاف سنڌي ٻوليءَ
۾ فصاحت ۽ بلاغت جو هڪ نادر نمونو آهن. ”سدا ڪم ڪريم سين“ وارو فقرو، سنڌ وارن
جي پنهنجي موليٰ سان محبت، پنهنجي واليءَ ۾ ويساهه ۽ مٿس توڪل جو بهترين اظهار آهي.
پر منهنجا سڄڻ! سمجهه ته خالي توڪل مردن جو شيوو نه آهي. سنڌ جا سورهيه ٻوري سمي
ساڻ پنهنجا ڪم سائين کي سپاريندا آهن. سنڌ جي جوان مردن جو هيءَ قول آهي ته ”اسان کي
دشمن سان مقابلي ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشڻ گهرجي، پوءِ جيڪي ڪندو الله!“. جاڻ ته سنڌ جا
شير مرد جڏهن مڙس ٿي منهن ڏيندا آهن تڏهن چوندا آهن ته ”ادا! جيڪي ڪندو الله“؛
يا ”پوءِ جيڪي ڪري الله“. چوندا ته مڙسن جو ڪم آهي منهن ڏيڻ باقي ”سوڀون وس
صاحب جي، جنهن کي ڏاتر ڏياري“.

منهنجا ساڃاهه وارا سڄڻ! اسان مٿي ”توحيد“ بابت عبدالرحيم فقير گرهوڙيءَ جا بند
نقل ڪيا؛ جن ته هيئين بندن ۾ گرهوڙي صاحب الله تعاليٰ جي وجود ۽ وحدانيت جي تفصيلي

سمجهائي ڏني آهي، اسان اهي ٻه تنهنجي فائدي خاطر نقل ڪريون ٿا. جاڻ ته ميين عبدالرحيم ڪي صاف سنڌي ٻوليءَ جو ماڪو آهي: "سلڪي" جي معنيٰ اهڙي هڪ اندروني ۽ نفساتي قوت جنهن جي ڪري ڪنهن شي سان خاص مناسبت پيدا ٿي پوي. جاڻ ته گرهوڙيءَ صاحب توحيد توڙي ٻين گوڙهن مسئلن کي جنهن سادي ۽ صاف زبان، روزمره جي مضبوط محاورن ۽ مختصر مگر ڀرُ معنيٰ لفظن ۾ بيان ڪيو آهي سو بيان ڪان ٻاهر آهي. ڏس ته الله تعاليٰ جي وجود ۽ وحدانيت کي ڪئن ٿو وهجائي ۽ ورجائي ته:

اللہ آهي هيڪڙو جو سُور سڙني جو،
"لا" نہ لبي منجهس آهي "إلاّ هو"،
سڃاڻ ۾ تنهن سندي، عقل عاجز هوءِ،
"آهي" چئبو ان کي، ٻڙهي ڪل نہ پوءِ،
پاڪ طرح ۽ طرف کان قادر جنس نہ ڪوءِ،
هيڏو، هيڙو، هيترو، نڪي سگهيو سوءِ،
سڀڪا صورت جوڙ تنهين، پاڻ پراهون هوءِ،
سين ذاران تنهن سري، ان ري سري نہ ڪوءِ،
مٿس واجب ناه ڪي، جڳ تي واجب سو،
ان ري صورت نہ ٿئي، صورت ري سو هوءِ،
"وَ اللهُ الغَنِي وَ أنتُمُ الفُقَرَاءُ" صاحب 'صمد' ٿيوءِ،
جدا ڪين جهان کان، نڪي لڳو ٿوءِ،
منجهہ نہ چئبو سون ڏئي، ٻاهر ٻجهہ ۾ سوءِ،
نڪي آڳاهون هيڪڙ ٻن، ٻين ڪي اوڏوءِ،
واحد پاڪ ورج ڪڙن، جئن هوءِ ذرو ذروءِ،
سڀني ذرا تنهن خلقيا، پاڻ نہ هوءِ ذروءِ.
۾ علم قدرت اهڙي، جئن هيڙو جڳ جوڙيو،
جيڪي تنهن ري ٻوجهي سو سڀ پاپ ٿيوءِ،
توٽي اپين ٿوڪ سو، توٽي پڙڻ تي هوءِ،
سڀني ڪم ڪريم سين، ٻئي سين ڪم نہ ڪوءِ،
"إنِ الحُكْمُ إلاّ لِلّهِ" ٻڙهي ٻروجهو،
جنين ٻي ٻر ٻاڻيو تنهن اڪ ڦلو،
لا مڪاني — "لا" ٿيو جي ٻئين مڪانو،
"كُلٌ إلَيْنَا رَاجِعُوْنَ" صحي سيکي سمجهو،
"قُلْ إنّ الأمرَ كُلَّهُ لِلّهِ" ٻجهو جي نہ ٻجهو،
ٻي ري سري سڀني، واجب واحد هوءِ،
جنهن ريءَ سري نہ جڳ کي ٻهر نڪو ٻلڪو،
سو در سوجهڻ سور ٿيو جو وڃڻ وڃي ويندو،
ڏوريو در ڏاتر جو، جو آهي ۽ هوندو.

سڄڻ! سمجھ تہ "ٻور مڙني جو" معنيٰ "منڍ مڙني جو"- يعني تہ الله پاڪ جي هستي ئي ڪل ڪائنات جو سرچشمو آهي. "مور" اصل ۾ سنسڪرت لفظ "مول" آهي، ۽ ٻئي 'ل' منجي 'ر' ٿيو آهي. 'مول' معنيٰ اصل، بنياد يا منڍ. شهر ملتان جو اصل نالو بہ "مول آستان" (= مولتان = ملتان) آهي يعني اصلي آستان يا آستانن جو بنياد. جڻ تہ ملتان ۾ قديم زماني کان سج جي پوڄا جو هڪ وڏو مندر هو، انهيءَ ڪري ئي ان کي سڀني پوتر آستانن جو منڍ ڪري ليکيائون. پئسن جي "مور" واري رقم جي معنيٰ بہ آهي منڍ واري، يعني اها رقم جا شروع طور ڪنهن ڪم يا ڌنڌي تي خرچ ڪجي. ڪنيو يا نقصان ان شروع واري رقم يعني مور تي ئي پڌبو. شڪي حالت ۾ چوندا تہ "ادا جي مور مليو تہ لک ٿيو". شاعر سانوڻ بہ انهيءَ ساڳيءَ معنيٰ ۾ چيو آهي تہ "گھٽو ڪنيو گھوريو، ساڳئين وڃي نہ مور". چوندا تہ "مور ۾ سور نہ پوي"، "مور ۾ سور نہ وجھ." يا "مور ۾ سور ڪونہ وجھندس". سنڌيءَ جي عام اصطلاح "آءٌ مور ڪونہ ڪندس (يا ويندس، ڏيندس وغيره) جي ٻہ معنيٰ ٿيندي تہ "آءٌ اصل ئي ڪونہ ڪندس؛ آءٌ منڍئون ڪونہ ڪندس؛ يا آءٌ ڌرئون ڪونہ ڪندس". "لا" نہ ليءِ منجهس يعني تہ الله پاڪ جي هستي ۾ نفي يا نيستي جو ذرو بہ ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ هو 'اِلاهو' آهي يعني تہ سندس ذات هميشہ اثبات آهي. "ٻڙهي ڪل نہ پوءِ" يعني تہ محض اکري علم سان الاهي حقيقت جي پروڙ ڪانہ پوندي. 'طرح'، 'طرف" ۽ 'جنس' کان قادر مطلق پاڪ آهي، يعني تہ صورت، مڪان ۽ جنس کان اتم ۽ اعليٰ آهي. "والله الغني و انتم الفقرا" يعني تہ الله تعاليٰ بي نياز آهي ۽ او هين بندا ذاتهن محتاج آهيو. "لڳوتو" يعني لڳل، لاڳاپيل يا ڳنڍيل. "إنِ الحُكمُ إلا لِله" يعني تہ حڪم ۽ اختيار جو صاحب صرف الله تعاليٰ ئي آهي. مڪان جي لحاظ کان هو لامڪان آهي. ڌڻي تعاليٰ جو قول آهي تہ "كُلٌ إلَينا راجعون" يعني تہ سڀ مخلوق بالآخر اسان ڏانهن موٽندي. "قُل إنّ الامرَ كُلّهُ لِله" يعني تہ هر ڪم ۽ نتيجي جو، هر امر ۽ اختيار جو ڪلي طور مالڪ اهو مولي آهي. "سو در سوجهڻ سوريو، جو وڃڻ وڃي ويندو" يعني تہ جيڪي ڪجھ گھرجي سو هڪ ڌڻيءَ جي دران ئي گھرجي، باقي ٻيو در جيڪو جو اوس فنا ٿي ويندو، ان جو ارادو ڪرڻ ئي ڄڻ اجايو سور سهڻ آهي. "سوجهڻ" فعل متعدي آهي ۽ "سُجهڻ" لازمي آهي، جئن کولڻ ۽ کلڻ. 'سوجهڻ' يعني ڪنهن شيءِ کي خيال ۾ آڻڻ يا ان جو ارادو ڪرڻ يا ان جو گھورو ٿيڻ.

سنهنجا ڏولڻ! ڄاڻ تہ خوشيءَ ۾ توڙي ڏک ۾ سنڌ وارن پنهنجي مولي کي نہ وساريو آهي. هڪ معنيٰ ۾ عشق ۽ محبت جهڙي ئي خوشي ۽ خوراڪ ڪانهي ۽ دل گھرئي دوست جي ملڻ جهڙي ئي نعمت ڪانهي. سنڌ وارن انهيءَ نعمت جي نصيب ٿيڻ جو مدار بہ پنهنجي مولي تي رکيو آهي: چوندا تہ "يار ڏي مولي وارث آهي الله". وڇڙيل دوست کي بہ چوندا تہ "الله آڻيندو". ڄام دوست علي جوکيي هڪ بيت ۾ چيو آهي تہ:

دلبر! دوست علي چوءِ، آئيندءِ الله،
مون سوين سڪائون ڪيون لعل توهي لاءِ،
ساجن! سڪ سنديا‏ءِ، مون کي ڪالهوڻيا اڄ گهڻي.

"چوءِ" يعني 'چوي'- اهو ملير ۽ ساڪري جي خاص محاوري جو لفظ آهي. ڀٽائي صاحب به وصل جي وائي واريندي چيو آهي ته: "الله! اڄن اوءِ، جن آئي من سرهو ٿئي"؛ ۽ ٻئي "الله! اوتاري، مَنڌ ماروءِ جي ميڙئين".

جاڻ ته درد ۽ ايذاءِ ۾ ٻئي سنڌ وارا الله کي ئي ياد ڪئيندا. ايذاء وقت "الاڙي" چوڻ سنڌ وارن جو تڪيو ڪلام آهي. "الاڙي" معنيٰ "الله! ڙي" يعني "اي الله"، "يا الله"! صدين کان وٺي "الله" جو نالو سنڌ وارن جو تڪيو ڪلام ۽ زبان زد عام بنجي ويو آهي. ايذاء وقت "الله" جي سڄي نالي اچارڻ بدران "الا" جو اچارجڻ فطري آهي؛ انهيءَ ڪري درد ۽ تڪليف وقت "الله!- يعني اي الله!- جو مخفف "الا" عام رائج ٿي ويو آهي. ڀٽائي صاحب چيو آهي ته: "آلا! اُئين مَ هوءِ- جئن آءٌ مران بند ۾" يعني اي الله پاڪ! شل اُئين نه ٿئي جو آءٌ هڪ قيدي جي حالت ۾ دم ڏيان: "الا! ڏاهي م ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن" معنيٰ اي الله سائين! آءٌ ڏاهپ واري نه ٿيان جو ته ڏاهپ واريون ڏک ڏسنديون آهن. مطلب ته "الا" تڪليف جي وقت وارو سڏ آهي ۽ آلله!" جو مخفف آهي. "آلاڙي" خاص طرح درد ۽ ايذاءَ واري دانهن آهي. سسئي جي زباني 'سانوڻ' جو بيت آهي ته:

درد بنا دانهن نه ڪري 'الاڙي! آلا'،
ڪانڌ مون کي ڪهي ويو ڪري ڪربلا،
اٿ ته آريءَ جام جا اُساريا آءٌ آوَلا،
آريءَ جي اُن کي ڏينديس ونڊر منجهه وَلا،
هاڙهي وندر وچ ۾ ڏنم ويهه وَلا،
سورن جا سائين! - مون آهن ٿڪيءَ تي ٿلا،
سورن جا سائين! - مون آهن ٻانهيءَ تي ٻلا،
۾ سورن جا سانوڻ چئي، اڄ آهن ڪوڙا ڪؤنسلا،
اهي حسن حوصلا، منهنجا پنهون نيا پاڻ سان.

ڏئي شال راضي ٿي پنهنجي ٻندن جا سڀ سور ۽ درد دفعي ڪري ۽ ڪين پنهنجي نعمتن ۽ نوازشن سان مالا مال ڪري. منهنجا سڄڻ! جاڻ ته رب جي رضامندي جهڙو ٻيو ڪو سرمايو ڪونهي. رب راضي هجي ته ٻندي جي ٻانديءَ جي ڪا حد ئي ڪانهي. ڳجهارت ۾ آهي ته "الله ذات آهي، نوڪر انسُ ئي ڪونه، ۾ جي نالو ٿئي" (ذات = ڏيٺو نوڪر = ڪمي. نالو = راضي) يعني ته "الله ڏني ٿو، ڪمي انسُ ئي ڪانه، ۾ جي راضي ٿئي".

# مهراڻ جا موتي

* جيڪو شخص بدلي جي طريقن تي غور ڪندو رهي ٿو، ان جا زخم سدائين چڪندا رهن ٿا؛ ۽ جيڪو پنهنجي دوستن جي هر خطا تي ڏمر ڪندو آهي، ان جا دشمن گهڻائي هوندا آهن.
– بوعلي سينا

* تون سمجهين ٿو تہ محتاج کي قرض ۾ مهلت ڏيئي، تو هن تي ڪو وڏو احسان ڪيو آهي؛ پر اهو احسان ناهي، بلڪ عدل ۽ انصاف جي ئي تقاضا آهي.
– غزالي

* سچو دوست ان کي سمجهڻ گهرجي، جو اڪيلائيءَ ۾ عيب ظاهر ڪري انهن تي تنبيهہ ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪري؛ مگر پرپٺ تنهنجي تعريف ڪري، ۽ جڏهن توکي ڪوبہ مشڪل پوي، تہ ان وقت همراهي ڪري.
– مامون الرشيد

* حق جي ڪڙاڻيءَ کي برداشت ڪرڻ نهايت ڏکيو ڪم آهي؛ پر سياڻو آهي اهو شخص، جو ٻين جي نصيحت ٻڌي.
– غزالي

* لائق ماڻهن جي حق تلفي ڪري، نالائقن جي پرورش ڪرڻ، نہ فقط انهن جي ڪنڌ تي ڪاتي ڦيرڻ آهي، بلڪ اهو تہ ڏسي وائسي سموري آئنده نسل جي رستي ۾ ڪنڊن پکيڙڻ جي برابر آهي- چاڪاڻ تہ انهيءَ ڪان وڏيڪ آفت ۽ مصيبت آئنده نسل لاءِ ٻي ڪا ٿي نٿي سگهي، تہ هن کي ورثي ۾ اهڙن شخصن جي بالادستي ۽ وڏندڙ فوج ڏني وڃي، جي ٻڌڻا، آواره، ڪمچور، بدمعاش ۽ شرير هجن!
– هربرٽ اسپينس

* جڏهن هڪ شخص چڙ ۽ غصي ۾ ڀرجي، تو سان بيهودن لفظن ۾ ڳالهائي ٿو، ۽ توکي معلوم آهي تہ هو غلط ۽ غيرمعقول آهي تہ اها تہ تنهنجي وڏي بيوقوفي ٿيندي، جو تون بہ ان وانگر جوش ۾ اچي واڪا ڪرين: انهيءَ جي معنيٰ تہ هيءَ ٿي تہ هڪ چريئي کي ڏسي، تون بہ چريو ٿي وڃين.
– فرينڪلن

* انسان جي زندگيءَ جو مقصد ڪو اهو ڪونهي، تہ هن کي نيٺ قبرستان رسايو وڃي، بلڪ هن کي پنهنجي زندگيءَ جو ڪو مقصد ضرور بنائڻ گهرجي، نہ تہ تہ هن جي جمڻ جو ڪو ضرورئي ڪونہ هو!
– لانگ فيلو

* جنِ ڪو درد انسان کي ڪنهن خرابيءَ کان آگاهہ ڪرڻ لاءِ ٿيندو آهي، تئن مصيبتون بہ درحقيقت سجاڳ ڪرڻ لاءِ اچن ٿيون.
– ڊابسن

* انسان جي واسطي سڀ کان وڏي خوش قسمتي ۽ حياتيءَ جو سڀ کان وڏو انعام اهو آهي ته هو پنهنجي پاڻ ۾ ڪنهن اهڙي خاص ڪم ڪرڻ جو لاڙو پيدا ڪري ڇڏي، جنهن سان هن کي پورو پورو شوق هجي ۽ ان ڪرڻ سان خوشي حاصل ٿي سگهيس.

– ايمرسن

* اي شام جو فٽ بال، هاڪي، ٽينس، گهوڙدوڙ ۽ پولو وغيره "ورزش" کي پنهنجي صحت لاءِ لازم سمجهندڙ! ڳوٺن ۾ وڃي انهن بدنصيب هارين جو هٿ چوٽا وٺو، جن جي جسم جون هڏيون سخت محنت سبب چور چور ٿي رهيون آهن!

– برنارڊشا

* دولتمندن ۽ سرمايدارن جي خيرات ۽ چندي سان هلندڙ سوسائٽيون هميشه دولتمندن جي طاقت ۽ موجوده سرمايدار نظام کي قائم رکڻ ۾ مددگار ثابت ٿينديون آهن: هو صبر ۽ تحمل جي تلقين ۽ تبليغ سان غريبن جي انقلابي جذبن کي ٿڌو ڪنديون رهنديون آهن، ته جيئن سرمايدار بي خوف و خطر سندن رت چوسيندا رهن.

– برنارڊ شا

* اڳئين زماني جي درويشن جا پيالا ڪاٺ جا هئا ۽ هو پاڻ سون جا: مگر هاڻوڪي زماني جي درويشن جي اها حالت آهي، جو سندن پيالا ته سون جا آهن، پر پاڻ ڪاٺ جا!

– بيڪن

* تاريخ جي صفحن تي انهيءَ نيپولين جو نالو ته سونن اکرن سان لکيل آهي ۽ باربار سندس نالي کان واقف آهي، جنهن جي سر تي گهٽ ۾ گهٽ ٽيهن لکن انسانن جي بيگناه قتل جي ذميداري عائد ٿئي ٿي: مگر انهي وليم جيمس جو نالو تمام گهٽ ماڻهو ڄاڻن ٿا، جنهن ماتا جهڙي نامراد مرض جا ٽڪا ايجاد ڪري، ڪروڙن انسانن جي قيمتي جانين کي بچايو!

– نامعلوم

* ڪوبه ملڪ تيستائين هرگز غلام بنائي نٿو سگهجي، جيستائين خود انهيءَ ملڪ جا باشندا چڙهائي ڪندڙ جي مدد نه ڪن – بلڪل ائين، جئن ڪهاڙو تيستائين وڻن کي وڍي نٿو سگهي، جيستائين خود منجهس ڪنهن وڻ جي ڪاٺيءَ جو ڳن پيل نه هجي!

– نامعلوم

* جڏهين آءٌ ڪنهن جاهل کي پنهنجي تعريف ڪندي ٻڌندو آهيان، تڏهين سوچيندو آهيان، ته مون کان اهڙو ڪهڙو بيوقوفيءَ جو ڪم ٿيو، جو هن کي پسند آيو!

– افلاطون.

* جو شخص علم حاصل ڪرڻ ۾ ننڍپڻ جا ٿورا ورهيه خرچ نٿو ڪري، ان کي سڄي عمر جهل جون سختيون ٿي برداشت ڪرڻيون پونديون آهن.

– ارسطاطاليس.

* منهنجي دعوا آهي ته جيڪڏهين اوهين عوام جي راءِ ۽ سندن خواهشن جو احترام نه ڪندؤ، ته اوهين جيترا به وڌيڪ اوترا قانون ڪٿي بڻايو، مگر اوهين انهن جي وسيلي بدامني

ڦهلائيندڙ سڀني عنصرن جو خاتمو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهندڙ ......... اوهين عوام جي ڳالهه ٻڌو، سندن احساسن ۽ جذبات جو احترام ڪريو ۽ سندن مطالبن ۽ خواهشن کي تسليم ڪريو.
- قائداعظم محمدعلي جناح

* هوڏانهن انسان جي اها حالت آهي، جو مذهب، نسل، رنگ، قوميت، خواجگي، غلامي، سرمايه داري، مزوري، تعصب، عقليت، جمهوريت، اشتراڪيت، وغيره وغيره جي اٿاهه جهڳڙن ۾ ڦاٿل آهي. جڏهن کان سندس ظهور هن زمين تي ٿيو آهي، لاتعداد جنگيون ۽ بي انتها فساد هن زمين تي برپا آهن؛ قوم قوم کان الڳ آهي؛ ۽ ڪابه صورت انسان جي هڪ امت بڻجڻ جي نظر نٿي اچي، جو صحيفهء فطرت کي پنهنجي مجموعي قوت سان فتح ڪري سگهي. جيڪا وحشت ۽ درندگي انسان ۾ آهي، خدا جي ڪنهن به ٻيءَ مخلوق ۾ هرگز ڪانهي، ۽ سموري صحيفهء فطرت ۾ فقط انسان ئي هڪڙو وجود آهي، جو هڪ جنس جو ٿي به، پاڻ ۾ وڙهي رهيو آهي. فساد جو سڀ کان وڏو محرڪ اڄا به ”مذهب“ ئي آهي، جو انسان کي هڪ وحدت ۾ پوئڻ نٿو ڏئي- جيتوڻيڪ ان جا ٻيا محرڪ به هزارين آهن، جي انساني امت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري، سندس اجتماعي قوت کي ضايع ڪري رهيا آهن.
- علامه مشرقي

* ڪنهن نوجوان جي ترقيءَ جي رستي ۾ غالباً اهڙي ٻي ڪابه رنڊڪ ڪانهي. جهڙي هر وقت پنهنجي قابليت کان وڌيڪ پنهنجي پاڻ کي ظاهر ڪرڻ جي سندس خواهش ۽ طمع. الين پيو ڀانئجي ته اسين انهيءَ ڳالهه کي وساري ٿا ڇڏيون، ته ترت يا دير سان دنيا کي ته صاف صاف پتو لڳي ويندو ته اسين ڇا آهيون- ۽ پوءِ جيڪي هو سمجهندا، تنهن ۾ وار برابر ۾ فرق نه هوندو. اسان جي اصليت شايد اڄ ظاهر نه ٿئي ۽ ممڪن آهي ته سڀاڻي به ظاهر نه ٿئي، پر نيٺ ان جو پتو ضرور لڳي ئي ٿو وڃي، جو ته اسان جي اصليت بنهه ڀاڄي وانگر اسان سان گڏو گڏ لڳي وتي.
- ڊاڪٽر مارڊن

* جيڪڏهين بدقسمتيءَ سان اوهين اهو خيال ڪري ويٺا ته اوهان ۾ خدا داد قابليت ۽ ذهانت آهي ۽ سڀئي ڳالهيون پاڻ کان پاڻهي اوهان جي دماغ ۾ اينديون وينديون، ته اهو خيال خام دل مان ڪڍي ڇڏيو ۽ پڪ سمجهو ته جيڪا به چيز اوهان کي هٿ ايندي، سا محنت سان هٿ ايندي، نه ڪ اوهان جي ٽڪميءَ ذهانت سان.
- ڊاڪٽر مارڊن

* آءٌ ٽانڊن تي هليو آهيان ۽ گرم واريءَ کي به پيرن سان لتاڙيو اٿم، پر مون غمي کان وڌيڪ گرم چيز ڪابه ڪانه ڏٺي.
- بزرجمهر

* جيڪي شخص فائدي ۾ ٻئي ڪنهن کي شريڪ نٿا ڪن، انهن سان نقصان ۾ ڪوبه شريڪ نٿو ٿئي.
- بيڪن

* جنهن چيز کي اوهين سداري نٿا سگهو، تنهن کي ڪر از ڪر بگاڙيو ته نه.
-شيڪسپيئر

* هڪ دوڪاندار جي ڪردار تخليق ڪرڻ لاءِ سو دوڪاندارن جي زندگيءَ جو علم ضروري آهي، هن لاءِ ته جيڪو ڪردار تخليق ڪيو وڃي، سو پنهنجي انفراديت جي باوجود اهڙي قسم جو هجي، جو سڀني دوڪاندارن جي ترجماني ڪري سگهندو هجي. -گورڪي

* قدرت جو هيءُ نهايت پراڻو قانون آهي ته حق جي آواز کي جيترو به دٻايو ويندو، اوترو ئي زياده سختيءَ سان اڀرڻ جي منجهس همت پيدا ٿيندي آهي. مظلوميت ظلم جي ڀلي پاڻيءَ سان سيراب ٿيندي آهي، ۽ مظلومن جي غم ۽ غصي جي باهه کي تشدد ۽ سخت گيريءَ سان وسائڻ جي جيتري به ڪوشش ڪبي آهي، اوترو ئي زياده خوفناڪيءَ سان اُن جا شعلا اندران اندر پڙڪڻ شروع ٿي ويندا آهن. -ابوسعيد بزمي

* اڄ حقيقت ظاهر آهي ته عدل ۽ انصاف جي هڪ گهڙي سؤ سال جي عبادت کان بهتر آهي. رعايا تي رحم ڪريو، ان بيحد ظلم سٺا آهن. فصل تباهه ٿي ويا آهن، هارين جي بدن تي سواءِ کل ۽ هڏن جي ڪابه شي باقي نه رهي آهي، انهن جا ٻچڙا بکيا ۽ اگهاڙا ٿي ويا آهن. -غزالي

* سائنس مذهبي ۽ سماجي قانونن کان آزاد آهي - ان ۾ پوريءَ خبرداريءَ سان ٿيل تجربن يا مشاهدن جي منطقي يا مادي تشريح کان پوءِ ئي نتيجا ڪڍيا وڃن ٿا. مثلاً جو شخص زهر جو هڪ خاص مقدار کڻي ٿو، ته هو يقيناً مري ويندو - خواه هن جو اهو ڪم قانون جي خلاف هجي يا نه. اسين ڪنهن به بيماريءَ جي جيوڙن کي هڪ خاص تعداد تائين پنهنجي جسم ۾ پرورش پائڻ ڏيون، ته هڪڙيءَ خاص مدت کان پوءِ اسان کي اها بيماري ضرور ئي ٿيندي چاهي ان جي نه ٿيڻ لاءِ ڪيترائي تعويذ ۽ ڌاڳا ٻڌون، دعائون گهرندا ۽ وظيفا پڙهندا رهون. -پروفيسر گوسامي

* اسين پنهنجي زندگيءَ جي وڏيءَ چادر ۾ به بيڪار ۽ سڙيل ڪپهه کي لڪائي نٿا سگهون. هن چادر ۾ جيڪا به خراب ۽ سڙيل تند هوندي، سا ضرور ڪجهه وقت ۾ ظاهر ٿي ويندي. اسين پنهنجن نقصن ۽ عيبن کي گهٽيءَ ڍير تائين لڪجهو رکي نٿا سگهون. اسان جي دل ۾ جيڪو خيال جو مهمان داخل ٿئي ٿو، سو اتي پنهنجي هٿ اکرن جو نمونو اسان جي چال چلن تي ڇڏي وڃي ٿو. اسان جا داغ ۽ نشان اسان جي ڪمزوريءَ کي ظاهر ڪندا پيا رهندا آهن، ۽ اهي داغ ۽ نشان اسان جي زندگيءَ جي سنگمرمر تي اهڙا ته اونها کوٽجي ٿا وڃن، جو ڀڄندڙ ماڻهو به انهن کي آسانيءَ سان پڙهي ٿو سگهي. وقت جي آگر ۾ اها طاقت ناهي، جو بيوقوفيءَ جي داغن ۽ نشانن کي ڪوڙي سگهي، ۽ نڪي پيڙهائپ جي سرديءَ جي لهرن ۾ اها طاقت آهي، جو جوانيءَ جي بدنمائن کي برف جي هوچيءَ سان سفيد ڪري ڇڏي. -ناملور

* جيڪڏهن ڪو شخص انهيءَ درجي تي پهچي وڃي، جو ماڻهو سندس خدمت ڪن، ته هو اڪثر تڪبر ۽ ڏيکاءَ جو قيدي ٿي وڃي ٿو. پر جيڪڏهن هو ٿورو غور ڪري، ته جيئن کيس معلوم ٿي وڃي ته ڪوبه شخص نڪي کيس سجدا ٿو ڪري، نڪي سندس خدمت ٿو ڪري؛ بلڪ هر ڪو درحقيقت سجدا ٿو ڪري پنهنجي طمع ۽ حرص کي، ۽ خدمت ٿو ڪري پنهنجي شهوت جي، ۽ انهي مال جي، جو هو ڪانئس حاصل ڪري ٿو. اهڙا ماڻهو ان حاڪم کي درحقيقت ڏوڪي پر رکندا آهن. درحقيقت سندن دوستيءَ جو مدار اهي پنهنجا ذاتي خسيس مطلب ٿي هوندا آهن. جيڪڏهن کين خبر پئجي ويندي آهي ته هي حاڪم ڊسمس ٿيڻ وارو آهي ۽ ان جي جاءِ تي ٻيو اچڻ وارو آهي، ته يڪدم ڪانئس منهن ڦيرائي، سندس دشمن جون پيرون خدمتون شروع ڪري ڏيندا آهن. مطلب ته سندن خوشامد جو مقصد فقط پنهنجو مطلب حاصل ڪرڻ ٿي هوندو آهي. افسوس جو هنن خودغرضيءَ جي خوشامدين جو نتيجو اهو ٿي ٿو، جو ٿوري پرجي ويل حاڪم انهن جي ڪهوڙي تي چڙهي ٿا ويهي رهن، سندن ظلم و ستم حد کان وڌي وڃي ٿو، ۽ مخلوق جون مصيبتون ۽ تڪليفون ڳڻتي کان ٻاهر ٿي وڃن ٿيون.

—غزالي

* سڀ کان پهرين ۽ بنيادي چيز هيءَ آهي، ته انسان جي زندگيءَ لاءِ جيڪي ضروري چيزون آهن، سي هن کي حاصل هجن؛ نه ته پوءِ هن ۽ هڪ خسيس پر خسيس ڪيڙي ماڪوڙي جي زندگيءَ ۾ ڪوبه فرق ڪونهي- ۽ جڏهين هن جي انسانيت هن کان کسجي ويئي، تڏهين هن مان انساني ڪمن جي اميد رکڻ به اجائي آهي. پوءِ جيڪڏهين هو وڙهي ٿو، قانون کي ٽوڙي ٿو، حدون ٽپي ٿو، انساني رت مان هٿ رڱي ٿو، ۽ شيطانن وانگر شور ۽ هنگامو مچائي ٿو، ته اوهين هن تي الزام ڇو ٿا رکو؟ اهو ڪهڙو انصاف آهي، جو مڇيءَ کي پاڻيءَ کان ٻاهر آڻيو، ۽ پوءِ جڏهين هوءَ ڦٿڪي، ۽ ڦٿڪي اوهان کي پنهنجي ڇلهرن ۽ ڪنڊن سان زخمي ڪري، تڏهين ان تي غصو ڪريو ۽ ان کي ڏوهاري بڻايو؟ هي ڪهڙو اصول آهي، جو اڏامندڙ پکيءَ کي هوا کان محروم ڪري پڃري ۾ بند ڪريو، ۽ جڏهين هو هن محروميءَ تي ڇرڪو ٿي پنهنجو مٿو هيڏانهن هوڏانهن ٽڪرائيندو ڦري، تڏهين ان کي گنهگار سڏيو؟

انسان جنهن ساهواري جو نالو آهي، ان لاءِ جيتري ضرورت هوا ۽ پاڻيءَ جي آهي، اوتري اني، لٽي ۽ اجهي جي به: پوءِ جيڪڏهين اوهين هن کي اهي چيزون نٿا ڏيو، ته ڪئن ٿا اميد رکو، ته هو شرافت ۽ انسانيت جو پٽلو ٿي رهندو، گناهه کان ڊڄندو ۽ نافرمانيءَ کان ڪنبندو؟

—ابو سعيد بزمي

# ادبي خط

## ( ا )

<u>مينڌري ع. سعادتي</u>

- جناب اعليٰ، ”مهراڻ“ جي ٽئين سال جي پهرين موج به ڏٺم: نيون لهرون انهن ۾ نئون خيال، نيون ڇوليون آنهن ۾ نئون جوش، نوان ڪُن ڪڙڪا انهن ۾ نئون امنگ ڏسي، ساعت کن لاءِ بيخود ٿي ويس. پانير پٽي، ”مهراڻ“ ته عمرخيام جي رباعي آهي - نهايت وڻندڙ، مٺڙي ۽ پياري پياري!

سان برچي مان گهاءُ، مان ٿي وار وجود تي؛
مان نـي هـان پڇتاءُ، مان ٿي پيار پرينءَ جو.

اسان جو ۽ سنڌيءَ جو ساڳيو معاملو آهي، پاڻ ٿي سنڌيءَ کي ختم ڪري، پاڻ ئي سندس مزار جا مجاور ٿي ماتم ڪريون ٿا. معلوم ناهي آخر اسان جي واءِ ويلا جو رد عمل ڇا ٿيندو؟ هن دفعي ”مهراڻ“ واقعي مهراڻ جون سڪون ٿي لاٿيون. شيخ اياز جي والي نهايت رقت انگيز آهي. هري ”دلگير“ جو ”آهه ڪٿي پهتو انسان“ گيت نويسيءَ ۾ نئون موڙ آهي- جو ته عام طرح گيت ۾ ساده ۽ معصوم فطرت جا امنگ ۽ پيار پڇتاءُ جون ڳالهيون هونديون آهن، پر هن پيري نئون رنگ ڍنگ ڏسي حيران رهجي ويس. گووردن جي ”رات راڻي“ نهايت وڻندڙ ۽ سهڻي آهي. بشير موريائيءَ جو ”وچ اوير“ واديءَ نيل جي فرزندن جي للڪار آهي؛ ”وچ اوير“ ۾ پيغمبرن جو مقدس پيار گونججي رهيو آهي، ان ۾ خليل جبران جي شاعريءَ جو روح چرندو پرندو محسوس ڪري رهي آهيان، عالمي مستن جا روح مقبرن اندر پريشان ڊوڙي رهيا آهن؛ شايد نيل کي ٽئين قرباني گهرجي- ٽئينءَ ڪنوار جي، جنهن جو ڳاڻو ۽ مينڌي رت سان رڱيل هجي. ”سڪا مومل سڪو راڻو“ ”اياز“ جي شخصي معيار جي خلاف آهي، تعجب آهي اياز اهڙي سٽ کهڙيءَ ڪيفيت هيٺ لکي! جناب گرامي صاحب جي ”عورت“ نهايت سطحي آهي، موجوده وقت جي تقاضائن موجب اهو موضوع نهايت پراڻو ۽ بيڪار ٿي چڪو آهي. هونئن به گراميءَ جي شعر ۾ اهو سيلاب نه رهيو آهي، ان ۾ فقط موتي ويندڙ ڇوليءَ جي ڇَرَ ٿي نظر اچي؛ ڏذريل جذبات جو تصور ڪيستائين ساٿ ڏيندو؟ جو ته شاعري به ڪاليءَ وانگر نت نئين خون تي راضي ٿيندي آهي.

”مکلي نامه“ ته صفا ڪک ڪري وڌو، جو ته صفا فارسيءَ ۾ هو؛ اسان ٻارن کي ڪي سنڌي به مشڪل سان اچي، سو فارسي ڪٿان ايندي؟ اها معياري ۽ ادبي رسالن جي

پيروي ناهي، فقط اوهان جند ڇڏائڻ جو بهانو بڻايو آهي. طويل ۽ خشڪ مضمون ڀل هجن، پر ابترو ته احساس ڪيو، جو سنڌيءَ ۾ هجن. ”مڪلي نامه“ فقط محدود طبقي لاءِ مخصوص دلچسپي ۽ فائدو رکي ٿو. اوهان ڪي هڪ عام معيار رکڻ کپي. جن ڪي فارسي نٿي اچي سي ”مڪلي نامه“ کي ڇا ڪندا؟ ضرور هلڪيءَ ٿڪاوٽ سان ٿي پنا اٿلائيندا اٿلائيندا اڳتي هلندا ويندا. نتيجو اهو نڪرندو ته نه ڪو حاصل ٿيندو نه مزو. سنڌي ادب ۾ ڀيا اهڙا ڪي ٿي موضوع رهيا پيا آهن، جن جي اسان ڪي سخت ضرورت آهي. مثال اٿين سمجهو ته اهو سنهنجو ڏورانهو ۽ سيار آهي يا البيلاڻي ۽ الغرضالي. البت اها عام سنڌي تعليم يافته طبقي جي پسنديدگيءَ جي ڀارت ضرور آهي. جو ته ادب انهن لاءِ ٿي تخليق ڪيو وڃي ٿو، اهي ٿي ان کي هنڊائيندا ۽ ساڻيندا. تنهنڪري ڀلي زياده تحقيقي مقالا شايع ڪيو. فقط ٻه لفظ ايترا چونديس ته سنڌيءَ ۾ مضمون هجن، پرواهه ناهي ڪٿي طويل هجن.

اوهان تنقيدي ادب لاءِ فرمايو آهي. درحقيقت جيستائين تنقيد نه هوندي، ته صحتمند ادب تخليق نه ٿيندو. سنڌي ادب ۾ اهڙو خاص تنقيدي ادب تي ڪتاب ڪونه ٿو ملي، جنهن جي روشنيءَ ۾ وڌيڪ تحقيقات ڪجي. لاچار جن ڪي فارسي ۽ عربي اچي ٿي، سي ان مان فائدو وٺن ٿا، جن ڪي انگريزي اچي ٿي، سي ان جي ڪتابن جي روشنيءَ ۾ وڌيڪ مقالو تيار ڪن ٿا. پر اسان جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟ جن ڪي نه اچي فارسي، نه فرنگيءَ جي زبان! مون به تنقيد جي ڏس ۾ ڪجهه روانو ڪيو آهي، خبر ناهي ان جو ڇا ٿيو؟ اوهان تنقيد جا اصول مقرر ڪيا آهن، سي صحيح آهن. مان پنهنجي مضمون متعلق ايترو ضرور چونديس، ته نه آهي تنقيد نه تبصرو، وچان ڪجهه ٻي شي آهي. منهنجي تنقيدي مضمون جو عنوان آهي ”شيخ اياز ۽ سندس ادب“. مضمون جا ٻه بنيادي حصا آهن: (۱) ”شيخ اياز“، جنهن ۾ سندس ذات بابت ۽ زندگيءَ بابت احوال آهي، ۽ (۲) ”سندس ادب“ — ان ۾ فقط سندس ادب متعلق لکيو ويو آهي. اهو مضمون مون وليم سمرسيٽ ماهم جي ڪتاب ”ڏهه ناول ۽ انهن جا مصنف“ (انگريزي) جي نوع تي لکيو هو. انهيءَ ۾ مصنف جي زندگي به آهي ۽ سندس ادب تي تنقيد پڻ. سو، مثان ذاتيات جي غلط فهميءَ ۾ اچي ڪجهه پيو فيصلو ڪيو. ان ڪتاب جي پڙهڻ بعد اوهان کي منهنجي مضمون جي نوعيت جي خبر پوندي. پڪ اٿم ته مضمون ۾ ڪابه فنڪارانه جدت يا تنقيدي عنصر ڪونهي، ته به اميد اٿم ته محنت اجائي نه ويندي.

۱۹۵۶ع واري پهرئين پرچي ۾ مسٽر جمال الدين صاحب ۽ اوهان جو مختصر افساني متعلق بحث پڙهيم. هن دفعي شيخ ”راز“ ۽ شيخ ”حفيظ“ به ميدان ۾ آيا آهن. اسان کي اهڙن بحثن جي سخت ضرورت آهي، جو ته ان ڪري ڪي ٿي ڪمزوريون ظاهر ٿي پون ٿيون، جي بعد ۾ درست ڪرڻ گهرجن. اوهان وٽ مختصر افساني جو ٽن اصولن تي بنياد آهي، پر منهنجي خيال موجب ان ۾ ٽي اصول آهن: (۱) ڪردار (۲) ماحول ۽ (۳) عمل. افسانو لنبائيءَ موجب ايڏو هئڻ گهرجي، جنهن کي ذهن منٽن ڪان هڪ ڪلاڪ تائين وقت ۾ پڙهي سگهجي.

افساني کي ٣ حصا آهن: (١) شروعات، (٢) وچ، جنهن کي انگريزيءَ ۾ "ڪلائيمڪس" چئبو آهي، ۽ (٣) پڇاڙي. افساني جي پڇاڙيءَ ۾ سندس شروعات جو سياو ٻڪ، اصلي ۽ فطرتي لڳيجو هئڻ گهرجي. افساني جي واقعن جي هڪ امڪاني نوعيت هئڻ گهرجي، جا نه فقط مضمون ۽ وشيءَ کي وڌائي، پر اصلي مقصد کي اڀارڻ ۾ مدد به ڪري. افسانو هميشه سلسليوار، سلندڙ ۽ موافق، گنڍيل ۽ لهڪندڙ هجي: ان سان گڏوگڏ دل ولندڙ، متاثر ڪرڻ جهڙو ۽ مڃائڻ جهڙو به هجي. افساني جو مکيه ڪردار "سماجي پرچاءُ ڪندڙ" يعني افساني جي محرڪ سماجي مسئلي کي "سلجهائيندڙ ۽ حل ڪندڙ" هجي. افساني ۾ اهڙو اشارو هجي، جو مسئلي جي اصليت ۽ ان جي پيش ڪيل حل کي پرکڻ ۽ سمجهڻ جو وسيلو بڻجي وڃي. جيئن ته افسانوي ڪردار انسان آهي، ان کي "پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ" ڏانهن اشارو ڏيڻ يا ان متعلق پڙهندڙن کي اشارو ڏيڻ افساني نگارجو فرض آهي - جو ته پوءِ ئي افساني مان انسانيت جي اصلي مقام جو نشان پتو ظاهر ٿيندو - افساني جي افاديت اهائي آهي. "پاڻ سڃاڻ" جي اشاري بعد ئي، ڪردار يا پڙهندڙ ناسازگار ماحول سان وڙهڻ ۽ بغاوت ڪرڻ لڳندو. افساني ۾ اخلاقي نماءُ ڪرڻ يا افسانوي ڪردار جي هنرن فعلن کي اڀارڻ - اُن لاءِ ته افسانوي ڪردار انهن اخلاقن جي روشنيءَ ۾ پنهنجون اوڻايون ۽ عيب ڏسي - ان کي چئبو آهي اخلاق جو پڙهو ڏيارڻ يا اخلاق جو ڍنڍورو گهمائڻ. ڪردار پنهنجي زماني ۽ ماحول جي ريتين رسمن جو ترجمان هجي. آخر ۾، ڪامياب افسانو اهو آهي، جنهن ۾ بي جان قاعدن ۽ پيلن سرشتن سان گڏوگڏ سماج جي اندن عقيدن ۽ خيالن تي سخت نڪته چيني ۽ پختي راءِ زني ڪري. اهي آهن هڪ ڪامياب افساني لاءِ منهنجا خيال، جيڪي مون پنهنجي مطالعي ۽ تجربي مان حاصل ڪيا آهن. جناب عالي، هن دفعي جيڪي تصويرون "مهراڻ" ۾ شايع ٿيون آهن، سي واقعي شاندار آهن. مهرباني ڪري اڃا به زياده تاريخي عمارتن جا فوٽا ڏيو.

ڪوئي پکي هوا ۾ پوائي رهيو آهي - گهڻو ڪري چانڊوڪين ۾ لات لوندو آهي. هتي چڪور ته نه ٿيندا آهن. هي پلا ڪير آهي؟ چنڊ تي فقط چڪور جو ته حق نه آهي! ڪڏهين ڪڏهن سوچيندي مان منجهي پوندي آهيان ته چڪور جي محبت چنڊ سان آهي يا چانڊوڪيءَ سان؟ چڱو، اجازت گهران ٿي........

## ٢

دين محمد لاشاري

"مهراڻ" جا منڍا ۽ محترم ايڊيٽرا گهڻي ڏينهن کان شوق دامنگير هو ته اوهان کي "مهراڻ" جي اجراءَ تي مبارڪون پيش ڪريان، ليڪن رڳيون رکيون مبارڪون به موڪلڻ روح ڪونه ٿي ٿيو - ۽ اُن سان گڏ ڪجهه لکڻ جي فرصت به ڪانه ٿي ملي. اڄ وري جڏهن

"مهراڻ" جو نئون (ڇهون) پرچو پهتو اٿم، تڏهن امنگ وري جاڳي آئيا آهن، ۽ دل گهري ٿي ته مبارڪن موڪلڻ سان گڏو گڏ اوهان سان ڪي ٻه ٽي ڳالهيون به ڪري ڇڏيان،........ حقيقت ۾ "مهراڻ" جي ادبي دنيا ۾ اجراء جو علم مون کي ٻنهي تڏهن پيو، جڏهن گذريل سال جي سلسلي جي آخري ۽ چوٿين پرچي جي شايع ٿي وڃڻ جو ذڪر اخبارن ۾ پڙهيم. اهو پرچو گهرايم؛ پڙهيم؛ نوان درد ۽ ستل سور جاڳيا؛ هرڻي اکيئي نچڻي، رهندو پس ڪهنڊي-تنهن ته ڪلور ڪري ڇڏيا؛ طبيعت اڳيئي جذباتي ۽ رقيق-مهراڻ جي مواد ته دل جا ڦڪل چاڪ چڪائي ڇڏيا. دل نه رهي، گذريل ٽن پرچن جي موڪلڻ لاءِ ادبي بورڊ ڏانهن ڪاغذ ڪي عريضو موڪليم. قرب ڪري ٽي ئي پرچا موڪليا ويا. پوءِ جيستائين آنهن سڀني پرچن کي پڙهي پورو نه ڪيم؛ تيستائين والله رات جو ننڊ ڪرڻ حرام ٿي چڪيم. اڄ "مهراڻ" جا ڇهئي پرچا اڳيان ٽيبل تي پکيڙي رکيا اٿم. سڀني کي ٻه ٽه پيو ٿو پڙهان-هر پيري "مهراڻ" جو هر جملو ۽ خيال نئون پيو لڳي. "مهراڻ" ڇا آهي؟ سنڌي علم ادب ۾ "مهراڻ" جي مقام ۽ قدر و قيمت جو ڪاٿو ڪيئن ڪجي ۽ ڪير ڪري آن جو جواب ڪم از ڪم مون کي ته اصل ڪونه ٿو اچي. "مهراڻ" جي اهميت بابت ڪنهن حد تائين محترم رسول بخش پليجي جي هن راءِ جي تائيد مان به ڪندس ته "مهراڻ" سنڌي ادب ۾ سالن جي جمود کي ٽوڙي، هڪ نئين پُر بهار دور جو آغاز ڪيو آهي." هائي "مهراڻ" جنهن نئين بهار جو آغاز ڪيو آهي، تنهن کي شباب تي پهچائڻ، ۽ "مهراڻ" جي محبتين لاءِ ان بهار جا سرها گل ۽ مٺڙا مٺڙا ڦڪل ميوا موجود ڪري ڏيڻ ۽ آن سان گڏ "مهراڻ" جي مٺڙي ۽ خوش ذائقه پاڻيءَ سان سنڌ سڪايل جي سڪل لبن کي ساوو ڪري، آنهن جي اندر جي آگ اجهائڻ به "مهراڻ" جي ملاحن جوئي ڪم آهي-خدا ڪري ته "مهراڻ" جي هن نئين بهار جي ڪاسٽ ٽي ڪا نياڳي خزان نه اچي، جو اسان جي هن ننڍڙي ۽ ڪچڙي گلشن جي ننڍڙن ننڍڙن ۽ معصوم گلڙن کي، جي اسان جي آئينده اميدن ۽ خواهشن جا ضامن آهن، ڪچيءَ ۾ ئي ختم نه ڪري ڇڏي!

منهنجي خيال ۾ "مهراڻ" هڪ اهڙي انوکي پيشڪش آهي، جنهن سنڌي ادب ۾ هڪ بنيادي انقلاب آندو آهي ۽ آن بنيادي انقلاب جا پرتوا ۽ ڪرڻا ضرور اسان جي زندگي تي پئي، ان جي نقش نگار کي اڀاري، ان کي زياده دلڪش ۽ حسين بڻجڻ ۾ مدد ڪندا. ادب جو زندگي سان گهرو واسطو آهي-ڪٿي ائين چئجي ته ادب زندگيءَ جي سرگذشت آهي، جنهن منجهان معاشري جي هر فرد جي شڪل و صورت ۽ آن جا خدوخال نهايت صاف ۽ چٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هڪ صحتمند ۽ اصلاحي ادب زندگيءَ جي سڀني سماجي مرضن لاءِ ڪهڙيءَ حد تائين هڪ ڪامياب ترياق جو ڪم ڏئي ٿو، ۽ هيءَ نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو "مهراڻ" اهڙين سڀني خوبين جو حامل آهي: اهوئي سبب آهي جو اسان کي پنهنجي مٺڙي ٻوليءَ جي آئينده ترقيءَ، ۽ ان معرفت هڪ باوقار سنڌي سماج جي تعمير جون ڀرپور آسون

۽ آسيدون آهن - دعا آهي ته شل ”مهراڻ“ جي ’ملاحن‘ کي ڪو ڪوسو واءُ نه لڳي ۽ مٿن ڪا نظر بد نه پوي، جو اسان جون آهي نازڪ اُميدون ۽ آسيسون اتي ئي ڪرمائجي نه وڃن.

ادا، ”مهراڻ“ ۾ مختصر افساني جي فني لوازمات تي هڪ نهايت دلچسپ بحث ڇڙيل ڏٺو آهي. منهنجي دل ۾ سُرڪي ٿي ته جيڪر آن بحث ۾ مان به حصو وٺان. شيخ حفيظ واقعي سچ چيو آهي ته ’مسٽر جمال ابڙي هن موضوع تي بحث ڇيڙي سائنٽيڪي ۽ بيدل ٻانيءَ ۾ هڪ قسم جو ٿوڙ اڇلايو آهي‘: شايد اهو ٿوڙ اجا به هن ٻانيءَ کي وڌيڪ ڇوليون ڏياري. مسٽر جمال جي دعوي آهي، ته مختصر افساني جا ٻه پهلو ٿي سگهن ٿا: هڪ ماحول، ٻيو ڪردار. سندس خيال موجب ماحول سٺو هجي يا خراب، آن جي ڪا خاص پرواه ڪانهي؛ باقي افساني ۾ ڪردار ڪنهن به قيمت تي بلند رهي - هو نه ماحول جو شڪار ٿئي ۽ نه وري حيوانيت مٿس ڪو غلبو ڪري. سندس خيال موجب افساني ۾ جيڪڏهن ڪردار ڪنهن ٻيءَ طاقت اڳيان مجبور ٿيو يا ڪنڌ جهڪايائين، ته پوءِ اهو افسانو ڪامياب افسانو نه چئبو. آن جي برعڪس شيخ ”راز“ جو چوڻ آهي ته اِهي ٻئي مٿيان پهلو مختصر افساني جا بنيادي پهلو ته نه آهن، باقي ضمني پهلو ضرور آهن. سندس راءِ مطابق مختصر افساني جو بنيادي پهلو آهي اهو نقطہ نظر، جنهن کي سامهون رکي اِفسانو لکيو ويو هجي. هي آهن سنڌيءَ جي ٻن مايه ناز اديبن جا ٻه علحدا نظريا. علم ادب ۽ آن جي فني پهلوئن تي هن قسم جا بحث نهايت ئي نيڪ فال آهن. اسرندڙ ادب جي سلسلي ۾ هن قسم جا بحث وڏي همت ڏيندا. حقيقت ۾ صحيح ادبي مذاق جو روح اسان ۾ پيدا ئي هاڻي ٿو ٿئي. مسٽر جمال جي چوڻ موجب واقعي ’هيءَ هڪ اختلافي مسئلو آهي‘؛ جو ته زندگيءَ بابت هر ڪنهن کي پنهنجي تجربي آهر پنهنجوئي علحدو نظريو آهي؛ تنهنڪري هن موضوع تي بحث ڪرڻ وقت مختلف قسمن جي نظرين جو پيدا ٿيڻ ڪا عجب جهڙي ڳالهه ڪانهي.

ٻانو جمال ابڙي افساني لکڻ جي ’اسباب‘ کي نظر انداز ڇو ڪيو آهي، سا ڳالهه ته سمجهه ۾ ئي ڪانه ٿي اچي. جيڪڏهن فقط هيءَ هڪ سوال ئي پڇيو وڃي ته ”اسان افسانا ڇو ٿا لکون؟“ - ته مان سمجهان ٿو ته جيڪر نهايت اطمينان جوڳو جواب ملي وڃي. ادب، جيئن مون شروع ۾ ئي عرض ڪيو آهي يا جيئن جديد دور جا اڪثر اديب به تسليم ڪن ٿا، زندگيءَ جي عڪاسي ۽ ترجماني ڪرڻ جو هڪ ذريعو يا وسيلو آهي. هاڻي ”اسان افسانو ڇو ٿا لکون“ جو جواب نهايت صاف ۽ پڌري پٽ پيو آهي، ته افساني لکڻ وقت اسان کي انفرادي ۽ اجتماعي زندگيءَ جا تلخ تجربا اڳيان هوندا آهن - ۽ پوءِ زندگيءَ جون اِهي تلخيون ئي ته آهن، جيڪي اسان کي مجبور ڪن ٿيون ته اسان مختصر افساني ذريعي، پنهنجي دکندڙ دل جا دونهان ٻاهر ڪڍون. هيءَ هڪ فطري اُصول آهي، ته انسان کي جڏهن ڪو صدمو پهچي ٿو، ته پوءِ هو پنهنجن نماڻن نيڻن ذريعي ٻه ٽي گرم لڙڪ هاري، پنهنجي دل تي پيل بوجهه کي هلڪو ڪري ڇڏي: ۽ جي قسمت سانگي ڪو ’پشوپاشا‘ وانگر خود دار ۽ سورهيه دل

نڪري پيو ۽ اڙڪ هارڻ پنهنجي خودداريءَ جي خلاف سمجهيائين، ته ٻه اڻ درد ۽ صدمي جو ذاتي طور اظهار ڪم از ڪم ڪنهن ’نازڪ‘ جهڙي محرم راز ۽ غمگسار سان ته ڪرڻو ٿي پوندس. بس اِهو ئي آهي افساني لکڻ جو بنيادي سبب.

جڏهن افسانو لکجي ٿو ته ڪنهن خاص نقطه نظر جي پيش ڪرڻ لاءِ يا پنهنجن جذباتن جي ترجماني ڪرڻ لاءِ، ته پوءِ اِهو ممڪن ڪين ٿي سگهي ٿو، جو ڪردار ماحول جو شڪار نه ٿين؟ ڪردار ته پيدائش ئي ماحول جي آهن - پوءِ جهڙو هوندو ماحول، اهڙائي پيدا ٿيندا ڪردار: جهڙي هوندي زمين، اهڙي ٿيندي پوک.......

ڪردار ماحول جا محتاج آهن، تنهن جي شاهدي ته خود محترم اڙي جو هيرو ’پشو‘ پاڻ ٻه ڀيلو ڏئي - جج جي سوال جي جواب ۾ هن جو چوڻ ته ”ناحق آهي توسان، قاتل آهين تون“، يا وڪيل مٺان مڪون الاري، ڪيس چوڻ ته ”چريو آهين تون، هيٺو آهين تون، ظلم آهي توسان“ - اهي الفاظ پشوءَ جي اڻ گهڙئي ۽ ’غير مهذب‘ سڀاءَ تي ڪافي روشني وجهن ٿا. اِهو رڳو هين ڪري آهي، جو هن هڪ اهڙي خطي ۾ پرورش پاتي آهي، جنهن جي اڻ گهڙئي ماحول هن کي به ”اڻ گهڙيو ڪاٺ“ بڻائي ڇڏيو آهي. ’پشوءَ‘ جا هن قسم جا جملا ۽ الفاظ ڪو سندس خودداري ڪونه ٿا ڏيکارين، ليڪن جنهن ’جاهل‘ ۽ ’اڻ سڌريل‘ ماحول ۾ هو رهيو ۽ پليو آهي، تنهن هن کي ”مجبور“ ڪري هن نموني سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ سيکاريو آهي......... ڀلا ادا، اِها تمنا ڪير نه ٿو رکي ته اسان وٽ شال پشوءَ جهڙا هزارين خوددار ۽ سورهيه پيدا ٿين! ...... پر هو ته ’بلو دادا‘ ۽ ’شيدوءَ‘ کان به وڌيڪ ماحول جو شڪار ٿيو آهي! ’بلو دادا‘ ته ڪنهن حد تائين پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿئي ٿو - پوءِ سندس حصول مقصد جي طريقي کي ڀلي نه داداگيري ئي سمجهيو وڃي: اهڙيءَ طرح ’شيدو‘ ته هونئن به ڌاڙيل آهي ۽ هُن ڪافي ڌاڙا هڻي پنهنجا انتقام چڪايا ۽ پنهنجي تتل دل ٺاري - خواري نه سٺي ۾ ئي ڪنئي اٿس: ليڪن ويچارو ’پشو‘ معصوم جو معصوم ئي رهجي ويو - هو نه پاڻ ڪامياب ٿيو، نه سندس تحريڪ. مٿس ڪيس هلائي، ڪيس قاسيءَ جي سزا ڏني وڃي ٿي - سندس قاسي سچ پچ عمل ۾ اچي ٿي الائي نه، اِها ڳالهه ته صاف ئي ڪانهي، پر هُن جي سزا جي اعلان کان پوءِ، سندس ساٿي گوڙ گهمسان ڪري جنن وانگر هوا ۾ تحليل ٿي وڃن ٿا - پوءِ جو سندن پتو ئي ڪونه ٿو لڳي ته ’پشو‘ ڪاڏي ويو، سندس ساٿي ڪاڏي ويا ۽ سندس تحريڪ جو ڇا ٿيو؟ ڪجهه به نه، رڳو مايوسي ۽ دلشڪستگي!

برادرم جمال جا هي جذبات ته ”مان پاڻيان ٿو ته انسان کي رحم جوڳو ٿيڻ ئي نه کپي. اِها انسان جي توهين آهي، انسانيت جي توهين آهي. انسان نهايت بلند ۽ بالا آهي. هو ويچارو ۽ ڪين جهڙو نه آهي. مفلسي ڪيس ماري نٿي سگهي“ - نهايت قابل قدر آهن. هن نوجوان اديب جي دل ۾ انسانيت لاءِ جنهن گهريءَ همدرديءَ جو احساس آهي، تنهن جي تعريف نه ڪرڻ ڪور چشمي ٿيندي. اسان جي دعا آهي ته شل سنڌ جو ٻچو ٻچو ’جمال‘ بڻجي پوي،

ادا سائين، ڪهڙي نڀاڳي جي دل ائين نہ گهرندي تہ «انسانيت» تي «حيوانيت» جو غلبو نہ رهي؟ ڪهڙو چنبو هي جو خواهش نہ ڪندو تہ حيوانيت جا قلعا آڏائي انسانيت کي قيد مان آزاد ڪجي ۽ ان کي جرڪائجي؟ ڪير نہ گهرندو تہ انسانيت جي اندر مان حيوانيت کي تڙي، هڪالي، ان جي بجاءِ ان کي ميٺ محبت، قرب ۽ مزي سان پري ڇڏجي؟ اِنهن تمنائن ۽ آرزوئن رکڻ ۾ جمال ابڙو اڪيلو نہ آهي، ۾ سائس آهي سڀ افراد شامل آهن، جيڪي «انسانيت» جو قدر سڃاڻن ۽ چاهن ٿا. پر مصيبت هي جو آهي تہ ان پراڻي ۽ جهوني مرض جو علاج ڪجي ڪيئن؟ علاج ڪرڻ لاءِ هڪ «پشو» تہ ڇهو، هزارين پيا «پشو» بہ ميدان عمل ۾ اچي سگهن ٿا، فقط مرض جو بنياد ڪنهن ڪان لبي. هتي «پشو» تہ فقط جذباتي زور تي هڪلجي اچي ٿو. اسان کي هن قسم جا مصنوعي ۽ جذباتي «پشو» نہ گهرجن. اسان کي سنجيده ۽ اصل «پشو» گهرجن، جيڪي موجوده سماج جي هن فرسوده ۽ باطل نظام کي، جيڪو ورهين کان وٺي اسان مٿان پنهنجي پراگنده ماحول کي حاوي رکندو آيو آهي، جيڪو بيوس ۽ مجبور انسانن کي پنهنجي ظالم هٿن سان کهائيندو ۽ مارائيندو آيو آهي، تنهن جي بنياد ۾ هٿ وجهي تيستائين ان کي لوڏين جيستائين سندس غربين جي خون سان ڳاڙهي ٿيل ماڙي ڦهڪو ڪري پٽ تي نہ ڪري آهي. اسان کي پنهنجي سماج جي تعمير نئين سر ڪرڻي پوندي. اڳوڻي سموري نظام جي ڪوڙن بتن کي پاش پاش ڪرڻو پوندو. هڪ بنيادي ۽ ذهني انقلاب آڻڻو پوندو. تڏهن ئي اسان جا ڪردار ماحول مٿان قبضو حاصل ڪري سگهندا. تڏهن ئي انسانيت آوي جو سان نڪري جرڪڻ لڳندي. تڏهن ئي اسان جا ڪردار پلي جو واري ميڪ ميڪ ڇڏي شير واربون گجگوڙ بون ڪندا. نہ تہ هونئن تہ پاڻو، هر روز پنهنجين هنن گنهگار اکين سان ويٺا ڏسون، تہ انسانن ويچارن کي مفلسي زوران زور گهٽا ڏيئي ماري ڇڏي ٿي؛ انسان ويچارو اجا تہ «مجبور» ۽ «ڪين جهڙو» آهي؛ «انسانيت» اجا تہ سوري ناحق ۾ آهي، ڏئي وائڻي سڪرات ۾ آهي، هوءَ تہ ويچاري اجا تہ واقعي ويچاري ۽ ڪمزور آهي، اجا تہ رت جا ڳوڙها وهائي پيئي روئي؛ «حيوانيت» اجا تہ ڏند شڪيندي ۽ ڪلندي رهي ٿي. اهو سڀ تہ اسان جي روزمره جو مشاهدو آهي انهن تلخ حقيقتن کان انڪار اج ڪهڙو خوش فهم انسان ڪري ٿو سگهي؟

دادا، هي جو ڳالهہ بہ پڌي ڇڏ تہ حيوانيت «سيٺ» «وڏيري» ڏگائي «خان» ۽ «رئيس» ڪاموٺاز جي بنهہ زرخريد پانوي آهي- آنهن جي ئي در جي پاليل ڪُتي آهي- ڪين فقط بچ ڪرڻ جي ديز آهي: پوءِ ڏس تہ ڪيئن نہ «انسانيت» جي پڙيءَ کي آها جتي ڪتي ڦاڙي چيري، ليڙون ليڙون ڪري پنهنجن مالڪن اڳيان هيج ڪري ٿي ڏيکاري! پوءِ ڏس تہ ڪيئن نہ آهي «انسانيت» جي هن بيوس ۽ مجبور «ذلت» تي وڏا وڏا ٽهڪ ٿا ڏين! ماحول اِنهن انسان دشمن ۽ انسان نُما ديوسن جو غلام آهي. هو آنهن جي اشارن تي چير وجهي نچندو آهي. هو آنهن جي حڪم تي چتو ٿي محبوس «انسانيت» تي حملا ڪندو آهي، ان کي چيري

ڪاڙي پنهنجي ناڪام فتح تي بيهي پنهنجن مالڪن اڳيان ڏند شيڪيندو آهي ۽ شينگربو آهي.
پوءِ ڀلا اهڙن بد اِنهن معتبرن ۽ وڏ- پيڻن کي اسين ڪَرَ (Villains) نه سمجهون؟ ۽ اهڙن بد ''انسانيت'' ويچاريءَ تي رحم ۽ ترس نه ڪريون، ته ڇا ڪريون؟ بهرحال جيستائين اسان جو موجوده معاشرتي نظام پنهنجي ساڳيءَ شڪل ۾ موجود آهي ۽ جيستائين اُن نظام ۾ بنيادي ۽ انقلابي تبديلي نه آئي آهي، تيستائين ڪردار تي ماحول جو مقدم رهڻ هڪ ازلي امر آهي- ۽ ان صورتحال کي هڪ پشو ته ڇا، پر هزارين پيا پشو به بدلائي نه ٿا سگهن. وري جيستائين ماحول ڪردارن تي مقدم آهي، ''انسانيت'' جو ''حيوانيت'' جي قيد ۾ رهڻ به هڪ لازمي امر آهي. جيستائين ائين ٿئي، تيستائين جيڪڏهن اسان ''بلو دادا''، ''شيدو ڏاڙيل'' ۽ ''اندير نگري'' جي اصطلاحن ۾ پنهنجن مجبورين کي دنيا اڳيان پيش ڪيو-اُنهن کي جيڪڏهن پنهنجي حالت زار کان واقف ڪرڻ لاءِ ان طريقي سان متوجه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ظالمن جا پردا جيڪڏهن اِن نموني سان فاش ڪرڻ جي اسان ڪوشش ڪئي، ته ان ۾ آخر عيب ڪهڙو؟ اِن ۾ ته نه بزدلي آهي ۽ نه احساس ڪمتري. اهو ته هڪ طريقو آهي ظالمن کي خوار خراب ڪرڻ جو ۽ مجبور ''انسانيت'' لاءِ همدرديءَ جي احساس جاڳائڻ جو. بيوس مظلوم کي ته آخر بيوس مظلومڻي ڪري پيش ڪبو. پشو مظلوم هوندي به جارحانه ڪارروائي ڪرڻ گهري ٿو ۽ سندس اِن جارحانه عمل سبب آها خود داري ۽ بلندحوصلگي جيڪا فطرتي طرح هُن جي ذات ۾ معلوم پيئي ٿئي، تنهن ڪان نهايت قابليت سان ڪم ورتو ويو آهي ته جيئن پشوءَ کي هڪ بيوس ۽ مظلوم جي ڪردار ۾ ڏيکارڻ ڪان پاڻ بچائي سگهجي.
پر حقيقت ته اڪي ڪين مڱهندي: پشو ويچارو هڪ مظلوم آهي ۽ ڏاڍو واڍو مظلوم. جيڪڏهن هو مظلوم نه هجي ها، ته پوءِ سڄيءَ دنيا خلاف سندس صف آرا ٿي بيهڻ جو مقصد ڇا؟ حڪومت خلاف بغاوت ڪرڻ جو مقصد ڇا؟ ڀلا هڪ همگير ۽ انقلابي تحريڪ اُٿاري باقاعده فوج ڪٺي ڪرڻ جو مقصد ڇا؟ حقيقت ۾ اِهي سڀ مقصد فقط هڪ اُصول خاطر هئا، ۽ ان حصول جي منزل هئي انصاف-ڇا جو انصاف؟ انصاف اُن ظلم جو، جيڪو سماج، پشو ۽ پشوءَ جهڙن پين مظلومن تي ڪيو هو. اوهان ئي هاڻي منصف ٿيو ته پشو غريب مظلوم آهي يا نه؟

پشو پنهنجي انصاف حاصل ڪرڻ خاطر جيڪو طريقو اختيار ڪري ٿو، سو غير قدرتي ۽ غير معمولي آهي، جنهن ڪري سماج هُن ۽ سندس سائين سان همدردي ڪرڻ بجاءِ اُنهن کي شڪوڪ نظرن سان ڏسي ٿو ۽ اُنهن کي مظلوم سمجهڻ بدران ظالم ۽ باغي سمجهي ٿو. پشوءَ جو ڪردار پاڻ سان ٿيل ظلم جي نه تلافي ڪري سگهي ٿو ۽ نه وري پنهنجي خود داريءَ ۽ بي باڪيءَ جو ڪو ڪامياب جوهر ڏيکاري ٿو سگهي: مظلومن جي قوم ۾ جنهن ٿوري گهڻي جذبي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس، سو جذبو به هاڻي هڪ معمولي خوش فهمي ۽ ٻاراڻي دلاسي کان وڌيڪ ڪابه اهميت ڪانه ٿو رکي. پر جڏهن محترم جمال جون اُميدون برثواب ٿينديون، سندس خواب شرمندهءِ تعبير ٿيندو ۽ ڪردار ماحول تي قبضو ڪندا ۽ ''حيوانيت

ڪلندي ڪلندي وڃي ڪڏهن ڪرندي. انسانيت روئندي روئندي اوجل ٿي ويندي"، تڏهن نه 'بلو دادا' ۽ 'شيدو ڌاڙيل' لکڻ جي ضرورت پوندي ۽ نه وري پشوءَ جي ڪردار پيدا ڪرڻ جي- پوءِ افسانن جي 'افسانوي' دنيائي ختم ٿي ويندي.

ادا! اوهان جي سمع خراشي ته ڪافي ڪئي اٿم، ليڪن باقي هڪڙي ٿورڙي ڳالهه ڪري بس ٿو ڪريان-سا هيءَ، ته اوهان جي هن تنين پرچي ۾ اسان جي دوست 'برده سنڌي' جو سرانڪيءَ ۾ لکيل افسانو "انڌير نگري" مون کي ڏاڍو پسند آيو. مان اڄ ڏينهن تائين جيڪي به افسانا پڙهيا آهن، تن سڀني کان هي افسانو شايد بهترين افسانو هجي. هن افساني جي خاص خوبي اها آهي ته جيتوڻيڪ اهو مختصر ۾ مختصر افسانو آهي، پر تنهن هوندي به هن جي پڙهڻ سان جيڪو تاثر پيدا ٿئي ٿو، سو طول طويل ۽ ڊگهن افسانن ۾ پيدا ٿيندو نه ڏٺو اٿم. قابل اديب ڄڻ ڪوزي ۾ سمنڊ بند ڪيو آهي. جيتوڻيڪ سنڌس طرز تحرير ۾ بلا جي طنز آهي، پر پڙهندي چپن تي مرڪ سان گڏ اندر ۾ چڪ ۽ چير پيا پون، ۽ اکين ۾ لڙڪ اچي وڃن ٿا. پنهنجي افساني جو عنوان "انڌيرنگري" چوندي اسان جي قابل اديب پنهنجي حسن انتخاب جو بهترين ثبوت پيش ڪيو آهي. ان کان وڌيڪ شايد ٻيو ڪو به موزون عنوان ملڻ محال بلڪ ناممڪن هو. غريب حجم هڪ مزور ۽ ڪاسبي ماڻهو آهي-سنڌس چوري ٿي وڃي ٿي، پر ان هوندي به هو پوليس ۾ فرياد ڪرڻ هرگز نٿو گهري: ڇو ته کي خبر آهي ته پوليس ڪيئن نه چرلو گهمائي پاڳين کي چور ۽ چورن کي پاڳيا بنائي ڇڏيندي آهي. پوليس جي اهڙين ڪرتن جي ته هن غريب کي اڳ ۾ئي خبر آهي: پر ڇا ڪري، رئيس گاڦ خان جو چيو ڪيئن نه مڃي-رئيس جو ٿيو ۽ ڳوٺ جو بي تاج بادشاهه- پوءِ غريب حجم جي مجبوري ۽ بيوسي ڪهڙن نه سهڻن لفظن ۾ ظاهر ڪئي وئي آهي- "ٿيوي حجم، تي رئيسان دا آکڻ نه منيئي!" دانهن ڏيڻ کان پوءِ آهوئي نتيجو نڪري ٿو، جنهن جو غريب حجم کي نه رڳو ڪتڪو، پر يقين هو. ڀلا اِن کان وڌيڪ بي انڌير نگري ڪهڙي ٿيندي، جو چوري به آن غريب جي ٿئي، ته وري ڏاڙهي به آن جي پنجي! لک شاباس ته رئيس گاڦ خان کي ڏجن-چي، "سائين حجم ڪون ايوين نه ڏيک، سڪيا سهنجا هئي: پيشان ڪلهه فجر ڪنون پڇي سرڪا ڳيا ها: آکي 'تون صوبيدار صاحب ڪني زليچ چٺل'- ميڏا ڪجهه نه وڃي، سائين! تون چاڻ تيڏي مرضي!" سچ پچ جيستائين اهڙا رذيل ۽ ذليل رئيس ۽ وڏيرا اسان جي سماج مٿان قابض رهندا، تيستائين اسان جو سماج سڌري، سو ناممڪن. ڀلا اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو، جو بگهڙ رڍن جي واهت ڪن. هر ڪنهن ملڪ ۾ پوليس قانون جهڙيءَ پاڪ شي جي حفاظت لاءِ مخصوص هوندي آهي، پر هتي اسان جي ملڪ ۾ قانون جي حفاظت ڪندڙ موذين جا اهڙا اهي حال آهن: "اهن حرامي کون 'ساري رات سمهڻ' دي ڏوهه وچ چالان ڪر." "هٿ جي هٿ" سنڌيءَ ۾ هڪ مشهور چوڻي آهي، ۽ اِن چوڻيءَ کي سنڌ جي

صوبيدار صاحب جي مٿين حڪم ۾ نهايت ڪاميابيءَ سان نباهيو ويو آهي. ”چور چڙهو وڃي، پاڳيو پڪڙيو وڃي“- اهو اسان جي پوليس جي ڏاڍي هٿ جو هڪ معمولي کيل آهي. پوليس جو هڪ معمولي منشي يا سپاهي به صوبيدار صاحبن کان ڪو گهٽ ڪونهي- هتي سندن عياريءَ جي حد ٿي وڃي ٿي: ”صوبيدار ته ڪڙڪيسي، پر هڻ ايوين ڪر- اها ڳڳ آئون جٽني لاءِ رک ڏيان- تون پڇ وڃ اٿون. جهٽ ڪر، متان ڪو ڏيک نه گهنڻي. ڪيا ياد ڪريسين حرامي، هوڻي ڏوراڻ“ واه جو احسان ڪيائينس! شايد غريب حجم پوليس واري جي انهيءَ احسان کي مرندي گهڙيءَ تائين نه وساري، پر اسان جي محترم لکندڙ جنهن خوبيءَ سان سماج جي هنن دستوري سياه ڪارين ۽ ان جي ههڙين روزمره جي بدمعاشين تان پردو کنيو آهي، سو قابل تعريف آهي. جيڪڏهن اسان جي اڏين سماج اندر ٿيندڙ خرابين ۽ ظلمن جي اهڙيءَ طرح جانچ پڙتال ڪرڻ شروع ڪئي، ته پوءِ اهي ڏينهن پري ڪونهن، جڏهن اهي سڀ جا ’صوبيدار بهادر‘ ۽ ’رئيس ڪاڻ خان‘ جن وڃي ڳاٽن پر ڪرندا.

٣

محمد دائود بلوچ

- پاءِ ايڊيٽر، ”مهراڻ“ جي پڇي سال جو پيو پرچو هٿن ۾ آهي، جا پڙهي جا پڙهان- بيت پڙهان يا غزل، گيت پڙهان يا ڪافيون، نظم پڙهان يا نيون طرزون، افسانا پڙهان يا مضمون... !

ادا، ”مهراڻ“ هٿن ۾ ڪٿڻ سان منجهي پوندو آهيان: جڻ اجهاڳ سمنڊ ۾ وڃي پوندو آهيان. ”مهراڻ“ جي تعريف ڪهڙن لفظن سان ڪريان! شل ”مهراڻ“ هميشه موجن ۾ هجي ۽ اسين هميشه منجهس تڙڳندا رهون. ”مهراڻ“ مان جيڪڏهين ڪو موتين بدران صرف پٿربون ٿي ڪيندو ته اها ان جي ڀل آهي. ها، جيڪڏهين گهڻن موتين ۾ ڪا هڪڙي اڌ پٿري نڪتي، ته ان ۾ موتين جو قدر ڪو گهٽ ته ڪين ٿيو! اول، هڪ ڳالهه ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان- خبر نه آهي ته توهان مون سان شامل آهيو يا نه! ڳالهه هيءَ آهي ته اسان جا گهڻا شاعر اڳتي قدم نٿا وڌائين. ڪي آنگرين تي ڳڻڻ جيترا شاعر آهن، جي ستل دلين کي، ننڊ وارين اکين کي، ڪجهه سجاڳ ڪرڻ لاءِ همتائي رهيا آهن. پيا دوست ته وري ’زلفن جي دام‘ ۾: ’شرابخاني‘ ۾ گرفتار آهن، جتان خبر ناهي ته ڪڏهين نڪرندا، يا اصل نڪرندا ئي ڪون! افسوس اٿم جو ”تنوير“ ۽ ”اياز“ به هن دفعي اهڙا گيت نه ڇپيا آهن، جي ستل دلين کي سجاڳ ڪن، قوم ۾ قوميت آڻين- شايد اهي پڻ ’باغي‘ به وڃي زلفن جي ور وڪڙن ۾ ڦاٿا آهن- نه ته اڳئين پرچي ۾ ”تنوير“ جو ”سوهن جو دڙو“ ۽ ”ديپڪ“، ”اياز“ جو ”جاڳ پٺاڻي گهوٽ...“ جنهن ۾ سنڌڙيءَ کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

"جيئون تنهنجي جند سان، مرون تو سان ماءِ،
ڳوڙها ڳاڙ ۾ "سنڌڙي"، وري ورندو واءِ،
جرڪن پيون جنڊڙيون، تن آهي تاءِ،
لونءِ لونءِ منجهه لڳاءِ، سڀ ڪي آسائيهه جو"-

کهڙا نه دل ڏاريندڙ هئا!

ادل، هينئر شاعرن کي عرض آهي ته عوام کي ميخانن ۽ زلفن جي ور وڪڙن ۾ گرفتار نه ڪن، بلڪ عوام کي اڳتي قدم کڻڻ لاءِ آماده ڪن - جنهن جي هينئر عوام کي ضرورت آهي: آهي گيت ڳائين، جي عوام جي ترجماني ڪن ۽ عوام کي نئين زندگي بخشين. توهان ڏسندا ته مان هڪڙو نه آهيان، جو ائين چوڻ لاءِ مجبور ٿيان ٿو، مگر منهنجي خيال ۾ توهان وٽ جيڪي به خط پهچندا هوندا، انهن سڀني ۾ اهو ذڪر ضرور هوندو. مگر خبر ناهي، چو توهان اچا انهيءَ طرف ڌيان نٿا ڏيو! شايد توهان خود زلف جي زنجيرن مان اڃا نه نڪتا آهيو!

گووردڌن محبوباڻيءَ جو "ڪاري" افسانو نه آهي بلڪ هڪ حقيقت سمجهڻ گهرجي. وڏيرا- شاهي جي ڪڌن ڪرتوتن ڪري ڪيتريون نه مکڙيون مرجهائجي ويون آهن! انهن مان "پناٿي" به هڪ آهي. ڪيئن نه وڏيرو پنهنجي کيل ڪمن تي "ڏنڊا نيڙي" چوي ٿو ته "مون ته خسيس چرچو ڪيو آهي". هن جي خسيس چرچي ڪري ڪيئن نه هڪ انسان جي حياتي ختم ٿي- ڪيئن هڪ مکڙي مرجهائجي وئي! ادا حفيظ جو "۽ مکڙي مرجهائجي وئي" کهڙو نه دل ڏاريندڙ آهي- "اي هل! هڪڙو قبرستان جو...... آهي ڪو هڪڙو قبرستان جو...... پون...... پيئون...... پون"- سماج جي ههڙي ڀيانڪ تصوير! سراج الحق جو، "ديوتا ۽ انسان" لاجواب آهي. جيڪڏهن اسان جا پيا دوست ان طرح ديوتائن جا پول پڌرا ڪن، ته پوءِ انسان ۽ ديوتائن ۾ فرق باقي نه رهندو، ۽ انسان ۽ ديوتائن جو درجو ترت ئي چڙهي لهي اچي هڪ جهڙو ٿيندو. حقيقت آهي ته "ديوتائن" جي محلن جي پيڙهه غريبن جي جهوپڙين تي ئي اڏيل آهي: پوءِ جيستائين غريب سجاڳ نه ٿيا آهن، تيستائين ديوتا سندن ئي ڪماين تي پيا مچندا ۽ متارا ٿيندا: جڏهن عوام ۾ سجاڳي اچي ٿي ۽ عوام بيدار ٿئي ٿو، تڏهن ديوتا دانهون ڪندا هيٺ اچي ڪرن ٿا. "پنهور" جو "زن طلاق" وڏيرا شاهي ظلمن جي پڌري تصوير آهي. اميد آهي ته عوام کي اڄ نه سڀان ضرور سمجهه اينديءَ- پوءِ هو وڏيرن جي وڏيرپ کي ضرور سندس اصلي صورت ۾ سڃاڻي ويندا.

آخر ڳالهه، ته "مڪلي نامه"، جو پارسيءَ ۾ آهي، ان مان هڪ اکر به سمجهه ۾ نه آيو. اهو جيڪڏهن ترجمو ڪري پيش ڪيو وڃي ها، ته وڌيڪ چڱو هو............

# سنڌي نثر مان مثالي ٽڪرا

-”ڀر اِهو قداور شخص ڪير آهي، جو سڌو هيڏي ڪاهيندو اچي، ۽ جنهن جو مٿو آسمان ۾ آهي ۽ پير زمين تي آهن؟ هن جو بدن مضبوط ٿو ڏسجي، هن جي منهن ۾ مٺيا ٿي ڏسجي، ۽ هن جي دل ۾ آرام ٿو ڏسجي. جيتوڻيڪ وات هلندي هن کي گهٽيون ئي اڪون اچن ٿيون، تڏهن به هن جي آنهن تي نظرئي ڪانهي. آسمان ۽ زمين هن کي روڪين ٿا ته به هو جهلڻ جو ناهي، هليو اچي؛ هن جي اڳيان جبل جهڪندا وڃن ۽ سمنڊ سڪندا وڃن، رستي ۾ شينهن اچي ٿو، ته به هن کي پرواه ڪانهي؛ چيتي جا چٽ ڏسي، هن کي ڪوبه ڊپ ڪونه ٿو ٿئي؛ وڏن وڏن ڪنڊن مان هو ڪاهيندو هليو اچي؛ سوتمار آنتون هو هٿن سان ٽاريندو پاسي ڪندو اچي؛ هن جي پٺن تي طوفان پيا لڳن، ته به هن کي لوڏي نٿا سگهن؛ هن جي مٿي تي مينهن پيا وسن ۽ گوڙيون پيون ٿين، ته به هن کي پرواهه ڪانهي؛ ڪوڻ جي چمڪاٽ ڪري پاڻ هن جي منهن جو نور پيو معلوم ٿئي: اِنهيءَ جو نالو ”اولوالعزمي“ يعني ”پڪو ارادو“ اٿئي.

هو زمين جي تمام پرانهينءَ ڪنڊ ڪان هليو آهي. هو خوشيءَ ۽ نيڪ بختيءَ کي پري ڪان ڏسندو اچي. قطب ڪان به پري آنهيءَ جو مڪان آهي، ته به هن جي اک آنهيءَ تي پوندي اچي. هو اوستائين وڃي پهچي ٿو، ۽ آنهيءَ مڪان جي اندر گهڙي وڃي ٿو ۽ هميشه تائين آتي رهي ٿو.“ - [مرزا قليچ بيگ مرحوم جي تصنيف ”تهذيب اخلاق“ مان ورتل؛ ص‌ص ۷۸ ۽ ۷۹: ڇونڊيندڙ - دين محمد لاشاري، پنگو بهڻ.]

- ”پڙهڻ مان جهڙي خوشي ۽ خرمي حاصل ٿي ٿئي، تهڙي عزت ۽ زينت، تهڙي چالاڪي ۽ هوشياري. آن مان خوشي ۽ خرمي خانگي هلت ۾ حاصل ٿي ٿئي؛ عزت ۽ زينت گفتگو ۾؛ چالاڪي ۽ هوشياري انصاف ڪرڻ ۽ ڪم جي استعمال ۾ - چاڪاڻ جو چالاڪ ماڻهو ڪو به ڪم چڱيءَ طرح ڪري سگهندا ۽ شايد ذري جو انصاف به ڪري سگهندا.“ [مرزا قليچ بيگ: شري ميلهارام منگترام واسوانيءَ جي ڇاپيل ڪتاب ”گلستان“ تان ورتل. ڇونڊيندڙ: موتيرام سونيجي، بمبئي.]

-”تاريخ پڙهڻ ڪري ماڻهو ڏاهو ٿئي ٿو. شعرن پڙهڻ ڪري ماڻهو خيالي ۽ سمجهو ٿئي ٿو. هندسه ۽ حسابي ڪم سکڻ ڪري ماڻهو پورو ۽ قابل ٿئي ٿو. علم طبعيءَ پڙهڻ

ڪري ماڻهو ڪامل ۽ اونهي خيال وارو ٿئي ٿو. فلسفي ۽ حڪمت پڙهڻ ڪري ماڻهو گنڀير، سنجيدو ۽ شڪوه مند ٿئي ٿو. منطق ۽ معاني پڙهڻ ڪري ماڻهو بحث ڪرڻ ۾ چالاڪ ۽ هوشيار ٿئي ٿو. مطلب ته انسان جي عقل ۾ ڪهڙو به خلل يا خرابي هوندي، ته به هڪڙي نه ٻئي علم جي پڙهڻ سان ان کي برطرف ڪري سگهجي ٿو- جهڙيءَ طرح بدن جي مرضن کي هڪڙيءَ نه ٻيءَ ورزش ۽ استعمال سان دور ڪري سگهجي ٿو. [مرزا قليچ بيگ. شري ميلهارام منگترام واسوانيءَ جي ڇپايل ڪتاب "گلستان" تان ورتل. چونڊيندڙ: موتيرام سونيجي، بمبئي.]

-"هلڪي ۽ گهنيل هير جي اثر هيٺ سڄو سمنڊ لڏي رهيو هو ۽ ننڍين ڇولين ۾ ورهجي ٿي ويو. سورج جا ترورا موت ڪاٽي اکين اڳيان اونده آڻيندڙ روشني اڇلي رهيا هئا. سمنڊ نيري آسمان ڏي نهاري هزارين چانديءَ جهڙيون مشڪون مشڪي رهيو هو. آسمان ۽ سمنڊ جي وچ ۾ شرط پڄائيندڙ لهرون مٺو آواز ڦهلائي رهيون هيون. ڇولين جا ٽاڪوڙا ۽ سج جو چلڪاٽ مدّ رتا سان هڪ ٻئي ۾ سمائجي ٿي ويا. سورج آنند ۾ هو، ۽ سمنڊ پوڊ ۾ ٿي سمايو. هوا لاڏ ڪوڏ سان سمنڊ جي ريشمي ڇاتيءَ تي هلڪيون ٺڪيون هڻي رهي هئي، ۽ سمنڊ لوليءَ جي اثر هيٺ ننڍا ڪڙيون سرد آهون ڀري رهيو هو. وايو منڊل گرم، هوا سلوڻي ۽ سگهڻ ڀري هئي. سائيريون ڇوليون پيلي ساحل سان ٽڪرجي سفيد گجي ڦهلائي واپس موٽي ٿي ويون. گجي ٿل ريتيءَ کي ڇهي، هڪ سرد شوڪارو ڀري، پگهرجي ٿي وئي، ۽ ريتيءَ کي آلو ڇڏي ٿي وئي." [ڪيرت ٻاٻانيءَ جي ترجمي ڪيل ڪتاب "مالوا"، ص. ۲۱، تان ورتل؛ اصل مصنف مئڪزم گورڪي. چونڊيندڙ: ميندري. ع. سعادتي]

-"دنيا ۾ هر انسان- خواهه مرد هجي يا عورت، پوڙهو هجي يا جوان، عالم هجي يا جاهل- حياتيءَ جي بقا جو خيال ٿو رکي، ۽ قوت قائم رکڻ لاءِ کاڌو ٿو کائي، پنهنجي جسم کي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙا ٿو پهري، پنهنجي آرام ۽ آسائش لاءِ مڪان ٿو جوڙائي؛ جيڪڏهن خدا نخواسته بيمار ٿو ٿئي، ته فوراً علاج جو بندوبست ٿو رکي: مطلب ته هو هر ڪنهن گهٽ ۾ گهٽ تڪليف جي دفعي ڪرڻ لاءِ قسم قسم جون تدبيرون ۽ تجويزون ٿو اختيار ڪري. هن جو صرف هي مقصد آهي ته هن جي عزيز زندگي قائم رهي، جو اها ڪيس سڀ کان وڌيڪ پياري چيز آهي. پر افسوس، جو اهڙيءَ چيز ڏي سندس مطلق خيال ئي ٿو ٿئي، جا زندگيءَ لاءِ ضروري آهي- اها چيز آهي ڪفايت شعاري! [آغا تاج محمد خان جي ڪتاب "ڪفايت شعاري" جي صفحي ۱ ۽ ۲ تان ورتل. چونڊيندڙ: ماستر محمد قاسم "شاد"، ڪجهي قادر ڏنو شاهه، تعلقو گوني.]

---

# سنڌي ٻوليءَ جا مسئلا

## ڪراچي يونيورسٽي ۽ سنڌي ٻولي

تازو ڪراچي يونيورسٽيءَ طرفان سنڌيءَ کي امتحاني ٻوليءَ جي حق کان محروم ڪري ڇڏڻ جا احڪام جاري ڪيا ويا. سنڌن ان نفرت جوڳي فيصلي خلاف، ڪراچيءَ جي سنڌي شاگردن يونيورسٽي سنڊيڪيٽ جي سامهون هڪ مدلل ۽ قابل قدر يادداشت پيش ڪئي هئي. هت اها يادداشت "مهراڻ" جي پڙهندڙن لاءِ پيش ڪري رهيا آهيون.

-جناب عالي، اسان ڪراچيءَ جي ايس. ايم. ڪاليج، ڊي. جي. سائنس ڪاليج، اسلاميه ڪاليج، اين. اي. ڊي. انجنيئرنگ ڪاليج، گورنمينٽ ڪامرس ڪاليج، ڊو ميڊيڪل ڪاليج ۽ ايس. ايم. لا ڪاليج جا ٽن هزارن کان وڌيڪ سنڌي شاگرد، ۲ سيپٽمبر ۱۹۵۶ع تي سنڌي شاگردن جي هڪ عام جلسي ۾ پاس ٿيل پنهنجو هيٺيون ٺهراءُ يونيورسٽي سنڊيڪيٽ جي ويچار لاءِ عرض رکون ٿا، جنهن ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ سنڌيءَ کي، هميشه وانگر آئنده به يونيورسٽي امتحانن ۾ جوابن لکڻ جي ذريعي طور قائم رکڻ جو مطالبو ڪيل آهي:

"سنڌي زبان کي به انگريزي ۽ اردو زبانن وانگر، ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ امتحاني زبان جي حيثيت ۾ برقرار رکيو وڃي.

"آئنده، يونيورسٽي امتحانن ۾ سوالن جا پرچا، انگريزي ۽ اردو ترجمي سان گڏ، سنڌي ترجمي سان به ڏنا وڃن.

"سنڌي زبان ۾ ڏنل جوابن جون ڪاپيون، فقط انهن ممتحنن کي ٽپ ڏسڻ لاءِ ڏنيون وڃن، جي سنڌي زبان کان چڱيءَ طرح واقف هجن.

"ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ٻين سڀني ملڪي ۽ غير ملڪي زبانن لاءِ قائم ٿيل شعبن سان گڏ، سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ به هڪ جدا شعبو قائم ڪيو وڃي."

اسان، ڪراچيءَ جي اٽڪل پنج هزار شاگردن جو هڪ احتجاجي جلوس وٺي، ۹ سيپٽمبر ۱۹۵۶ع تي، ڪراچي يونيورسٽيءَ ٻاهران پهچي، انهن سڀني ساٿين جي نمائندن جي حيثيت ۾، اوهان اڳيان مٿيون ٺهراءُ عرض رکيوسين؛ مٿين ٺهراءَ ڏانهن اوهان جي ذاتي توجه ۽ شخصي دلچسپيءَ لاءِ گذارش ڪري، وڌيڪ اهو به عرض ڪيوسين ته اوهان مهرباني ڪري

يونيورسٽي سنڊيڪيٽ کي ٻه اسان جي هنن واجبي مطالبن تي همدرديءَ سان غور ڪري هن بي انصافي دور ڪرڻ ۽ سنڌي شاگردن جي بنيادي حقن کي محفوظ رکڻ لاءِ سفارش ڪندا.

اوهان ان وقت پنهنجي گفتگو جي دوران ۾ اسان کي مشورو ڏنو هو ته اسان پنهنجي مطالبن جي تائيد ۾ هڪ يادداشت به پيش ڪريون، ته جيئن يونيورسٽي سنڊيڪيٽ کي هن مسئلي تي نظر ثاني ڪرڻ ۾ سهولت ٿئي.

اسان ان وقت به اهو عرض ڪيو هو ۽ هينئر به پهنجو واحد ۽ فيصلہ ڪن دليل اهو ڏيون ٿا ته جيئن گذريل نون سالن کان سنڌيءَ کي امتحاني زبان جو درجو حاصل رهيو آهي، تنهن آنديءَ به ڪيس اها حيثيت حاصل رهڻ گهرجي. جيڪڏهن انهيءَ وچ ۾ ڪي اهڙا اڻ ٿر سبب ۽ رنڊڪون پيدا ٿي پيون هيون، جن سنڊيڪيٽ کي انهيءَ اوچتي قدم کڻڻ تي مجبور ڪيو، ته پوءِ سندن فرض هيءَ هو ته علمي دنيا جي واقفيت لاءِ انهن سببن ۽ رنڊڪن کي پڌرائين ظاهر ڪن ها، ۽ پوءِ انهن سببن ۽ رنڊڪن کي پنهنجي وت ۽ وس آهر هٽائڻ ۽ دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ها. افسوس، جو سنڊيڪيٽ جي ڪارپردازن ائين نه ڪيو- ۽ اها هڪڙي بنيادي حقيقت ئي سندن فيصلي کي هڪ طرفو، غير واجبي ۽ اعتراض جوڳو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

ڇيو وڃي ٿو ته سنڌي زبان اڃا انهيءَ لائق نه ٿي آهي، جو ان کي يونيورسٽي امتحان ۾ جوابن لکڻ جو ڪامياب وسيلو سمجهي سگهجي. سوال ٿو اٿي ته سنڌي زبان جي انهيءَ لياقت يا عدم لياقت جو فيصلو ڪيئن ڪري سگهبو؟ جيستائين ڪراچيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي موجود هئي، تيستائين ته اسان جي زبان خلاف ڪڏهن به اهڙي قسم جو اعتراض ڪنهن ڪونه اٿاريو- انهيءَ يونيورسٽي کي اڄ به اسان جي زبان جي انهن لياقتن ۾ پورو پورو ڀروسو آهي. ڪراچي يونيورسٽي پاڻ به شروعات کان وٺي اڄ ڏينهن تائين سنڌي زبان کي امتحاني زبان جي حيثيت ۾ قائم رکندي پئي آئي آهي: حيرت جو مقام البت هيءَ آهي ته هن يونيورسٽيءَ جي اختياريءَ وارن سنڌيءَ ۾ لکيل جوابن جون ڪاپيون هميشه سنڌي زبان کان بنهه غيرواقف شخص کي ئي ڏسڻ لاءِ پئي ڏنيون آهن! بهرحال اسان سنڌي شاگرد، جن جو ان ڳالهه سان سنئون سڌو واسطو آهي، سي ته امتحانن ۾ پنهنجي خيالن جي اظهار لاءِ سنڌي زبان جي صلاحيت ۾ ڪنهن به قسم جو شڪ شبهو ڪونه ٿا رکون. عين ممڪن آهي ته اسان جا اهي غيرسنڌي ممتحن ئي هجن، جن کي اسان جي زبان، يونيورسٽي امتحانن لاءِ، اڻ پوري ۽ اڻ سڌريل نظر آئي هجي- ۽ انهيءَ خيال ۾ هو واقعي حق بجانب ٿي سگهن ٿا، جو ته هرڪا زبان هر انهيءَ شخص کي، جو ان زبان ۾ لکي پڙهي نٿو سگهي، ائين ئي نظر ايندي. پر، يونيورسٽيءَ جهڙي اعليٰ تعليمي اداري جي شان وٽان اها ڳالهه نه آهي، جو استادن جي هڪڙي گروهه ۾ اعتبار نه رکي، يونيورسٽي امتحانن ۾ لکيل جوابن جون ڪاپيون، استادن جي هڪ ٻئي اهڙي گروهه کي جاچڻ لاءِ ڏئي، جي انهيءَ زبان مان چڱيءَ طرح واقف ئي نه هجن، ۽ پوءِ انهيءَ

پڻ لروھ سان واسطو رکندڙ استادن جي ئي چونڊ تي لڳي، سنڌي زبان کي اڻ پورو ۽ اڻ سڌريل سمجهي، ان ٻوليءَ کي مرڳوئي امتحاني حيثيت کان هيٺ لاهي ڇڏو ڪري ڇڏي - ان کان وڌيڪ بي واجبي، اڻ سهائيندڙ ۽ غير معقول ٻي ڪهڙي ڳالهه ٿي سگهي ٿي!

سنڌي ٻوليءَ کي امتحاني ٻوليءَ جي حيثيت کان خارج ڪرڻ لاءِ هڪڙو سبب اهو به ڏنو وڃي ٿو ته سنڌي زبان جي هن حيثيت کي قائم رکڻ ڪري يونيورسٽيءَ کي پئسا خرچ ڪرڻا پوندا- ڇاڪاڻ ته امتحانن ۾ هر قدم تي خرچ لازمي طور وڌيڪ ٿيندا. سنڌي زبان کي قربانگاھ تي چاڙهي، يونيورسٽيءَ جي مالي بجيٽ کي درست رکڻ هڪ اهڙو ته خسيس، ٻاراڻو ۽ دل آزاريندڙ دليل آهي، جو ٿوري سمجهه رکندڙ انسان به جيڪر اها ڳالهه زبان تي آڻي ٺڪاءَ کان ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪري. بهرحال، جيڪڏهن ان مالي تڪليف جي سوال تي ٿورو غور ڪبو، ته ڏسڻ ۾ ايندو ته وڌيڪ خرچ جو سوال فقط ٻن ڳالهين لاءِ ائندو: ٻهريون سوالي پرچن جي ترجمن ڪرائڻ لاءِ، ۽ ٻيو انهن جي ڇپائڻ لاءِ. ظاهر آهي ته انهن ٻنهي ڪمن تي يونيورسٽيءَ جا مشڪل سان ٻه چار هزار رپيا خرچ ٿيندا. اسان کي يقين آهي ته خود ڪراچي يونيورسٽي اختياريءَ وارا به پنهنجن هيترن سارن شاگردن جي سهولت خاطر ايتريءَ معموليءَ رقم جي خرچ ڪرڻ تي ارها نه ٿيندا- ڀولو نه آهي جو سنڌن اهي شاگرد سنڌي ڳالهائيندڙ ئي ڇو نه ڪٽي هجن.

ائين به چيو وڃي ٿو ته هاڻي ڇاڪاڻ ته اردو اسان جي سرڪاري زبان آهي، تنهنڪري اردو کان اڻڄاڻ شاگردن لاءِ ضروري آهي ته هو جلد از جلد اردو سکي ان ۾ مهارت حاصل ڪن - اِن ۾ هنن جو پنهنجوئي فائدو آهي!

سرڪاري زبان ٿيڻ لاءِ اردو جي لياقت، يا ملڪ جي دستور ۾ ان کي اهو درجو عطا ڪرڻ جي دانشمنديءَ يا غير دانشمنديءَ واري سوال کي ڇڏي ڪري، اسين هن ڳالهه تي احتجاج ڪرڻ کان ڪنهن به صورت ۾ پاڻ کي روڪي نٿا سگهون ته پاڪستان جي دستور ۾ اسان جي زبان جو ئلهو نالو به داخل نه ڪيو ويو آهي - ۽ انهيءَ ظاهر ظهور زورآوريءَ خلاف، ۽ سنڌيءَ کي آئيني طور (مغربي) پاڪستان جي هڪ سرڪاري زبان تسليم ڪرائڻ لاءِ اڄ ۾ ئي ڪراچي ۽ سنڌ ۾ هڪ زوردار عوامي هلچل هلي رهي آهي: صحين جي دستاويز تي لکن جي تعداد ۾ صحيون ملي چڪيون آهن ۽ سنڌ جي سڀني ميونسپالٽين، لوڪلبوردن، سڪولن، ڪاليجن ۽ ٻين پبلڪ ادارن ۽ سنڌ جي سڀني اخبارن ان مطالبي جي پرزور حمايت ڪئي آهي، ۽ اسان کي فخر آهي ته اسان ڪراچيءَ جا سنڌي شاگرد به ان عوامي تحريڪ جا دليون جانيون حمايتي آهيون.- پر ساڳئي وقت پاڪستان جي دستور ۾ سنڌي زبان کي سرڪاري حيثيت نه ملڻ جي اها ته معنيٰ نه آهي ته ڪي شخص، توڙي يونيورسٽيءَ جهڙا پبلڪ جي پئسن تي هلندڙ ادارا، جاڻي واڻي ان کي نڌڻڪو سمجهي، هيسائي ۽ ٻوساڻي مارڻ جي ناپاڪ ڪوشش ڪن. ڪراچي شهر ۾ اڄ ۾ ئي سنڌي پرائمري سڪول بند ڪري، سنڌي ڳالهائيندڙ رهاڪن

کي هر ممکن طريقي سان پنهنجن ٻارن کي اردو پرائمري اسڪولن ۾ داخل ڪرڻ تي مجبور ڪيو پيو وڃي. "ڪراچي سيڪنڊري تعليمي بورڊ" وارن ٻڻ پنهنجي دائري اندر اسڪولن جي تعليمي نصاب ۾ اردو تہ سڀني شاگردن لاءِ لازمي ڪري ڇڏي آهي، ۾ سنڌي رڳو سنڌين لاءِ بہ لازمي قرار نہ ڏني اٿن. ڪراچي يونيورسٽيءَ تہ سڀني کان بہ قدم اڳتي وڌي، قلم جي هڪڙي ئي ڌڪ سان، سنڌي زبان کي، سنڌس پاڪستان کان بہ اڳ مليل درجي کان هيٺ لاهي، پنهنجي احاطي کان ڏڪاري ٻاهر ڪري ڇڏيو آهي!

هتي اسين، قائد اعظم، قائد ملت، پاڪستان پارليامينٽ ۽ دستورساز اسيمبليءَ جي انهن خاطرين کي دهرائڻ ضروري ٿا سمجهون، جيڪي هن ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪرڻ ۽ وري سنڌ کي "الهندي پاڪستان" ۾ جذب ڪرڻ وقت، اسان جي زبان ۽ ٻين تهذيبي ورثن کي محفوظ رکڻ جي سلسلي ۾ اسان کي ڏنيون هيون.

اسان جو هيءُ عقيدو آهي تہ سنڌ وانگر، پاڪستان بہ جدا جدا تهذيبن ۽ سڀيتائن جو هڪ تجزيگاهہ آهي، ۽ جدا جدا، رنگ برنگ گلن جي گڏجڻ سان هڪ پربهار گلشن جو مثال ٿو پيش ڪري. اسان جي هن پياري وطن جو هي پيارو تختگاهہ- ڪراچي- تہ ان لحاظ کان هڪ مثالي سرزمين آهي، جتي اسان جا بنگالي، بلوچ، پٺاڻ، پنجابي ۽ هندستان جي مختلف علائقن سان لڏي آيل اسان جا ڀائر، اسان هتان جي قديم سنڌي رهاڪن سان- اسان کي هن ملڪ جي قديم شهري هجڻ تي واقعي فخر آهي- نهايت ميٺ محبت، ڀائپيءَ ۽ وطني جذبي سان گڏ رهن ٿا. انهن حالتن ۾، ڪراچي يونيورسٽيءَ کي تہ پاڻ برادري ۽ وطني حب جي مقدس جذبي تي قائم رهي، پنهنجي روشن دماغ، انصاف پسند ۽ بي ريا هجڻ سان ثابت ڪري ڏيکارڻ گهرجي تہ هوءَ بہ سنڌ جي قديم تهذيب جي روح- يعني فراخدلي، بردباري، انساني همدردي، عالمگير محبت، ۽ هر تنگ نظريءَ ۽ تعصب کان آزاد نظريي جي مالڪ آهي.

هيءُ مختصر گذارش خدمت ۾ عرض رکندي، اسان اوهان ۾ اميد ٿا رکون تہ اوهان صاحب ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جا ميمبر صاحب اسان جي هن يادداشت تي دلي همدرديءَ سان غور فرمائيندا، ۽ پنهنجي غيرمنصفانہ فيصلي تي نظرثاني ڪري، سنڌي زبان کي يونيورسٽيءَ جي تعليمي دنيا ۾ سندس اڳين درجي تي قائم رکندا.

* * *

## مادري زبان ۽ تعليم

[تازو، "ٻارن جي تعليم" جي موضوع تي، هڪ عام جلسي ۾ لاهور جي شهرين کي خطاب ڪندي، مغربي پاڪستان سرڪار جي آبڪاري کاتي جي سيڪريٽريءَ جناب محمد مسعود فرمايو تہ]

"سچ پچ اها هڪ ڏک جي ڳالهہ آهي، جو ڪيتري وقت کان وٺي اسان جا بيشمار معصوم ٻار، هڪ ڌاريءَ زبان ذريعي تعليم وٺڻ جي عذاب ۾ مبتلا آهن. اهڙيءَ طرح، سنڌن

تعليم جو عمل الٽو سندن دماغ جي انتشار ۽ شخصيت جي پريشانيءَ جو سبب بڻجي ٿو، ۽ زندگيءَ متعلق سندن معصوم ۽ نازڪ خيال، هڪ ڌاريءَ زبان جي نامعلوم آوازن ۽ اچارن کي ڀي طوطي وانگر نقل ڪرڻ جي گورک ڌنڌي ۾ ڦاسي، هُبڇي وڃن ٿا. جنهن جو لازمي طور اهو نتيجو نڪري ٿو، جو اسان جا اهي نونهال، زندگيءَ کي سمجهڻ ۾ ايترو ته سُنجهي پون ٿا، جو ڪيتريون سنيون سوليون ڳالهيون به، منجي سنجي هنن لاءِ ڏکيون، پيچدار ۽ سمجهه کان ٻي ٻاهر ٿي پون ٿيون.

"اِها مادري زبان جي بدران ڌاريءَ زبان کي تعليمي ذريعي بڻائڻ جي مصيبت ئي آهي، جنهن اسان جي ملڪ جي لاتعداد ٻارڙن کي اهڙي ته چڪر ۾ وجهي ڇڏيو آهي، جو سندن زندگيءَ جو مکيه ۽ قيمتي وقت فقط هڪ ڌاريءَ زبان سکڻ جي فضول ۽ بيڪار مشغوليءَ ۾ ئي ضايع ٿي وڃي ٿو.

"پر جيڪڏهن تعليم جو اصل مقصد ٻارڪي وڏو ٿي بهتر ۽ ڪامياب زندگي گذارڻ لاءِ تيار ڪرڻ آهي، ته پوءِ ڪيس سندس زندگيءَ جون سموريون حقيقتون اصلي صورت ۾ ئي ٻاڌڻ گهرجن - ۽ اهو سڀڪجهه سندس مادري زبان ۽ ان جي ملڪي ماحول ۾ ئي ميسر ٿي سگهي ٿو.

"تعليم جي ذريعي طور مادري زبان جو استعمال ڪيتري قدر ضروري ۽ مفيد آهي، انهيءَ مسئلي تي ويچار ڪرڻ لاءِ، سنه ١٩٥١ع جي آخر ۾، اقوام متحده طرفان دنيا جي ماهرن جي پئرس (فرانس) ۾ هڪ ڪانفرنس منعقد ٿي هئي: ان ڪانفرنس ۾ بنيادي تعليم تي هڪ رپورٽ متفق طور مرتب ڪئي ويئي هئي، جنهن ۾ هيٺيان چار اهم تعليمي اصول پيش ڪيا ويا هئا:

(١) مادري زبان ئي هر شخص لاءِ سندس خيالن جي اظهار جو قدرتي ذريعو آهي؛ ۽ سندس خيالن جي اظهار کي پوريءَ طرح طاقت وٺائڻ، هن جي شروعاتي ضرورتن مان هڪ نهايت اهم ضرورت آهي.

(٢) هر هڪ شاگرد جي درسي تعليم، لازمي طور سندس مادري زبان جي ذريعي ئي عمل ۾ اچڻ گهرجي.

(٣) ڪنهن به زبان جي بناوت ۾ اهڙي قسم جي ڪابه بنيادي ڪمزوري نه آهي، جا ڪيس انسان جي موجوده علم، فن ۽ موجوده تهذيب جي اظهار جي وسيلي بڻجڻ کان روڪي سگهي.

(٤) مادري زبان جو نعم البدل ٻي ڪابه قومي يا بين الاقوامي زبان تيستائين نٿي ٿي سگهي، جيستائين اسان جا ٻار اسڪول ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ئي الهيءَ ٻيءَ زبان کان چڱيءَ طرح واقف نه هجن.

"هنن ڳالهين کي خيال ۾ رکندي، ملڪ جي تعليمي اختياريءَ وارن کي گهرجي ته هو پنهنجو اثر رسوخ هلائي، عام ماڻهن کي ان ڳالهه تي آماده ڪن ته ڪين پنهنجن ٻارن لاءِ مادري زبان کي ئي تعليم جو ذريعو تسليم ڪرڻ گهرجي".

# سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن (ڪراچي، ١٧ آڪٽوبر ١٩٥٦ع)

آزاديءَ کان پوءِ، ٿوري وقت لاءِ، سنڌي علم ادب جي بهتريءَ ۽ واڌاري ۾ روڪ پئجي ويئي، ۽ ترت ئي سنڌي ٻوليءَ سان قرب رکندڙ، سنڌي اديب ۽ شاعر، انهيءَ عارضي جمود جي حالت تي غالب پئي، سجاڳ ٿي، نڪري نروار ٿيا. جلد ئي سنڌ جي جدا جدا هنڌن ۾، سنڌي ادبي جماعتون، بزمون، انجمنون ۽ سنگتون هستيءَ ۾ اچڻ لڳيون. انهن ادبي ادارن برپا ٿيڻ سان، سنڌين جي سينن ۾ نوان امنگ ۽ اتساهه ابرڻ لڳا، ۽ وچ واري دور جي پيدا ٿيل مايوسي ۽ ماٺائي چوڏاري هٽڻ لڳي.

سنڌي ادبي سنگتون به انهيءَ دور جي پيدائش آهن. پهريائين، ڪراچي شهر ۾ ”سنڌي ادبي سنگت“ برپا ٿي؛ جنهن بعد، سنڌ جي جدا جدا حصن ۾ سنڌي ادبي سنگتون هستيءَ ۾ اچڻ لڳيون. هي جدا جدا ادبي سنگتون، پنهنجي وت آهر، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي ڏس ۾ اڄ جو ڪم ڪري رهيون آهن، تنهن سنڌ جي علمي ادبي دنيا ۾ هڪ نئين زندگي پيدا ڪئي آهي.

ويجهڙائيءَ ۾، سنڌي ٻوليءَ کي مغربي پاڪستان جي هڪ سرڪاري ٻولي تسليم ڪرائڻ واريءَ تحريڪ ۾، سنڌي ادبي سنگتن پاران ساراهه جوڳيون ڪوششون ورتيون ويون: سنڌي عوام جو انهيءَ مکيه مسئلي طرف، نه فقط ڌيان ڇڪايو ويو، بلڪ منجهن مسئلي جي اهميت جو احساس ۽ شعور پيدا ڪري، پنهنجن حقن لاءِ زوردار آواز ڪڍڻ لاءِ کين ميدان ۾ آندو ويو. سنگتن جي ڪوششن سان، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان لکن جي تعداد ۾ صحيحون ورتيون ويون، ۽ ان معرفت سنڌي عوام جي زوردار راءِ جو اظهار ڪيو ويو ته ”ملڪ جي آئين ۾ سنڌي ٻوليءَ کي مغربي پاڪستان جي هڪ سرڪاري ٻوليءَ جي حيثيت سان تسليم ڪيو وڃي“. ڪراچيءَ مان ٻه ڪتابڙيون – هڪ سنڌيءَ ۾ ۽ ٻي انگريزيءَ ۾ – ڇپايون ويون، جن ۾ تفصيلي چند ڄاڻ ڪري ڏيکاريو ويو ته سنڌي ٻوليءَ جي هن جنمي حق جي تسليم نه ٿيڻ جي حالت ۾، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌين لاءِ ڪهڙا اگرا نتيجا نڪرندا.

عوام کان صحيحون وٺڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪرڻ، ۽ وقت جي حالتن ۽ گهرجن کي ڌيان ۾ آڻڻ سان هيءَ ضرورت عام محسوس ٿيڻ لڳي، ته سنڌ جون جدا جدا سنگتون گڏجي يڪمشتيءَ سان ڪم ڪن، ته منزل مقصود جلد ۽ سولائيءَ سان ماڻي سگهبي. نيٺ، اپريل ١٩٥٦ع ۾، ارڙهين سنڌي ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي، لاڙڪاڻي ادبي سنگت جي دعوت تي، جدا جدا سنگتن جا عيوضي اچي لاڙڪاڻي ۾ ڪٺا ٿيا. ميڙ ۾ ”مرڪزي جماعت“ برپا ڪرڻ جو اصول قبول ڪري، ”سنڌ سنگت“ کي هستيءَ ۾ آڻڻ لاءِ هڪ تنظيمي ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي. ڪاميٽيءَ کي سنڌ سنگت جي جوڙجڪ ٺاهڻ، جدا جدا سنگتن کي مرڪزي جماعت جو ميمبر بنائڻ، ۽ سنگتن جي عيوضين جي ڪنوينشن سڏائڻ جو ڪم سونپيو ويو.

۽ ڪاليجن ذريعي-جا خدمت ڪئي آهي، سا سنڌي علم ۽ ادب جي تاريخ ۾ سونهري حرفن ۾ لکڻ جي لائق آهي.

"۾ بدقسمتيءَ سان اڄ اهي ڏينهن ڏسڻا پيا آهن، جو سنڌ جي انهيءَ ساڳئي مرڪزي شهر ڪراچيءَ ۾، سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب کي نگهوسار ڪرڻ جون سازشون سٽجي رهيون آهن. پهريائين ڪراچي ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ رهندڙ سنڌين لاءِ پرائمري تعليم جون سهولتون ختم ڪيون ويون آهن: هتي سنڌين جي بار بار تقاضائن جي باوجود، نوان سنڌي اسڪول کولڻ بجاءِ، اڳيان سنڌي اسڪول بند پيا ڪيا وڃن. سيڪنڊري اسڪولن ۾ سنڌي شاگردن لاءِ اردو ته لازمي رکي وئي آهي، پر سنڌن مادري زبان سنڌيءَ کي هڪ اختياري مضمون جي حيثيت ۾ ئي ڇڏيو ويو آهي. ڪراچي يونيورسٽيءَ مورڳوئي سنڌي زبان کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ جا عملي قدم شروع ڪيا آهن. گذريل ٽنهن سالن کان، سنڌي شاگردن کي يونيورسٽي امتحانن ۾ سنڌي زبان ۾ جوابن لکڻ جو جيڪو حق حاصل هو، هن سال ختم ڪيو ويو آهي. دنيا جي تواريخ ۾ ڪو به اهڙو مثال نه ملندو، جو ڪنهن ملڪ ۾ لڏي آيل قومن، اچي اتي جي زبان کي اهڙي بيدرديءَ سان ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هجي، جهڙيءَ ريت اسان جا هي پائر مساوات جا نعرا بلند ڪري، خدا ۽ اسلام جي نالي ۾، اسان جي سنڌي زبان کي ختم ڪرڻ جا گهاٽ گهڙي رهيا آهن. نه فقط ايترو، پر اسان جا هي ساڳيا پائر اها به دعويٰ ڪن ٿا ته "سنڌ اسلام هٿان ٻه ڀيرا فتح ٿي آهي: هڪ محمد بن قاسم هٿان، ۽ ٻيو ۱۴، آگسٽ ۱۹۴۷ع جي موقعي تي"! انهن مان ڪي ته ائين به چون ٿا ته "ڪراچيءَ جو شهر تاريخ ۾ ڪڏهن به سنڌ جو حصو ٿي نه رهيو آهي!"

تفو بر تو، اي چرخ گردان، تفو!

"جيڪڏهن ڪراچيءَ جي اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ مان ان طرح سنڌي زبان کي تڙيو ويو، ته ڪراچيءَ جا سنڌي باشندا، پنهنجي اولاد کي شروع کان وٺي اردو ۾ تعليم ڏيارڻ تي مجبور ٿي پوندا، جنهن جو نتيجو لازمي طور اهو نڪرندو، جو ڪراچيءَ مان سنڌي زبان جو نالو نشان مٽجي ويندو.

"هڪ طرف ڪراچيءَ جهڙي ترقي يافته مرڪزي شهر ۾ سنڌي زبان جي خاتمي جا سانباها ٿي رهيا آهن، ته ٻئي طرف وري سنڌ ۾ به سنڌي زبان کي پوسائي مارڻ جون تياريون ٿي رهيون آهن: پاڪستان جي دستور جي آڙ وٺي، سنڌ جي سرڪاري توڙي نيم سرڪاري ادارن ۾، سنڌيءَ بدران اردوءَ کي نهايت ديده دليريءَ سان ميدان ۾ آڻڻ جا انتظام ٿي رهيا آهن. جمهوري تقاضائن کي ته شروع ۾ ئي نظرانداز ڪري، سنڌي عوام جي سخت احتجاج جي باوجود، پاڪستان جي دستور ۾ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان تسليم ڪرڻ ته درڪنار، ان کي مغربي پاڪستان جي هڪ سرڪاري زبان به تسليم نه ڪيو ويو آهي، ۽ انهيءَ بدران الٽو سنڌي عوام مٿان اردوءَ

کي مڙهڻ جو بندوبست ڪيو ويو آهي. منهنجي خيال ۾ انهن سڀني حرڪتن جا نتيجا، سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب لاءِ، اڳتي هلي نهايت نقصانڪار ۽ خطرناڪ ثابت ٿيندا.

"ورهاڱي کان پوءِ، ٿوري وقت لاءِ، سنڌي علم ۽ ادب جي ترقيءَ ۽ واڌاري ۾ روڪ پئجي وئي. گهڻائي اديب سنڌ کي الوداع چئي هليا ويا. ڪيترين ئي ادبي جماعتون درهم برهم ٿي ويون، ۽ اڪثر ادبي ادارا ماٺ ٿي ويا. اهي اخبارون ۽ رسالا، جي سالن کان سنڌي ادب جي خاموش خدمت ڪري رهيا هئا، سي ڏسندي ڏسندي بند ٿي ويا. ناولن، قصن ۽ ڪهاڻين جا سلسلا، جي سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي روشن مستقبل جا ضامن هئا، سي ختم ٿي ويا. ڪجهه سال ته سنڌي ادب تي اهو جمود طاري رهيو، پر زنده قومون ۽ انهن جو ادب اهڙيءَ آسانيءَ سان نه مرندا آهن: ڪجهه وقت جي ماٺ کان پوءِ ڪراچي ۽ سنڌ جي ٻين مکيه شهرن ۾، باشعور سنڌي اديب هڪ دفعو وري گڏ ٿيا، ادبي سنگتون، انجمنون ۽ جماعتون وغيره جوڙيون، پنهنجي پنهنجي جاءِ تي سنڌي ادب جي سڪل زمين کي سرسبز ۽ شاداب ڪرڻ لاءِ اڳتي ڪڙا ٿيا.

"انهن ئي ارادن کي ساڻ کڻي، ڪراچيءَ جي ادبي ذوق رکندڙ دوستن، ١٩٥٢ع ۾ پهريون دفعو 'سنڌي ادبي سنگت' جو بنياد رکيو. ائين، ٿيندي ٿيندي، سنڌ ۾ گهڻو ڪري سڀني مکيه شهرن ۽ ڳوٺن ۾ سنڌي ادبي سنگتون برپا ٿيون. ڪيترن هنڌن ته، خيال ۽ عمل جي هڪجهڙائي پيدا ڪرڻ لاءِ، اڳ ۾ ئي قائم ٿيل ادبي جماعتن به پنهنجا پنهنجا نالا بدلائي، هن نئين ادبي تحريڪ ۾ شريڪ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. ٿوري ئي وقت اندر اهي ادبي سنگتون پنهنجي ڪم سبب ڪافي مقبول ٿي چڪيون آهن. گذريل سال-ڏيڍ ۾ سنڌي ادبي سنگتن پنهنجي پنهنجي توفيق آهر سنڌي زبان ۽ ادب جي خاصي خدمت ڪئي آهي. انهيءَ وچ ۾، سنڌيءَ کي سرڪاري زبان تسليم ڪرائڻ لاءِ جيڪو تحرڪ سنڌي ادبي سنگتن هلايو، سو تعريف جي قابل آهي- خاص طرح، حيدرآباد سنگت پاران هلايل صحيحين واريءَ هلچل کي ڪامياب بنائڻ لاءِ سڀني سنگتن جيڪا ڪوشش ورتي آهي، تنهن کي ڪنهن به حالت ۾ نظرانداز نٿو ڪري سگهجي.

"سنڌ ۾ جدا جدا سنگتن قائم ٿيڻ کان پوءِ، اڪثر سنگتين کي خيال ٿيو ته چونه انهن ٽڙيل پکڙيل ادبي سنگتن کي هڪ لڙهه ۾ پوئجي- انهيءَ خيال کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ، هن سال اپريل ۾، ١٨ سنڌي ادبي ڪانفرنس جي موقعي، ۽ لاڙڪاڻي ادبي سنگت جي ڪوشش تي، جدا جدا سنڌي ادبي سنگتن جي نمائندن جو هڪ ميڙ ڪوٺايو، جنهن ۾ 'سنڌي ادبي سنگت، سنڌ' جي تنظيمي ڪاميٽيءَ جو بنياد رکيو ويو. ان تنظيمي ڪاميٽيءَ جي فيصلن موجب، سنڌ سنگت جي ڪاروبار لاءِ هڪ جوڙجڪ به تيار ڪيو ويو، ۽ سڀني سنگتن سان ان سلسلي ۾ خط و ڪتابت جاري رکي وئي. نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو ٿوري عرصي ۾ ئي سنڌي ادبي سنگت جو پيغام، سنڌ جي جدا جدا ڳوٺن ۽ شهرن تائين پهچي ويو آهي.

"گذريل جولاءِ جي ١٠ تاريخ، حيدرآباد ۾ تنظيمي ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ۾، گھڻي سوچ ويچار کان پوءِ، رٿيل جوڙجڪ بحال ڪري، سڀني سنگتن جي عيوضين جي هڪ وسيع اجتماع جو فيصلو ڪيو ويو. ان ميٽنگ ۾ ڪراچي سنگت جي نمائندن، ڪراچيءَ ۾ ڪنوينشن ڪوٺائڻ جي دعوت ڏني، جا تنظيمي ڪاميٽيءَ قبول ڪئي. تنظيمي ڪاميٽيءَ جي هدايتن موجب رٿيل جوڙجڪ جون ڪاپيون، جدا جدا سنگتن ڏانهن موڪليون ويون، ۽ سڀني سنگتن کي الحاق جي درخواست، ميمبر شپ جي فِي ۽ ڪنوينشن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ چئن عيوضين چونڊي موڪلڻ لاءِ گذارش ڪئي وئي. نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو گھڻو ڪري سڀني سنگتن وقت سر پنهنجي پنهنجي تعاون جو يقين ڏياريو، جنهن جي عملي صورت اڄ جو اجلاس آهي.

"آخر ۾ هڪ دفعو وري ٻه، اوهان سڀني کي خوش آمديد چوندي، آءٌ اوهان جو ڌيان سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي موجوده مسئلن ڏانهن ڇڪائيندي، اوهان دوستن کي گذارش ٿو ڪريان ته اڄوڪي ڏينهن، سنڌ ۾ ٽويل پکڙيل سنگتن جي مرڪزيت، سنڌي زبان جي تحفظ ۽ سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ ڪي ڪارائتا ۽ عملي قدم سوچي، پنهنجي ادب دوستيءَ جو ثبوت قائم ڪريو".

سيڪريٽريءَ جي استقباليه تقرير کان پوءِ، تنظيمي ڪاميٽيءَ پاران، ڀاءُ موتيرام راموانيءَ سنڌ سنگت جو رٿيل جوڙجڪ پيش ڪيو. ٻهرين پڙهڻيءَ کان پوءِ، جوڙجڪ جي هڪ هڪ ڦقري تي بحث ٿيو ۽ رايا ورتا ويا، ۽ اهڙيءَ ريت، ڪجهه درستين سان، سنڌ سنگت جو جوڙجڪ آخرين طرح بحال ڪيو ويو. انهيءَ بعد چونڊون شروع ٿيون. ايندڙ سال لاءِ هيٺيان عهديدار چونڊيا ويا:

| | | |
|---|---|---|
| ١. جنرل سيڪريٽري | : | اياز قادري |
| ٢. جائنٽ سيڪريٽري | : | شمشير الحيدري |
| ٣. خزانچي | : | موتيرام راموائي |
| ٤. آڊيٽر | : | ع. ق. شيخ |

عهديدارن جي چونڊن کان پوءِ، ڪاروباري ڪاميٽيءَ تي هيٺيان ١٥ ميمبر چونڊيا ويا:

بشير موريائي، عبدالفتاح عبد، غلام سرور عباسي، رشيد ڀٽي، تنوير عباسي، شيخ حفيظ، معصوم هالائي، محمد علي اختر مورائي، مقبول ڀٽي، غلام نبي ڀرائي، ابن حيات پنهور، عبدالله رنگريز، احسان بدوي ۽ نورالدين سرڪي.

چونڊن بعد، پهرين بيٺڪ پوري ٿي.

ٻي بيٺڪ شام جو شروع ٿي. بيٺڪ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي مسئلن تي بحث ٿيو ۽ ٺهراءَ بحال ڪرڻا هئا. ميڙ جي صدارت، جناب عبدالفتاح "عبد" صاحب ڪئي. صدر صاحب، پنهنجي اوائلي تقرير ۾، ميڙ لاءِ رٿيل ڪاروبار طرف ڌيان ڇڪائيندي، اميد ڏيکاري

۽ جهڙيءَ زندهدلي ۽ اتساهه سان، پهرينءَ بيٺڪ ۾ جماعت جي بنيادي ڳالهين ۾ حصو ورتو ويو، تهڙيءَ ريت، هن بيٺڪ ۾ به نهايت سنجيدگيءَ سان، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي مسئلن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ورتي ويندي.

صدر صاحب جي تقرير بعد، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي اهم مسئلن تي چڱو بحث هليو، ۽ خيالن ۽ راين جي چنڊ ڇاڻ ٿي. بحث جي روشنيءَ ۾ هيٺيان ٺهراءَ بحال ٿيا:

۱. سنڌي ٻوليءَ جي آئيني حيثيت. "هن سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن جو عقيدو آهي ته سنڌي ٻولي پاڪستان جي مکيه ۽ آڳاٽين ٻولين مان هڪ آهي. سنڌي ٻوليءَ جو علم ادب، پاڪستان جي ڪنهن به ٻوليءَ جي ڀيٽ ۾، ڪنهن به حالت ۾ گهٽ نه آهي. سنڌي ٻولي، پاڪستان جي اڌ ڪروڙ آدم جي، صدين کان، جيئري جاڳندي ٻولي ٿي رهي آهي.

"هن ڪنوينشن کي ڄاڻ آهي ته سنڌي ٻولي، گذريل سوا صديءَ کان، سنڌ جي سرڪاري ٻولي ٿي رهي آهي. اهو حق، ڪيس هڪ ڌاريءَ ۽ مغربي حڪومت هٿان حاصل ٿي سگهيو هو. هيءَ ڪنوينشن نهايت ڏک سان ٿي ظاهر ڪري ته سنڌي ٻوليءَ جو هي حق اڄ پنهنجي لوڪشاهي حڪومت ۾، ان کان کسيو ويو آهي. جهڙيءَ طرح هڪ قائم ٿيل شاندار بنياد کي ريتي، پاڪستان جي جوڙجڪ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي هڪ سرڪاري ٻولي نه تسليم ڪري، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌين سان وڏو ناحق ڪيو ويو آهي.

"هن ڪنوينشن جو زوردار رايو آهي ته پاڪستان جي جوڙجڪ ۾، سنڌي ٻوليءَ کي حق جاءِ نه ڏيڻ ڪري، هڪ جيئري جاڳنديءَ ٻوليءَ سان، نه فقط وڏي بي انصافي ڪئي وئي آهي، بلڪ سنڌس اسرڻ ۽ وڌڻ جي وسيلن کي پاڙئن کان ئي وڍڻ جي تياري ڪئي وئي آهي.

"هن ڪنوينشن جي زوردار گهر آهي، ته پاڪستان جي جوڙجڪ ۾، سنڌي، پنجابي، بلوچي ۽ پشتو ٻولين کي سرڪاري ٻوليون تسليم ڪيو وڃي ۽ سندن اسرڻ ۽ وڌڻ لاءِ خاطريون ڏنيون وڃن.

"ساڳئي وقت، هيءَ ڪنوينشن سنڌين کان به اهائي زوردار گهر ٿي ڪري، ته جيستائين سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻولي ڪري تسليم نه ڪيو ويو آهي، تيستائين انهيءَ ڏس ۾ هو زوردار آواز اٿاري پنهنجون ڪوششون جاري رکن".

۲. سنڌي ادب ۽ سنڌي لائبريريون. "هن سنڌي ادبي ڪنوينشن جو رايو آهي ته سنڌي ادب جي پيدائش جي رفتار اهڙي نه رهي آهي، جهڙي هئڻ گهرجي.

"هيءَ ڪنوينشن هر هڪ سنڌواسيءَ کي اپيل ٿي ڪري ته سنڌي ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن پڙهڻ ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺن ۽ پنهنجي وت آهر آهي خريد ڪندا رهن، جو سنڌي ادب جو واڌارو ٿيندو رهي.

"هيءَ ڪنوينشن پڄنديءَ وارن سنڌي سڄڻن کي گذارش ٿي ڪري ته هو پنهنجن گهرن ۾ سنڌي لائبريريون قائم ڪن: ۽ ساڳئي وقت، سنڌ جي پبلڪ جماعتن کي اپيل ٿي ڪري ته پنهنجي سهاري هيٺ سنڌي لائبريريون ۽ فري ريڊنگ روم کولين".

۳. سنڌي ٻولي ۽ ڪراچي يونيورسٽي. "هيءَ سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي ٻوليءَ سان اختيار ڪيل روش تي سخت افسوس جو اظهار ٿي ڪري.

"هيءَ ڪنوينشن، پاڪستان جي صدر ۽ يونيورسٽيءَ جي چانسلر جناب اسڪندر مرزا کي اپيل ٿي ڪري، تہ موجوده سنڊيڪيٽ جي سنڌي ٻوليءَ ڏانهن اختيار ڪيل بي انصافيءَ کي دور ڪيو وڃي، ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي سنڌس اصلوڪي حاصل ڪيل درجي تي قائم رکيو وڃي".

۴. سنڌي ادبين لاءِ معاوضي جي گهر. "هيءَ سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن، سنڌي ادبين لاءِ معاوضي جي گهر جي دل جان سان همدردي ۽ پٺڀرائي ٿي ڪري.

"هن ڪنوينشن جي اها راءِ آهي تہ ليکڪن ۽ ادبين جي لکڻين جي ڪا قيمت مقرر ٿي ڪري نٿي سگهجي، ڇاڪاڻ تہ سياسي ۽ سماجي ڪم ڪندڙن وانگر، اهي بہ زندگيءَ جي سنوارڻ ۽ سينگارڻ ۾ بنيادي حصو ٿا وٺن: ڪن پنهنجي اهڙيءَ قربانيءَ تي فخر آهي؛ تنهن هوندي بہ، انصاف جي تقاضا اها آهي، تہ ڪن پنهنجي پورهئي ۽ محنتن جو مناسب اجورو ضرور ملڻ گهرجي.

"هيءَ ڪنوينشن مرڪزي سرڪار جي اشاعتي کاتي کان پرزور مطالبو ٿي ڪري، تہ جئن هو پنهنجن انگريزي، اردو، بنگالي، پشتو، عربي ۽ فارسي زبانن ۾ نڪرندڙ رسالن جي ادبين کي عيوضو ڏيندا رهيا آهن، اهڙيءَ طرح سنڌي زبان ۾ نڪرندڙ رسالي "نئين زندگي" جي ليکڪن کي بہ عيوضو ڏنو وڃي.

"هيءَ ڪنوينشن انهيءَ خيال جي پڻ آهي تہ آهي سنڌي رسالا، جي پنهنجن پيرن تي بيهڻ لائق آهن ۽ آسانيءَ سان اجورو ڏيئي سگهن ٿا، سي پڻ هن گهر لاءِ مناسب فيصلو ڪن.

"هيءَ ڪنوينشن سنڌي ادبين کي بہ گذارش ٿي ڪري، تہ هو پنهنجن حقن لاءِ تيستائين جدوجهد جاري رکن، جيستائين سندن جائز گهر قبول ڪئي وڃي. ساڳئي وقت، هيءَ ڪنوينشن، سنڌي ادبين کي اهائي صلاح ٿي ڏئي تہ هو پنهنجي ادبي تخليق پيدا ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪن، ۽ سڀني رسالن ۽ اخبارن سان اڳي جيان تعاون ڪندا رهن".

۵. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۽ سنڌي پروگرام. "هيءَ سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي سنڌي پروگرام تي ناراضپي جو اظهار ڪندي، ريڊيو اختياريءَ وارن کي اپيل ٿي ڪري تہ سنڌي پروگرام کي وڌيڪ دلچسپ بنائڻ لاءِ ڪوششون ورتيون وڃن.

"هن ڪنوينشن جي اها راءِ آهي تہ ادبي معيار کي بلند ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ پراڻي ادب سان گڏ، نئين ادب کي پڻ نشر ڪرڻ لاءِ قدم کڻجن.

"هيءَ ڪنوينشن، ريڊيو اختياريءَ وارن کي اها به گذارش ٿي ڪري ته حيدرآباد جي مقامي اديبن سان گڏ، سنڌ ۾ رهندڙ ٻين اديبن کي به ريڊيو پروگرامن ۾ حصي وٺڻ لاءِ وجهه ڏنا وڃن."

٦. سنڌي درسي ڪتاب. "هيءَ سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن، درسي ڪتابن جي اهميت ۽ مقصدن کي خيال ۾ رکي، تعليم کاتي جي بالا اختياريءَ وارن جو ڌيان انهيءَ حقيقت طرف ٿي ڇڪائي، ته سنڌي درسي ڪتابن ۾، اڪثر سنڌي لفظن بدران عربي ۽ پارسي ڏکيا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن.

"هن ڪنوينشن جو زوردار رايو آهي ته اها ڪار سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب لاءِ نهايت هاڃيڪار آهي. تنهنڪري هيءَ ڪنوينشن، تعليم کاتي جي اختياريءَ وارن کي گذارش ٿي ڪري ته آئنده انهيءَ ڳالهه جي پرهيز ڪئي وڃي ۽ سنڌي شاگردن لاءِ صاف ۽ سولي سنڌيءَ ۾ ڪتاب مهيا ڪيا وڃن."

٧. سنڌي ٻولي ۽ ريلوي اختياريءَ وارا. "هيءَ سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن، ريلوي اختياريءَ وارن کان زوردار گهر ٿي ڪري، ته ورهاڱي کان اڳ، وانگر، هاڻ به ريلوي اسٽيشن جا نالا، اشتهار، ريلن جا وقت خواه ٻيا نوٽيس وغيره، سنڌي ٻوليءَ ۾ به شايع ڪيا وڃن."

٨. ڪراچي ائڊمنسٽريشن ۽ سنڌي ٻولي. "هيءَ سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن چيف ڪمشنر، ڪراچيءَ طرفان، ويجهڙائيءَ ۾ جاري ڪيل حڪمنامي خلاف احتجاج ظاهر ٿي ڪري، جنهن موجب سڀ لکپڙهه صرف اردو يا انگريزيءَ ۾ ڪرڻ جو اعلان ڪيل آهي.

"هيءَ ڪنوينشن اها گهر ٿي ڪري، ته اڳ وانگر، سنڌي ٻوليءَ ۾ پڻ لکيل درخواستون وغيره قبول ڪيون وڃن."

# سنڌي ادبي بورڊ

"سنڌي ادبي بورڊ" هڪ قومي ادارو آهي، جنهن جو واحد مقصد سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي علم و ادب کي فروغ ڏيڻ آهي. سنڌي ادب ورهاڱي کان پوءِ جنهن ڪسمپرسيءَ جو شڪار ٿيل هو، ان جي اظهار ڪرڻ کان سواءِ، هيءَ ڳالهه پوري ڀروسي سان چئي سگهجي ٿي ته ادب جي انهيءَ جمود ۽ پسماندگيءَ کي ختم ڪرڻ ۾، سنڌي ادبي بورڊ، پنهنجي محدود وسيلن ۽ وس آهر، ڪافي جدوجهد ڪئي آهي. هن وقت تائين بورڊ انهيءَ ڏس ۾ جيڪو ڪم ڪيو آهي، ان جو مختصر تفصيل پڙهندڙن جي عام واقفيت لاءِ هتي عرض رکجي ٿو.

سڀ کان پهرين، بورڊ محسوس ڪيو ته جيڪڏهن ڪتابن جي ڇپائيءَ ۾ صحت ۽ سليقو، جلدبنديءَ ۾ سونهن ۽ جٽاءُ، ۽ قيمتن ۾ هلڪائي ۽ ڪشش آڻڻي آهي، ته ان لاءِ چڱي سوچاري پيماني تي خاص پنهنجو هڪ ڇاپخانو قائم ڪرڻ گهرجي. چنانچه ان جو فوراً اهتمام ڪيو ويو، ۽ بورڊ جو اهو ڇاپخانو سنڌ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي- جنهن ۾ هن وقت ڏيڍ لک کن جي مشينري ۽ ٻيو سامان موجود آهي.

ساڳئي وقت، نون ڪتابن لکارائڻ، ڌارين ٻولين تان ترجمن ڪرائڻ، ۽ اڳ ڇپيل مگر ناياب ٿي ويل ڪتابن کي ٻيهر شايع ڪرڻ جو هڪ پروگرام تيار ڪيو ويو، جنهن تي آهستگيءَ ۽ خاموشيءَ سان باقاعدي عمل ٿي رهيو آهي.

هن وقت تائين بورڊ هيٺيان ڪتاب ڇپائي چڪو آهي:

**تاريخ معصومي.** هيءَ سنڌ جي هڪ مستند تاريخ آهي، جا فارسيءَ ۾ ڇپيل هئي، ان جو ترجمو ڪرائي، بورڊ پنهنجي وطني ڀائرن کي پنهنجي تاريخ سان روشناس ڪرائڻ لاءِ شايع ڪيو آهي. ڪتاب جو مترجم سنڌ جو مشهور اديب ۽ عالم مولانا امير احمد صاحب آهي.

**ڪليات حمل.** حمل خان لغاري سنڌ جي انهن عظيم عوامي شاعرن مان آهي، جن جو ڪلام هيج سان سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڳايو ۽ پڙهيو وڃي ٿو. انهيءَ عظيم شاعر جي ڪلام کي گڏ ڪري، ڇاپيو ويو آهي. ان جو سهيڙيندڙ محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ آهي.

**ديوان بيدل.** فقير قادربخش "بيدل" سنڌ جي بزرگترين صوفي شاعرن مان هڪڙو هو، جنهن سنڌ جي روحاني ورثي کي ويجهڙائيءَ واري زماني ۾ پنهنجو من موهيندڙ شعري جامو ڍڪائي مقبول عام ڪيو. بيدل جو سمورو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام، محترم عبدالحسين شاه موسويءَ جو گڏ ڪيل، بورڊ ڇاپيو آهي.

**چچ نامو.** سنڌ جي تاريخ جي ٻي اهم ڪڙي چچ نامو به اصل فارسيءَ ۾ ڇپيل هو، جنهن جو بورڊ لاءِ سنڌي ترجمو مولانا امير احمد صاحب ڪيو، ۽ محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب ان جي تصحيح ڪئي، ۽ ان تي سير حاصل حاشيا لکيا.

**خوش خصلت خاتون.** اسان جي سنڌي ادب ۾ عورتن لاءِ پاڪيزه ادب جي اڻاٺ آهي. انهيءَ ڪري بورڊ محترمه بادام ”ناتوان“ جي مضمونن جو هيءُ مجموعو ڇاپيو آهي.

**آفتاب ادب.** مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، سنڌ جي انهن اديبن ۽ انشاپردازن مان هو، جن تي سنڌ بجا طور فخر ڪري ٿي. حڪيم صاحب جو هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ ان جي علمي ۽ ادبي صلاحيت تي هڪ مستند تصنيف آهي.

**تاريخ ريگستان.** ٿرپارڪر جو ريگستاني حصو سنڌ جو هڪ اهم ڀاڱو آهي. ان جي تاريخ، سنڌ جي تاريخ جو مکيه حصو آهي. هيءُ ڪتاب سنڌي پرائمري اسڪول جي هڪ لائق استاد محترم رائچند هريجن لکيو آهي.

**سنڌ جو سينگار.** سنڌ صوفين، شاعرن ۽ سگهڙن جي سرزمين آهي. ڪيترائي اهڙا عوامي شاعر ۽ سگهڙ اسان جي سنڌ ديس ۾ ٿي گذريا آهن، جن جو شعر ۽ ڪلام نهايت پاڪيزه ۽ اعليٰ آهي، پر اڃا تائين پڙهندڙن جي اڳيان پهچي نه سگهيو آهي. انهيءَ ڏس ۾ چند مشهور سگهڙن جو ڪلام محترم عبدالڪريم سنديلي گڏ ڪيو آهي، جو بورڊ ڇاپيو آهي.

**سنڌ جو سفر.** منشي لطف الله گجرات جو هڪ مسلمان عالم، انگريزن سان گڏجي ۱۸۳۸ع ۾ سنڌ ۾ آيو هو. سنڌ ۾ هن جيڪي ڪجهه ڏٺو، سو پارسيءَ ۾ قلمبند ڪيائين. انهيءَ کي سنڌيءَ ۾ سنڌ جي مشهور صحافي قادربخش نظامانيءَ ترجمو ڪيو آهي.

سنڌي زبان ۾ ورهاڱي کان اڳ ادب جا ڪي اهڙا بهترين گل ڇپيا هئا، جي هميشه سنڌي ادب کي پنهنجي سوڀ ۽ سڳنڌ سان واسيندا رهندا؛ پر زماني جي سرد مهريءَ، انهن گلن کي گمناميءَ جي اهڙيءَ ڪنڊ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو، جو انهن جو آتان ٻاهر اچڻ مشڪل هو. سنڌي ادبي بورڊ اهڙن سمورن شهپارن کي نئين سر سهيڙي ۽ سٺيءَ ڇپائيءَ سان شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي، ته جيئن اهي ادب ۾ هڪ مستقل جاءِ حاصل ڪري سگهن. انهيءَ پروگرام ماتحت، شروع کان ئي، مرزا قليچ بيگ مرحوم جا ڪتاب، مرحوم شمس الدين ”بلبل“ جون تصنيفون ۽ اهڙن ٻين فوت ٿي ويل عالمن ۽ اديبن جا ڪتاب ڇپائڻ جو پروگرام هو. مرزا صاحب جي تصنيفن لاءِ سندن وارثن سان گهڻو عرصي کان لکپڙهه هلي رهي هئي، جا هاڻي پوري ٿي آهي، ۽ هاڻي مرزا صاحب مرحوم جا ڪتاب شايع ڪرڻ لاءِ هٿ ۾ کنيا ويا آهن. ”بلبل“ مرحوم جي ڪتابن کي پڻ بورڊ منظور ڪري ڇڏيو آهي؛ رڳو سندن وارثن جي اجازت ملڻ، ۽ ڪاٺن ڪتابن جي نئين سر ترتيب ڏنل نسخن حاصل ڪرڻ لاءِ بورڊ ترسيل آهي، جنهن لاءِ به ڪافي عرصي کان لکپڙهه هلي رهي آهي. مرزا قليچ بيگ مرحوم ۽ ”بلبل“ مرحوم جي ڪتابن کان سواءِ ٻين به سنڌ جي ڪيترن ئي فوت ٿي ويل اديبن ۽ عالمن جا ڪتاب آهن، جن جي حق تصنيف حاصل ڪرڻ لاءِ سندن وارثن سان ڳالهه ٻولهه جاري آهي. هن وقت بورڊ جيڪي پراڻا ڪتاب ٻيهر ڇاپيا آهن، سي هي آهن:

**حيات النبي.** رسول اڪرم صلعم جي حياتيءَ تي هيءُ ناياب تصنيف مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مرحوم جو لافاني شاهڪار آهي، جو اڳ ۾ ڪيترا ڀيرا ڇپجي چڪو هو، ۽ خود بورڊ ۾ ان کي ٽازو ٻه دفعا ڇپايو آهي.

**سير ڪوهستان.** هن ڪتاب جي مقبوليت انهيءَ مان ظاهر آهي، ته بورڊ ان جي نئين ڇاپي کي ٻه ڀيرا شايع ڪري چڪو آهي.

**گل شڪر.** سنڌي پهاڪن جو هيءُ گلدستو به هڪ لافاني چيز آهي، ۽ ٻن سالن جي عرصي اندر ٻه دفعا ڇپجي چڪو آهي.

**بلو کوکر.** سنڌي ٻوليءَ جي اوائلي ناولن مان هڪ لافاني چيز آهي. اصل هڪ انگريزي ناول تان اخذ ڪيل آهي، جنهن کي ادب ۾ هميشه هڪ مستقل مقام حاصل رهندو.

**گل ڦل.** "جوت" اخبار ذريعي ڀرمانند ميوارام مرحوم جيڪي مضمون لکيا هئا، هيءُ ڪتاب انهن جو مجموعو آهي. سنڌي ادب ۾ هن ڪتاب کي اوچو مقام حاصل آهي. اصل ٻن جلدن ۾ شايع ٿيل هو، بورڊ ان کي هڪ ئي جلد ۾ پڌرو ڪيو آهي.

**جهان آرا.** هي اصلوڪو اخلاقي ۽ اصلاحي ناول پنهنجي طرز جو هڪ بهترين شاهڪار آهي.

**سون ورنيون ڏيئون.** لالچند امرڏنيمل مرحوم جو انگريزيءَ تان ترجمو ڪيل هي ناول، پنهنجي خاصيتن سان گڏ، ٻوليءَ جي گوناگون خوبين جي لحاظ کان هر طبقي کان پنهنجو داد حاصل ڪري چڪو آهي.

**راسيلاس.** انگريزيءَ مان ترجمو ٿيل هي ناول ٻڻ سنڌي ادب جو هڪ نادر شاهڪار آهي.

**سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ:** سرگواسي ڀيرومل مهرچند سنڌي ٻوليءَ جي، جا خدمت ڪئي، سا ڪنهن کان ڳجهي ڪان آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بنياد ۽ تاريخ تي سيرحاصل بحث ٿيل آهي. ڀيرومل مرحوم هيءُ ڪتاب لکي، سنڌي زبان تي هڪ وڏو ٿورو ڪيو آهي.

**هدايت الانشا.** مولوي هدايت الله مرحوم ٻاڻ هيءُ ڪتاب اٽڪل ٥٠ سال اڳ ڇپايو هو. مرحوم غلام محمد شهوانيءَ ان جي هڪ حصي کي نئين سر ترتيب ڏيئي شايع ڪرايو هو، جيڪو حصو ٻڻ هاڻي مارڪيٽ ۾ ناپيد آهي. سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ انشاء جي فن تي هيءُ پنهنجي طرز جو ٻهريون ڪتاب آهي. بورڊ انهيءَ ڪتاب کي ٻوليءَ صورتخطيءَ مان ڦيرائي، نئين صورتخطيءَ ۾ مڪمل طرح ڇپايو آهي.

**گل.** هيءُ ڪتاب سنڌي ادب جو هڪ سهڻو شاهڪار آهي، جو ڪيترن سالن کان ناپيد آهي. بورڊ ان کي هاڻي ٻيهر ڇپايو آهي.

انهن ڪتابن کان سواءِ، هن وقت جيڪي ڪتاب پريس ۾ آهن، ۽ جي عنقريب شايع ٿيا آهن، سي هي آهن:

**تحفة الڪرام.** سنڌ متعلق فارسي تاريخن مان سڀ کان مستند ۽ اهم تاريخ "تحفة الڪرام" آهي. بورڊ انهيءَ جو ترجمو مولانا امير احمد صاحب کان ڪرائي ڇپائي رهيو آهي. عنقريب هيءُ ڪتاب مارڪيٽ ۾ اچي ويندو.

**سنڌي لغت (جلد پهريون).** محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي زيرنگراني، ڪافي محنت ۽ خرچ سان، سنڌي لغت ٽن جلدن ۾ تيار ٿي ويئي آهي. محترم ڊاڪٽر دائود پوٽو صاحب ان تي نظرثاني ڪري رهيو آهي، ۽ جيئن جيئن ورقن جا مسودا تصحيح ٿي، ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي نگاهه مان نڪرندا، پريس ۾ ڀيجي ٿا، تيئن تيئن ان جي ڇپائي ٿيندي ٿي رهي- اندازو آهي ته لغت جو پهريون جلد هن مالي سال جي آخر ڌاري مارڪيٽ ۾ ڀيجي ويندو.

**ديوان قليچ.** محترم اجمل بيگ مرزا پنهنجي والد بزرگوار جي ڪلام بلاغت نظام کي ايڊٽ ڪري، مڪمل ديوان جي صورت ۾ بورڊ جي حوالي ڪيو آهي، جو هن وقت ڇپجي رهيو آهي، ۽ اميد آهي ته ايندڙ ٻن مهينن ۾ پڙهندڙن جي هٿن ۾ پهچي ويندو.

سنڌي ادبي بورڊ جي زيرنگرانيءَ هڪ ٽه-ماهي ادبي ۽ علمي رسالو "مهراڻ" باقاعدي شايع ٿي رهيو آهي، جنهن جو ستون پرچو اوهان جي هٿن ۾ آهي. "مهراڻ" ٿوري عرصي ۾، جا مقبوليت حاصل ڪئي آهي، ۽ سنڌي ادب جي جا خدمت بجا آندي آهي، اها عالم آشڪار آهي.

سنڌي پرائمري اسڪولن جي درسي ڪتابن جي اڻاٺ، غلط ڇپائي ۽ بدزيب ۽ ناقص اشاعت جو مسئلو، ورهاڱي کان پوءِ انتهائي خطرناڪ صورت وٺي بيٺو هو. سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ سرڪار جي تعليمي کاتي جي چوڻ تي اول پهرين ڪتاب، ۽ پوءِ ٻئي ۽ ٽئين ڪتاب جي ڇپائيءَ ۽ اشاعت جا فرض پاڻ تي هموار ڪيا. گهربل تعداد ۾ اهي درسي ڪتاب صحيح، مضبوط ۽ ديده زيب صورت ۾ شايع ڪري، سنڌ ۾ ابتدائي تعليم جي ڪم از ڪم هن ٽن ڪتابن جي مسئلي کي خاطر خواهه انداز ۾ حل ڪيو ويو آهي.

هن وقت بورڊ وٽ قابل مصنفن جون ڪيتريون شاهڪار تصنيفون اشاعت لاءِ تيار ٿيون رکيون آهن، جي رفتي رفتي پريس ۾ ڏنيون وينديون. انهن جي مختصر فهرست هيءَ آهي:

| | |
|---|---|
| (١) رسالو سچل سرمست | - محترم عثمان علي انصاري |
| (٢) ڪليات "گدا" | - محترم رشيد احمد "رشيد" لاشاري |
| (٣) تن ۽ تندرستي | - محترم ڊاڪٽر قاضي علي احمد |
| (٤) ڪلام حسين بخش شاهه | - محترم عارف المولي |
| (٥) ڪليات "امين" | - محترم محبوب علي چنو |

(٦) محمود فقير ڪتياڻ جو ڪلام — محترم محمد صالح سپيو
(٧) ڪليات "خادم" — محترم لطف الله بدوي
(٨) جنت السنڌ — محترم مولائي شيدائي
(٩) قديم سنڌ ۽ — مرحوم پيرومل مهرچند
(١٠) علم طبعيات — محترم امام بخش مرزا
(١١) تذڪرهٔ اميرخواني — محترم پير حسام الدين شاه راشدي
(١٢) ڪليات "مخلص" — محترم محمد خان غني
(١٣) خزينة العلوم — مرحوم محمد بخش "واصف"
(١٤) نل دمينتي (منظوم) — محترم رشيد احمد "رشيد" لاشاري
(١٥) ڪنوار جو آئينو (ترجمو) — محترم عبدالڪريم "تراب"
(١٦) سنڌ ۽ سندس ذاتيون (ترجمو) — محترم محمد حنيف صديقي
(١٧) سنڌ جي دربار جو احوال (ترجمو) — " "
(١٨) چونڪارو (ترجمو) — محترم غلام حسين جلباڻي
(١٩) ڪاميابي (ترجمو) — " "
(٢٠) دين و دانش (ترجمو) — محترم محمد صديق "مسافر"
(٢١) پارن لاءِ پرين جون آکاڻيون (ترجمو) — محترم خان صاحب مريد علي

سنڌي ادبي بورڊ ٻين ٻولين ۾ پڻ ڪي ڪتاب — سنڌ جي تاريخ، جاگرافي، علم و ادب ۽ تهذيب و تمدن جي موضوعن تي — تيار ڪرايا آهن، جيڪي انهن ٻولين ۾ به شايع ٿيندا، ۽ سندن سنڌيءَ ۾ ترجما پڻ پيش ڪيا ويندا. اهي ڪتاب هي آهن:

(١) سنڌ جي تاريخ، جلد پهريون ۽ جلد ٻيو (انگريزيءَ ۾) — ايچ. ٽي. لئمبرڪ
(٢) سنڌ جي طبعي جاگرافي (انگريزيءَ ۾) — ڊاڪٽر پٿاوالا
(٣) سنڌ جا فارسي شاعر (انگريزيءَ ۾) — ڊاڪٽر هري سدارنگاڻي
(٤) برهانپور جي سنڌي اولياء ڪرام جو تذڪرو (اردوءَ ۾) — راشد برهانپوري
(٥) سنڌ جي تاريخ، جلد ڇهون (اردوءَ ۾) — غلام رسول مهر

مٿين ڪتابن مان "سنڌ جا فارسي شاعر" انگريزيءَ ۾، ۽ "برهانپور جي سنڌي اولياء ڪرام جو تذڪرو" اردوءَ ۾، اڳيئي ڇپجي چڪا آهن، ۽ عنقريب شايع ٿيڻا آهن. بورڊ سنڌ جي مفصل تاريخ اٺن جلدن ۾ تيار ڪرائي رهيو آهي، جن مان مٿي بيان ڪيل ٻه جلد تيار ٿي مليا آهن، باقي رهيل جلدن تي اچا مؤرخ ڪم ڪري رهيا آهن.

هيٺان ورڏيڪ ڪتاب هاڻوڪي سال جي اندر تيار ٿي ملڻا آهن:

(١) سنڌي ٻوليءَ جو گرامر — محترم واحد بخش شيخ
(٢) شاهه جو رسالو — محترم ڊاڪٽر دائود پوٽو

(۳) ديوان بيڪس —محترم عبدالحسين شاهه موسوي

(۴) ڪليات سامي —محترم جهامنداس پاڻيا

(۵) تاريخ سنڌ، جلد چوٿون —محترم پيرحسام الدين شاهه راشدي

(۶) تاريخ سنڌ، جلد ستون —محترم محمد حنيف صديقي

(۷) سنڌ سان انگريزن جا اوائلي لاڳاپا (انگريزيءَ ۾) —ڊاڪٽر ڊيوآرٽ

(۸) علم ڪيميا —محترم مرزا امام بخش

(۹) سنڌ جي اقتصادي تاريخ (ترجمو) —سراج الحق

بورڊ طرفان سنڌي اديبن ۽ لکندڙن کي تقريباً هڪ سو وڏيڪ ڪتاب پڻ سونپيا ويا آهن، جن ۾ سائنس، تاريخ، ادب ۽ فن متعلق ٻين ٻولين مان ترجما، توڙي انهن موضوعن تي اصلوڪا ڪتاب شامل آهن.

ساڳئي وقت، بورڊ هيٺين تجويزن کي به عمل ۾ آڻائي رهيو آهي:

(۱) اڄ تائين سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪي ڪتاب ڇپيا آهن، تن جي مڪمل فهرست تيار ڪرائڻ.

(۲) انگريزي وڏي آڪسفورڊ ڊڪشنريءَ جو سنڌي ترجمو ڪرائڻ.

(۳) قديم مسودن ۽ قلمي نسخن کي محفوظ ڪرڻ ۽ انهن کي پڙهڻ لاءِ بورڊ پنجاهه هزار کن رپيا خرچي ٻاهران مئڪرو فلم يونٽ گهرايو آهي، جو ٿورن ئي ڏينهن ۾ ڪم شروع ڪندو.

(۴) "مشاهير سنڌ" جي نالي سان ٽن جلدن ۾ هڪڙو ڪتاب تيار ڪرائڻ، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخي زماني جي شروع کان وٺي، وينديءَ هيلتائين سنڌ ۾ جيڪي به نامور هستيون ٿي گذريون آهن، تن جي سوانح ۽ تاريخي ڪارنامن کي قلمبند ڪيو ويندو.

(۵) سنڌي ٻوليءَ جي مفرد ٽائيپ ٺهرائڻ. هن سلسلي ۾ مفرد ٽائيپ جي هڪ صورت کي نموني طور پسند ڪري ڪراچيءَ جي هڪ مقامي ٽائيپ ٺاهيندڙ ڪارخاني کي آن جي ٺاهڻ جو ڪم سونپيو ويو آهي. تنهن وچ ۾ موجوده ڪَذيل ٽائيپ جي صورتن ۽ سائيزن ۾ اضافا ڪرايا ويا آهن، ۽ ان ۾ زيرين زبرن جي استعمال جو هڪ نهايت آسان ۽ سستو طريقو پيش ڪيو ويو آهي، جنهن سبب سنڌي ڇپائيءَ ۾ بيمثل سهوليت ۽ فائدو پيدا ٿيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي ٽائيپ رائيٽر ٺهرائڻ واريءَ تجويز ڏانهن پڻ بورڊ پنهنجي وس آهر توجهه ڏيئي رهيو آهي.

بورڊ پنهنجي اديبن ۽ لکندڙن لاءِ خاص لئبرري قائم ڪئي آهي، جنهن ۾ هن وقت تقريباً ۳۰۰۰ انگريزي، ۲۰۰ اردو، ۱۲۰۰ سنڌي ڇپيل ڪتاب، ۽ ۲۵۰ سنڌي، فارسي ۽ عربي نادر قلمي نسخا موجود آهن.

هن وقت بورڊ جي اڳيان به اهڙيون اسڪيمون پڻ آهن، جن لاءِ الڳ ٻن اڪرن چوڻ جي ضرورت آهي—هڪ سنڌي لوڪ ادب جي گڏ ڪرڻ ۽ شايع ڪرڻ جي اسڪيم، ۽ ٻي سنڌ ۾ تيار ٿيل فارسي ۽ عربي ادب کي نئين سر ترتيب ڏيئي شايع ڪرڻ جي اسڪيم.

# سنڌ جي لوڪ ادب گڏ ڪرڻ جي اسڪيم

لوڪ ادب هر ٻوليءَ جو روح آهي. اسان جي سنڌي ٻولي لوڪ ادب ۾ ايتري ته شاهوڪار آهي، جيتري دنيا جي ڪا ٻي ٻولي واقعي هوندي هجي. پر افسوس آهي، جو ان طرف ڪوبه خاص ڌيان ڪونه ڏنو ويو آهي. ان ڏس ۾ سنڌي ادبي بورڊ پنجن سالن جي هڪ مفصل اسڪيم تيار ڪئي آهي، جنهن تي اندازو آهي ته اٽڪل هڪ لک روپيا خرچ ٿيندو. انهيءَ اسڪيم ماتحت هيٺين قسم جو لوڪ ادب گڏ ڪيو ويندو:

تاريخي قصا ۽ رومانوي داستان. سنڌ ۾ ڪيترا اهڙا قصا مشهور آهن، جيڪي ٻهراڙيءَ جي تقريباً هر ڪچهريءَ ۽ محفل جي موقعي تي ٻڌا ۽ ٻڌايا ويندا آهن - اهي ئي قصا ۽ رومانوي داستان آهن، جن تي اسان جي ڪلاسيڪي ادب جو بنياد پيل آهي. انهن مان ڪي هي آهن: عمر مارئي؛ سسئي پنهون؛ مومل راڻو؛ دودو چنيسر؛ راءِ ڏياچ ۽ سورٺ؛ ليلا چنيسر؛ سوربو ۽ مڇ؛ سهڻي ميهار؛ لاکو ۽ اوڏڻ؛ بانڪو ٻهرام؛ سيف الملوڪ بديع الجمال؛ ڪامسين ۽ ڪامروپ؛ بيرسنگهه ۽ سندر ٻائي؛ ڊولو مارئي؛ وغيره.

آکاڻيون ۽ ڪهاڻيون. سنڌ جون پنهنجون ڪيتريون ئي لوڪ آکاڻيون ۽ لوڪ ڪهاڻيون آهن، جي سنڌ جي هر گهر ۾ اسان جون نانيون ۽ ڏاڏيون، ۽ سنڌ جا زنده دل ٻڍا مڙس ننڍڙن ٻارن کي ٻڌائيندا پيا رهن. انهن آکاڻين ۾ جنن، ديون ۽ پرين جون، پکين ۽ جانورن جون، جهنگن، جبلن ۽ دريائن جون آکاڻيون، ۽ سنڌ جي قديم ترين ماضيءَ جون دل لبائيندڙ ڏندڪٿائون اچي وڃن ٿيون.

پهاڪا. سنڌ ۾ لکين پهاڪا ۽ چوڻيون آهن، جن مان فقط ڪو ٿورو حصو ڇپيل آهي. هن اسڪيم ماتحت گهڻي کان گهڻا سنڌي پهاڪا ۽ چوڻيون گڏ ڪيون وينديون.

پرولي، ڳجهارتون، وغيره. سنڌ ۾ ڳجهارت ۽ پرولي به هڪ فن آهي، جيڪو اسان جي ٻهراڙيءَ جي ٻارن جي واندڪائيءَ جي هڪ بهترين ۽ نهايت ئي فائديمند' وندر آهي. ان جا خاص نمونا هي آهن: پرولي، ڳجهارت، معما، ڊرائو، ست سري، هنر، ڏهس ناما، سينگار وغيره.

ڪافيون. اسان جي لوڪ ادب ۾ ڪافيءَ کي وڏو مقام حاصل آهي. هن اسڪيم ماتحت اهي سڀ ڪافيون جمع ڪيون وينديون، جيڪي سنڌ ۾ عام جام ڳايون وڃايون وڃن ٿيون، مگر اڃ تائين ڪنهن قلمبند ڪونه ڪيون آهن.

بيت. سنڌ ۾ ڏکها بيت به عام آهن. ڪيترن ئي شاعرن ۽ سگهڙن پنهنجي پنهنجي طريقي سان نهايت ئي اثرائتيون چيزون طويل بيتن ۾ پيش ڪيون آهن، جيڪي بيت ڏڙ جي سريلن آلاپن سان گڏ اسان جي ٻهراڙين جا شوقين جوان ڪن تي هٿ رکي، ڳائيندي ڳائيندي، راتين جون راتيون ويهي ڏينهن ڪري ڇڏيندا آهن.

مولود مداحون ۽ سي حرفيون. سنڌ جو عوام مولودن ۽ مداحن جو خاص شوقين آهي، ۽ جڏهن ڪنهن موقعي تي خوش‌الحان مولودي ۽ مدح‌گو حضرات پنهنجي دلي جذبي ۽ روحاني خود محويت سان ٻيهي سماع جي محفل مچائيندا آهن، ته ڇوڌاري هڪ قسم جي ڪيف‌آور فضا قائم ڪري ڇڏيندا آهن. اهي مولود، مداحون ۽ سي حرفيون اسان جي ادب جو لافاني ورثو آهن، جن کي قلمبند ڪرڻ اسان جو فرض آهي.

سنڌ جي ظرافت. ٻهراڙين جا ماڻهو ڀرچن ڳوڻين ۾ خاص لطف وٺندا آهن. انهن ڳوڻين ۾ خالص ظرافت جو پهلو هڪ پاسي هوندو آهي، ته ٻئي پاسي منجهن ڪو نہ ڪو حڪمت جو لڪتو بہ ضرور هوندو آهي. سنڌ جي سجاڳ ذهن ملوڪن ۽ سگهڙن وٽ اهڙا بيشمار ٽوٽڪا، لطيفا ۽ ظرافت جا موتي موجود آهن، جن کي هڪ هڪ ڪري ميڙڻ ۽ پڌري ڪرڻ سان سنڌي ادب جي هڪ بنيادي خدمت ٿي سگهي ٿي.

سيلون. ڪيترا اهڙا لوڪ‌شاعر آهن، جن خالص طنزيہ ڪلام چيو آهي. انهيءَ ڪلام کي سيلون چيو وڃي ٿو.

مناظري ۽ مقابلي جا بيت. سنڌ جي ڪيترن عوامي شاعرن ۽ سگهڙن مناظري ۽ مقابلي جا بيت چيا آهن - مثلاً ٽوپيءَ ۽ پڳ جو جهيڙو، ڪانو ۽ هاريءَ جو مقابلو، وغيره.

واقعن جا بيت. تاريخي يا سماجي واقعن تي وقت جا سگهڙ ۽ عوامي شاعر جيڪو ڪلام چوندا آيا آهن، اهو بہ لوڪ ادب جو ئي هڪ حصو آهي.

لوڪ گيت ۽ لوڪ ناچ. سنڌ ۾ ڪيترائي لوڪ گيتن جا قسم مشهور آهن، جن ۾ بي‌انتها لطف آهي - جهونڪ موري، جمالو، لولي، ڪوڏائي، سهرا، نوحا، ڏورکي، ٽولاڙي، ٻوري، همرچو، آنڊي، وغيره. لوڪ ناچن ۾ جهمر، ڏونڪا، مگرمان ۽ سماع، وغيره بہ محفوظ ڪرڻ جهڙيون چيزون آهن.

لوڪ ادب جي هن اسڪيم ماتحت بورڊ جي تجويز آهي تہ تقريباً چاليهارو ڪن ڪتاب تيار ڪرائي شايع ڪجن. هيءَ اسڪيم ترت ئي عمل ۾ آندي وبندي، ۽ اميد تہ سنڌ جو علم دوست ۽ ادب نواز عوام بورڊ سان هن قومي ڪم ۾ دلي تعاون ڪندو.

## سنڌ جي فارسي ۽ عربي ادب جي اشاعت:

سنڌ اها سرزمين آهي، جتي مختلف تمدن ۽ تهذيبون جدا جدا وقتن تي اچي گڏ ٿيون آهن، ۽ انهن مختلف تهذيبن جي باهمي ميلاپ سان سنڌ هڪ نئين تهذيب ۽ سڀيتا کي جنم ڏنو، جنهن جو مول متو مذهبي رواداري ۽ انساني برادري آهي، ۽ جنهن جو محبت کان سواءِ ٻيو ڪو بہ مذهب ڪونهي. سنڌ جي هن بيمثل تهذيب جي ترڪيب ۾ دنيا جي عظيم

مذهب اسلام جو وڏي ۾ وڏو حصو رهيو آهي. سنڌ کي باب الاسلام چيو وڃي ٿو. پهريائين عربي زبان جي معرفت، ۽ پوءِ فارسي زبان ذريعي اسلام جو روح افزا پيغام سنڌ کي ور ور ڏيئي پڏايو ويو. سنڌ اهو پيغام نه فقط پاڻ پڏو، سمجهيو ۽ قبول ڪيو، بلڪ ان کي وڌيڪ سلجهائي ۽ صاف ڪري ٻين کي پڏائڻ، سمجهائڻ ۽ قبول ڪرائڻ جا پڻ جتن ڪيا. اسلامي فقه ۽ حديث تي سنڌي عالمن جون تصنيفون اڄ به دنيا ۾ امتيازي جڳهه والاريو بيٺيون آهن. عربي ۽ فارسي ادب جي دائري ۾، ۽ پڻ انهن ٻولين ۾ علم ڪلام، منطق، فلسفي، تاريخ، ۽ ٻين علمي موضوعن تي لکيل ڪتاب سنڌ جي اڪثر علمي خاندانن جي ذاتي ڪتبخانن ۾ اڄ به موجود آهن، جيڪي اسان جي بي توجهيءَ سبب آهستي آهستي مٽيءَ ۽ ڪتابي ڪيڙن جو کاڄ ٿي رهيا آهن، ۽ جيڪي جيئن لکجڻ سان ئي ڪٻٽن ۽ پيتين ۾ بند ٿي ويا، تيئن اتي اڄ به مٽيءَ ۽ اوندهه ۾ دفن ٿيا پيا آهن، ۽ پهر ڪڏهن سج جو تڙڪو به وري شايد ڪونه ڏٺو اٿن. انهيءَ ڏس ۾ به بورڊ هڪ وسيع ۽ مفصل تجويز تيار ڪري، پاڪستان سرڪار جي وزارت تعليم اڳيان پيش ڪئي، جن ان کي مڪمل طور پسند ڪيو، ۽ تجويز جي جملي خرچ جي تخميني آهر بورڊ کي گرانٽ ڏيڻ جو وعدو ڪيو. انهيءَ سلسلي ۾ پاڪستان سرڪار کان هلندڙ سال لاءِ ٥٠٠٠٠ روپيا گرانٽ بورڊ کي ملي به چڪي آهي. هن اسڪيم تي جملي چار سال ڪم هلڻو آهي، ۽ ان ماتحت تقريباً ٢٠ عربيءَ ۾، ٦٠ فارسيءَ ۾، ۽ سنڌ متعلق لکيل ڪتابن جا ڏهاڪو ڪن اردوءَ ۾ ترجما شايع ڪيا ويندا. هن سال ۾ بورڊ کي جيڪي انهيءَ سلسلي ۾ ڪتاب شايع ڪرڻا آهن، سي هيٺيان آهن:

## عربي ڪتاب

ڪتاب التعليم (مسعود بن شيبا السندي)؛ مڪاتيب المرسلين (ابوجعفر الديبلي)؛ اطراف البخاري (مخدوم محمد هاشم ٺٽوي)؛ ديوان ابي عطا سندي؛ بذل القوة في حوادث سني النبوة (مخدوم محمد هاشم ٺٽوي)؛ دراسات اللبيب؛ ذب الذبابات؛ ۽ القسطاس المستقيم.

## فارسي ڪتاب

تاريخ معصومي (ٺٽون چاهو)؛ بيگلار نامه؛ تاريخ طاهري؛ تحفة الڪرام؛ فتح نامه (عظيم الدين ٺٽوي)؛ فتح نامه (مير صوبدار)؛ منشور الوصيت (ميان نور محمد ڪلهوڙو)؛ تحفة الطاهرين؛ لب تاريخ سنڌ؛ تاريخ سنڌ (ابن الواعظ)؛ مقالات الشعرا؛ ديوان عظيم ٺٽوي؛ ديوان محسن ٺٽوي؛ ديوان عزلت؛ ديوان عطا؛ ديوان حيدر ڪلوچ؛ مثنوي چنيسر نامه (ادراڪي بيگلار)؛ مثنوي زيبانگار (ضيا ٺٽوي)؛ مثنوي مظهر الاثار؛ مثنوي هير و رانجها (نواب ولي محمد خان؛ عظيم ٺٽوي؛ ضيا ٺٽوي؛ مشتري؛ ۽ آزاد).

مٿين فارسي ڪتابن مان "چنيسر نامه" ۽ "تحفة الطاهرين" مڪمل ڇپجي چڪا آهن، ۽ اميد ته ٿورن ڏينهن ۾ شايع ڪيا ويندا. عربي ڪتابن ۾ "دراسات اللبيب" مڪمل طرح ڇپجي

چڪو آهي. اميد ته اهو به مٿين پن ڪتابن سان گڏ بازار ۾ اچي ويندو. هن وقت مثنوي "هير رانجها" (پنج مثنويون)، "ديوان عطا"، "بيگلار نامه"، "لب تاريخ سنڌ" ۽ "ڪتاب التعليم" پريس ۾ آهن.

سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جو ادب سنڌ جو تاريخي ورثو آهي: ان جي ترقيءَ ۽ تربيت لاءِ ڪوشش ڪرڻ سنڌي قوم جو مقدس فرض آهي.

اهڙي عظيم فرض جي ڪامياب ادائگي هڪ اهڙو مشڪل ۽ وسيع مسئلو آهي، جو ان کي پوريءَ طرح سنهن ڏيڻ ڪنهن هڪ شخص، ڪنهن هڪ اداري يا انجمن جي وس کان ٻاهر آهي. قوم جي مجموعي ترقي ۽ بيداري، ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ تربيت سان ئي وابسته آهي: تنهنڪري ٻوليءَ جي خاطرخواه خدمت پڻ قوم جي مجموعي محنت ۽ ڪوشش سان ئي ممڪن ٿي سگهي ٿي. هن ميدان ۾ سرڪاري توڙي غير سرڪاري، اجتماعي توڙي انفرادي، جيڪا به ڪوشش ٿيندي، يقين آهي ته اها ڪڏهن به بيجا ۽ بي ثمر ثابت نه ٿيندي.

سنڌي ادبي بورڊ پڻ، هن ميدان ۾، پنهنجي سنهن، ڪافي پاڻ پتوڙيندو رهيو آهي: ۽ جن صاحبن کي بورڊ جي تجويزن ۽ عملي سرگرمين سان واقفيت جو موقعو مليو هوندو، سي اميد آهي ته بورڊ جي محنت ۽ ڪوشش کان مطمئن پڻ هوندا. بورڊ جي مطبوعه اشاعتن ۽ زير طباعت توڙي مجوزه اشاعتي پروگرام جو مختصر تفصيل، جيڪو مٿي پيش ڪيو ويو آهي، ان مان بورڊ جي محنت ۽ حوصلي جو اندازو آسانيءَ سان لڳائي سگهجي ٿو.



# پڙهندڙن جا پيغام

ـ محترمي، داڻي ڀاڻيءَ جي ڇڪ آئي هتان ڪڍيو آهي. هتي اچي خيال ڪريان ٿو ته اسان جي ماڻي سنڌ ساگر ۾ ڪيڏيون نه لهرون اٿيون آهن، جو پنهنجا ڪک ڇڏي هتي ڀٽا آهيون. مهراڻ جا ڪپر وري ڀيا ياد پون. پنهنجي سنڌوءَ سان ڪا راوي ڀڃي سگهندي! راويءَ جيترو ته اسان جو اپرندو نارو آهي. سنڌي دليون ٻه ايتريون ئي ڪشاديون آهن.

هتي آيس، ۽ پنجاب جي آفيسرن جا مريءَ جا سير پڏي، آءُ پاڻ ٻه وڃي اتي نڪتس. هتي قدرت جيڪڏهن مريءَ کي ٻڌڻ جو موقعو ڏنو آهي، ته گورنمينٽ ٻه واهه جو سڌاريو اٿس. اسان جي سنڌ جا انجنير اسڪيمون گهڙيون ئي ڏاهي سگهيا، مگر افسوس جو گورنمينٽ وڏهڻ ۾ پوري هئي. جيڪڏهن سنڌي انجنيرن جون اسڪيمون - دادو ڊيم ٿاڻي بولاخان وٽ، گاج ڊيم جوهيءَ وٽ، ۽ ٻيون ٻه ڊزن کن ڊيمن واريون اسڪيمون - چالو ڪري ڇڏين ها، ته ڏهن سالن اندر اندر اسان جا ڪيرٿر ۽ ٻيا جبل ٻه ساوا ڇهڇ هجن ها - ۽ اسان جي سنڌ کي ٻه مريءَ جهڙا ڏاڍا سٺا تفريحي مڪان ميسر هجن ها.

پارنيبازين ۾ اچي ويچاري سنڌ ائين جو ائين رهجي ويئي. هاڻي انهن لوٽ جبلن کي سر سبز ڪرڻ جو وارو شايد ئي اسان جي زندگيءَ ۾ اچي، ۽ اسان جي سنڌي انجنيرن جون آهي رٿون ائين ئي سرا ڪاڻي ويندا.

ادا، معاف ڪجو - نه چاڻ نه سڃاڻ، الائجي ڇا لکي ويو آهيان! «مهراڻ» جي خدمتگار سان سور نه سليان، ته ٻيو وري ڪنهن کي چوان. اسان جا هموطني تـ هتي وچوڙي اڏ سا ڪري وڌا آهن.

ـ اوهان جو، سائينداد سولنگي، لاهور.

ـ لنڊن ۾ «مهراڻ» جي تحفي ملڻ ڪان نهايت گهڻي خوشي ٿيم، ۽ ائين پئي ڀانيم ته ڄڻ سالن بعد وري سنڌ ۾ ويٺو آهيان. ڀاءُ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي مضمون «تون ٻچين ٿو، آءٌ ڇو اداس آهيان» دل تي ڏاڍو اثر ڪيو، ۽ ساڳيون ڳالهيون چڻ ته پاڻ سان پئي لهڪايم - ۾ فرق اهو هو ته مون کي ترت واپس موٽي ساڳين هندن کي ڏسڻ ۽ ساڳين دوستن کي ملڻ جي اميد آهي، ۽ هنن ويچارن لاءِ «ويا جي هنگلوڙ، سي ڪرم ملندا ڪاڙي!» وارو قصو آهي.

اوهان پنهنجا تاثرات مضمون جي صورت ۾ موڪلڻ لاءِ لکيو آهي. ننڍپڻ جي زماني ۾، مون کي ناولن ۽ رسالن پڙهڻ جو ڏاڍو شوق ۽ چاهه هوندو هو (۽ ڪنهن حد تائين اڃا ۾ قائم آهي)، ۽ مون کي ياد آهي ته «گلزار چنبيلي» نالي هڪ نهايت نصيحت آميز ڪتاب ۾ «ڪليله ۽ دمنه» جي گفتگو جي صورت ۾ زماني ۽ زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي تبصرو ڪيل هو. ان ڪتاب جي هڪ حصي ۾ «سير و سفر» جي سلسلي ۾ نهايت موزون نموني ۾ سمجهايل

هو تہ ابغير سفر جي تجربو حاصل ڪرڻ محال آهي، ۽ آدمي هڪ بيٺل پاڻيءَ برابر آهي، جو جلدي لڙهڻجي پوي ٿو'...... "سيروا في الارض" جي معنيٰ بہ هاڻي سمجھہ ۾ اچي ٿي ۽ سچ پچ تہ ڏيڏرءَ واري تلاءَ مان نڪري، هن اٿاهہ ساگر ۾ اچي جيڪي اکيون کلن ٿيون، تن تي حيران نہ ٿيڻ ناممڪن نہ، تہ بہ محال ضرور آهي!

عدم فرصتيءَ سبب في الحال تہ ڪجھہ لکڻ مشڪل آهي، پر ارادو آهي - ۽ ڌڻيءَ پاڪ توفيق ڏني- تہ واپس وطن پهچي پنهنجي پرايل تجربي جو صحيح استعمال ڪريان. پوءِ جيڪڏهن هيءَ منهنجي ناچيز زندگي پنهنجي عزيز وطن وارن کي ڪنهن ڪم آئي، تہ هي وڇوڙا ۽ تڪليفون تچ سمجهندس. دعا ڪندا!

— ڊاڪٽر صالح ميمڻ، لنڊن

— سنڌي ادبي بورڊ جي سهاري هيٺ شايع ٿيندڙ "مهراڻ"، سہ ماهي مخزن، وقت بوقت نظر مان ڪڍندو اچان ٿو. سنڌس هر هڪ نئون پرچو، گذريل پرچن کان هر ڏس ۾ وڌيڪ سڌاريل ۽ وڌايل نظر ۾ ٿو اچي. منجهس عالمن، فاضلن ۽ اديبن جا، بلند پايہ شعر، نصيحت آميز ۽ اخلاقي آکاڻيون، معلوماتي، هدايتي ۽ تعليمي مضمون درج ٿين ٿا، جي ادبي شائقن جي ادبي اُساس مٽائين ٿا. ڪوجها وارا ليک تہ جنسي ساهہ سان ساڻيڻ جهڙا ڇپجن ٿا.

"مهراڻ" مخزن جي ڇپائي، سٽائي، بيهڪ ۽ نمونو، اعليٰ مضمونن جي چونڊ، صورتخطيءَ جي باريڪ جاچ وغيرہ ظاهر ڪن ٿا تہ "مهراڻ" جا باني ڪار نهايت گهڻيءَ محنت ۽ سخت جفاڪشيءَ کان ڪم وٺن ٿا، پر ڏسجي ٿو تہ "مهراڻ" ۾ غير سنڌي اکر، جيڪي روز مرہ ۽ محاوري ۾ ڪتب نٿا اچن سي حد کان وڌيڪ ٿا واپرجن. "مهراڻ" جا باني ڪار البت وڌيڪ ڪوشش وٺي، اهڙن ڏکين اکرن جو واهپو گهٽائين، تہ پڙهندڙن لاءِ گهڻي سولائي ٿي پوي. سنڌي ادبي بورڊ جي باني ڪارن جي خدمت ۾ وڌيڪ گذارش آهي تہ "مهراڻ" جا جيڪر پن قسمن جا ڇاپا شايع ٿين، تہ ڏاڍو سٺو- هڪڙو اوچي پني تي (جئن هن وقت شايع ٿيندو اچي ٿو)، ٻيو هلڪي پني تي يعني اخباري پني تي. اوچي پني واري "مهراڻ" جي قيمت ساڳي ٺهرائجي، باقي اخباري پني واري جي قيمت لاڳت پٺاندر گهٽ مقرر ڪجي. نتيجو اهو نڪرندو، جو هرهڪ ننڍو وڏو، ٻار ٻڍو، ٻوليءَ ۽ ادب جو شائق، جو ادائي روپيا خرچ ڪرڻ جي طاقت نٿو ساري، سو هلڪو ڇاپو خريد ڪري، سڪون پرائي سگهندو. اميد آهي تہ اهڙي طريقي اختيار ڪرڻ سان، "مهراڻ" جا خريدار وڌندا ۽ ٻوليءَ جي تحرڪ جو آواز گهر گهر پهچندو.

— موتيرام سونيجي، بمبئي

— مان ناسڪ ۾ پبلشر ۽ بڪسيلر آهيان، ڪافي رسالا ۽ ڪتاب هلايان ٿو; پر جڏهن "مهراڻ" ڏٺم، تڏهن اکيون ٿي چرخ ٿي ويون. سنڌي سڀيتا ۽ ٻوليءَ جو سمنڊ عرف "مهراڻ"، جڏهن اکين اڳيان آيم، تڏهن، ڪجھہ يادگيريون ۽ وسريل ورق اٿلي آيا. هزارين ميل پري هوندي بہ، "مهراڻ" مون کي سنڌ ڏيکاري. مان سنڌس اهائي شيوا ڪري سگهان

تو تہ ڪوشش ڪريان تہ سندس خريدار وڌن. توهان کي خوشي ٿيندي تہ ساري ڀارت ۾ هڪ ناسڪ شهر آهي، جنهن ۾ اسان جي ساهتيہ منڊل وسيلي، سنڌي عوام جي ايڪتا سبب، سنڌي ٻولي پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ اسڪولن ۾ هلي ٿي. —مينگهراج ڪارِيا، ناسڪ.

—جي ڪاوڙ نہ ٿئي تہ مان ايترو ضرور چوندس تہ "نانءُ چڙهيو واپاري ڪتيو ڪانءُ، ۽ نانءُ چڙهيو چور قاسيءَ چڙهي" جي مصداق "مهراڻ" ۾ وڏن اديبن لاءِ جڳھ آهي، باقي اسان نوآموزن کي تہ ڏڍو پيو وڃي. هن ڪان اڳ مون ڇتي فقير جي ڪافي موڪلي، تہ اها ڪانہ ڇپي؛ مگر اهي ساڳيون ڪافيون ڊاڪٽر صاحب کي موڪليم، تہ ان هٿان شايع ٿي ويون. ممڪن آهي تہ مضمونن وغيره سان بہ اها حالت ٿيندي هجي. ائين ٿيڻ نہ گهرجي. آخر اسان کي بہ قلم آزمائيءَ جو موقعو ملڻ گهرجي.
بورڊ کي لازم آهي تہ شاهہ خواهہ سنڌ جي ٻين اوليائن جي روضن جون تصويرون ائين ڇپائي وڪرو ڪري، جئن خواجہ اجميريءَ ۽ ٻين جون آهن. —ماستر نبي بخش منگي، سکر.

—اوهين جنهن محبت ۽ اورچائيءَ سان "مهراڻ" رسالو ڪڍو ٿا، انهيءَ لاءِ اوهان کي ڪيرون هجن؛ ڇو تہ "مهراڻ" نہ فقط اسان وڏن ٻرين کي پسند آهي، پر اسان جا ٻار بہ اها مخزن ڇڪي چاهہ ۽ چوج مان پڙهن ٿا. —چيتن ماڙيوالا، بمبئي.

—"مهراڻ" جي تازي پرچي ۾ علامہ قاضي صاحب جو سنيهو زندگيءَ جو پيغام آهي. پير حسام الدين صاحب جيڪڏهن پارسيءَ جو ترجمو بہ لکي ها، تہ چڱو هو؛ ورنہ رڳو پارسي ڪتاب سنڌي دانن جي ڪهڙي ڪم جو؟ — عارف الجيلاني، ڊڱو.

— "مهراڻ" اسان سنڌين جو روح آهي. مڪليءَ جو مضمون خوب آهي پر فقط سنڌي دانن لاءِ بيڪار، جيستائين ترجمو ڪيل نہ هجي. — عبدالله ڪندرو، سونڊا.

— "مڪلي نامہ" بهترين چيز آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي بي. اي. ۽ ايم. اي. جي فارسي ڪورس تي "پيام مشرق" ۽ "جاويد نامہ" رکيل آهن: ڇو نہ انهن بدران مهڙا سنڌي بزرگن جا تاليف ڪتاب رکيا وڃن! — محمد بخش انصاري

—"مهراڻ" جي اديب صاحبن کي عرض آهي تہ هو ڏکيا هندي، سنسڪرت، عربي ۽ پارسي لفظ ڪم نہ آڻين. —مراد علي خان جمالي "مسافر"، حيدرآباد سنڌ.

—مڪرمي، "مهراڻ" موصول ٿيو: "مهراڻ" ڏسي خوشي حاصل ٿي. سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقيءَ لاءِ اوهان جي محنت لائق تحسين آهي.
—حضرت مولانا فضل محمد صاحب، صدر ۽ مهتمم مدرسہ عربيہ مظهر العلوم، ڪڏو.

# تبصرا

## ”شاعر“، حيدرآباد- ٢/١٩٥٦ع.

ڪنهن رسالي يا مخزن تي تبصري ڪرڻ جي مراد ان ۾ ڇپيل مواد تي تبصرو ڪرڻ آهي. رسالي ۾ آيل مواد جي چونڊ ڪيئن ڪئي ويئي آهي، ان مواد کي ترتيب ڪهڙي ڏني ويئي آهي، ۽ مواد جي چونڊ ڪندڙ ۽ ترتيب ڏيندڙ پنهنجي طرفان وڌيڪ ڇا پيش ڪيو آهي- اهي ڳالهيون رسالي جي ايڊيٽر جي ادبي ذوق، علمي پرمايگيءَ ۽ نظرياتي پختگيءَ متعلق ڪافي ڪجهه ٻڌائي گذرنديون آهن. حقيقت ۾، رسالي جون اهي ئي چيزون سندس ايڊيٽر جي شخصيت جون ترجمان ثابت ٿينديون آهن.

”سنڌ جي ڏوماهي ادبي رسالي، ”شاعر““ جو پيو پرچو اسان جي اڳيان آهي. رسالي جي ادارت جا فرض مولانا غلامحمد ”گرامي“ جهڙو ڪهنه مشق اديب ۽ شاعر بجا آڻي رهيو آهي. رسالي جي ادارتي نوٽ پڙهڻ سان، ايڊيٽر جي مجموعي فڪر ۽ ذهني صورتحال جو هڪ حد تائين صحيح اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

”شاعر“ جي محترم ايڊيٽر حب الوطنيءَ جي اهم مسئلي کي سمجهائيندي، ان جو هڪ انوکو مفهوم پڙهندڙن کي سيکاريو آهي: پاڻ ”وطن جي ’ڌرتي ماتا‘ واري تخيل“ کي الحادي ئي سڏيو اٿن. لفظ ’ڌرتي ماتا‘ جي اهڙي نفرت ڀريو استعمال مان سندن مراد اها ظاهر آهي ته وطن جي ڪنهن به شي جي بت وانگر پوڄا نه ڪرڻ گهرجي. ”اسان جي پاڪ وطن“ ۾ اهڙيءَ ڪنهن چيز جي ڪٿي ڪا پرستش ٿي رهي آهي- جنهن خلاف ان جي پرستارن کي اها تنبيهه فرمائي ويئي آهي- ان جو اسان کي علم ڪونهي. جيڪڏهن ”شاعر“ جي محترم ايڊيٽر جي علم ۾ اهڙي ڪا چيز هجي ته سندن فرض هو ته ان جي وضاحت فرمائي ڇڏين ها، ته سڀئي ان مان عبرت وٺن ها! هڪدم پوءِ ارشاد ٿو ٿئي ته ”وطن مان مقصد اهو ’فڪرحيات‘ ۽ ’نظام زندگي‘ آهي، جو عوام جو (جي) سماجي، فڪري، علمي ۽ معاشي تربيت ڪري رهيو آهي. اهو فڪرحيات هڪ خاص آئڊيالوجي (آئڊيالاجي = فڪرحيات) مان پيدا ٿيندو آهي. لهذا ان آئڊيالوجيءَ جي مرڪزي حيثيت کي ئي مڃڻ ’سائيه جي سڪ‘ ۽ حب الوطني سمجهڻ گهرجي“. ٻئي ڳالهه ته فڪرحيات، فڪرحيات (آئڊيالاجي) مان پيدا ڪيئن ٿيندو- اها ڳالهه اسان کي سمجهه ۾ ڪانه آئي. ٻي ڳالهه ته ”فڪرحيات“ ۽ ”نظام زندگي“ ٻئي هڪ ڳالهه آهن- اها خبر به اسان کي اڄ واقعي ڪانه هئي. ٽين ڳالهه ته اهو ”نظام زندگي“ جيڪو ”اسان جي پاڪ وطن- اسلامي جمهوريه پاڪستان“ ۾ ”عوام

جي سماجي، فڪري، علمي ۽ معاشي تربيت ڪري رهيو آهي"، سو آهي نيم جاگيرداري، نيم سرمايہ داري ۽ نيم سامراجي نظام! انهيءَ نظام زندگيءَ جي "مرڪزي حيثيت" ڪهڙي آهي ۽ ڪٿي آهي، اها خبر بہ اسان اوهان کي "شاعر" رسالي جي شاعر ايڊيٽر صاحب ٻنهہ ڪين ٻڌائي، جو ان کي "مجي" ڪري اسين بہ سندن "سائيهہ" جي سڪ سان پنهنجي من کي ڪٿي مالا مال ڪيون. بهرحال جيڪڏهن فرمائش هيءَ آهي تہ جيڪو "نظام زندگي" اڄ عوام جي "تربيت" ڪري رهيو آهي - يعني پيري فقيري، زمينداري، جاگيرداري، سرمائيداري، وغيره - ان کي مجي ڪري سنڌ جا عوام پاڻ کي گرامي صاحب جي نظرن ۾ وطن دوست ثابت ڪن، تہ اهو معاملو تہ گرامي صاحب ۽ سنڌ جا عوام ئي پنهنجو پاڻ ۾ نبيرين - پيو ڪو ان ۾ دخل ڏيڻ وارو ڪير!

"حب الوطنيءَ" جي ڳوڙهي مسئلي کي مٿين نموني حل ڪرڻ ڪان پوءِ، "شاعر" جي فاضل ايڊيٽر اچي "نالن جي فلسفي" کي وڪوڙيو آهي. "مهراڻ" (١-١٩٥٦) جي گذارشي نوٽ ۾ اسان عرض ڪيو هو تہ "اسلامي جمهوريہ پاڪستان" جي تعريف، تعارف ۽ دستورالعمل ۾ - يعني ان جي آئين ۾ - جيتوڻيڪ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا نالا ناپيد آهن، تڏهن بہ سنڌ ۽ سنڌي ٻولي جتي اڳي هيون، اُتي اڄ بہ جيئن جو تيئن موجود آهن - سچ جي وجود کان انڪار صرف اکين کان سڄا ئي ڪري ٿا سگهن. پنهنجي ڪندي، "مشرف بہ اسلام" ٿيڻ سان شخص جا نالا تہ ڌلجندي پئي ٻڌا ۽ ڏٺا هئا - پر ملڪن ۽ قومن جي نالن جو مٽجڻ بہ لازمي آهي، تنهن ڳالهہ جي خبر سو هاڻي پئي اٿئون!" مقصد هي هو تہ سوچيو وڃي تہ "اسلامي جمهوريہ پاڪستان" قائم ڪرڻ لاءِ "ون يونٽ" ملڪ جي مٿان مڙهڻ ضروري هو ڇا، يا ون يونٽ قائم ڪرڻ لاءِ "سنڌ" جي قديم تاريخي نالي کي ملڪ جي دستور تان ميساري ڇڏڻ لازمي هو ڇا: جيڪڏهن دستور ۾ سنڌ جو نالو بيان ڪيو وڃي ها، تہ ڇا اسان جي وطن پاڪ جي "اسلامي جمهوريہ" بڻجڻ ۾ ڪا ڪسر رهجي وڃي ها؟ اسان ٿا سمجهون تہ ملڪ کي رڳو نالي ماتر "اسلامي جمهوريہ" سڏڻ لاءِ، گرامي صاحب قبول ڪندو تہ سنڌ جو نالوئي ميٽائي ڇڏڻ ضروري آهي. عربستان ۾ اسلام آيو، تہ بہ عربستان تہ عربستان ئي رهيو - ٻين ڪهڙن اسلامي ملڪن جا وڏيڪ نالا ڪٽجن؟ - تہ باقي سنڌ ڪهڙو ڏوهہ ڪيو، جو سندس نالو لاٿو وڃي! بس ايتريءَ ڳالهہ تان - يا مرڳو اها سنئين سڌي ڳالهہ سمجهہ ۾ ئي ڪانہ آئي اٿس - گرامي صاحب ٻنهہ ٻيجي پيو آهي. اسلام ۽ پاڪستان لاءِ جهاد جو جهنڊو ڪلهي تي رکي، ڦشرجي، ميدان ڪري بيهي رهيو آهي. پوءِ تہ، سواءِ پنهنجي، ٻين سڀني "اندر جي اڌن"، "ڪارن ڪافرن"، "اسلام جي دشمن"، "دريده دهن"، "آهني پردي ۾ اڪلن"، "ڪفرساز ملن' ۽ مولوين"، "مسلمانن کي 'ڇٽ' چوندڙن"، "ڪميونسٽن ۽ سيڪيولرسٽن"، "رسالن ۽ اخبارن ۾ گونگا ڳوڙها ڳاڙيندڙن"، "مينهن ۾ مارئي ڳائيندڙن"، "اندر جي آڳ اُجهائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندڙن"، "رد جي ڪل ۾ بگهڙ وانگر لڪندڙن"، "اپوجهہ ۽ سادہ دل نوجوانن جا اوجهہ ڦاڙيندڙن" - مطلب تہ دنيا جهان جي چڱن مٺن کي، نالن تي ٿالا وٺي، بيهي للڪاريو اٿس. آخر ۾ جڏهن وڃي

ڪجهہ اڳ ڏنو ويو آهي، تہ ڏهن اهڙو تہ هڪڙو ٻيتي جو فقرو ڏورانهين طور لکي ڇڏيو اٿس، جو پڙهي، "اسلام جي دشمنن ۽ اسلام کي نہ مڃيندڙن" جا ڪنڌ ٿي شرم کان جهڪي پيا هوندا؛ جي، "جيڪڏهن ڪي اسلام جا دشمن ۽ اسلام کي نہ مڃيندڙ پاڻ کي مسلمانن جي نالن ۾ لڪائڻ کي ڪو گناهہ ۽ اخلاقي ڪمزوري نٿا سمجهن، تہ پوءِ پاڪستان تي 'اسلامي جمهوريہ' جو نالو ڏرڻ ڪو خاص ڏوهہ نہ آهي! اين گناهي ست کہ در شهر شما نيز کنند!" اسان جي دعا آهي تہ اسان جيڪي "مهراڻ" ۾ ڇپيو هو، سو گرامي صاحب جيڪڏهن ڪين سمجهيو، تہ ان جو ڪو خاص پولو ڪونهي - پر جيڪي خود پاڻ هي لکيو اٿن، شل ان کي ئي رڳو سمجهي سگهن!

"شاعر" جي اداريہ ۾ هڪ نوٽ "ڪافي نوازي ۽ غزل دشمنيءَ" متعلق بہ آهي. ان نوٽ کان اڳ "ريڊيو پاڪستان حيدرآباد سنڌ، ۽ ڪافي مشاعرو" جي عنوان ماتحت ريڊيو پاڪستان حيدرآباد کي "سنڌي ادب ۽ تهذيب جي خدمت" لاءِ گرامي صاحب دل کولي خراج تحسين پيش ڪيو آهي، جو هو "'ڪافين جا مشاعرا' ڪري رهيا آهن"؛ ۽ "جڏهن کان حضرت 'طالب المولى' ڪافين جا مشاعرا ڪرايا آهن، تڏهن کان سنڌ جي بزم مشاعرن ۾ ڪافيون ضرور پيش ڪيون وڃن ٿيون، ۽ ريڊيو تان بہ اهڙن مشاعرن جو نشر ڪرڻ ڪافين جي مقبوليت جو روشن دليل آهي." ياد رکڻ جهڙي ڳالهہ آهي تہ ريڊيو پاڪستان، حيدرآباد سنڌيءَ ۾ "غزل جي مشاعري" کي تقريباً بند ڪري ڇڏيو آهي، ۽ راڳ جي پروگرام ۾ بہ عام طرح رڳيون ڪافيون پيش ڪيون وڃن ٿيون. ريڊيو حيدرآباد جي حضور ۾ پنهنجي هن خراج تحسين پيش ڪرڻ کان فوراً پوءِ، "ڪافي نوازي ۽ غزل دشمنيءَ" جي جدا عنوان هيٺ گرامي صاحب فرمائي ٿو تہ "اڄ ڪلهہ ڪافي نواز طبقي جي 'غزل دشمني' عالم آشڪار ٿي چڪي آهي. ان فتني کي پيدا ڪندڙ اهي چند ماڻهو آهن، جي دراصل اردو ادب ۽ پاڪستان جا دشمن آهن - جي 'سنڌي زبان' جي انڌي عشق ۾ اچي، ساري وڻ کي پاڙ کان ڊاهڻ لاءِ تيار آهن". "سنڌي زبان" جي لفظن کي گرامي صاحب پاڻ واڪ جي نشانين ۾ ڏنو آهي، جنهن مان جملي ۾ انهن جو استعمال طنزيہ پيو معلوم ٿئي. بهرحال انهيءَ بارائيءَ ڳالهہ کي ڇڏي، سوچڻو آهي تہ اهي "اردو ادب ۽ پاڪستان جا دشمن چند ماڻهو" ڪير آهن، جيڪي گرامي صاحب جي نظر ۾ "سنڌي زبان جي انڌي عشق ۾ اچي، ساري وڻ کي پاڙ کان ڊاهڻ لاءِ تيار آهن"؟ ظاهر آهي تہ گرامي صاحب ريڊيو پاڪستان حيدرآباد وارن کي "اردو ادب ۽ پاڪستان جا دشمن" شمار ڪري نٿو سگهي؛ نڪي ڪي هو "حضرت 'طالب مولى'" تي ئي اهي لقب ڏري ٿو سگهي، ڇاڪاڻ تہ ڪافين مان دلي چاهہ سان گڏ مخدوم صاحب جن جي غزل دوستي ۽ اردو ادب ۽ پاڪستان ڏانهن عقيدتمندي عالم آشڪار آهي: پڻ ڪندي، گرامي صاحب جي قلم مان ريڊيو حيدرآباد ۽ "حضرت 'طالب المولى'" لاءِ سنڌي ادب ۽ تهذيب جي خدمتگذاريءَ جي سلسلي ۾ تعريفي لفظن جو فياضانہ استعمال اڳي ئي ٿي چڪو

ٿي چڪو آهي. تہ پوءِ باقي اهي ڪهڙا "چند اردو ۽ پاڪستان جا دشمن" گرامي صاحب جي نگاهہ ۾ ڪکن ٿا، جن جي "غزل دشمنيءَ" ڪيس ايترو بيچين ڪيو آهي؟ انهن غزل-دشمن شخصن ضرور ڪني اهڙي قسم جو ڪو بيان شايع ڪيو هوندو، مضمون لکيو هوندو، ڪنهن ادبي ميڙ ۾ ڪا تقرير ڪئي هوندي: ممڪن آهي تہ انهن چند مائهن جي ڪا پنهنجي اخبار يا ڪو پنهنجو رسالو هجي، جنهن ۾ هنن پنهنجي ڳالهين سان گڏ غزل کي پنهنجي ان اخبار يا رسالي مان بنهہ هڪالي ڪڍي ڇڏيو هجي! جيڪڏهن انهن ڳالهين مان ڪابہ ڳالهہ نہ آهي- ۽ اسان کي يقين آهي تہ اهڙي قسم جي چيز گرامي صاحب هرگز سنڌ جي ڪنهن هڪ مائهوءَ متعلق بہ پيش نٿو ڪري سگهي- تہ پوءِ اسان کي گرامي صاحب کان سوال پڇڻ جو هي حق ضرور ملي ٿو تہ "ياءَ اسان جا، ڪافي نوازي ۽ غزل دشمنيءَ جو مسئلو سنڌ ۾ اول آهي ڪٿي؟ اردو ادب ۽ پاڪستان جا دشمن تہ توکي پوءِ ڳولڻ گهرجن؛ پهريائين سنڌ ۾ ڪو غزل-دشمن تہ ڳولي هٿ ڪرا" اٿين پنهنجيءَ چنگهہ ۾ ہاڻ چڪ هڻي، ويهي ڪتو ڪتو ڪرڻ ڏاهپ جو ڪم تہ نہ آهي! سچ پچ، اسان جي هيءَ ڪيڏي نہ بدقسمتي آهي، جو گراميءَ جهڙي اديب، شاعر ۽ عالم شخص ۽ اسان جن پنهن اهڙن پائرن لاءِ رکيو پنهنجن ادبي ۽ علمي اختلافن نبيرڻ لاءِ بہ سواءِ اسلام-دشمني، پاڪستان-دشمني، ۽ پنهن اهڙن بغض، ڪيني ۽ فساد سان پريل الزامن جي، پنهنجي بچاءَ يا ٻئي کي غلط ثابت ڪرڻ لاءِ، ٻيو ڪو شائستو، سنجيدو ۽ شائائتو لفظ، دليل طور يا خطاب طور استعمال ڪرڻ لاءِ، هٿ ئي ڪونہ ٿو اچي!

"شاعر" جي اداريہ ۾ اڳتي هلي، گرامي صاحب اعلان ڪرڻ فرمايو آهي تہ "'شاعر' جي سرپرست عاليجناب حضرت 'طالب المولي' فيصلو ڪيو آهي تہ 'شاعر' جي مقالہ نگار ۽ شعراء ڪرام جي همت افزائي ڪئي وڃي، ۽ انهن جي فني عظمت ۽ ادبي خدمت کي تسليم ڪندي، چڱا معاوضا پيش ڪجن...... 'شاعر' جي ايندڙ اشاعت کان معاوضي ڏيڻ جو سلسلو شروع ٿي رهيو آهي". هيءَ هڪ مبارڪ اعلان آهي. رسالن جي معاوضن جي معرفت موجوده حالتن ۾ سنڌ جا اديب ۽ فنڪار "فارغ البال ۽ ڳڻتين کان آجا" ٿين يا نہ، پر ان سرشتي مان اخبارن ۽ رسالن جي ايڊيٽرن کي اشاعت لاءِ 'دلپسند' مواد تہ ضرور ملي ويندو. "شاعر" ۾ تازي شايع ٿيل 'ادب' کي ڏسي ڪري، خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو تہ "شاعر" طرفان معاوضي ڏيڻ جي هن اعلان کان پوءِ، ان حد تائين "شاعر" واري انهيءَ قسم جي ادب کي ضرور فروغ ملندو. گرامي صاحب سان گڏ اسان کي بہ اميد آهي تہ جيئن "'شاعر' جي ادبين" لاءِ سٺين نموني "بندوبست" ڪيو ويو آهي، تيئن "'مهراڻ' ۽ 'نئين زندگيءَ' جي ادبين" لاءِ پڻ جلدئي بندوبست ڪيو ويندو. اسان جي وڏي ڪا دعا آهي تہ شل هنن معاوضن جي سرشتن قائم ٿيڻ کان پوءِ بہ، اسان جا سنڌي اديب سنڌي ٻوليءَ جا ئي اديب رهن، ۽ شل هو رکيو "شاعر" جا، "نئين زندگيءَ" جا، "مهراڻ" جا، يا اهڙي ٻئي ڪنهن محدود حلقي جا ئي مخصوص اديب ڳڻجڻ شروع نہ ٿي وڃن!

"شاعر" جي قابل ايڊيٽر جا افڪار عاليه پرچي جي پهرين پن ڇهن جاين تي پڻ موجود آهن. "پراڻو ۽ نئون ادب" جي عنوان (ص ٢٤٣) هيٺ، گرامي صاحب "اڄ ڪلهه جي اديب ۽ شاعر، زباندان ۽ صاحب تحرير" کان شڪايت ٿو ڪري ته هو غزل گو شاعر جي "گل ۽ بلبل، زلف ۽ رخسار، مي ۽ ميخانه، پيرمغان ۽ محتسب، رند ۽ زاهد" کي ادب جون "پرائيون روايتون سمجهي، ترڪ ڪري ڇڪو آهي"، ۽ انهن جي جاءِ تي "طبقاتي ڪشمڪش پيدا ڪندڙ ڪردارن – مزدور، هاري، سرمائيدار ۽ زميندار – کي اها ساڳي حيثيت" ڏيئي، ادب جون "نيون روايتون" قائم ڪرڻ ٿو چاهي، ۽ ائين ڪندي هي "نئون نويل اهل قلم پاڻ کي جدت پسند سمجهڻ جي خوش فهميءَ ۾ مبتلا" ٿو رکي، حالانڪ اها سندس "صحيح معني ۾ نه انقلاب پسندي آهي ۽ نه ان کي ترقي پسندي سڏڻ جي ئي غلطي ڪرڻ گهرجي"! هن استاد پائيءَ واري فيصلي کان پوءِ "نئين نويل اهل قلم" کي پڌايو ٿو وڃي ته "ادب نه پراڻو ٿيندو آهي ۽ نه نئون. اها تفريق ۽ تقسيم ذهني زوال، ۽ روشن ضميريءَ جي نه هجڻ ڪري پيدا ٿئي ٿي. ادب ته زنده ۽ جاودان رهي ٿو – پراڻا اسان جا ذهن ۽ دماغ ٿين ٿا – ورنه هت ته هر شي 'نئين' آهي ۽ هردم جوان آهي!" – تنهنڪري هن کي گهرجي ته گل ۽ بلبل، مي ۽ ميخانه وغيره جهڙين هردم نين ۽ دائمي جوان روايتن کي ئي پختيون ۽ صحيح ادبي روايتون سمجهي ۽ نه "طبقاتي ڪشمڪش پيدا ڪندڙ ڪردارن – مزدور، هاري، سرمائيدار ۽ زميندار" جهڙين چيزن کي، جن ۾ ڪابه جدت پسندي، ڪابه انقلاب پسندي، ۽ ڪابه ترقي پسندي ڪانه آهي! گرامي صاحب جو هي آخرين فرمودو به نوآموز اديب جي پڌڻ وٽان آهي – شايد ان جي پڌڻ سان ئي شاگرد جي ڪجهه همت افزائي ٿئي! ارشاد ٿو ٿئي ته "اديب جي خلوص (؟) ۽ بي اثريءَ جو اهو ڪافي ثبوت آهي، جو هو خود چاهي ٿو ته مان ڪجهه لکان. اهو سندس 'ڪجهه لکڻ جو جذبو' دليل آهي سندس ناقص هجڻ جو ۽ بي خلوص هجڻ جو." (!) ظاهر آهي ته گرامي صاحب جي مرضي آهي ته جيسين "ڪجهه لکڻ جو جذبو" زنده هجي، تيسين ڪجهه به نه لکجي – ڇاڪاڻ ته "اهڙيءَ تحرير سان انقلاب جو اچڻ آهي پورن کان پير گهرڻ": اڳتي هلي، جڏهن "وسيع مطالعي، مسلسل مشاهدي ۽ ڪافي تجربي" بعد، اهو "ڪجهه لکڻ جو جذبو" اديب جي دل ۾ مري وڃي، تڏهن ئي هو 'اديب' بڻبو، ۽ پوءِ هو پنهنجي وسائل دماغ ۽ وسائل قلم سان واقعي انقلاب آفرين ادب پيش ڪرڻ جو پاڻ کي اهل ثابت ڪندو!

"سنڌي قافيا ۽ سنڌن حرڪات و سڪنات" (ص ٦٣) جي سري هيٺ، سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب جو هڪ اهم مسئلو ڇيڙيو ويو آهي. محترم حافظ محمد احسن ۽ مرزا اجمل بيگ صاحب جن مسئلو پيش ڪيو آهي ته جيئن ته اردو، فارسي ۽ عربي قافين جو پڇاڙيون ساڪن، ۽ سنڌي قافين جون متحرڪ آهن، تنهنڪري سنڌي قافين جي پڇاڙين کي به ساڪن ڪري اردو، فارسي ۽ عربي قافين سان گڏ استعمال ڪرڻ جائز آهي يا نه؟ حافظ صاحب ۽ مرزا صاحب پنهنجي تجويز

پيش ڪئي آهي ته اِن مسئلي تي سنڌ جا اديب ۽ شاعر جوڳو ويچار ڪن، ۽ ڪنهن متفق فيصلي تي اچن. گرامي صاحب ان مسئلي تي راءِ ڏني آهي ته ”اول غور ڪرڻ گهرجي ته آيا عربي، فارسي قافين سان گڏ سنڌي قافيا استعمال ڪري سگهجن ٿا يا نه؟ اگر اهو فيصلو ٿي وڃي ته ائين ڪري سگهجي ٿو، ته پوءِ... ڇا لاءِ ته عربي فارسي قافين جون پڇاڙيون جڏهن (؟) ته ساڪن آهن، تڏهن (تنهنڪري؟) لامحاله سنڌي قافين جون پڇاڙيون به ساڪن ٿي وينديون.“ (!) گرامي صاحب جي مرضي گويا هيءَ آهي ته سنڌيءَ ۾ جڏهن ڌارين ٻولين جا لفظ داخل ٿين، ته نه فقط اهي لفظ پنهنجون اصلوڪيون حرڪات سڪنات پاڻ وٽ قائم رکن، پر انهن جي ٻولڻان اصلوڪن سنڌي لفظن کي به پنهنجون حرڪات سڪنات (آچار) بدلائي ڇڏڻ گهرجن! گرامي صاحب سنڌي ٻوليءَ کي ڪاهاري ڏک هٿڻ وارو هيءُ پنهنجو فيصلو لسانيات جي ڪهڙن اصولن کي سامهون رکي صادر فرمايو، تنهن جي جيڪڏهن پاڻ ڀريائين وضاحت فرمائي ها، ته بهتر هو: ٻيءَ صورت ۾ جيئن مسئلو سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن جي راءِ وٺڻ لاءِ وٽس پيش ٿيو هو، تيئن ان کي فقط انهيءَ مقصد لاءِ ٿي پنهنجي رسالي ۾ شايع ڪري ڇڏڻ ڪپندو هوس.

رسالي جي صفحي ٨٧ تي گرامي صاحب شاعر متعلق پنهنجا خيال ظاهر ڪرڻ فرمايا آهن. شاعر کي پيغمبريءَ جي درجي تي وڃي پهچايو اٿس- ان ۾ اسين به خوش ٿياسين: پر جڏهن مزيد فرمايائين ته ”شاعر زمان ۽ مڪان کان متاثر ٿئو ٿئي، پر زمان ۽ مڪان کي متاثر ٿو ڪري“، ته اسان کي واقعي تعجب ٿيو. زمان ۽ مڪان کان متاثر ٿئي بغير شاعر ڪيئن ٿو زمان ۽ مڪان کي متاثر ڪري- ان معمي کي وڌيڪ واضح ڪرڻ جي تڪليف گرامي صاحب گوارا ڪرڻ فرمائي ها، ته پڙهندڙن جي ڄاڻ ۾ هوند اهم اضافو ٿئي ها.

”اسان جا سنڌي رسالا“ جي عنوان ماتحت ”مهراڻ“ تي تبصرو فرمائيندي، گرامي صاحب اسان کي مهميز ڏني آهي ته ”مهراڻ کي فقط هڪ مڪتب خيال ۽ وڏ جو دڪان بڻائڻ سنڌ جي عالمگير روابط ۽ تهذيبي تعلقات جي خلاف آهي.“ ”مهراڻ“ ۾ جيڪي ڪجهه شايع ٿو ٿئي، تنهن لاءِ گرامي صاحب پاڻ فرمايو آهي ته ”مهراڻ جا پورا ٿي حصا ته اڃان به پراڻي رنگ جا آهن“- ته پوءِ ”مهراڻ“ هڪ مڪتب خيال ۽ وڏ جو دڪان ڪيئن ٿيو، اها ڳالهه اسان پوري سمجهي ڪين سگهياسين. ”مهراڻ“ کي هر قسم جا اديب- ڪهنه مشق ۽ نوآموز ٻئي- پنهنجن هر صنف جي ادبپارن سان سينگارين ٿا. انهيءَ ڳالهه کي ڄاڻندي به ”مهراڻ“ کي هڪ مڪتب خيال ۽ وڏ جو دڪان سڏڻ، فقط انهن بغض ۽ عناد سان ڀريل عناصرن سان، غير شعوري طور، هائو ۾ هائو ملائڻ آهي، جن کي هر چڱيءَ چيز کان چڙ هوندي آهي. گرامي صاحب ”مهراڻ“ ۾ انهيءَ هڪ ’اوڻائيءَ‘ کان سواءِ ٻيون جيڪي خوبيون ڏٺيون آهن، ۽ انهن کي جنهن خلوص ۽ محبت جي جذبي سان بيان ڪيو اٿس، تنهن لاءِ اسان سندس شڪرگذار آهيون- پاڻ جيڪي دوستانه مشورا ڏيڻ فرمايا اٿس، تن کي اسان

پنهنجي دل ۾ جاءِ ڏني آهي، ۽ اميد اٿون تہ "مهراڻ" جي ترتيب ۽ اشاعت ۾ انهن تي آئيندي پنهنجي وت آهر ڏيان ڏيندا سون.

"شاعر" جي زير نظر پرچي ۾ جيڪي پين اديبن جون چيزون شايع ٿيون آهن، انهن جي چونڊ بہ ڪاہہ گهڻ عبرت آموز تہ آهي. پهريائين "پيغام"، "خط" ۽ "سلام ۽ سنيها" جي ٽن جدا جدا عنوانن هيٺ "شاعر" ڏانهن سنڌ جي اديبن ۽ پڙهندڙن جيڪي پنهنجون نيڪ تمنائون ۽ مفيد مشورا موڪليا آهن، سي پيش ڪيا ويا آهن. "جيڪڏهن 'شاعر' ڪي صرف فنون لطيف جي خدمت لاءِ وقف ڪيو وڃي، تہ سنڌي زبان ۾ هي رسالو پنهنجو سٽ پاڻ ٿيندو" (ڊاڪٽر بلوچ صاحب)؛ "هن وقت سنڌ ۽ سنڌين جي وڏي ۾ وڏي، اهم ۽ ضروري خدمت سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي خدمت آهي، جو تہ زبان جي بقا ۾ قوم جي زندگي مضمر آهي: جنهن قوم جو ادب ۽ تهذيب، زبان ۽ ثقافت نہ رهيا، اها قوم برباد ٿي" (مولانا چشتي صاحب)؛ "دعا آهي تہ هي رسالو شاهہ ولي الله جي مقولي 'فلڪ ڪل نظام' مطابق بوسيده نظام کي ترڪ ڪري، علم و ادب ۽ صحيح تنقيد جي چوٽ چڙهي، هر ڪنهن ڪوسي واءَ کان محفوظ رهندو" (محبوب علي چنا صاحب)؛ "هڪڙي انسان جي دل مان نڪتل آواز سموريءَ انسان ذات جو آواز بڻجي ويندو آهي ...... ڪاش اسان جا شاعر انسان جي دل جو آواز پيدا ڪن، پنهنجي دنيا جي انسان لاءِ ٿي هو ڳائين ........" (سراج صاحب)؛ "اڄ ڪلهہ تہ سنڌي پاڻ هڪ ٻئي کي پيا کائين: پاڻ ۾ ٽي نفاق پيدا ٿي ويو آهي، تہ ٻوليءَ کي ڪير ٿو پڇي: اڄ ڪالهہ اسان جا (ڪي) سنڌي، سنڌي سونهاريءَ کي وساري، پراين ٻولين کي پنهنجو ڪرڻ جي ڪوشش ٿا ڪن" (پروين صاحب)؛ "خداوند ڪريم اسان جي سنڌي ادب کي فروغ ڏئي، جيئن سنڌي پاڻ ۽ پين غير سنڌي ادب جا ايترو محتاج نہ رهن، جيترو هينئر آهن" (ثميره زرين صاحبہ)؛ "اها قوم جنهن کي پنهنجي زبان نہ آهي، سا ڳويا حيوان آهي - هڪ ڀٽڪندڙ مسافر آهي، جنهن جي ڪا منزل ڪانہ آهي" (ملڪ غلام حيدر) - اهي ۽ پيا اهڙا مخلصانہ رايا ۽ نيڪ مشورا پڙهي ڪري، "شاعر" جي محترم ايڊيٽر کي واقعي محسوس ٿيو هوندو تہ اڄ سنڌ جا اديب ۽ پڙهندڙ صحيح ۽ صالح سنڌي ادب لاءِ ڪيترو واجهائين ٿا.

جواب ۾، گرامي صاحب جيڪو پهريون ادبپارو "شاعر" معرفت هنن سنڌي ادب جي مخلص شائقن کي پيش ڪيو آهي، سو آهي رئيس "بلبل" صاحب جو "واقعو ۽ مشاهدو" تہ "ملهار ڳائڻ تي مينهن وسي سگهي ٿو"! سوا صفحي جو مضمون، تنهن تي اڌ صفحي جو تعارفي نوٽ! پنهي جو مقصد؟ هيءُ تہ "ملهار ڳائڻ سان مينهن وسي ٿو، ۽ هندول ڳائڻ سان هندورو لڏي ٿو، ۽ ديپڪ ڳائڻ سان باهہ لڳي ٿي"، وغيره. رئيس صاحب پنهنجي اکين ڏٺل "خوش اتفاق جو ذڪر تصديق طور" ڪيو آهي، "تاڪ هن زماني جو مثال دفتر جي سيني (؟) تي سانڍجي وڃي، ۽ پين لاءِ عبرت جو باعث بڻجي." (۱) "اونهاري جا

ڏينهن هنا“، جو هي ”خوش اتفاق“ رئيس صاحب جن جي مشاهدي ۾ آيو - رئيس صاحب جيڪڏهن اها اونهاري جي ڏينهن هڪ واري مختصر ڳالهه به پنهنجي ”سيني جي دفتر“ تي سانڍي ها ۽ ان مان عبرت حاصل ڪرڻ جي ٿورڙي پاڻ به ڪوشش ڪري ها، ته هوند وڏڙي جي لهڻ ۽ خان صاحب مبارڪ عليءَ جي ”ملهار“ ڳائڻ کي سبب ۽ نتيجي جي ڪڙيءَ ۾ هرگز ڪين ڳنڍي ها. ملهار راڳ ملهار موسم جو راڳ آهي. موسمن جا ناچ ۽ موسمن جا راڳ هڪ عالم آشڪار حقيقت آهي. هر موسم ۾، ان موسم جو راڳ يا ناچ زياده دل کي وڻندو آهي، صبح جو راڳ پيرو، ڏينهن جي ٻنهه پوئين پهر جو راڳ مالڪوس رات جي پهرئين پهر جو راڳ درٻاري طبيعت کي نهايت پسند ايندا آهن. ساڳيءَ طرح جڏهن پنهرن جو ماني ڪاڻي ”هندوري ۾ لڏندي“ راڳ هنڊول، يا جڏهن شام جو ڏين پرڻ سهل راڳ ديپڪ، يا جڏهن ملهار جي موسم ۾ راڳ ملهار ٻڌبا يا ڳائبا آهن، ته دل تي انتهائي گهرا اثر ڇڏيندا آهن - تنهن جي معني اها ڪانه آهي ته ديپڪ ڏيا ٿو ٻاري، هنڊول هندورا ٿو لوڏي، ۽ ملهار مينهن ٿو وسائي! اهڙي ڪنهن تسم جي ڪا دعوا ڪرڻ اڻين ئي ٿيندو، جٺن ڪو هيءَ دعوا ڪري ته راڳ پيرو ڳائڻ ڪري سج ٿو اڀري ۽ صبح ٿو ٿئي! رئيس صاحب ۽ گرامي صاحب کي گهرجي ته ادب معرفت ماڻهن کي عقل سيکارين؛ نه، ته پنهنجي عقل سان گڏ پڙهندڙن جي رهئي کهئي عقل تي به مرڪوئي پنيون ٻڌي ڦٽيون ڪن!

مخدوم محمد زمان صاحب ”طالب المولي“ جو مضمون ”ڪافي ۽ ان جو تجزيو“ انتهائي خلوص سان لکيل هڪ ڪوشش آهي. مخدوم صاحب جن سنڌي شعري ادب جي هڪ اهم صنف تي پنهنجي ذاتي تجربي، ذاتي مشاهدي ۽ ذاتي مطالعي سان حاصل ڪيل نتيجا نهايت سنجيدي ۽ اثرائتي نوع ۾ پيش ڪيا آهن. ضرورت ته واقعي هيءَ آهي ته سندن مضمون جو تفصيلي مطالعو ڪيو وڃي - جنهن کي في‌الحال ڪنهن ٻئي موقعي تائين ملتوي ڪري، ايترو عرض ڪري ڇڏڻ ڪافي ٿا سمجهون ته مخدوم صاحب جن جو جيڪڏهن سنڌي ادب جي تاريخ سان گڏ دنيا جي هڪ ٻن ٻين ترقي يافته ٻولين جي ادب جي تاريخن جو به مطالعو ڪيل هجي ها، ته مضمون ۾ چند هڪ طرفيون ڳالهيون ۽ انتهائيت ڏانهن مائل خيال جيڪي پاڻ سنڌي ڪافيءَ جي موضوع تي ظاهر ڪيا اٿن، تن کي خود پاڻ به هوند غلط سمجهن ها، ۽ پوءِ سندن مضمون جي في‌الجمله صحت ۽ افاديت تي ڪو ايتري ٿورڙي به آڱر کڻي ڪين سگهي ها.

محترم ع. ق. شيخ جي تحرير ”سنڌي شاعري“ اڳي ئي سندن (سنه ١٩٥١ع ۾ ڇپيل) ڪتاب ”ڪهه ۽ ڪٿوري“ ۾ پيش‌لفظ طور آيل آهي. شيخ صاحب جو هيءَ ادبپارو سنڌي ٻوليءَ جي تنقيدي ادب جي بنياد جو هڪ پٿر آهي، ۽ آن جي اِنهيءَ ادبي رتبي کي سنڌي ادبي دنيا جي مسلمات مان شمار ڪيو وڃي ٿو. گرامي صاحب هن مضمون کي ”شاعر“ ۾ نئين سر شايع ڪري، پنهنجيءَ ادبي پرک جو قابل تحسين مثال پيش ڪيو آهي، ۽ پاڻ کي سنڌيءَ جي صحتمند ادبي دنيا ۾ ٻنهه بيگاني ٿي وڃڻ کان هوشياريءَ سان بچائي ورتو آهي.

اسدالله شاھ صاحب ”اسد“ جا ”خاڪا“، ڪجھ تنقيدي رنگ گھرن ٿا - نہ تہ نقش
ناتص، ھڪ طرفا، ۽ ڪن حالتن ۾ ”قصيدي“ يا ”ھجو“ جي ھلڪي صورت وٺي ٿا وڃي
بيھن. مولائي شيدائيءَ جو مضمون ”شاعريءَ جي تاريخ جو ھڪ ورق“ درحقيقت ايراني
شاعريءَ جي تاريخ (٩٤٦-١١٨٦ع) جو ورق آھي. جاگيرداري نظام جي بنياد تي بيٺل
ملوڪيت جي ھن مثالي دور ۾ فارسي ادب صرف شعر جي صورت ۾ وڌيو - ۽ شعر جي ارتقا
جي صورت قصيدي کان شروع ٿيندي، مثنوي، رزميہ ۽ داستان سرائيءَ کان گذرندي، ھن
ني الجملہ مدحيہ شاعريءَ جي ردعمل طور، آخر وڃي صوفيانہ شاعريءَ ۽ تغزل تائين پھتي:
ھن منزل تي، جيئن ئي ملوڪيت جي گرفت ڪمزور ٿيڻ شروع ٿي، تيئن ئي ادب جا تنقيدي
مطالعا شروع ٿيا، جن جي نتيجي طور شعري ادب سڌون سڌو زندگيءَ جي حقائق جي ترجمانيءَ
ڏانھن مائل ٿيو. ڪيتري نہ سھڻي ڳالھہ ٿئي، جو اسان جا عالم ۽ محقق، تاريخ جي اُلٽيءَ
ورق گردانيءَ سان گڏوگڏ، پڙھندڙن تي تاريخ جا ھي اھم سبق ۽ نتيجا بہ ظاھر ڪندا ھلن.
مولائي شيدائي صاحب جي ھن تحقيقي مضمون سان گڏ بثئين قسم جي تنقيدي جائزي نہ
ھئڻ سبب پڙھندڙن جي دلين تي ملوڪيت جو صرف رعب تاب ئي ويھي سگھي ٿو، ۽
”آل سبڪتگين“ وغيرہ جي بي حساب انعام و اڪرام ۽ بيڪران عطيہ بازين جا ھڪ طرفا ۽ مدحيہ
داستان پڙھي، طاقت ۽ دولت جي جاہ و جلال اڳيان صرف سندن ملوڪيت پرستيءَ جا جذبا ئي
فروغ پائي سگھن ٿا. ”ترجمو ۽ اقتباس“ جي حصي ۾ ”بلئنڪ ورس (غير قافيہ شاعري)...“
جي عنوان ھيٺ اردوءَ جي مشھور شاعر ۽ نقاد ”فراق“ گورکپوريءَ جي ساڳئي موضوع تي
لکيل ھڪ مفصل مقالي مان ھڪڙو اقتباس پيش ڪيو ويو آھي، جنھن مان ”شاعر“ جي پڙھندڙن
کي شايد ئي ڪجھہ پلئہ پوي: جو تہ ھڪ تہ جيڪڏھن ان کي ”آزاد نظم“ جي خلاف سند
طور پيش ڪيو ويو آھي، تہ اھا غلط ڳالھہ آھي - ”فراق“ جو ھيءُ مقالو ”آزاد نظم“ جي
ادبي اھميت کي ثابت ڪرڻ لاءِ لکيو ويو ھو: پيو تہ اقتباس تي گرامي صاحب جو مبھم ۽ متضاد نوٽ
ان کي ھيڪاري منجھائي بي مقصد بنائي ٿو ڇڏي. بھتر ٿئي ھا، جو ”فراق“ جو ھي سڄو
مقالو جيئن جو تيئن شايع ڪيو وڃي ھا - ان صورت ۾ ئي مقالي مان آھو فائدو حاصل ٿي سگھيو
ٿي، جيڪو گرامي صاحب جو شايد مقصد ھو تہ سنڌي شاعرن کي حاصل ٿئي. اداري طرفان
بہ چيزون ”سہ حرفي لفظن جو شعر ۾ صحيح استعمال“ ۽ ”لفظن جو شعر ۾ غلط استعمال“
ھن ڳالھہ جي وڪالت ۾ پيش ڪيون ويون آھن تہ عربي ۽ فارسيءَ جا لفظ سنڌيءَ ۾
سورھن آنا سندن اصلي صحيح اچارن سان استعمال ڪرڻ گھرجن. مٿي، اڳي ئي، ”شاعر“ جي
ايڊيٽر صاحب جو، رسالي جي ساڳئي پرچي ۾ ڏنل، فيصلو ظاھر ڪري آيا آھيون تہ عربي
۽ فارسي قافين سان سنڌي قافين کي ملائڻ لاءِ سنڌي لفظن جي اچارن کي بگاڙڻ ۾ ڪو
اھم ڪونھي! جيڪڏھن اڄ دنيا جو ڪوبہ اديب يا عالم پنھنجي ٻوليءَ (عربي، فارسي،

انگريزي، وغيره) متعلق اهڙي قسم جي ڪا ڳالهه چوي ته ”ٻوليءَ ۾ ڌاريا داخل ٿيل لفظ ته هوبهو سندن اصلي اچارن سان لازمي طرح استعمال ڪريو، ڀوءِ اٿين ڪرڻ سان جيڪڏهن پنهنجي ٻوليءَ جي لفظي اچارن کي بگيڙو پيو، ته ان جي پرواهه نه آهي“ ـ ته ان اديب يا عالم جي دماغ درست ڪرائڻ کان سواءِ ان ملڪ جي ماڻهن وٽ ٻيو ڪهڙو چارو ٿي ڪونه رهي!

”شاعر“ جي هن ٽئي اڌ ڇي ۾ ٻه افسانا ”آرٽ“ ۽ ”ڪافر“، ۽ ٻه ”هڪ ڏينهن جا واقعا ـ لاهور ۽ ڪراچيءَ جا“ پيش ڪيا ويا آهن. ”آرٽ“ ۾ آرٽ کي گناهه سڏيو ۽ ڏيکاريو ويو آهي. افسانه نويس، سڪندر سلطان، سمجهيو آهي ته آرٽ معنيٰ فلم ۽ ”فلم معنيٰ بدمعاشي، بي ايماني ۽ عورت سان آغوش درآغوش ٿيڻ“ ـ ۽ ”شاعر“ جي دانشور ۽ فنڪار ايڊيٽر صاحب فن متعلق هن بنهه بي مثل راءِ سان اتفاق ڪندي، افساني کي رسالي ۾ اولين جڳهه ڏني آهي! ”ڪراچيءَ جي هڪ ڏينهن جي واقعي“ جو گمنام اديب به آرٽ، آزاديءَ نسوان ۽ ”اپوا“ (پاڪستان جي جمعيت نسوان) تي پنهنجي ذهن جون غلاظتون اڇلائيندي، وڃي ”راز خلوتيان جي رمزن ۽ ريتين، سڀوءَ جي ڪلڻ ۽ درن جي بند ٿيڻ“ جي داستان سراين تائين پهتو آهي. افسوس آهي، جو ”شاعر“ ۾ اهڙي فحش نگاريءَ کي جاءِ ڏيڻ جائز سمجهيو ويو آهي. ”لاهور جي هڪ ڏينهن جي واقعي“ ۾ هڪ رذيل موضوع کي پيش ڪيو ويو آهي: ’ڪتي جو علاج ٽٽي، ۽ ماڻهن جو نه ٽٽي‘ ـ هي فقرو زبان زد عام آهي. گرامي صاحب ”هڪ ڏينهن جي واقعي“ جي عنوان جي صحيح مفهوم کي اچا شايد جذب ڪري ڪين سگهيو آهي. هن ”واقعي“ جو بيان ادبي نقطهء نگاهه کان نه بي اثر ۽ عاميانه رهجي ويو آهي.

بشير صابري جي تاثراتي تحرير ”ڪافر“ افسانو سو بنهه نه آهي، باقي پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ نهايت پاڪيزه پيشڪش آهي. ”ڪافر“ جا هي حقيقت افروز گفتا واقعي پڙهڻ ۽ پرجهڻ وٽان آهن: ”خدا کي اوهان جي عبادتن جي پرواهه نه آهي، الله جي بندن جي پوڄا ڪريو“؛ ”اي ملا، تو ۾ ۽ هن (شرابيءَ) ۾ ڪو فرق نه آهي ـ هي شراب جي نشي ۾ مدهوش ٿي بڪوات ٿو ڪري، پر تون فخر ۽ غرور، دينداريءَ ۽ تقدس جي نشي ۾ مست آهين ـ تنهنجو گناهه هن جي جرم کان وڏو آهي“؛ ”اوهان (مذهبي ٺيڪيدار) جنهن (بدڪار عورت) کي ذليل ۽ پليد ٿا سمجهو، اها اوهان کان هزار درجا وڌيڪ پاڪ ۽ صاف آهي ـ جو ته هن جو ظاهر گندو، پر اوهان جو باطن گندو آهي...“؛ ”هي به جواري آهي، تون (جمعي نماز تي ويندڙ هڪ وڏو ريش دراز نمازي) به جواري آهين ـ تنهنجي ظاهري پاڪيزگي ۽ چند سجدا ان لاءِ آهن ته تو کي ماڻهو نيڪ سمجهن ۽ تنهنجي شهرت وڌي، ۽ تجارت ۾ واڌارو ٿئي ـ اها به ”جوا“ آهي: هي نه جواري آهي ـ هي دولت کي اڇلائي ٿو، ۽ تون ميڙين ٿو...“؛ ”تون (وياج خور) دوکيباز آهين... تنهنجي دولت هنن غريبن جي رت ۽ ست جي قطري قطري سان ٺهي ٿي...“ ـ ۽ پوءِ ”ڪافر“ مري ٿو وڃي، ۽ سيني هن جي گلاب وانگر

ڀڪنداڙ منهن کي ڏسي چيو ته "هي 'ڪافر' نه هو، پر فرشتو هو: سندس خاموش زبان اچا ٻئي چيو ته "بني نوع انسان جي خدمت ئي عبادت آهي - الله ماڻهن جي صورت ۾ لڪي آيو آهي - انهن جي عبادت ڪريو: مسجدن ۽ مندرن ۾ چا ڪي ٽا ڪاريو ۽ ڀوچيو؟"

"تماشبين" جي تلخ و ترش تحرير "هي بزم مشاعرا" اسان جي غزل گو توڙي ٻين شاعرن جي اکين کولڻ لاءِ هڪ نهايت مفيد تحرير آهي، ۽ هن ادبي شهپاري کي "شاعر" ۾ جڳهه ڏيئي، گرامي صاحب شعر و ادب تي پنهنجي گهريءَ نگاهه ۽ اعليٰ ادبي ذوق جو ثبوت ڏنو آهي.

"شاعر" جي نظم جو حصو مجموعي طرح چڱو آهي. غزلن جو حصو البت لائيرو آهي - سواءِ هڪ ٻن غزلن جي ٻيا سمورا غزل عاميانه پيا لڳن. گيتن ۽ ڪافين جو حصو نهايت سهڻو آهي، ۽ منجهس ڪافي سٺيون چيزون موجود آهن.

گرامي صاحب هڪ وڏي مرتبي جو شاعر ۽ اهل قلم آهي. سندس ادبي ۽ علمي صلاحيتن کان ڪنهن کي به انڪار ٿي نٿو سگهي. اسان کي انهيءَ ڳالهه جو پورو پورو احساس آهي ته رسالي جي ادارت هڪ نهايت ڪٺن ڪم آهي. ايڊيٽر جي حيثيت ۾ اديبن جون ناراضگيون، دوستن جو ڪاوڙيون، بارسوخ ماڻهن جا رعب تاب سر تي سهڻا ئي پون ٿا. ان هوندي به هر ڪنهن ايڊيٽر کي هڪ محدود دائرو آزاديءَ جو نصيب هوندو آهي - ۽ انهيءَ دائري ۾ جيڪڏهن هڪ محنتي ۽ با ذوق ايڊيٽر پنهنجي صحيح ۽ پخته اعتقادن ۽ پنهنجي تربيت يافته ادبي پرک کان همت ۽ سمجهداريءَ سان ڪم وٺندو، ته هو پنهنجي رسالي ۾ نهايت چڱيون چڱيون چيزون پيش ڪري سگهي ٿو. اسان کي يقين آهي ته گرامي صاحب به پنهنجي انيڪ تڪليفن ۽ مجبورين جي باوجود جيڪڏهن اورچائيءَ ۽ محنت سان، پنهنجي حقيقي وسيلن ۽ عقيدن جي روشنيءَ ۾، "شاعر" جي ترتيب ڪندو، ته هو ان جي موجوده علمي، ادبي ۽ فني سطح کي گهڻو گهڻو بلند ۽ بهتر ڪري سگهي ٿو.

اسان جي دلي دعا آهي ته شل گرامي صاحب اها جرات ڪري، ۽ پنهنجي ذاتي جوهرن سان "شاعر" کي سينگارڻ لاءِ آئيندي ڪو قدم کڻي - پوءِ ئي "شاعر" سنڌي علم و ادب جي ڪا ذڪر جي قابل خدمت سرانجام ڏيئي سگهندو. —م. ا. ج

**"مهراڻ جون موجون"**: صفحا ۳۶۳ + ۱۰؛ سائز وڏو؛ ڇپائي، ڪاغذ، جلد، ڪور سڀ اعليٰ درجي جا؛ قيمت چار روپيا؛ ملڻ جو هنڌ: پاڪستان پبليڪيشنس، پوسٽ باڪس نمبر ۱۸۳، ڪراچي.

هي ڪتاب پاڪستان سرڪار طرفان شايع ٿيندڙ ماهوار رسالي "نئين زندگي" جي گذريل ڇهن سالن جو انتخاب آهي. مواد جي چونڊ قابليت ۽ محنت سان ڪيل آهي. آزاديءَ کان پوءِ، سنڌي زبان کي جيڪي خطرا درپيش آيا، تن کي محسوس ڪري ان جي بقا ۽ ترقيءَ لاءِ سرجوشيءَ ۽ تهدل سان ڪوششون ڪندڙن ۾ جناب عبدالواحد "سنڌي" صاحب جو

اسم گرامي هڪ نمايان جڳهه رکي ٿو. هن صاحب کي پنهنجي زبان سان عشق آهي، ۽ هو رسالي "نئين زندگيءَ" کي بہ انهيءَ جذبي ماتحت ئي مرتب ڪري رهيو آهي. اخبارون ۽ رسالا عام طرح محفوظ رهي نہ سگهندا آهن، ان ڪري منجهن شايع ٿيل قيمتي ادب ۽ انهن تي ٿيل محنت سڀ رفتي رفتي رائيگان ٿي ويندي آهي. زنده قومون پنهنجي ادبي سرمايي کي ائين زبون ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ، انهن شاهڪارن کي وري ڪتابي صورت ۾ محفوظ ڪري ڇڏينديون آهن، ۽ اهڙيءَ طرح اهو ادب ايندڙ نسلن لاءِ بہ زنده رهندو آهي.

نهايت خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو "نئين زندگيءَ" جو ادب انهيءَ خطري کان محفوظ ڪيو ويو آهي. رسالي جي چونڊ مضمونن جو هي ڀهريون مجموعو سنڌ جي مايہ ناز اديب جناب حسام الدين راشدي صاحب جي محنت جو نتيجو آهي.

ڪتاب ۾ پنج تاريخي، ہہ سفري، ڇهہ سوانحي ۽ چار ادبي مضمون، ست بهترين افسانا، ڪافيون، گيت، نظم، غزل، قصيدا، قطعا ۽ ڪافي تصويرون آهن.

اسان کي يقين آهي تہ سنڌي عوام ۽ ادارا هن مجموعي جو قدر ڪري ڪيس ابترو همٿائيندا، جو ان کي ڏسي آئيندي ٻيا رسالا بہ پنهنجي چونڊ ادب جا اهڙا مجموعا ميدان ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪندا.

ڪتاب جو نالو جيڪڏهين "مهراڻ جون موجون" رکڻ بدران "انتخاب "نئين زندگي" " يا ڪو ٻيو اهڙو رکيو وڃي ها، تہ وڌيڪ موزون هو: ڇاڪاڻ تہ رسالو "مهراڻ" بہ علحده نڪري رهيو آهي، ۽ عام پڙهندڙ هن ڪتاب کي سرسري نگاهہ کان رسالي "مهراڻ" جوئي انتخاب سمجهندو. اسان جي نظر ۾ سنڌ جي ڪابہ لئبرري هن بهترين ڪتاب کان خالي نہ هجڻ گهرجي. هي ڪتاب اهڙو تہ سهڻو ڇپايل آهي، جو دوستن کي ٻنهہ تحفي ڏيڻ لائق آهي.

## "سنڌ گورنمينٽ ڪاليج آف ڪامرس ائنڊ ايڪانامڪس" مخزن، ۵۵-۱۹۵۶ع:

عام ڪاليجي مخزنن جيان هن ۾ ٻہ سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ جا ئي ڀاڱا آهن. سنڌي ڀاڱو ويهن ورقن ۾ ورهايل آهي، جنهن ۾ ڪاليج جي نالي جي نسبت سان اقتصاديات جي موضوعن تي شاگردن جا مضمون درج آهن، جي نهايت چڱيءَ معلومات وارا ۽ پڙهڻ وٽان آهن.

هڪڙي ڳالهہ البت عجب جهڙي پيئي لڳي، جو مخزن جي ٻاهرئين ڪور تي "سنڌ" جو نالو غائب ڪيو ويو آهي! هوندي انهيءَ مخزن جو سچو نالو ٿيندو "سنڌ گورنمينٽ ڪاليج آف ڪامرس ائنڊ ايڪانامڪس مخزن"- جيئن اندر انگريزي ۽ سنڌي ڀاڱي جي ٽائيٽل پيج سان ظاهر آهي، ۽ ٻہ ڪاليج جو سرڪاري نالو اها اهوئي آهي. خبر ناهي تہ ائين چو ٿيو آهي؟ دراصل جيڪا ڳالهہ پنهنجي جاءِ تي مستقل طور موجود هجي، ان جو اعتراف نہ ڪرڻ ڪورچشميءَ يا تعصب کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي. مخزن جي ڪارپردازن، مخزن جي نالي مان لفظ "سنڌ" کي حذف ڪري، قابل نفرت تنگ نظريءَ جو ثبوت ڏنو آهي. . .

ڇپائيءَ پوئي: صفحا ۱۶۰، ڪاغذ اخباري، ڇپائي ۽ ڪور سٺا. قيمت پوڻا ٻه روپيا. ملڻ جو هنڌ: راڻي پبليڪيشن، ۵۳۵، ڪاورانس بلڊنگ، ڏوبي تلاءُ بمبئي-۲؛ ۽ سنڌي ڪتاب گھر، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

سنڌي زبان ۾ حقيقي ڳوٺاڻي زندگيءَ جا ناول تمام ٿورا آهن، ۽ ڏاڍي ضرورت آهي ته هن پهلوءَ ڏي خاص توجهه ڪجي.

سنڌي زبان جو مشهور ليکڪ مسٽر گوبند مالهي لائق تحسين آهي، جنهن هن کان اڳ ۾ اهڙا ڪتاب لکيا آهن، ۽ هينئر تازو سٺيون ڪتاب لکيو اٿس، جنهن ۾ سچ ته اهو آهي ته سنڌ جي ڳوٺاڻي زندگيءَ جا اهڙا پهلو به پڌرا ڪيا اٿس، جن کان عام طرح اسين اڻ واقف هوندا آهيون.

هن لسان جي سماج ۾ ڪي اهڙيون قومون به رهن ٿيون، جن کي "خانہ بدوش" يعني "گھر کلهي تي" سڏبندا آهن، ۽ اسين غالباً کين "رولو" يا "رلي ڪلهي تي" سڏيندا آهيون. هن رولو قومن جي ٽڪريءَ تي پاڙ هوندي آهي، ۽ هو صحيح معنيٰ ۾ "گل خندان" جي هن شعر جا مصداق هوندا آهن:

مون مسافر ساڻ سوران دل لڳائڻ ناروا،
اڄ هتي منزل، سڀاڻي ماڳ ٻئي منهنجو مڪان!

اهي رولو قومون اڪثر جرائم پيشه (چور، ٺڳ، ڌاڙيل، وغيره) ٿين ٿيون ۽ انهيءَ ڪري سندن اخلاقي حالت به نهايت پست ٿئي ٿي؛ پر...... ٻر جيڪو شخص هنن سان گھلي ملي ٿو، اهو ڏسي ٿو ته هو به اسان جهڙا انسان آهن، بلڪل اسان جهڙن ئي خيالن وارا آهن، مگر هزارن ورهين جي ماحول هنن جي اهڙي حالت بڻائي آهي، جو هو چوڻ ته انسان ناهن، ٻر جهنگلي جانور آهن.

سندن موجوده صورتحال موجب هنن جي سڌرڻ جو ڪو امڪان ئي ڪونه ٿو ڏسجي؛ مگر جيڪڏهين ڪنهن انسانيت جي همدرد جي دل ۾ هنن لاءِ سچ پچ همدردي پيدا ٿيندي آهي، ته سوچيندي سوچيندي هو ازخود انهيءَ نتيجي تي وڃي پهچندو، جو اڄ اسان جي پاڙيسري "چين" ۽ ٻين اهڙن ملڪن اختيار ڪيو آهي- يعني هنن کي زمين جو ٽڪرو ڏيڻ. جنهن به مهل ڪنهن انسان کي پنهنجو "تڏو" ميسر ٿئي ٿو، هو "تڏي" سان محبت ڪرڻ لڳي ٿو: ۽ پوءِ اها "تڏي" جي محبت هن کي رلڻ کان نفرت ڪرڻ سيکاري ٿي، ۽ هو آهستي آهستي مهذب بڻبو وڃي ٿو. پر آه! ... هن رنگين، خود مطلب ۽ نفسا نفسيءَ واريءَ دنيا ۾ ڪير ٿو ڪنهن کي سڌارڻ جي اون ڪري؛ هتي ته اهو اصول چالو آهي ته "پرايو پار ڪريو پلو، ڪري ته ٽڪو ڏيئي به ڪار جيس"- ۽ جيڪو شخص انهيءَ اصول جي انحرافي ٿو ڪري، انهيءَ تي تهذيب جا ٺيڪيدار هڪدم حملو ڪري چڙهي ويندا آهن ... ۽ هن ڪتاب جي هيرو سان به ساڳي حالت ٿئي ٿي- هو به جيل ۾، ته سندس آيا ريل "رولو" ساٿي به جيل ۾.

هڪ دفعي تبصري نگار جي ملاقات هڪ توبه ڪيل غنڊي سان ٿي، جنهن کي اسان جي پوليس تازو جيل ۾ وڌو هو. همدردي ڪرڻ تي هن چيو، ”سون کي جيل ۾ وڃڻ جو ارمان تہ ڪونهي، پر اهو ارمان ضرور اٿم تہ جڏهين آءٌ سچ پچ غنڊو هئس، تڏهين تہ ڪنهن منهنجو نالو بہ ڪونہ ٿي ورتو: اڄ انهيءَ ڪري جيل ۾ وڌو ويو آهيان، جو غنڊائڻ ڇڏيو اٿم!“ سو اهو نظارو هن ناول ۾ بنهہ پڌرو ڪري نروار ڪيل آهي.

انهيءَ مرڪزي خيال کان سواءِ بہ سڄو ناول ايڏو تہ دلچسپ آهي، جو اسين ٿا سمجهون تہ ڪوبہ سنڌي دان هن کي هٿ ۾ کڻي پوري ڪرڻ کان سواءِ آرام ڪندو. ڇا سنڌس لکڻي، ڇا حقائق نگاري، ڇا اعلیٰ خيالات، ڇا پلاٽ جي دلچسپي! اسين مسٽر مالهيءَ کي هيڏي عمدي ناول لکڻ تي مبارڪباد ڏيون ٿا، هر سنڌي دان کي ان جي پڙهڻ جي سفارش ڪريون ٿا. ڪتاب جي ڪور تي سنڌ جي نقشي اندر نمائي ”شرم پوٽيءَ“ جي تصوير ڏنل آهي، جا ڪجهہ سوچ ۽ سمجهہ بعد اڳتي هلي ”همٿ پوٽي“ بڻجي وڃي ٿي!

هيءَ ناول سنڌ ۾ رهندڙ ناول نگارن کي رشڪ ڏياري ٿو، تہ نون سالن جي سنڌ کان جدا ٿيلن جي لکڻيءَ کي ڏسي، هو بہ پنهنجي وطن تي لکڻ سگهن.

**تاني** - پاڳو پهريون ۽ ٻيو: قيمت هر هڪ ڏيڍ روپيو: ڇپائي، ڪور وغيره معياري: پنو وچولو، صفحا اٽڪل ٽي سو: ملڻ جو هنڌ: ڪهاڻي پبليڪيشنس، هنسالي ٽئنڪ روڊ، بمبئي ۲۸: ۽ سنڌي ڪتاب گهر، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

هي ڪتاب اصل چيني زبان ۾ ”لنيو تانگ“ جو لکيل آهي، ۽ سنڌيءَ جي مشهور اديب گوبند مالهيءَ ان کي ترجمو ڪيو آهي، مگر ترجمي ڪرڻ سان گڏ ان ۾ ڪجهہ ڦير ڦار ڪري ان کي سنڌي ماحول سان ٺهڪايو اٿس. چين اسان جو پاڙيسري ملڪ آهي: اسان سان گڏ ٿي غلاميءَ کان نڪتو آهي، ان ڪري هن جا حالات اسان سان گهڻي قدر ملي اچن ٿا. ترجمي جي ڦير ڦار سبب ڪتاب اسان لاءِ وڌيڪ مفيد ٿيو آهي. اسان جي نظر ۾ ڪنهن ناول جو ڪامياب ترجمو اهو آهي جو هر ورق مقدس ڪتابن وانگر لفظي نہ هجي، پر:

خوشتر آن باشد ڪہ سر دلبران
گفتہ آيد در حديث ديگران

جو مصداق هجي. گوبند مالهيءَ جي ناولن کي سنڌي ادب ۾ هڪ خاص مقام حاصل آهي، ۽ اهي انهيءَ لائق آهن تہ نوان سنڌي اديب بہ سندس نقش قدم تي هلن. هي ناول بہ انهيءَ ڏس ۾ هڪ ڪامياب ڪوشش آهي، ۽ هر سنڌي دان کي ان جو مطالعو ڪرڻ گهرجي.

**هدايت الانشا:** صفحا ۳۳۳+۱۰: ڇپائي، ڪاغذ، بائينڊنگ، ڊسٽ ڪور عمدا: قيمت پنج روپيا: ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

مرحوم مولوي هدايت الله ”مشتاق“ جو تصنيف ڪيل هيءُ ڪتاب سائيڪو ورهہ اڳ ليٿو ۾ ڇپيو هو، ۽ پوءِ ناياب ٿي ويل هو: وري ۱۹۵۰ ۾ سيد باز محمد شاه صاحب ۽ مرحوم

مسٽر شاهوائيءَ جي ڪوشش سان ان جو هڪ حصو ڇپيو، مگر اهو به ناياب ٿي ويو. هينئر سنڌي ادبي بورڊ، ڪتاب جي صورتخطي سڌاري، ٻيهڪ جي نشانين ۽ مناسب اعرابن سان، نهايت سهڻيءَ ڇپائيءَ سان ان کي شايع ڪيو آهي. ڪتاب ۾ نهايت عمدا ۽ قابليت ڀريءِ ڀرايي ۾ ٻه سوکن اهڙا خط ڏنل آهن، جي معلومات سان ڀريل آهن، ۽ سنڌي ادب جا معلم آهن. ڪتاب ۾ موقعي بموقعي عمدا نظم به ڏنل آهن.

جيتوڻيڪ جديد زماني ۾ هنن خطن جو ڪجهه حصو ڪارآمد ناهي، مگر عبارت جي دلڪشيءَ سبب، هي ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ خاص مقام رکي ٿو، ۽ بلاشبه سنڌي ادبي بورڊ جو سنڌي ادب جي محبن تي هيءُ وڏو احسان آهي، جو اهڙو ناياب ڪتاب ايڏي سهڻي انتظام سان شايع ڪيو اٿن. ڪتاب جي شروع ۾ ٻه صفحا مصنف جي هٿ اکرن جي بلاڪن جا به ڏنل آهن. اسان جي خيال موجب ڪابه سنڌي لئبرري هن ڪتاب کان خالي نه هجڻ گهرجي.

**اشرف العلوم** (دفتر ڇهون): صفحا ٣٢٦، سائيز وڏو، مجلد، قيمت پنج روپيا، ملڻ جو هنڌ: ميسرس آر. ايچ. احمد برادرس بڪسيلرس، شاهي بزار، حيدرآباد سنڌ.

هي ڪتاب جڳ مشهور ڪتاب "مثنوي مولانا روم" جو ترجمو آهي، جو سنڌي شعر ۾ مولانا دين محمد "اديب" صاحب ڪيو آهي. پاڻ هن کان اڳ پنج دفتر ترجمو ڪيا اٿن، جن مان چار شايع ٿي ويا آهن، ۽ پنجون ڪن رڪاوٽن سبب ترسيل آهي. هي آخري دفتر آهي، ۽ انهيءَ تي ڪتاب مڪمل ٿئي ٿو. مولانا صاحب جي ايڏي محنت ۽ دردسري قابل داد آهي. تصوف سان شغف رکندڙ صاحبن لاءِ هن ڪتاب جو مطالع مفيد رهندو.

**گل**: صفحا ١٢٠، ڇپائي، ڪاغذ، ڪور، بائينڊنگ ۽ گيٽ اپ عمدا؛ قيمت سوا رپيو؛ ملڻ جو هنڌ: سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي ناماري اديب ۽ درويش صفت بزرگ سرگواسي ديوان ڪيولرام جو لکيل آهي. صاحب موصوف انگريزن جي شروعاتي دور جو مختيارڪار هو؛ ۽ عوام سان نهايت گهڻيءَ لڳ وچڙ ۾ رهندو هو، انهيءَ ڪري هو پنهنجي ڪتابن ۾ بلڪل عوامي ٻولي ۽ عوامي خيالات ڪم آڻيندو هو.

سندس اهڙن خيالن جو هڪ ڪتاب "گل شڪر" آهي ۽ ٻيو "گل قند عرف گل": ٻهرئين ۾ ٻهاڪن جي صورت ۾ اصلاحي سمجهاڻيون آهن، ۽ ٻئي ۾ ٽوٽڪن ۽ اصطلاحن جي صورت ۾.

"گل شڪر" سنڌي ادبي بورڊ طرفان ورۍ شايع ٿيو، ته ٻن سالن اندر ئي ٻه هزار کپي ويو، ۽ هاڻي ان نئين ايڊيشن جو به ٻيو ڇاپو شايع ٿيو آهي.

ساڳئي مصنف جو هي ٻيو ڪتاب به سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي. اميد ته اسان جي نئين نهي، جيڪا "گل شڪر" وانگر هن مفيد ڪتاب مان پڻ فائدو وٺي نه سگهي هئي، ان مان پورو پورو لطف حاصل ڪندي، ۽ ڏسندي ته اسان جي عوامي سنڌي زبان ڪهڙي نه مٺي ۽ پاڪيزه آهي.

—م. ع. ڏ

سنڌي ادبي بورڊ جي بڪ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ) وٽان هيٺيان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروشن ۽ ايجنٽن کي ٢٥ في صدي ڪميشن ڏني ويندي.

| نمبر | ڪتاب | قيمت |
|---|---|---|
| ١- | سير ڪوهستان | ١-٨-٠ |
| ٢- | گل شڪر | ٣-٠-٠ |
| ٣- | حيات النبي | ٣-٨-٠ |
| ٤- | تاريخ معصومي (سنڌي) | ٥-٠-٠ |
| ٥- | ڪليات حمل | ٥-٠-٠ |
| ٦- | ديوان بيدل | ٤-٠-٠ |
| ٧- | چچ نامو (سنڌي) | ٦-٠-٠ |
| ٨- | بلو کوکر | ٣-٠-٠ |
| ٩- | گل ڦل (٢ حصا گڏ) | ٤-٠-٠ |
| ١٠- | خوش خصلت خاتون | ١-٨-٠ |
| ١١- | جهان آرا | ١-١٢-٠ |
| ١٢- | آفتاب ادب | ٢-٤-٠ |
| ١٣- | تاريخ ريگستان | ٥-٠-٠ |
| ١٤- | سنڌ جو سينگار | ٢-٨-٠ |
| ١٥- | سون ورنيون دليون | ٢-١٢-٠ |
| ١٦- | راسيلاس | ٢-١٢-٠ |
| ١٧- | سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ٤-٠-٠ |
| ١٨- | سنڌ جو سفر | ١-٠-٠ |
| ١٩- | هدايت الانشاء | ٥-٠-٠ |
| ٢٠- | گل | ١-٤-٠ |
| ٢١- | تاريخ معصومي (فارسي) | ١٠-٠-٠ |
| ٢٢- | چچ نامه (فارسي) | ١٠-٠-٠ |
| ٢٣- | سهڻي ميهار | ١-٠-٠ |
| ٢٤- | گل خندان | ٣-٠-٠ |
| ٢٥- | مسافر حجاز | ٦-٨-٠ |
| ٢٦- | املهه رتن | ٠-١٢-٠ |
| ٢٧- | رام رحيم | -١٣-٠ |
| ٢٨- | گلدستو | ٢-٠-٠ |
| ٢٩- | چتر (ناٽڪ) | ٠-٦-٠ |
| ٣٠- | ويرتا جا ورق | ١-٠-٠ |
| ٣١- | سفيد وحشي | ٠-٨-٠ |
| ٣٢- | گماني گهمسان (ناٽڪ) | ٠-٨-٠ |
| ٣٣- | ڪاري | ٠-٨-٠ |
| ٣٤- | نيلو | ٠-٩-٠ |
| ٣٥- | ٻرٻر جي ٻهاس | ٠-١٢-٠ |
| ٣٦- | ڏوندو مڪڙيون | ١-٤-٠ |
| ٣٧- | عملداري آزار (ناٽڪ) | ٠-١٢-٠ |
| ٣٨- | گنگا جل | ١-٠-٠ |
| ٣٩- | ٻرٻمي ديوتا (ناٽڪ) | ٠-١٠-٠ |
| ٤٠- | چرتر سينگار | ٠-١٤-٠ |
| ٤١- | جيوت جا ورق | ٠-١٤-٠ |
| ٤٢- | چنگون | ١-٨-٠ |
| ٤٣- | هند جو سير | ١-١٢-٠ |
| ٤٤- | سنڌ جي ڏرمي آستانن جي تاريخ | ١-٨-٠ |
| ٤٥- | گانڌي جيون رهسيه | ١-٣-٠ |
| ٤٦- | ميگهه دوت | ١-٨-٠ |
| ٤٧- | ديوان صورت بهار | ١-٤-٠ |
| ٤٨- | زندگي | ٠-٦-٠ |

* هندستان ۾، ميسرس رائٽرس ايمپوريم، پيپلس بلڊنگ، سرفيروزشاه مهتا روڊ، بمبئي وٽان، ”مهراڻ“ رسالو ۽ بورڊ جا ٻيا ڪتاب ملي سگهن ٿا.

## سٺي عادت وڏي دولت آهي

# ڇا اوهين وقت جا پابند آهيو؟



وقت زندگيءَ جهڙوني پيارو آهي: اسين ان کي بهتر طور تي ڇو نه گذاريون؟ وقت ٿورو به هجي، ته وقت جي پابندي ان کي ڊگهو ڪري سگهي ٿي. وقت مقرر هجن ۽ انهن جو ڏيان سختيءَ سان ڪيو وڃي، ته هرڪنهن منٽ مان پورو پورو فائدو به حاصل ٿئي ۽ آرام ۽ تفريح لاءِ به زياده وقت بچي وڃي.

## ڇا اوهين پابنديءَ سان روپيا به بچايو ٿا؟

وقت جي پابنديءَ سان وقت جي بچت ٿئي ٿي، ۽ خرچ ۾ ڪفايت سان روپين جي. اوهين پابنديءَ سان روپيا بچائي، بچت جا بانڊ وٺندا رهو، ته پنهنجي روپين تي بهترين منافعو حاصل ڪري سگهو.

بچت اوهان جي آئنده مسرتن ۽ خوشحاليءَ جي ضامن ٿيندي ۽ اوهان جي ملڪ کي وڌڻ ويجهڻ ۾ مدد ڏيندي، جنهن ۾ اسان سڀني جي ڀلائي آهي.

## روپين بچائڻ جو هيءُ ئي وقت آهي

خرچ ڪرڻ جا ڀيا به موقعا ايندا

# پاڪستان سيونگ سرٽيفڪيٽ ۾ روپيا سيڙايو

جن ۾ چار سجا هڪ ڀاڱي پنج سيڪڙو نفعو آهي

پوسٽ آفيسن، سيونگ بيورو، ۽ مقرر ٿيل ايجنٽن وٽان ملي سگهن ٿا.

A. F. P. 25/56 (II) UNITED




# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهه· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488